

# سنڌي ادبي بورڊ جو ٽه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

جلد ۱۵] [نمبر ۱ ۽ ۲

## فهرست

"گذارش" — ادارو.

### علمي، ادبي، تاريخي ۽ تحقيقي مقالا


۱. جديد دور ۾ اهل اسلام — فيلڊ مارشل
جون ذميداريون محمد ايوب خان ۹
۲. محبت جي ضرورت — علامه آءِ.آءِ. قاضي ۱۳
۳. محبت جي ورڪا — جي. ايم. سيد ۱۸
۴. ٺٽي ۽ ديبل جو — پير حسام الدين
تقابلي مطالعو راشدي ۳۷
۵. سر بارٽل فريئر — لطف الله بدوي ۵۵
۶. سرمست درازي — پروفيسر
محبوب علي چنا ۸۳
۷. مخدوم نوح سرور — سيد علي اڪبرشاه ۹۷
۸. سنڌو ماٿريءَ جي — پروفيسر ماڪ
تهذيب ٽاوالا
سنڌيڪار: شمس الدين عرساڻي ۱۰۲
۹. ننگرپارڪر جا آثار — مير حاجي
قديم محمد بخش ٽالپر ۱۱۵
۱۰. سمات قوم جو اصل نسل — علي محمد سيال ۱۲۰
۱۱. سمنگ چارڻ — پروفيسر محرم خان ۱۲۵
۱۲. صوفي صادق فقير جو — راڄ محمد ڀٽي ۱۴۳
ڪلام (قسط ۲: آخري)

... ... ...

۱۳. "مهراڻ" جا موتي — ادارو ۱۸۱
۱۴. سنڌي نثر مان مثالي
ٽڪرا ...... ۱۸۴
۱۵. ادبي خط — راڄ محمد ڀٽي ۱۸۶
۱۶. پڙهندڙن جا پيغام ...... ۱۹۷
۱۷. علمي، ادبي ۽ ثقافتي
سرگرميون ...... ۱۹۹
۱۸. "آديسي آئي ويا...!" ۲۰۹


ايڊيٽر: غلام محمد گرامي

# مهراڻ

٣- سول لائينس، حيدرآباد، سنڌ

ملڻ جو هنڌ:

١. سنڌي ادبي بورڊ جو بُڪ اسٽال، ٣- سول لائينس، حيدرآباد (سنڌ).
٢. سنڌ جا سڀيئي وڏا ڪتب فروش.

ساليانو چندو ٠٠-١٠ رپيا          في ڪاپي ٥٠-٢



Printed and Published by Shaikh Ali Mohammad, Member Sindhi Adabi Board,
at the Sindhi Adabi Board's Printing Press, Tilak Incline, and Book stall,
3- Civil lines, Hyderabad Sind

# گذارش

## سدا حيات لطيف

’وادي مهراڻ‘ اها سڀاڳي ۽ نمائي، مردم خيز ۽ سدا حيات وادي آهي، جنهن جي خاڪ پاڪ مان، ’لطيف‘ جهڙو يگانه روزگار ۽ گوهر آبدار پيدا ٿيو. لطيف ۽ سندس فن، پنهنجي عظيم انفراديت ۽ افاديت جي لحاظ سان، بين الاقوامي شهرت ۽ عظمت حاصل ڪري چڪا آهن.

مشرق ۽ مغرب جي باشعور ۽ اهل فن ناقدن، لطيف جي ڪلام جي ڇنڊڇاڻ ۽ پرجهڻ کان پوءِ، سندس ’فن‘ کي ’زندگيءَ جو فن‘ ڪوٺيو آهي. بيشڪ لطيف جو فن ۽ شعور، پنهنجي مٽي هڪ بابصيرت ۽ آفاقگير، صاحب فن جو تجزيو آهي، ۽ ان سان گڏ، زندگيءَ جي صالح ۽ صحتمند معيارن ۽ قدرن کي سمجهندڙ شاعر جو شعور آهي.

لطيف سائين، هڪ جامع اوصاف ۽ آدرشي انسان جي حيثيت سان به وڏو مقام حاصل ڪيو آهي. ان سلسلي ۾ سندس سيرت ۽ اخلاق، رهڻي ڪرڻي ۽ بود وباش، به فقيرائي ۽ صوفيائي رنگ سان رتل هئي؛ ته سندس تبليغ، ارشاد، تلقين ۽ ڪلام به روح آفرين ۽ وجدانگيز آهن. سندس ڪلام ۾ رقت انگيز ۽ شڪسته ساز جهون آهي ’آهون ۽ صدائون‘ آهن، جي هر دؤر جي مرده ۽ بيحس، بيمار ۽ بيڪار، قلب لاءِ به زندگيءَ جو پيغام ثابت ٿين ٿيون.

لطيف، نه فقط هڪ صالح فرد جي حيثيت سان مثالي ۽ آدرشي انسان آهي، پر ان سان گڏ، سندس اجتماعي حيثيت به اصلاح بخش آهي.

لطيف سائينءَ، ظاهر ۾ هڪ گمنام صوفيءَ وانگر ”وجهي منهن مونن ۾، غربت ساڻ گذار“ جي مصداق، پنهنجي ساري حياتي، سير و سفر، تجربي ۽ مشاهدي، صحبت ۽ رهاڻ، عبادت ۽ رياضت، گمناميءَ ۽ گوشه نشينيءَ ۾ گذاري. پاڻ ڪڏهن به عملي طرح سان نه ڪنهن هنگامه خيز، انقلابي ۽ اصلاحي تحريڪ ۾ حصو ورتائون ۽ نڪو سندن مريدن ۽ صحبتين، پنهنجي دؤر ۾ ڪنهن انقلابي تحريڪ سان ساٿ ڏنو. باوجود ان جي، ’لطيف‘ جي اها گوشه گيري، پيشرو صوفيءَ واري فراريت نٿي چئي سگهجي، جنهن ۾ هڪ ’صوفي‘ مڪان ۽ زمان جي سڀني مسئلن — انسان ۽ ان جي حيات، حڪومت ۽ رياست، کان منهن موڙي، سڀڳا ٽوڙي، الفي پهري، ’هو حق‘ جا نعرا هڻي، پاڻ ۾ ئي غرق ٿي ويندو آهي!

ان قسم جي فراريت پسند صوفيءَ جي دعوائن ۾، هن قسم جون صدائون هونديون آهن:

عدمي عدم، عدمي عدم، ز عدم چه صرفه بري عبث!

ان قسم جي رهبانيت ۽ جوڳيپڻي، ترڪ دنيا ۽ فراريت جي ڪري، هن عظيم ڪائنات کي، ڪٿي ’رام ليلا ۽ مايا‘ چيو ويو، ته ڪٿي ’عالم خيال ۽ عالم مثال‘ سڏيو ويو. حالانڪ، هيءَ ڪائنات ۽ ان جو نظام، انسان ۽ ان جي جدوجهد، زندگي ۽ ان جو مقصد، حيات ۽ ان جي ارتقا، سڀ ’حقيقت‘ آهن. ان حقيقت کان انڪار ڪري، گمناميءَ ۽ فراريت جي آرام طلب ۽ عيش پسند اڪيلائيءَ ۽ اونداهيءَ ۾ گذارڻ، نه فقط خدا تعاليٰ ۽ ان جي دين فطرت جي

عدوليءَ ڪرڻ جي برابر آهي؛ ۽ ان سان گڏ، انفرادي توڙي اجتماعي زندگيءَ ۽ ان جي مقصد تان ٻه هٿ کڻڻ جي برابر آهي.

لطيف سائين، ان فراريت ۽ گريز جو قائل نه آهي. فرمائي ٿو:

هڻ ڀالا، وڙهه ڀاڪرين، آڏي ڍال م ڌار!

لطيف سائينءَ جي اها حق شناسي ۽ ديده ريزي، سندس 'رسالي' جي هر سِٽَ ۾ موجود آهي. لطيف سائينءَ، زندگيءَ ۽ ان جي هنگامه خيز اٿل پٿل، رياست ۽ حڪومت ۽ ان جي همه گير تسلط ۽ تشدّد، عوام ۽ ان جي ڏکن دردن سان ڀريل حياتيءَ، جي هر پهلوءَ کي بصيرت واريءَ نگاهه سان مطالع ڪيو آهي. اهوئي ڪارڻ آهي، جو سندس سماجي شعور، هڪ طرف ڏک ۽ درد جو ترجمان ۽ درمان آهي؛ ته ٻئي طرف، منجهس اصلاح حال ۽ انقلاب خيال جي تحريڪ موجود آهي.

هو هر انفرادي ۽ اجتماعي خلل ۽ ڏَڪَل کي ڇيو ڏئي:

مَتو آهين مَڇَ، ٿلها ٿو ٿونهان هٿين،
تو جا ڀانئين آڇ، تنهن ٻانڀيءَ ٻَنا ڏينهڙا!

لطيف، اصل ۽ نقل، حق ۽ باطل جي ريب ۽ فريب واري ڪشمڪش ۽ منافقانه ڪاوش، توڙي 'موسيٰ' جي منهن ۾، 'اندر واري ابليس' کي به خوب ٿو سڃاڻي، فرمايائين:

منهن ته موسيٰ جهڙو، اندر ۾ ابليس،
اهڙو خام خبيث، ڪڏي ڪوهه نه ڇڏئين.

—

اندر ويهاري ڪانءُ، ٻاهر ٻولي هنجهه جيان،
اهڙو نلهو ٿانءُ، ٻيجي ڇونهه ٻورا ڪرين.

ان طرح، دين ۽ مذهب جي آڙ ۾ لڪل، گنديءَ ۽ گراهه جي گولڻ جي ڪشمڪش کي به خوب سڃاتائين. فرمايائين:

ڦيريا ٻسي ڦيڻ، ڪريَن ڪير له چڪيو،
دنيا ڪارڻ دين، وڃائي وِلها ٿيا.

ان طرح بيعمل ۽ بدڪردار مسلمانن کي ڇٽي ڏنائين:

ان ٻر نه ايمان، جئن ڪلمه گو ڪوٺائيين،
دغا تنهنجي دل ۾، شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، اندر آذر آهين.

ان طرح آذرمي ۽ ڻالي جي هندن کي به ڇٽي ڏنائين:

هندو هڏ نه آهين، جٽيو تو م جڳاءِ،
ڪوڙو تون ڪفر سين، ڪافر مَ ڪوٺاءِ،
تلڪ تنين کي لاءِ، سچا جي شرڪ سين.

رسم، جسم ۽ اسم جي ٻوجارين ۽ بيروح ۽ بيمقصد ماڻهن کي ڇٽي ڏنائين:

روزا نمازون، اِيءُ ٻڻ چڱو ڪم،
ٻر او ڪو ٻيو فهم، جنهن سان ٻسجي ٻرينءَ کي.

—

جان جان ٻسين ٻاڻ کي، تان تان لاهي نماز،
سڀ وڃائي سازَ، تِنهان ٻو، تڪبير ڇٺو.

حقوقت شناسيءَ لاءِ علم ۽ عمل، فڪر ۽ اقرار، حال ۽ خيال جي شهادت تي زور ڏيندي فرمايائين:
اک آشهد چــام، تــہ مشاهدو مــانئيــن!
بيعمل عالمن ۽ ڪاتبن کي فرمايائين:
نظر هــجــي نيڪ، تــہ بسم الله ئي بس ٿئــي.
يــا
ورق وارين ويھ، تہ حرف ھڙيوئي ھيڪڙو.
منافقيءَ ۽ رياڪاريءَ واري ھلت چلت تي چيائين:
چائت پــائــي چت ۾، سنهو ڪــتــيــو جــن،
تــن جــو صــرافــن، ڏڪو داخل نــہ ڪيو.
اخلاص ۽ محبت، نيت صالح ۽ نيڪ مقصد وارن عاجزن ۽ نمائن جي رياضت تي تحسين ڪندي چيائين:
محبت پــائــي مَنَ ۾، رنــيا روڙيــا جــن،
تــن جـــو صــرافــن، اٿــوريــو اڪــهــائــيــو.
بي اتفاقيءَ ۽ باهمي جنگ و جدال تي چيائين:
ولــر ڪــيــو وتــن، پرت نہ ڇنن پاڻ ۾،
پــســو پــکيئڙن، ماڻهئان مــيــت گــهــڻــو.
لطيف جا اهي 'بيت'، اصل ۾ اهي 'آيتون' آهن، جن جي روشنيءَ ۾ اسان پنهنجي زندگيءَ کي ڪنهن اعليٰ مقصد ۽ تعميري نصب العين تائين پهچائي سگهون ٿا. لطيف جا تجربا ۽ مشاهدا، رايا ۽ نتيجا سورهن آنا سَچ آهن؛ لطيف جا اشارا ۽ ڪنايا، نهايت تعميري، پائدار ۽ حيات بخش آهن.
لطيف سائينءَ، پنهنجي دؤر ۽ ماحول کي، سماجي ردوبدل کي، مذهبي حالتن کي، عوامي زندگيءَ کي، رياست ۽ حاڪميت کي رڳو ظاهري نظرن سان نہ، پر بصيرت وارين اکين سان مطالع ڪري، هڪ پيغمبر جي زبان سان ورجايو آهي. اهوئي سبب آهي جو سندس پيغام ۾ دائمي قدر موجود آهن. سندس پيغام هر دؤر لاءِ ۽ هر سماج لاءِ هڪ آدرشي ۽ مثالي نصب العين رکي ٿو.
لطيف جي حڪمت آفرين تعليم جو روح اهو آهي تہ عبد جا معبود سان نيازمندانہ تعلقات پيدا ڪري، بديءَ ۽ شرّ کي ختم ڪري سگهجي ٿو. 'خير، حسن ۽ حق' سان والهانہ وابستگي پيدا ڪري، 'خير' کي پيدا ڪري سگهجي ٿو. ان سلسلي ۾ لطيف، حسن، حق ۽ خير جي محيط ڪُل حيثيت کي بيان ڪندي فرمائي ٿو:
منهن محراب پرينءَ جو، جامع سڀ جهان!
لطيف جو اهو فن ۽ پيغام فقط ڪنهن هڪ قوم، هڪ مشرب، هڪ دؤر ۽ هڪ سماج تائين محدود نہ آهي، پر ان ۾ آفاقيت ۽ صحتمند دائميت آهي. اهوئي سبب آهي جو سندس ڪلام انساني ذهن ۽ شعور جي تشڪيل ۽ تعمير ۾ ڪارگر ثابت ٿي سگهي ٿو. ان ڪري ئي ڪيس نہ فقط سنڌ جو روشن ستارو ۽ قومي هيرو مڃيو ويو آهي، پر ان سان گڏ، سندس بين الاقوامي شهرت مشرق ۽ مغرب تي ڇانئجي چڪي آهي.
لطيف جي ڪلام جي پي انفرادي حيثيت اها بہ آهي، تہ سندس شاعري خالص ديسي اصناف — بيت ۽ وائيءَ — تي مشتمل آهي. حالانڪ سندس دؤر ۾، غزل ۽ قصيدو معراج ڪمال تي پهتل هو. سندس ڪيترا معاصر فارسي شاعر هئا ۽ صاحب ديوان هئا، پر لطيف نہ پنهنجي

سنڌي سليمي ٻوليءَ کي ڏاريءَ ۽ اڌاريءَ ٻوليءَ تي ڇڏيو، ۽ نکو پنهنجي بيت ۽ وائيءَ کي غزل ۽ قصيدي جي مقابلي ۾ ڇڏي سگهيو، ڇو:

اي‌ءَ نہ مارن ريت، جئن سيڻ مٽائن سون سين!

اهوئي سبب آهي جو سندس شاعريءَ ۾ بيمقصد شاعريءَ واري لغو بياني، مبالغ آرائي لفاظي، انشاپردازي ۽ ڌاڙ ڦٽاڪ آهي ئي ڪانہ!

ان سان گڏ، سندس شاعريءَ جو افادي پهلو اهو بہ آهي تہ لطيف، پنهنجي واردات ۽ ڪيفيات کي، 'ادب برائي ادب' جي لغو ۽ مهمل پس منظر مان ڪڍي، 'ادب برائي حيات' جي روشن ۽ تابناڪ مقصد تائين پهچائي سگهيو آهي. جنهن ۾ ذوق جماليات سان گڏ، اعليٰ آدرش ۽ صحتمند نصب العين جي تحصيل لاءِ پيغام بہ آهي ۽ علمي راهہ بہ ڏسيل آهي؛ جدوجهد ۽ جهاد جي تلقين بہ آهي تہ ذڪر ۽ فڪر جو ارشاد بہ آهي؛ اخلاق ۽ ڪردار جي بلنديءَ لاءِ ترغيب بہ آهي تہ عمل ۽ اصلاح لاءِ تنبيهہ بہ آهي. اهوئي ڪارڻ آهي جو سندس شاعري، رسالو يعني پيغام بنجي چڪي آهي، ۽ اهو پيغام امن ۽ ايمان، صلح ۽ محبت، ڀائيچاري ۽ اخوت جو جامع پيغام آهي، جو پوريءَ انسانذات ڏانهن عام آهي.

لطيف جي حڪيمانہ طرز ادا جو صحتمند پهلو اهو بہ آهي تہ پاڻ سنڌ جي عوامي ڪهاڻين ۽ روايتن کي اڳيان آندو اٿس، جن ڪان شهري توڙي ٻهري سڀ واقف آهن. لطيف، انهن مان استعاري ۽ اشاري سان ڪيئي مسئلا حل ڪيا آهن ۽ عام ماڻهن جي ذهني اعتبار کان، دقيق ۽ عميق حقيقتون سوليون ڪري پڌايون اٿس.

ان سلسلي ۾، "سنديان را اصطلاح سند مدح" جي مصداق، لطيف، سولي ۽ سوادي سهڻي ۽ من موهڻي، مٺي ۽ ملوڪ، ٻولي ڪم آندي آهي.

لطيف جي بصيرت افروز نگاهہ، 'وادي مهراڻ' جي تهذيب ۽ شرافت کي بہ نظرانداز نہ ڪيو آهي. هو سنڌ کي مثالي سرزمين سمجهي ٿو. هو سنڌ کي امن ۽ ايمان، اخوت ۽ انسانيت جو مرڪز قرار ڏئي ٿو. سنڌ جي تهذيب ۽ روايات جي نقشگري ڪري ٿو. سنڌ جي ماڻهن، هنرن، ڀڪين، ريتن روايتن، رسمن ۽ عادتن کي ور ور ڪري ورجائي ٿو. لطيف جي دعا آهي تہ سرزمين سنڌ مان 'خير ۽ برڪت' جو اهو پيغام پيدا ٿئي، جو پوري انسانذات لاءِ امن ۽ ايمان، خير ۽ برڪت جو پيغامبر بنجي. ان لاءِ والهانہ انداز ۾ چئي ٿو:

سائين، سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار،
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين!

اها سنڌ جي تهذيب ئي 'خير ۽ برڪت' جو سبب ثابت ٿي آهي، جنهن کي زندهہ رکڻ انسان جو فرض آهي.

ان سلسلي ۾ اهو بہ ياد رکڻ گهرجي تہ نڪا زندگي بيمقصد آهي ۽ نکو انسان جي تخليق بنا مقصد جي ٿي آهي. انسان جو اخلاقي وجود هن ڪارگاهہ حيات جي تعمير جي سلسلي ۾ خدا جو نائب قرار ڏنو ويو آهي. انسان کي جدوجهد ڪرڻي آهي، هن ڪائنات ۽ ان جي نظام کي مطالع ڪرڻو آهي، هن ڪائنات جي تسخير ڪرڻي آهي، هن دنيا کي امن ۽ ايمان سان سينگارڻو آهي، هن دنيا مان ظلم ۽ تشدد، نفرت ۽ عناد، ڏاڍمڙسيءَ ۽ ارهہ زوراڻيءَ جون پاڙون پٽڻيون آهن. هن دنيا ۾ علم ۽ فڪر جون مشعلون ٻارڻيون آهن. هن دنيا جي گڏدام عوام کي پنهنجي حقن ۽ آزاديءَ حاصل ڪرڻ لاءِ تيار ڪرڻو آهي. هن

دنيا مان شر ۽ بديءَ، فتني ۽ فساد جون سڀ شرارتي قوتون ختم ڪرڻيون آهن. هن دنيا مان رنگ ۽ نسل، اوچ ۽ نيچ، ذات ۽ پات جي درجه بندي کي نڪهوسار ڪرڻو آهي.

ان ڪري، انسانذات لاءِ فراريت ۽ رهبانيت واري واٽ، گمراهيءَ جي واٽ آهي، جنهن ڏانهن ڪو به مصلح، مجدد، مفڪر ۽ شاعر دعوت نٿو ڏئي سگهي. شاهه به ان سلسلي ۾ سسئيءَ جي ڪردار جي ترجماني ڪندي فرمايو آهي:

تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهه، ڪالهين ويل ورهڻ جي،
متان ٿئي اونداهه، پير نه لهين پرينءَ جو.

ان طرح فرمائي ٿو:

هتّين، پيرين، مونڙين، هـل هنئين سين هوتن!

مقصد جي طلب ۽ تلاش جي سلسلي ۾ جدوجهد ۽ جاکوڙ کي برداشت ڪرڻ ۾ سسئيءَ جو اهم ڪردار آهي.

انسان جي زندگيءَ جي جامعيت جن لازمي مرحلن سان وابسته آهي، تن ۾ تعليم ۽ تربيت، ذڪر ۽ فڪر، صحبت ۽ تجربي کي شمار ڪري سگهجي ٿو. مذهبي زبان ۾ انهن مرحلن کي شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت چيو ويو آهي. لطيف به ائين ئي فرمايو آهي. چي:

ساري سک سبق، شريعت سنڌو سوهڻي،
طـريقتان تـکو وهـي، حقيقت جو حق،
معرفـت مـرَک، اصـل عـاشقن جـو.

انهن مرحلن جي تشريح اها آهي ته شرع قانون آهي، طريقت عمل آهي، معرفت ڄاڻ سڃاڻ آهي، ۽ حقيقت قبل آهي. انهن مرحلن جي تڪميل ڪندڙ، هڪ بااخلاق ۽ آدرشي انسان بنجي ٿو، جنهن کي عرف عام ۾ 'صوفي' به چيو ويو آهي:

صوفيءَ صاف ڪيو، ڏوئي ورق وجود جو،
تهان پوءِ ٿيو، جيڏري پسڻ پرينءَ جو.

---

وِهه وٽي هٿ ڪري، پُر پيـالـو پيءُ،
هنڌ تنين جو هيءُ، جن حاصل ڪيو حال کي.

اسلام جو اخلاقي نظام، قرآن جو نظريءِ ايمان، رسول پاڪ صلي الله عليه وسلم جو اسوهٔ حسنه به اهوئي آهي. اهي ئي اوصاف ۽ اخلاق آهن، جن کي صبغة الله، جهاد اڪبر، تزڪيه نفس ۽ علم باطن چيو ويو آهي. علم جي حقيقت ۽ ايمان جي حقيقت به اهائي آهي.

خالص علمي زبان ۾ چئجي ته تصوف آهي 'سيرت جي تطهير ۽ اخلاق جي تڪميل'.

لطيف به ان تصوف جو قائل آهي. لطيف وٽ به تزڪيه نفس ۽ باطني اصلاح جو اهوئي سامان آهي. ٻورن لفظن ۾ لطيف وٽ، 'انسان' کي 'انسان' بنجڻ جي دعوت آهي.

ان طرح لطيف سائين پڌائي ٿو ته هڪ صاحبدل صوفي، پنهنجي حال ۽ عقيدي جي لحاظ سان هڪ مخصوص انفرادي مقام ٿو رکي. فرمايائين:

اک الٿي ڏار، وڃُ الـٽو عام سين،
لهوارو لوک وهي، تون اوچو وهه اوڀار!

'اک الٿي ڏار' چئي، تقليد جامد جي قيد ۽ بند مان آزاديءَ ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي. زندگيءَ جا بهترين اصول ۽ عقيدا اهڙا نه آهن، جي عام ماڻهن جي ذهني سطح تي ماڻي

سگهجن. ان لاءِ ’عوام‘ جي چئي آڪئي تي هرو ڀرو نہ هلڻ گهرجي. ان سلسلي ۾ ’عوام‘ سَند نہ آهي. جڏهن عوام حقيقت ۾ ان جي راهہ کان ڀٽڪي، ’لهوارو‘ وهڻ لڳي، تڏهن لطيف فرمائي ٿو تہ ڀاڻ ڪي اوچو وَهڻو آهي. اهو اوچو وَهڻ ۾ سرافرازُ ٿي رهڻ، گويا سوريءَ جو سڏ آهي، جو لينهن وارن لاءِ آزمائش جو دستور ٿو رکي:

سوريءَ سڏ ٿيو، ڪا هلندي جيڏيون،
وڃڻ تن پيو، ڳالو نينهن ڳنهن جي.

۽ اهو ئي ’عام‘ کان مٿي مقصد آهي.

عاشق زهر پياڪ، وِهہ پَسي وهسن گهڻو،
ڪڙي ۽ قاتل جا، هميشه هيراڪ،
توڻي چکن چاڪَ، تہ ئہ آهَ نہ سلن عام سين.

بهرحال، لطيف جو پيغام علم ۽ فڪر جو پيغام آهي، حڪمت ۽ موعظت جو پيغام آهي، هن دؤر جي مشڪل مسئلن لاءِ ’حل‘ آهي، هن دؤر جي پياسي انسانذات لاءِ آب حيات آهي، ۽ رسالو سمونڊ آهي:

شيوا ڪر سمونڊ جي، جت جَر وهي ٿو جال،
ماسو جڙئي مال، تہ پوچارا پُر ٿئين.

شال اسان جا سنڌي سباجهڙا، لطيف جي فن ۽ پيغام مان ڪو ماسو حاصل ڪن ۽ پوءِ عالم ڪي اهي هيرا ۽ لعل آڇي سگهن!

اڄ علم ۽ سائنس جي رفتار بجليءَ کان وڌيڪ تيز ٿي چڪي آهي. انسانذات جي امن ۽ سلامتيءَ جون واڳون، اهڙن واڳين ۽ ارڙ ناڳن جي وات ۾ اچي چڪيون آهن، جي علم ۽ سائنس جي ذخيري تي واسينگ نانگ ۽ ديو وانگر ڪُنڊُ ڪوڙيو ويٺا آهن. جيڪڏهن روحاليت ۽ اخلاق جي ترقي اهڙي تيز رفتار سان نہ رهي تہ پوءِ يقيناً ’توازن حيات‘ ۾ خلل پيدا ٿيندو ۽ سائنس ۽ علوم جديد، انسانذات لاءِ عذاب پيدا ڪري ڇڏيندا. تنهنڪري اڄ جي انسانذات تي پهريون فرض اهو ٿو عائد ٿئي تہ هو پنهنجي اخلاقي ڪردار ۽ روحاني معيار کي ان درجي تي پهچائي، جتي علم جديد ۽ سائنس جي رسائي آهي.—ورنہ هيءَ دنيا ’هيروشيما ۽ ناگاساڪي‘ ٿيندي ٿيندي، هڪ ڏينهن ’ويٽنام‘ بڻجي ويندي، ۽ هرطرف ائٽم بمن ۽ هيڊروجن بمن جو دونهون هوندو. ٻچيل ڪچيل انسان وڃي غارن ۾ لڪندا ۽ دنيا ڪروڙين سال پوئتي پٿر جي زماني ۾ وڃي پناهہ وٺندي!

ڪاش! لطيف جي عالمگير امن ۽ انسانيت واري پيغام کي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچايو وڃي!

## ”مهراڻ“ جو ٻارهون سال

”مهراڻ“ پنهنجي ٻئي دؤر (١٩٥٥ع-١٩٦٥ع) جا ٻارهن سال، خير سلامتيءَ سان پورا ڪري، ٻارهين سال ۾ قدم وڌايو آهي. هيءُ پرچو، ١٩٦٦ع جي پهرين ٻن سماهين-جنوري، فيبروري، مارچ ۽ اپريل، مئي، جون-تي مشتمل آهي، ۽ هن پرچي سان، ”مهراڻ“ جو گويا ٽيون دؤر شروع ٿيو آهي.

هن دؤر جي شروعات، علمي ۽ تحقيقي مقالن سان ٿي آهي. سڀ کان اول، صدرمملڪت پاڪستان، جي هڪ نهايت لذيذ ۽ فڪرانگيز تقرير ”جديد دؤر ۾ اهلِ اسلام جون ذميداريون“

آيل آهي. اها تقرير، جديد مسلمان جي ڳڻپ ڳاڻيٽي سان گڏ ترقي يافته فڪر ۽ نظر جي ترجمان آهي ۽ رجعت پسند خيالن لاءِ صور اسرافيل جي حيثيت ٿي رکي. ان ۾ "اسلام" کي روشن نصب العين جي حيثيت سان، پيش ڪندي، چيو ويو آهي:

"اسلام مذهب نه هو، پر هڪ ترقي پسندانه تحريڪ هئي، جا پنهنجي صحتمند اخلاقي ۽ علمي، نظرياتي ۽ فڪري اصولن ۽ قدرن جي بنياد تي وڌندي رهي.

"اسلام انساني حيات کي مقصد ۽ جدوجهد جو نئون پهلو ۽ نئون تعبير عطا ڪيو. ان طرح سان انسان جي ارتقائي تاريخ کي نئين منزل سان روشناس ڪيو."

ان کان پوءِ، حضرت علامہ، آءِ. آءِ. قاضيءَ جي تقرير، "محبت جي ضرورت" پيش ڪيل آهي. ان تقرير ۾ هڪ طرف زندگيءَ جي مقصد جي تشريح، نهايت فڪرانگيز طريقي تي ڪئي وئي آهي؛ ته ٻئي طرف زوال پذير قوم کي زنده ڪرڻ جا اخلاقي اسباب پڻ بيان ڪيا ويا آهن - اها به غور طلب تقرير آهي.

ان کان پوءِ، سنڌ جي عظيم محب وطن، جناب جي. ايم. سيّد، جو مقالو "محبت جي ورڪا" جي عنوان سان آيل آهي. سيد صاحب، سنڌ جي تصوف ۽ مشهور صوفياءِ ڪرام جي، علمي ۽ تحقيقي نظر سان ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي ۽ ٻڌايو آهي ته ڪيئن سرزمين سنڌ ۾ امن ۽ عافيت، برادري ۽ اخوت وارو نظريو ۽ نصب العين پيدا ٿيو آهي ۽ وڌيو ويجهيو آهي.

تاريخي ۽ تحقيقي مقالن جي سلسلي ۾، "ٺٽي ۽ ديبل جو تقابلي مطالعو"، سنڌ جي مشهور مؤرخ، پير حسام الدين راشديءَ جي تحقيق ۽ ڪاوش جو شاهڪار آهي، جنهن ۾ ٺٽي جي محل وقوع ۽ جاگرافيائي حيثيت تي بحث ڪري، ان تحقيق کي حرف آخر تائين پهچايو ويو آهي.

ان طرح "سر بارٽل فريئر"، سنڌ جي مشهور ڪمشنر جي ڪارنامن تي جناب لطف الله صاحب بدويءَ نهايت معلومات افزا ۽ تفصيلوار تاريخي ۽ تهذيبي بحث ڪيو آهي. جو مطالعي جي لائق آهي.

سنڌ جي صوفياءِ ڪرام جي سوانح ۽ سيرت جي سلسلي ۾، "سرمست درازي" جناب پروفيسر محبوب علي چنا جو، ۽ "مخدوم نوح سرور" جناب سيد حاجي علي اڪبر شاهه صاحب جو، يقين آفرين ۽ ايمان افروز مضمون آهن. اهي ٻئي بزرگ، سنڌي ادب ۽ تصوف ۾ وڏي حيثيت رکن ٿا. انهن جي جدا جدا تاريخي ۽ تهذيبي پس منظر کي سمجهڻ لاءِ، هي مقالا ڪارگر ثابت ٿيندا.

"سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب"، پروفيسر مائڪ پٿاوالا جي مشهور انگريزي ڪتاب "A Physical and Economic Geography of Sind," 1958, Sindhi Adabi Board. جي هڪ باب جو ترجمو آهي، جو مسٽر شمس الدين عرسانيءَ جو ڪيل آهي. مسٽر پٿاوالا، سنڌ جي جاگرافيءَ تي بين الاقوامي شهرت حاصل ڪري چڪو آهي ۽ ڪيس 'سنڌ' تي مستند طور تسليم ڪيو ويو آهي. هن مقالي ۾ جنهن محققانه انداز ۾ بحث ڪيل آهي، ان جو اعتراف هرڪو علم دوست ڪري چڪو آهي.

"ننگرپارڪر جا آثار قديم" پڻ، سنڌ جي قديم تهذيب جي قدامت ۽ عظمت جو هڪ داستان آهي، جو محترم مير حاجي محمد بخش ٽالپر لکيو آهي. ان ۾ جين ۽ هندو دؤر جي تهذيب جا آثار بيان ڪيا ويا آهن.

"سمات قوم جو اصل نسل"، سنڌ جي خالص 'سمات' برادريءَ جي وجه تسميه، پاڙن، قبيلن، ذاتين ۽ خاندانن جي معلوماتافزا ۽ محققانه ڇنڊڇاڻ تي مشتمل آهي. ان جو لکندڙ

مرحوم علي محمد سيال (سابق ڊپٽي ڊائريڪٽر تعليمات، سنڌ) جهڙو محقق ۽ مؤرخ آهي. سنڌ سان تعلق رکندڙ عالمن کي هن بحث جي پڙهڻ کان پوءِ، سنڌ جي قومن متعلق ڪافي معلومات حاصل ٿيندي.

"سُمنگ چارڻ"، سمن جي دور جو، قاضي قاضن کان به ٻه صديون اڳ، مشهور شاعر ۽ بديهه گو سگهڙ هو. سندس سوانح ۽ فن تي محترم محرم خان (ليڪچرار، سنڌ يونيورسٽي)، نهايت مفصل، معلومات افزا ۽ محققانہ بحث ڪري، سنڌي شاعريءَ جي تاريخ ۾ صدين جو اضافو ڪيو آهي. هي مقالو، هر خيال کان تحسين جي لائق آهي. اميد ته غور سان پڙهيو ويندو.

"صوفي صادق فقير جو ڪلام"، محترم راج محمد ٻَليءَ جي اڻٿڪ علمي تحقيق جو هڪ شاهڪار آهي. هن آخري قسط ۾، صوفي صاحب جو سمورو ڪلام، ڏاڍي تحقيق ۽ ڇنڊڇاڻ سان پيش ڪيو ويو آهي. ائين چوڻ ۾ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ صوفي فقير تي 'مهراڻ' ۾ ڇپيل پيئي مقالا، پنهنجي افادي حيثيت سان هڪ مستقل ڪتاب جي حيثيت رکن ٿا. صوفي صادق فقير جي 'سوانح ۽ ڪلام' تي مڪمل تحقيقي ڪم، مهراڻ جي وساطت سان شايع ٿيو آهي ۽ اهو مهراڻ لاءِ قابل فخر ڪارنامو چئي سگهجي ٿو. اميد ته ان سلسلي ۾ سنڌ جي ٻين گمنام يا شهرت يافته بزرگن، عالمن، صوفين ۽ شاعرن جي سوانح ۽ ڪلام (غير مطبوع) تي ان قسم جا علمي مقالا پيش ڪيا ويندا.

مقالن کان پوءِ "مهراڻ جا موتي"، "سنڌي نثر سان مثالي ٽڪرا"، "ادبي خط"، "پڙهندڙن جا پيغام"، "علمي، ادبي ۽ ثقافتي سرگرميون" ۽ "آديسي آئي ويا...!"— وارا سڀ دستوري ڪالم پيش ڪيا ويا آهن.

اميد آهي تہ "مهراڻ" جا خريدار ۽ صاحب ذوق اديب، پنهنجي دلي تعاون سان "مهراڻ" کي لوازيندا رهندا.

هن پرچي جي مواد جي چونڊ ۽ ترتيب لاءِ محترم جويي صاحب، اعزازي سيڪريٽري، ۽ محترم شيخ علي محمد صاحب، ميمبر، سنڌي ادبي بورڊ؛ ۽ ان جي طباعتي حسن ۽ زيبائش لاءِ مسٽر غلام رباني، اسسٽنٽ سيڪريٽري، ۽ مسٽر علي بخش احمد زئي، مئنيجر، سنڌي ادبي بورڊ پريس، ۽ پريس جي ڪارپردازن جو شڪرگذار آهيان، جن جي تعاون سان هي معياري پرچو تڪميل تي پهتو آهي. — غ. م. گ







ڪوئلي جو ڪم

فنڪار: گل محمد کتري

فيلڊ مارشل، محمد ايوب خان، صدر مملڪت پاڪستان

# جديد دور ۾ اهلِ اسلام جون ذميداريون[1]

اسلام، صلح ۽ امن، انسانيت ۽ اخوت جي دين جي حيثيت ۾، هن ڪائنات ۾ نمودار ٿيو، ان کي اڄ چوڏهن سؤ ورهيه گذري چڪا آهن.

سڀني مذهبن ۽ آسماني تعليمات جي سڀني دفترن ۽ صحيفن جو مجموعو اسلام آهي. اسلام مذهب نه هو، بلڪ هڪ ترقي پسندانه تحريڪ هئي، جا پنهنجي صحتمند، اخلاقي ۽ عملي، نظرياتي ۽ فڪري اصولن ۽ قدرن جي بنياد تي وڌندي رهي، ۽ اڳتي هلي پوري انسانذات تي ڇانئجي ويئي.

اسلام، سڀني مذهبن جي احترام کي ملحوظ رکندي، انساني حيات کي مقصد ۽ جدوجهد جو نئون پيڪر ۽ نئون تعبير عطا ڪيو، ان طرح سان انسان جي ارتقائي تاريخ کي نئين منزل سان روشناس ڪيو.

جڏهن اها تحريڪ اسان جي زندگيءَ جو لازمي حصو بڻي رهي، تڏهن ان تحريڪ جا قائل ۽ افراد، سائنس ۽ عملي علمن ۾ شاندار ڪارناما ڏيکاريندا رهيا، جن جو مثال اسان کي تاريخ ۾ نٿو ملي.

اها به هڪ بدقسمتي ڇئبي جو ڪجهه زماني جي گذرڻ کان پوءِ مسلمان مجموعي حيثيت سان اسلام کي "نظري مذهب" ۾ تبديل ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويا، ۽ دين هڪ ترقي پسند، فعال ۽ صحتمند تحريڪ جي حيثيت سان نظرانداز ڪيو ويو. ان جو لازمي نتيجو اهو نڪتو آهي جو 'دين' ۽ 'مذهب' جي وچ ۾ ويڇو پئجي ويو. 'دين ۽ مذهب' جي ان ويڇي ۽ تفريق جو اثر اڄ به اسان جي فڪر ۽ عمل ۾ نمايان طرح سان موجود آهي. اصل ۾ اسلام، مذهب ۽ زندگيءَ جي ان ويڇي کي مٽائڻ آيو هو، ليڪن فطرت جي ستم ظريفي چئجي جو اسلام جا متبعين پاڻ ان دوئي ۽ ثنويت جو شڪار بنجي ويا.

اها به هڪ حقيقت آهي ته جڏهن زندگيءَ ۽ مذهب جو رشتو، هڪٻئي کان ڇڄي ڌار ٿي وڃي ٿو، تڏهن به زندگي ته بهرحال، ڪنهن نه ڪنهن طرف ڏانهن ڪاهيندي رهي ٿي؛ پر جڏهن مذهب هڪ بيجان شي بنجي رهجي ٿو وڃي، جنهن ۾ ڪا به لوچ ۽ لچڪ باقي نٿي رهي، نڪو منجهس نمو ۽ حرڪت جي صلاحيت ٿي بچي؛ تڏهن اهو جامد ۽ پٿر وانگر بيحس و حرڪت، زندگيءَ سان ڪاهوڪلهي سان ملائي هلڻ جي بدران، مسجدن ۽ خانقاهن ۾ قيد ٿي رهجي ٿو وڃي.

اسلام سان ٻه ائين ئي ٿي چڪو آهي. انسانيت، سائنس ۽ فلسفي ۾ ترقي ڪندي، الائي ڪٿي وڃي پهتي آهي؛ پر اسان جو مذهب صدين کان وٺي هڪ ئي هنڌ خاموش ۽ بيحرڪت بيٺو آهي. اسلام جو معجزو اهو هو، جو ان بت پرستيءَ جو خاتمو ڪري ڇڏيو؛ پر مسلمانن جي ٽريجڊي ۽ الم انگيز حقيقت اها آهي، جو الٽهن خود اسلام کي ئي بُت بنائي ڇڏيو!

مذهب کي ان طرح سان بت بنائڻ جو جيڪو خطرناڪ نتيجو نڪتو آهي، جنهن اسان جي قومي ذهنيت ۽ ثقافت تي تباهه ڪن اثر وڌو آهي؛ اهو هي آهي جو جن ماڻهن هن جديد دور جي وڌندڙ ترقيءَ جو ساٿ ڏيندي اڳتي قدم کنيو آهي، تن تي دنيادار مسلمان جي ڇاپ هنئي وئي آهي — ۽ جي ماڻهو، مذهبي رسومات ۽ روايات جي آڙ ۾ ماضيءَ جي دنيا واري جمود ۽ سڪون جا مجسما بنجي رهجي ويا، اهي سچا ۽ پڪا مسلمان سڏائيندا رهيا. آهستي آهستي مستقبل ڏانهن نگاهه رکي، شاهراهه حيات تي اڳتي وڌڻ وارا، اسلام کان منحرف ۽ برگشته شمار ٿيڻ لڳا، پر ماضيءَ ڏانهن نهاريندڙ مقدس ۽ ديندار قرار ڏنا ويا. پيو ته ان سان گڏ، هر نئين قدم، هر نئين ايجاد ۽ هر نئين تعليم متعلق، اهو شور برپا ڪيو ويو ته اهو 'اسلام' جي خلاف آهي. اهوئي سبب آهي جو اسان جي تاريخ جي هر دور ۾، هر انقلابي راهنما جي خلاف ڪفر جون فتوائون لڳائيندا رهيا.

سان اوهان کي دعوت ٿو ڏيان ته اوهان ذرا انهن خطبن جو ٺنڍي سيني سان ۽ ذهن کي خالي ڪري جائزو وٺي ڏسو، جي مسجدن ۾ پڙهيا وڃن ٿا. انهن ۾ اوهان کي صاف نظر ايندو، ته موجوده زماني جي لنڊي ۾ لنڊي ڳالهه تي به غصي جو اظهار ڪيو ٿو وڃي، صرف ان لاءِ ته اها ڳالهه نئين آهي. منهنجي خيال ۾ اهو اسلام سان وڏو ظلم آهي، جو هن قسم جي بلند ۽ باوقار دين کي، ترقيءَ جو دشمن ۽ علم ۽ بصيرت جو حريف بنائي پيش ڪيو وڃي ٿو. اهو صرف اسلام سان ئي ظلم نه آهي، پر انهن نوجوانن سان به ظلم آهي، جي هن جديد دور ۾ مسلمان ٿي رهڻ چاهين ٿا. حقيقت اها آهي ته ان قسم جي روش، زندگيءَ ۽ مذهب ٻنهي سان انتهائي بي انصافي آهي؛ جو ويهين صديءَ جي انسان تي اها پابندي لڳائي وڃي ته اگر ڪيس پاڻ 'مسلمان' ثابت ڪرڻو آهي ته پوءِ ڪيس ڪيترين صدين پوئتي وڃڻو پوندو — آخر ان جو سبب ڪهڙو آهي؟

ڇا، ان جو سبب اهو آهي ته اسان پنهنجي حقيقي نصب العين تان هٽي ۽ ڀٽڪي چڪا آهيون، ۽ اهڙي سياسي ۽ معاشرتي نظام وضع ڪرڻ ۾ ناڪامياب ٿيا آهيون، جو نظام هن دور جي تقاضائن ۽ تغيّرپذير قدرن سان ساٿ ڏيڻ جي صلاحيت رکي ها!

يا، اسان پنهنجي دين کي جنن ۽ فرشتن جون ڪهاڻيون بنائي ڇڏيو آهي، ۽ دين کي وهم پرستيءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙي ڇڏيو آهي، ۽ انڌي تقليد جو نعرو بلند ڪري اسان انسان جي تخليقي تمنائن جو رستو ئي روڪي ڇڏيو آهي؟

يا، ان جو سبب اهو تصوف آهي جو اسان جي غلط عملن ڪري بيروح ٿي چڪو آهي، جنهن زندگيءَ جي حقائق سان مردانه وار مقابلي ڪرڻ جي بجاءِ، اسان جي ذهن ۾ فرار واري ذهنيت پيدا ڪري ڇڏي آهي ۽ زندگيءَ کي قبرن ۽ حجرن ۾ قيدي بنائي ڇڏيو آهي؟

يا، ان جو سبب اسان جو اهو غلط عقيدو ته ــــ اسان هٿن پيرن هلائڻ کان سواءِ، اڳين دنيا ۾ نجات جا حقدار بنجي سگهنداسون. ڇا اسان ان حقيقت کي وساري ڇڪا آهيون ته آخرت جي زندگي، اسان جي هن زندگيءَ جي عملن جو ثمر ٿيندي، اسان جنت ۾ اهوئي حاصل ڪنداسون، جو ڪجهه اسان هن دنيا ۾ پوکينداسون.

اهي سوال نهايت اهم آهن. اسان لاءِ نهايت ضروري آهي ته اسان، انهن بنيادي عنصرن جي پاڙن تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪريون، جن اسلام جي برق آسا ۽ شعله صفت روح کي خاڪ جو ڍير بنائي ڇڏيو آهي.

ان ۾ به ڪو شڪ نه آهي ته ان قسم جي تحقيق ۽ پرک ڪندي، اسان جي سامهون پيون به ڪيتريون اهڙيون حقيقتون اينديون، جي نهايت تلخ ۽ ناخوشگوار هونديون. ليڪن اسان جو فرض اهو آهي ته اسان انهن تلخين ۽ ناخوشگوارين جي ڪابه پرواهه نه ڪريون ۽ يقين محڪم سان، بلڪل بيباڪانه انداز ۾، سرگرم جستجو رهون.

اسلامي دنيا جي زوال ۽ انتشار جو هڪ وڏو سبب، مذهبي فرقه بندي پڻ آهي. غلط يا صحيح، بهرحال موجود آهي. ان حقيقت کان انڪار ڪرڻ حماقت چئبي. اگر ان بحث کي ڇيڙيو وڃي ته پلا ڪهڙو فرقو حق تي آهي، ۽ ڪهڙو باطل تي، ــــ ته پوءِ ان جو نتيجو هاڃيڪار ٿيندو ۽ تخريب کان سواءِ ٻيو ڪجهه به حاصل نه ٿيندو. ان لاءِ صحيح طريقو اهو آهي ته، مختلف فرقن جي اختلافي نظرين ۽ مسئلن کي ڇيڙڻ ۽ اُڀارڻ جي جاءِ تي، ان تي زور ڏنو وڃي، جو انهن سڀني ۾ قدر مشترڪ جي حيثيت رکي ٿو. ڇا ائين درست نه ٿيندو ته هڪٻئي تي نڪته چيني ڪرڻ جي بجاءِ، اسان ان تي زور ڏيون ته اصل ۽ بنياد جي اعتبار سان اسان سڀ متحد آهيون. ڇا لاءِ ته اسان سڀ هڪ الله، هڪ رسول ۽ هڪ ڪتاب تي ايمان رکون ٿا.

اڄ دنيا ٻن ڪئمپن ۾ ورهائجي چڪي آهي. انهن ٻنهين جي باهمي ڪشمڪش، نظريات ۽ مخصوص 'آئيڊيولوجي' تي مبني آهي. ڪميونزم عزم ڪري چڪي آهي ته هوءَ پنهنجو نظريو، ساري دنيا تي مسلط ڪري. اها به حقيقت آهي ته مذهب، ڪميونزم جو ڪو ماثر ۽ مڪمل جواب نه ڏئي سگهيو آهي، ڇا لاءِ جو ڪميونزم جو نظريو بنيادي طرح سان ماده پرستيءَ تي مبني آهي.

ان ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته جي قدر 'ماديت' سان نمودار ٿين ٿا، انهن جو به هن ڪائنات جي نظام ۾ ڪو مقام آهي. پر فرق رڳو اهو آهي ته انهن مادي قدرن جي هرويرو ايتري اهميت ڪانه آهي، جو انسانذات انهن جي پويان سڀڪجهه وڃائي ويهي.

موجوده حالتن ۾ 'ڪميونزم' جو هڪ ۽ صرف هڪ جواب آهي، اهو جواب فقط 'اسلام' وٽان ملي سگهي ٿو.

ڪميونزم جي مادي فلسفي ۽ مغرب جي مادي قدرن جي باهمي ڪشمڪش ۾ صرف "اسلام" ئي اهو فطري ۽ عملي نصب‌العين پيش ٿو ڪري، جو انسانيت جي روح کي هلاڪت کان بچائي سگهي ٿو.

ڪميونزم جي چئلينج جي مقابلي ڪرڻ جي سلسلي ۾ نهايت ضروري آهي ته 'اسلام' کي ماضيءَ جي خلوتگاهن مان ڪڍي، عصر حاضر جي 'روشنيءَ' ۽ 'زبان' ۾ پيش ڪيو وڃي. ان کي رڳو هڪ نظري نصب‌العين جي حيثيت سان نه پر، تمدني، سياسي، معاشي، اخلاقي ۽ روحاني زندگيءَ لاءِ مڪمل ضابطهء حيات جي حيثيت سان پيش ڪيو وڃي. بس، منهنجي خيال ۾ اهائي اسلام جي صحيح ۽ بنيادي حيثيت ۽ حقيقت آهي.

[صدر مملڪت، فيلڊ مارشل، محمد ايوب خان جو، ٽنڊي الهيار، سنڌ ۾ عالمن جي اجتماع کي خطاب — مئي ١٩٥٩ع.]



علامه آءِ.آءِ. قاضي

# محبت جي ضرورت

هيءَ تقرير دلپذير، هن دور جي عظيم شخصيت، حضرت علامه آءِ. آءِ. قاضي مدظله العالي جي آهي، جا پاڻ، ١٥- فيبروري ١٩٥٤ع تي، سنڌ يونيورسٽيءَ جي هڪ عظيم علمي اجتماع ۾ ڪيائون. اها تقرير، پروفيسر ڊاڪٽر قاضي نبي بخش، صدر شعبهءِ فارسي، سنڌ يونيورسٽي جي ڪيل تقرير تي هڪ علمي ۽ فڪري چنڊ ڇاڻ جي حيثيت رکي ٿي. اميد ته رسالي "مهراڻ" جا ناظرين، هن دانشمندانه ۽ اصلاحي تقرير مان، روحاني ۽ اخلاقي حظ حاصل ڪندا. اها تقرير، محترم مقبول احمد ڀٽي، ايم. اي. جي قلمبند ڪيل آهي — ادارو.

خواتين ۽ حضرات

جيڪڏهن هينئر آءٌ اوهان کي پنهنجي دوست، پروفيسر قاضيءَ جي تقرير متعلق، پنهنجي تاثرات بيان ڪرڻ لاءِ چوان ته پوءِ اوهان ايمانداريءَ سان ٻڌايو ته جيڪر اوهين نه چئو ته پروفيسر صاحب، محبت بابت ڪا نئين ڳالهه ته ڪئي ڪانه. انهيءَ الفت، قرب ۽ ڪشش جا وعظ اسان پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪافي ٻڌندا پئي آيا آهيون. هن تقرير جي ردعمل طور، يقيناً توهان اوهين ٿي چئو ته اسان "زندگيءَ جي انهيءَ اهم جذبي" بابت هزار بار ٻڌو آهي. ٻڌو ته برابر آهي، پر آءٌ پڇندس ته توهان ڪڏهن اتفاق سان عملي ۽ ارادي طور ان کي استعمال به ڪيو آهي؟

حالانڪ اها حقيقت آهي ته جيڪڏهن اهو جذبو ڪائنات جي ڪاروبار جاري رکڻ لاءِ ڪارفرما نه هجي، ته انسان هوند انهيءَ هڪ جذبي جي ڪري، ٻي هرڪا زحمت گوارا ڪرڻ خوشيءَ سان برداشت نه ڪري ها!

انگلنڊ جي بادشاهه يا راڻيءَ جي سواريءَ جي نظاري ڏسڻ لاءِ، انگريزن کي اٺ-ڏهه ڪلاڪ اڳواٽ وڃي ڪنهن گوشائتي هنڌ تي بيهڻو پوندو آهي ته جيئن ويجهڙو ديدار ڪري سگهن.

اها آرزو، اها خواهش، اها طلب ۽ اهو جذبو آهي، جنهن کي 'زندگيءَ جو اهم جزو' سڏيو وڃي ٿو. اسان جي زندگيءَ ۾ ڪيترا اهڙا مختلف پهلو آهن، جن ۾ اسان ان جو اظهار ڪريون ٿا.

غزاليءَ اڳئين وقت جي مسلمانن جي عبادت جي جذبي جو نقشو چٽيو آهي، ته جمعي نماز واري اذان ڪان اڳ، صبح ساڻ، احڪام الاهيءَ جي ادائگيءَ لاءِ سڀ ڪم ڪاريون سيڙائي، سڀ ڪان اول اچي اڳينءَ صيف ۾ ويهڻ جي ڪوشش ڪندا هئا، ته جيئن خطيب جو خطبو آسانيءَ سان ٻڌي سگهن. خطبي ۽ نماز ڪان پوءِ به ڪيترو وقت تسبيح ۽ تهليل ۾ محو ۽ مشغول رهندا هئا، جنهن مان انهن کي روحاني لذت حاصل ٿيندي هئي. اهي ماڻهو، پنهنجي ان جذبي جي تسڪين لاءِ پنهنجون ٻيون سموريون خواهشون قربان ڪري ڇڏيندا هئا.

ان جي برعڪس اڄ حالت اها آهي جو اسان سڀ ڪان پوءِ اچي، پوئينءَ رڪعت جي رڪوع ۾ پهچڻ جي ڪوشش ٿا ڪريون، ته جيئن ڪا اهڙي خواهش جي پورائي گهڻو وقت نه وٺي، جنهن سان اسان جي دلچسپي گهٽ آهي. اسان اڄ پنهنجي هر نفساني خواهش جا غلام آهيون.

مٿئين مثال ڏيڻ مان منهنجي مراد محض اهو ثابت ڪرڻ آهي ته اسان جون خواهشون ۽ جذبات، وقت بوقت بدلبا رهن ٿا، جنهن جي نتيجي طور اسان مان انتظام ۽ يڪرنگي نڪري چڪا آهن. اڄ پيءُ جو پٽ سان، ڀاءُ جو ڀاءُ سان، ۽ پيڻ جو پيڻ سان اختلاف آهي.

هاڻي محبت ۽ الفت پيدا ٿئي ته ڪيئن؟ شايد اهو جذبو، هن وقت عنقا ٿي چڪو آهي، جنهن جو نالو ته سيني ٻڌو آهي، پر آهي ڇا، سو ڪنهن کي به پتو يا پروڙ نه آهي.

خبر نٿي پوي ته عدم توازن ۽ عدم تعاون جي اهڙي عالم ۾ اسان جو نظام زندگي ڪيئن برقرار رهي سگهندو، جڏهن ته ڪوبه معمولي جزو به پاڻ ۾ ڪشش ۽ يگانگت نه هئڻ ڪري زنده نٿو رهي سگهي، تڏهن هيڏي ساري سنسار جو انتظام بغير ڪنهن توازن ۽ اصول جي ڪيئن هلي سگهندو؟

انتظام فقط اتحاد ۽ اتفاق ڪرڻ سان قائم رکي سگهجي ٿو. ۽ ظاهر آهي ته ان قسم جي جماعتبنديءَ لاءِ سڀ ڪان اڳ، الفت جو عنصر پيدا ڪرڻو آهي، جنهن جي ڪشش ڪري هر چيز جا مختلف اجزاء ڪشجي ۽ ڇڪجي اچي هڪٻئي ۾ گڏجن ٿا، — ۽ ان ڪان پوءِ منجهانئن هڪ بلڪل نئين شي نڪري نروار ٿي ٿي. انهيءَ نئين شي جي نروار ٿيڻ بعد، اسان کي انهن چيزن جي زندگيءَ جو يقين ٿئي ٿو. ان نئين شي کي اسان 'جمعيت' ڪوٺي سگهون ٿا. جمعيت يعني مختلف جزن جو گڏجي، ڪنهن نئين شئي ٺاهڻ جو اصول. اهو اصول ڪائنات جي تمام عناصر سان هڪجهڙو لاڳو آهي. جمادات، نباتات ۽ حيوانات سان گڏ، السانذات سان به اهو شرط لاڳو آهي ته جيسين انهن مان هرهڪ پنهنجي جدا جدا جزن کي گڏي، اتفاق ڪري، پاڻ کي وڌيڪ پسنديده شئي يا زياده مضبوط نظام نه پيدا ڪيو آهي، تيسين انهن جو صفحهء هستيءَ تان ميٽجي وڃڻ، بلڪل لازمي امر آهي.

ساڳئي اصول مطابق، انسانن ۾ 'آدميت' پيدا ٿيڻ ڪان پوءِ، جڏهن منجهن 'اجتماعيت' جو روح جاڳي اٿي ٿو، تڏهن انسانيت جو ضمير زنده ٿيو پوي، جو انهن جي مجموعي مفاد

لاءِ هرهميشه برسر پيڪار رهي ٿو. اهڙيءَ طرح، اتحاد مان انتظام ۽ انتظام مان زندگيءَ جا چشما ڦٽي نڪرن ٿا، جي مرده جسمن ۾ به جان وجهيو ڇڏين.

ان جي برعڪس بي اعتماديءَ ۽ بي اتفاقيءَ، عدم تعاون ۽ انتشار ڪري ايتريءَ تباهي ۽ برٻادي ايندي آهي، جيتري اتفاق ۽ اتحاد ڪري انسانذات جي تعمير ۽ ترقي ٿيندي آهي، يا ٿيڻ جو امڪان هوندو آهي.

انسان جو مُرده جسم، ان اصول جو زنده مثال آهي. زندگي يعني اتحاد ختم ٿي وڃڻ ڪان پوءِ، هڪ عضوي جو ٻئي سان تعاون تنيو پوي. پوءِ سَنڌَ، سَنڌَ ڪان ۽ جزو، جزي ڪان جدا ٿيڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

اسان چوندا آهيون تہ مرده جسم مان بدبوءِ ٿي نڪري، اها بدبوءِ ڇا آهي! مرده جسم جي منتشر ٿيل باريڪ جزن مان جڏهن الفت جو انگ ختم ٿيو، تڏهن هو پنهنجي اجتماع ڪان علحده ٿي، اسان جي سنگهڻ جي حس تائين پهچن ٿا ۽ اسان بدبوءِ محسوس ڪريون ٿا. حالانڪ ساڳيا جزا هر زنده جسم ۾ به موجود هئا، پر جسم سان سندن گهري تعلق ۽ تعاون هئڻ ڪري، ان ڪان اڳ هو علحدا ٿي، اسان تائين نٿي پهتا. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي تہ اها فقط اتحاد ۽ اتفاق جي برڪت هئي، جنهن زنده جسم ۾ بدبوءِ نٿي پيدا ٿيڻ ڏني. اهو ڪو ڪتابي علم ناهي، — اها برڪت ان جذبہءِ الفت جي آهي، جو اسان جي احساس کي جاڳائي ٿو. روءِ زمين تي ڪابہ شي ان جي ڪشش ڪان سواءِ پنهنجو وجود برقرار رکي نٿي سگهي.

جيئن اڳ چيو ويو آهي تہ مرده جسم مان الفتي انگ نڪرڻ ۽ باهمي اتحاد ختم ٿيڻ ڪان پوءِ ان ۾ بدبوءِ پيدا ٿيو پوي، بلڪل ساڳي حالت، نسل انسانيءَ سان لاڳو آهي.

هرڪٽنب، قبيلي يا قوم جي باهمي محبت ختم ٿيڻ ڪان پوءِ، ان مان جذبو ۽ جان نڪري ٿا وڃن. ان ڪان پوءِ لازم آهي تہ منجهس 'انتشار ۽ بدبوءِ' پيدا ٿين. ڇاڪاڻ جو منجهس زندگيءَ جو آهم ترين جزو، باقي نہ رهيو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ 'انصاف' يا ڪنهن بہ ٻي چڱيءَ خصلت جي طاقت ان کي مرده ٿيڻ ڪان بچائي نٿي سگهي.

اسان کي پنهنجي قوم جي مجموعي نمولي ۾ مذمت ڪرڻ جي بجاءِ انفرادي طور پاڻ کي بہ ڏوهہ ڏئي پاڻ مان خود پسندي ۽ خود غرضيءَ واريون خواهشون ڪيڻ گهرجن. اسان کي پنهنجي جان سان محبت ڪرڻ جي بجاءِ ٻين کي گهُرڻ ۽ انهن سان تعاون ڪرڻ گهرجي.

هن وقت هيءَ حالت آهي جو اسان مان هر هڪ پاڻ کي پسند ڪرڻ، ۽ پاڻ کي پوڄڻ ۾ پورو آهي. عملي دنيا ۾، ڪنهن ٻئي سان، اسان جو بيغرضانہ تعلق رهيو ئي نہ آهي. جيڪڏهن ڪو الفت يا محبت جو ڪڏهن ڪو اکر ڪٿي ٻڌي ٿو، تہ سمجهي ٿو تہ اهو فقط پَرين ۽ جيڻن جي آکاڻيءَ سان تعلق رکي ٿو، ۽ ان جو هن عملي دنيا سان ڪوبہ واسطو نہ آهي. بقول مرزا حيرت: "پاڻ کي پوڄڻ ڪان بهتر آهي تہ اسان بُتن جي پرستش شروع ڪري ڏيون!"

شاهه لطيف جو خيال آهي تہ جن 'جُنگَن' سچ پچ ذاتي غرض کي ترڪ ڪيو آهي ۽ جن الله سان دل لڳائي آهي، انهن سان ملڻ بہ وڏي سعادت آهي.

مون سي ڏٺا ماءِ، جـن هو ڏٺو پرين کي،
رهي اچجي راتڙي، تن جُـنگـن سندي جاءِ.

جنهن معاشري ۾ ايڏو ڏڦيڙ هجي، جو پاڻ، پاڻ کي نہ سهي سگهي، ان جو جلد کان جلد خاتمو ٿيڻ بيحد ضروري ۽ لازمي آهي.

قدرت جو هر قانون، پنهنجيءَ جاءِ تي اٽل ۽ ناقابل درگذر آهي؛ جنهن کان عالم جي مخلوقات جو ڪوبہ جزو انحراف ۽ روگرداني نٿو ڪري سگهي. ان قانون مطابق ڪنهن بہ ٻئي شيء، توڙي ڪنهن بہ مخلوق کي باهمي الفت جي قانون ٽوڙڻ بعد، خطہ زمين تي رهڻ جو حق نٿو رهي. جيڪڏهن ان قسم جي تخريب بہ ران تعمير ڪئي وڃي ٿي، تڏهن تہ قدرت بہ ان لاءِ اهڙو انعام عطا ڪري ٿي.

اسان ڏٺو تہ هڪ غليظ ڦُڙو، جڏهن جسم انساني جي ٻين جزن سان اشتراڪ-عمل ڪري ٿو، تڏهن پورن نون مهينن ۽ ڏهن ڏينهن بعد، ان ۾ بہ زندگي پيدا ٿيو پوي.

ساڳئي وقت، مرده جسم جا جزا، جڏهن منجهانئن جان نڪري وڃي، تڏهن هڪٻئي کان الڳ ٿيڻ لاءِ تيار ٿيو وڃن،—۽ جيڪڏهن ميت، جلد زمين اندر دفن نہ ڪري ڇڏجي، تہ جيڪر سندس هڪ هڪ جزو ٻئي کان عليحدو ٿي ڦاٽي پوي.

بعينہ اها حالت اسان انسانن ۽ پنهنجي سوسائٽيءَ سان لاڳو رهي ٿي. جيڪڏهن اسان کي زنده رهڻو آهي تہ پوءِ لازمي طور تي، هڪٻئي سان تعاون ڪرڻو آهي. انهيءَ ۾ اسان جي پنهنجي مرضيءَ جو ڪوبہ دخل نٿو رهي. ڇالاءِ، تہ جيڪڏهن زبان سان اسان 'انسانذات' کي هڪ 'انسان ڪبير' ڪري ڪوٺيون، ۽ ڪائنات کي 'شيخ الاڪبر' سان تشبيهہ ڏيڻ جي تبليغ ڪئي تہ ان مان عملي طور تي ڪوبہ مطلب بارآور نہ ٿيندو. ان جي بجاءِ اسان کي سنجيدگيءَ سان سوچڻو آهي تہ 'عدم تعاون' جي عام فضا ۾ اسان ايندڙ تباهيءَ ۽ موت کان ڪيئن پاڻ بچايون. ٻيءَ صورت ۾ ظاهر آهي تہ اسان کي فقط هن دنيا جي هر حسين شي ۽ فنڪارانہ شاهڪار تان دستبردار ٿيڻو پوندو، جي سمورا لطيف جذبن جي پيداوار آهن، بلڪ جلد کان جلد هن صفحہ هستيءَ تان ميٽجي وڃڻ لاءِ آماده ٿيڻو پوندو. 'خس ڪم جهان پاڪ'.

جا شي قدرت جي ڪنهن اٽل قانون مطابق عمل پذير ٿيئي آهي، اها پنهنجي مقرر وقت تي ضرور ابدي ۽ ٿي رهندي. ان کان بچڻ جي فقط هڪ صورت آهي، تہ اسان مان هرهڪ انفرادي طور سوچي تہ آءٌ بذات خود ڪيئن ان اصول جي پابندي ڪريان. ٻئي جي خواهشن ۽ طبعي لاڙن ۾ ڪنهن جي دستاندازيءَ ڪرڻ جو ڪوبہ ضرور ناهي. هرهڪ کي پنهنجو نقطہ نظر آهي.

مٺائيءَ کي جيڪڏهن مجيءَ جي ڪيڪاڻ مان فرحت اچي ٿي ته ان کي موتيا گل آڇڻ مان ڪهڙو سود؟ پنهنجي طبيعت مطابق، هرڪو پنهنجي ذوق جي تڪميل ڪري؛ ليڪن بهرحال قدرت جي انهن بنيادي اصولن کان ڪنهن به صورت ۾ روگرداني نه ڪري، جو انسان جي زندگيءَ جو "اهم جزو" آهي. انهيءَ ڪري جيڪڏهن ڪنهن کي "موت" سان ملاقات ڪرڻ جي خواهش آهي، ته پوءِ ڪيس ان سان به ملڻ جي موڪل هئڻ گهرجي.

اها ٻي ڳالهه آهي ته ڪابه ذليل خواهش، هرشخص لاءِ پنهنجي سر شرم جو باعث هئڻ گهرجي.

دنيا جي هيترين حسين شين مان جڏهن هن کي ڪابه پسند ڪرڻ جي اجازت آهي، ۽ پوءِ به هو پاڻ لاءِ ڪا خراب شي پسند ڪري ٿو ته پوءِ اها سندس قسمت!

اصل ۾ قوم جي ماڻهن جي خواهش کي ئي "تهذيب" ڪري ڪوٺيو وڃي ٿو. پنهنجي پسند انسان کي جتي 'بهترين انسان' بنائي سگهي ٿي، اتي 'بدترين حيوان' بنجڻ جو پڻ ان مان هرمهل امڪان آهي.



جي. ايم. سيد

# محبت جي ورکا

["محبت جي ورکا" سنڌ جي مشهور اهل قلم ۽ محب وطن شخصيت، جناب جي.ايم. سيد صاحب جي اها تحرير آهي، جنهن ۾ پاڻ، سنڌ جي ٽن مشهور صوفي بزرگن سخي قبول محمد سائين، صوفي عبدالستار جهوڪ واري ۽ ميين عبدالرحيم ملاڪاتيار واري، جي سوانح سان گڏ، سندن پيغام جو تعارف ڪرايو اٿن، ۽ هندو ڀڳتن ۽ سنتن مان، مشهور ڀڳت ڪنور رام جي سوانح ۽ پريم-ڀڳتيءَ جو ذڪر ڪيو اٿن.

اها هڪ حقيقت آهي ته سنڌ جي صوفي درويشن جي پيغام ۽ تعليم ۾ بين الاقوامي انساني قدرن جي ترجماني موجود آهي. سندن خطاب پوري انسانذات ڏانهن آهي. انهن تزڪيہ نفس سان گڏ، مساوات ۽ ڀائپي، برادري ۽ برابري، امن ۽ ايمان، محبت ۽ اصلاح جي تعليم ڏني آهي. انهن وٽ اسلام ۽ اسلامي تصوف جو تعبير، هڪ بين الاقوامي، اصلاحي ۽ اخلاقي نظام آهي، جنهن جو بنياد ۽ مرڪز، 'وحدت ۽ انسانيت' آهي.

"عشق سارو اسلام، مذهب محبت عين مبارڪ."

جناب شاهہ صاحب، سياسي مسئلن کان پري رهي، سنڌ جي تصوف ۽ صوفين جي سوانح ۽ تعليم تي، ڪيترا مفيد ۽ روح افزين ڪتاب لکيا آهن، جي ڇپجي رهيا آهن.

اميد ته 'مهراڻ' جي پڙهندڙن لاءِ، سندن هي جامع ۽ مختصر مضمون، نه فقط بصيرت افروز ثابت ٿيندو، پر ان سان گڏ، سنڌي صوفين جي رهڻيءَ ڪهڻيءَ حال ۽ خيال، عمل ۽ اخلاق، تعليم ۽ پيغام کي سمجهڻ جي سلسلي ۾ ڪيئي نيون راهون پڻ ڏسيندو.

ڪاش! سنڌي بزرگن جي ان پيغام کي عام ڪرڻ جي ڪا صورت پيدا ڪئي وڃي، ڇا لاءِ ته انهن جو پيغام، امن ۽ ايمان جو پيغام آهي ۽ اڄ انسانذات کي فقط ان جي ضرورت آهي. — غ. م. گرامي]

## صوفي قبول محمد صاحب ولد خواجہ نجم الدين فاروقي، درازا

انسانذات جي رهبريءَ ۽ هدايت، اتحاد ۽ امن، ترقيءَ ۽ تهذيب لاءِ، جي راهون ۽ رستا رٿيا ويا آهن، مذهب جو انهن ۾ مکيہ درجو آهي.

مذهب جون ٻہ تشريحون ٿي ڪيون ويون آهن:

**هڪڙيءَ جو** واسطو عام ماڻهن جي ضروريات، حالات ۽ نفسيات جي بنياد تي رٿيل رسم، رواج، عبادات ۽ قانونن سان ٿي رهيو آهي، جنهن کي عام طور شريعت جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

**ٻيءَ تشريح جو** لاڳاپو رموز حقيقت ۽ اسرار ڪائنات جي کوجنا، اتحاد انساني ۽ امن عالم جي مقصد، ذهني صلاحيت ۽ روحاني ترقيءَ جي معلومات سان پئي رهيو آهي، جنهن کي عام طور تصوف جي نالي سان منسوب ڪيو ويو آهي.

چوڻ ۾ اچي ٿو تہ هن پوئينءَ تشريح جا چاهو هرملڪ جي رهاڪن، هرقوم جي ماڻهن ۽ هرمذهب جي پوئلڳن اندر موجود پئي رهيا آهن. جن جا مقصد ۽ مرادون ساڳيا هئا. انهن جاڻن اڪثري محدود دائري اندر مخفي طور سينہ بسينہ رازن ذريعي انهيءَ تعليم کي راسخ العلم، اهل نظر ۽ صاحب دل ماڻهن ۾ پئي پکيڙيو آهي. مسلمانن انهي گروهہ کي صوفياي ڪرام جي لقب سان منسوب ڪيو آهي. اهڙن بزرگن جا هرملڪ ۽ زماني ۾ ادارا رهيا آهن.

سنڌ ۾ بہ اهڙا ادارا يا خانقاهون رهيون آهن. رواجي طرح سان تہ ساري سنڌ درويشن ۽ وليئن جي درگاهن سان ڀري پئي آهي؛ جن ۾ ڪيترائي حميده اخلاق وارا، برگزيده صفات پيران طريقت ۽ بزرگان دين ٿي گذريا آهن- جن جون درگاهون اڄ تائين مرجع عام پئي رهيون آهن ۽ انهن جي سلسلن ۾ هزارين بلڪ لکها معتقد منسلڪ آهن.

پر هتي صرف صوفي ادارن جو ذڪر ڪرڻ مقصد آهي. سنڌ ۾ اهڙن ادارن جا چار مرڪز هئا.

(١) سيوهڻ ۾ **قلندر لال شهباز** جي درگاهہ.

(٢) جهوڪ ۾ **شاهہ عنايت صوفيءَ** جي خانقاهہ.

(٣) ڀٽ تي **شاهہ عبداللطيف** جو آستانو.

(٤) درازن ۾ **سچل سرمست** جو ميڪده عشق.

اهي ادارا منهنجي نظر ۾ انهيءَ بين الاقوامي برادريءَ جون شاخون آهن، جن جو وجود هرملڪ ۽ هرزماني ۾ پئي رهيو آهي.

انهن جا متا ۽ مقصد ساڳيا رهيا آهن، ليڪن طريقہ ڪار علحده هئا.

هڪڙن علم يا گيان کي ترجيح ٿي ڏني. تہ ٻين عشق يا ڀڳتيءَ کي رهبر راهہ ٿي بنايو. هتي آءٌ درازن جي اداري جو ذڪر ڪندس، جنهن سان سخي قبول محمد جو تعلق هو.

ان سلسلي جو باني خواجہ محمد حافظ عرف صاحبڏنو هو، ليڪن ان تحريڪ کي زور وٺائڻ جو سهرو سچل سرمست جي سر تي سونهين ٿو.

اهي صاحب فاروقي خاندان مان شمار ڪرڻ ۾ اچن ٿا، جن جو وڏو، ميان شهاب الدين، چيو وڃي ٿو تہ سنہ ٩٣ هجريءَ ۾ محمد بن قاسم سان گڏ سنڌ ۾ آيل هو، جو سيوهڻ ۾ رهي پيو، ۽ ان جي پوين مان ميان ابوسعيد لاڏ اچي رانيپور جي پر ۾ ويٺو. سندس مقبرو رانيپور مڪان مرسيجي ۾ آهي. اهو شيخ بهاءالدين زڪريا ملتانيءَ جو، سندس خليفي شيخ جمار جي ذريعي مريد ٿيو. سندن سلسلہ طريقت سهروردي هو.

انهي مخدوم ابوسعيد جي نائين پيڙهيءَ ۾ خواجہ محمد حافظ عرف ميان صاحبڏنو پيدا ٿيو.

چوڻ ۾ اچي ٿو ته هي ٻهرياڻين حڪومت جي نوڪريءَ ۾ هو. پوءِ هڪ مجذوب عورت جي هن گفتي تي ته ”خدا توکي ٿو ڳولي، تون ڪنهن جي ڳولا ۾ آهين؟“ جذبي ۾ اچي، نوڪري ڇڏي، جهنگل وسائي ويٺو، ۽ شاهه عبيدالله قادريءَ جي صحبت ۾ اچڻ بعد راز حقيقت معلوم ڪري، سنڌس طريقو اختيار ڪيائين.

ميان صاحبڏني کي ٻه فرزند عطا ٿيا:

**(۱) ميان عبدالحق اول. (۲) ميان صلاح الدين.**

ميان عبدالحق والد جي مسند تي ويٺو. سنڌس پاڻ کي هڪ فرزند ٿيو، جنهن جو نالو ڏاڏي جي نالي پٺيان عبدالوهاب رکيو ويو. ليڪن سنڌس چاچو کيس پيار کان ’سچل‘ سڏيندو هو، جنهنڪري سنڌس اهو نالو مشهور ٿي ويو.

اهوئي صاحب هو، جنهن صوفيائي تعليم کي سنڌس جد امجد حضرت عمر فاروق وانگر نقاري جي چوٽ تي کليو کلايو ظاهر ڪيو.

جيڪڏهن غور سان ڏسبو، ته سنڌس تعليم جا مقصد هيٺيان ٿي هئا:

**(۱) وحدت الوجود جو اظهار.**

**(۲) وحدت انساني جو پرچار.**

**(۳) وحدت مذاهب جو ذڪر اذڪار.**

سچل سرمست انهن مقصدن جي حصول لاءِ **عشق کي رهبر راهه** بنايو.

درحقيقت عشق، حسن، حق ۽ خير جي ڳولا جي بيانتها جذبي ۽ خواهش جو ٻيو نالو آهي. سچي عاشق جي نظر ۾ خدا حَسين آهي، ۽ ان جي پيدا ڪيل هرشيءِ ۾ حُسن ازلي سمايل آهي.

هو ذات حقيقيءَ کان سواءِ ٻئي ڪنهن وجود کي تسليم ڪونه ٿو ڪري. هن وٽ ذات هڪ آهي، ٻي سڀ صفات آهي.

انسان سڀ ان جو مظهر آهن. هو حَسين جي هرمظهر ۾ حسن ڏسي ٿو.

هن وٽان ڪاري گوري، چڱي مَندي، جا تفاوت ميٽجي وڃن ٿا.

”نه منجهه ڪفر نه منجهه دين،
عشق لڳيئي تن ڪر آمين.“

جو ڪلمون سنڌس زبان تي جاري رهي ٿو.

ظاهر جا اختلاف هو پلجيو وڃي، دوئي ڪڍيو ڇڏي، سڀ جاءِ تي ٻرين پيو ٻسي.

سچل سائينءَ جي تعليم جو لب لباب اهو هو. ان کان پوءِ درازا انساني برادريءَ ۽ مذهبي وحدت جو هڪيه مرڪز ٿي ڪم اچڻ لڳو.

سچل سرمست جو اولاد زنده نه رهيو. سنڌس چاچي کان پوءِ انهيءَ اداره عشق جا مدار المهام يا عام زبان ۾ جاءِ نشين هيٺيان ٿيا:

(۱) سخي قبول محمد اول.
(۲) خواجه نظر محمد.
(۳) خواجه نجم الدين.
(۴) سخي قبول محمد دوم- جنهن جي زندگيءَ جو احوال هتي ڏجي ٿو، سو پنجون نمبر مسند نشين هو.

سخي ميان قبول محمد سنه ۱۲۶۱هه مطابق سنه ۱۸۴۲ع ۾ درازن جي ڳوٺ ۾ تولد ٿيو. هن ابتدائي تعليم رانيپور جي هڪ مولويءَ ۽ سندن عزيز ميان عبدالقادر فقير وٽ سنڌيءَ ۽ فارسيءَ ۾ ورتي.

سندن والد خواجه نجم الدين، ٽيويهن سالن جي ڄمار ۾ سنه ۱۲۷۲هه ۾ وفات ڪري ويو، جڏهين هي اڃا يارهن ورهين جو ننڍڙو هو. ان کان پوءِ ڪين درگاهه جي مسند تي ويهاريو ويو. مسند نشينيءَ کان پوءِ پاڻ پڙهڻ ڇڏي ڏنائون. سارو وقت ذڪر فڪر ۾ گذارڻ شروع ڪيائون. هي بزرگ، پرهيزگار، ڪم سخن ۽ صاحب حال شخص هو.

اڪثر درگاهن جي سجاده نشينن وانگر، هي به درگاهه جي مقرر ڪيل حد کان ٻاهر نه نڪتو. هن جي مسند نشينيءَ جو جملي عرصو ايڪهتر سال رهيو.

هن انهيءَ عرصي ۾ سچل سرمست جي شروع ڪيل تحريڪ کي نئين سر منظم ڪيو. سندس ڪشش ۽ ڪوشش سان وٽس جملي مذهبن جا ماڻهو بنا ڪنهن فرق جي ڪٺا ٿي، صوفيانه تعليم جي بنيادي متن ۽ مقصدن مان واقف ٿيڻ لڳا. هتي اچي ته هرڪو سگهيو ٿي، ليڪن ان مان فيضياب صرف زنده دل ۽ صاحب نظر ٿيا ٿي.

اٿان جاءِ نهين ڪنهين دي آوڻ دي،
ري‍ءِ عشق ٻاجهون لئي پاوڻ دي.

ان وقت سنڌ جو تعليم يافته طبقو ٻن گروهن ۾ ورهايل هو:
(۱) مُلن ۽ پنڊتن جو: جن مان اڪثر فرقي پرست، تنگ دل، ڪوتاهه نظر هئا.
(۲) ڪامورو ڪلاس: سخي صاحب وٽ ٻنهين گروهه جا ڪيئي فرد اچي ڪٺا ٿيندا هئا. پر بدقسمتيءَ سان انهن جو گهڻو حصو، نوڪرين، اضافن، اولاد، ملڪيت وغيره جو زياده طالبو هو. تنهنڪري انهن ذريعي گهڻو ڪجهه ٿي نه سگهيو.

پر انهيءَ گروهه جي وسيلي اهو فائدو ٿيو، جو هي آواز ڪاليجي پروفيسرن، شاگردن، ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي ميمبرن تائين وڃي پهتو، جنهنڪري سنڌ جا هندو ۽ مسلمان فرقه پرستيءَ جو ايترو شڪار نه ٿيا جيترو ٻين ملڪن جا هندو مسلمان ٿيا.

مون کي سائن ملاقات جو موقعو ۶- آڪٽوبر ۱۹۲۴ع تي شيخ بهاءالدين ايڪسائيز انسپيڪٽر مانجهند، ساڪن شڪارپور جي ذريعي ٿيو.

ڪلاڪ ڪن سندس مجلس عام ۾ ۽ ڏهه منٽ خلاصڪائيءَ ۾ ملاقات ٿي.

ان وقت آءٌ تصوف جي مڪيه متن ۽ مقصدن مان واقف ڪونه هوس. درويشن ۽ بزرگن جي زيارت جي شوق مون کي ڇڪي نيئي اتي پهچايو هو.

سندس مجلس عام ۾ ڪابه گفتگو ڪانه ٿي. سخي صاحب ڪٽ تي سارو وقت استغراق جي حالت ۾ ويٺو رهيو. طالب صوفيانه ڪلام چوندا رهيا. مجلس برخاست ٿيڻ بعد وري ڪجهه وقت ڪان پوءِ چبوتري ۾ ملاقات ٿي. پاڻ سڪوت ۾ هئا. بهاول فقير تعارف ڪرائي، دعا گهري. نگاهه مٿي ڪري، اکيون مٿي ڪئي، دعا ڪيائين.

سندس نوراني شڪل، سفيد ريش، سبز دستار، پرسڪون چهرو، پراسرار اکيون اڃا تائين نٿيون وسرن.

هن وقت جڏهن ڪيئي سال گذري ويا آهن ۽ صوفيانه تعليم جي مڪيه متن ۽ مقصدن جو ٿورو پتو پوڻ لڳو آهي، تڏهن آءٌ سمجهان ٿو ته دعا گهرڻ وقت سندس اکيون مٿي ڪئي نهارڻ جو دعا جي اجابت ۾ وڏو حصو آهي.

آنانڪ خاڪ را بنظر ڪيميا ڪنند،

آيا بود ڪ گوشهء چشمي بما ڪنند.

هن وقت مون کي هي معلوم ڪري خوشي ٿئي ٿي ته ڪيترا ماڻهو ان تعليم جي سمجهڻ ۽ سوجهڻ ڏي توجهه ڏيئي رهيا آهن.

سنڌ صوفين جو ملڪ آهي. ان جي تهذيب ۽ تعليم صوفيانه آهي.

اها سنڌ جي وڏي خدمت ٿيندي، جيڪڏهين انهيءَ تعليم جي مڪيه متن ۽ مقصدن جي لاءِ وڏيڪ کوجنا ڪئي وڃي.

سچل سرمست جي ڪلام ۾ منصور، شمس تبريزيءَ ۽ عطار جو اڪثر ذڪر اچي ٿو. اهي ايران جا رهاڪو هئا، جن قديم ايران، يونان، هند ۽ مصر جي مذهبي ۽ تهذيبي قديم ورثي مان گڏ، مسلمان صوفين وٽان اسلامي تصوف جا پڻ ڪيئي نڪتا حاصل ڪيا هوندا. ان ڪري انهن سڀني هنڌن جي مذهبي ۽ تهذيبي روايتن ۽ تعليم سان گڏ، درويشن ۽ ويدانتي فقيرن، ۽ مسلمان صوفين جي ملفوظات ۽ سوانح حيات ۽ صوفيانه اصولن کي مطالع ڪرڻ ۽ انهن جي تنقيدي جنچ پڙتال ڪرڻ ضروري آهي. ان ڪان پوءِ ئي اها کوجنا مڪمل ٿي سگهندي.

سخي صاحب کي چار فرزند ٿيا:

(١) ميان محمد بچل، (٢) ميان محمد پريل، (٣) ميان صاحبڏنو، (٤) ميان رستم علي.

پهريان ٻه، سندن حياتيءَ ۾ وفات ڪري ويا هئا. جنهنڪري سندن ٢٣-ذوالقعد سنه ١٣٤٣هه مطابق ١٥-جون ١٩٢٥ع تي وفاتيءَ کان پوءِ، سندن جاءِ تي ميان صاحبڏنو مسند نشين ٿيو.

# صوفي عبدالستار صاحب ولد پير غوث محمد صاحب، جهوڪ

هيءَ صاحب سنڌ جي مشهور صوفي شاهہ عنايت عرف شاهہ شهيد جو آٺون نمبر سجاده نشين هو.

اُن سخي قبول محمد صاحب درازن واري جي احوال ۾ تصوف جي متن ۽ مقصدن، طريقڪار وغيره بابت مختصر بيان ڪري آيو آهيان. اهو بہ ٻڌائي آيو آهيان تہ صوفيائي ڪرام هڪ انساني وحدت واري بين الاقوامي اداري جي پيغام جا حامل آهن، ۽ انهن جون درگاهون انهيءَ اداري جون شاخون آهن. اهو بہ ٻڌايو اٿم تہ سنڌ ۾ اهڙا چار مرڪز هئا، جن ۾ قلندر شهباز عليه رحمت کان پوءِ نمبر جهوڪ ۾ شاهہ عنايت جي خانقاهہ کي ملي ٿو. ان ۾ اهو بہ ڄاڻايو اٿم تہ خواجہ محمد حافظ عرف ميان صاحبڏني، شاهہ عبيد الله قادريءَ کان فيض حاصل ڪيو هو.

اهو شاهہ عبيدالله ان شاهہ عبدالملڪ جو پاءُ هو، جنهن کان شاهہ عنايت جهوڪ واري کي فيض مليو.

شاهہ عنايت الله مخدوم فضل الله جو فرزند هو، جو سنڌ جي مشهور درويش مخدوم صدولانگاهہ جي اولاد مان هو.

"گلدستہ صلحاء سورت" ۾ شاهہ عبدالملڪ قادريءَ جو هڪ سلسلہ طريقت هيٺينءَ طرح بيان ڪيو ويو آهي:

شاهہ عبدالملڪ قادري - شيخ شاهي - شيخ بهاوالدين - مخدوم ابوالفتح - مخدوم ابراهيم - شيخ شمس الدين - بهاءالدين دولت آبادي - ابوالعباس احمد - مير حسن - سيد موسيٰ قادري - سيد علي قادري - سيد محمد بغدادي - سيد حسن بغدادي - سيد محمد صنود بغدادي - ابو صالح نصر فخرالدين سيد عبدالرزاق - سيد عبدالقادر جيلاني.

تاريخ "تحفةالڪرام" واري لکيو آهي تہ شاهہ عبدالملڪ دکن جو رهاڪو هو.

سيد حسام الدين راشدي "گلدستہ صلحاء سورت" جي حوالي سان ڏيکاريو آهي تہ "سلسلہ طريقت ۾ هي ڇهين واسطي سان شيخ بهاءالدين دولت آباديءَ سان لاڳاپو رکندڙ هو."

دولت آبادون چار آهن: هڪ **اورنگ آباد** (دکن) جي پر ۾ آهي، هڪ **افغانستان** ۾، ۽ بہ **ايران** ۾.

اورنگ آباد جي پرواريءَ دولت آباد ۾ شيخ بهاءالدين ۽ شيخ شمس الدين جون مزارون آهن، جي مون هندوستان جي سير وقت ۳۰- جولاءِ ۱۹۳۱ع تي ڏٺيون هيون. انهن تي ساليانو عرس ۹- ذوالحج تي ٿيندڙ آهي.

ممڪن آهي اهي ساڳيا بزرگ هجن، جن کي "تذڪره اولياء سنڌ" واري شيخ شهاب الدين ۽ شيخ فتح محمد جي واسطي سان حضرت مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ جندالله بن شيخ يوسف ٻاٽائي سنڌيءَ جو فيض يافتہ ڄاڻايو آهي، جو پوءِ وڃي برهانپور ۾ ويٺو هو، جتي ان جي مزار آهي.

ساڳي "تاريخ تحفة الڪرام" جي مصنف پنهنجي "طومار سلاسل طريقت" ۾ جيڪو شجرو ڄاڻايو آهي، تنهن ۾ هن ڪي شيخ عزيزالله جي واسطي سان شيخ ميرانجي برهانپوريءَ تائين وٺي ويو آهي. ان کان پوءِ شيخ علي خطيب احمد آباديءَ جي معرفت، مخدوم جهانيان جهان گشت جي ذريعي، حضرت بهاءالدين زڪريا ملتانيءَ جي معرفت، شيخ شهاب الدين سهرورديءَ تائين پهچائي ٿو.

ساڳي مير علي شير قانع پنهنجي ٻيءَ تصنيف "معيار سالڪان طريقت" (تصنيف سنه ١٢٠٢ھ) ۾ شاهه عنايت کي شاهه عبدالملڪ جو مريد ڄاڻائيندي، وري شيخ عزيزالله جي واسطي سان شيخ علي خطيب احمد آباديءَ تائين پهچائي، شاهه عالم بخاري گجراتيءَ تائين پهچائيندي، قادري سلسلي جو ڄاڻايو آهي.

انهن شجرن ۾، ٿوري گهڻي اختلاف هئڻ ڪري، وڌيڪ کوجنا جي ضرورت آهي.

هيٺ اسين انهيءَ اداري طرفان جو انقلابي نظريو، صوفياءِ سنڌ جي سامهون پيش ڪيو ويو، ان جو ذڪر ڪندس.

طريقت جي ڄاڻن طرفان تصوف جا ٻه نظريا پيش ڪيا ويا ٿي، جن ۾

(١) هڪ اهو هو ته مذهب اسلام آخري، مڪمل ۽ جداگانه دين هو، ان جي اچڻ بعد ٻيا سڀ دين منسوخ ٿي ويا هئا. ديني ۽ دنيوي نجات انهيءَ جي ذريعي حاصل ٿيڻ واري هئي. تنهنڪري شريعت اسلامي جي پيرويءَ کان سواءِ طريقت بيڪار هئي. خدا شناسيءَ لاءِ ٻه بزرگان دين جي پڌايل رستن تي هلڻ ضروري هو.

(٢) ٻين جو چوڻ هو ته

سڀني مذهبن جي ظاهري مختلف شريعتن جي پويان پيغام وحدت سمايل هو. جملي پيغمبرن، رشين، فيلسوفن جا متا ۽ مقصد بنيادي حيثيت سان ساڳيا هئا. سندن شريعتن جو ظاهري اختلاف ملڪي حالات ۽ ضروريات، ماڻهن جي ارتقاي مدارج ۽ سمجهه مطابق عارضي ۽ فروعي هو. اسلامي شريعت انهن جي عارضي، ۽ فروعي اختلافن ۽ تحريف ۽ تبديل جي ڪري، انهن جو نعم البدل بڻي آهي، ان ڪري انهن شريعتن جو مسخ ٿيڻ ۽ منسوخ ٿيڻ لازمي امر هو. ان صورت ۾ ٻه، رموز حقيقت ۽ اسرار ڪائنات جي ڳولا جي سلسلي ۾، تصوف جا بنيادي متا، اتحاد انساني، امن عالم ۽ حقيقت شناسي، بنيادي طرح سان وڏي اهميت رکن ٿا. انهن جي مرڪزي حيثيت تي سڀئي مذهب ۽ فلسفا اچي جمع ٿين ٿا. اصل ۾ اها جامعيت ئي اسلامي شرع جو اجتماعي روح آهي، جنهن تي اهل تصوف پنهنجي مقصد جو بنياد رکيو آهي. ان ڪري انهن پنهنجو مقصد **وحدت انساني** رکيو، جنهن جي جواز ۾ هتي وحدت الوجود ۽ وحدت مذاهب جي نظرين کان ڪم ورتو ويو. ان حقيقت جي تشريح مثنوي مولانا روم، توڙي شاه ولي الله جي ڪتابن، ۽ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي تحريرن ۾ موجود آهي. انهن جي تاويلات ڪي ڪي اهل شرع سلسلا تسليم لنا ڪن، جنهن جو تفصيل ڪتابن ۾ موجود آهي.

منهنجي ناقص خيال موجب ڪيترا سنڌ جا صوفي بزرگ سنڌس بنيادي متن ۽ مقصدن جا پوئلڳ هئا.

بدقسمتيءَ سان شاهه عنايت جو شعر، ملفوظات يا تصنيف ڪانه ٿي ملي سگهي، جنهنڪري سنڌس تعليم بابت تفصيل سان ذڪر ڪري سگهجي.

ليڪن سنڌس چشمهءِ فيض مان سيراب ٿيل هيٺين بزرگن جي ڪلام مان سنڌس تعليم جو پتو ڪيڏي سگهجي ٿو:

(١) سيد جان الله شاهه رضوي، روهڙي

(٢) روحل فقير، ڪنڊڙي تعلقو روهڙي

(٣) فقير قادر بخش بيدل، روهڙي

(٤) سيد رکيل شاهه صوفي، فتحپور گنداواهه، سبي

(٥) صادق فقير صوفي، عمر ڪوٽ.

(٦) سيد قطب شاهه صوفي، جهانيان، حيدرآباد

(٧) نواب ولي محمد خان لغاري، ٽاجپور

(٨) درياهه خان فقير، خيرپور

(٩) خير محمد خان فقير هيسباڻي، خيرپور

(١٠) دلپت صوفي، روهڙي

اچ سخي قبول محمد جي احوال ۾ ٻڌائي آيو آهيان ته پيغام وحدت ۽ محبت انسانيءَ جي مقصدن جي حصول لاءِ صوفياي ڪرام ٻه طريقا پٺي اختيار ڪيا آهن:

١- علم جو، ٢- عشق جو.

شاهه شهيد ڏس ۾ اچي ٿو ته پنهي طريقن کي ڪتب آندو آهي. جنهن جو پتو ان مان پوي ٿو ته سنڌس طالبن صفاتي شعر کان ذاتي ڪلام طرف گهڻو توجهه ڏنو آهي.

صفات مجاز آهي. ذات حقيقت آهي.

هيٺ اچ سنڌس پوئلڳن جي ڪلام مان ڪي حوالا سنڌس متن ۽ مقصدن جي ثبوت ۾ ڏيندس.

١- وحدت الوجود — دلپت

هرشي دي وچ تونهين وسيا — اپنا آپ ڇپائڻ ڪيون!
اندر باهر تونهين وسيا، — باورا لوڪ ڀلائڻ ڪيون!

٢- وحدت مذاهب — روحل فقير

هڪ هندو ٻيا مسلمان، ٻنهين وچ وڌائون وير،
انڌن اونده نه لهي، تن کي سچ چوندو ڪير،

"روحل" راهه ۾ ان جي، جڏهن ڪهي ڏنو سون ڪهڙ،
تـ رب منزني ۾ هيڪڙو تنهن ۾ ڦند نـ ڦير.
جـي ٻـهر ۾ پرميسر تـ ٻـهر ۾ ڪو ٻيو؟

—

**بيدل فقير**

بحر عميق مين جوئي هوسيي،
دين ڪفر دا دفتر ڌوسيي.

—

## ٣- پاڻ سڃاڻڻ

**بيدل فقير**

پـاڻ پنهون تـون آهين، ڪيچ ويئين ڇـو ڪاهي!
خلق الآدم علي صورته، غـيـر خـدا جـو نـاهين.

—

## ٤- ڏُوئي ڪيڻ

**بيدل فقير**

بيدل ڳالهه وحدت دي من تون، طلسم وهم دوئي دا ڀن تون؛
وڃ عروج نزول دي ڪهن تون، لـــذت آوڻ جـــاوڻ دي.

—

## ٥- عشق کي رهبر راهه ڪرڻ

**بيدل فقير (سرائڪي ۾)**

عشق هے پير پيغمبر ميڏا، عشق هے هادي رهبر ميڏا،
عشق هے حيدر صفدر ميڏا، عشق هے ميڏي پشت پناهه.

—

**بيدل فقير (فارسيءَ ۾)**

مي رسد هـردم بگوش جان مـن پيغام عشق،
ڪاي فلان گر ترڪ جان سازي بنوشي جام عشق.

—

## ٦- وحدت انساني

**بيدل فقير**

حقيقت ۾ هڪ ٿـيـو، ڪفر ۽ ايـمـان،
مظهر مولا پـاڪ جـو، هـنـدو مسلمان،
تارا ڪيا تالان، سورج سندي سوجهري.

—

حقيقت ۾ هڪ ٿـيـو، اڇـو ۽ ڪارو،
لينهن هنيو نعرو، هـرمظهر ۾ هڪڙو.

ان وقت جي تصوف جو چاڻڻ نهايت ضروري آهي جو وحدت الوجود جي عينيت پسند نظرئي تي قائم هو. جنهن موجب ڪائنات ۽ مخلوقات سڀ الله پاڪ جو مظهر ڪري مڃيا ويا آهن. سنڌ جي تهذيب ۽ ڪلچر صوفيانه آهن. ان جي واقفيت لاءِ شاهه عنايت جي آستاني جو سلام ضروري آهي. درويش ظاهري جامو بدلائي ويا آهن، پر انهن جي اوتارن مان اهوئي آواز اچي رهيو آهي. ٻڌڻ ۽ سمجهڻ وارن جي کوٽي آهي.

انهيءَ مختصر تعارف کان پوءِ، شاهہ شهيد جي اٺين نمبر جانشين ميان عبدالستار جي شخصي زندگيءَ جو احوال پيش ڪندس.

هي سن ۱۹۰۲ع ۾ ڄائو هو. جهوڪ شريف جي شهر ۾ ئي سنڌي تعليم ورتائين. ان کان پوءِ مولوي نوازعلي خيرپوريءَ وٽ پارسي ۽ ٿوري عربي پڙهيائين. پوءِ پڙهڻ ڇڏي ڏنائين، ليڪن ڪتابن جي مطالعي جو کيس ڪافي شوق هوندو هو ۽ چڱو ذخيرو ڪتابن جو گڏ ڪيائون.

سندن والد جي وفاتيءَ بعد کين مسند تي ويهاريو ويو.

هي پنهنجي بزرگن جي نيڪ روايت قائم رکيو آيو. هندو مسلمان درگاهہ تي ايندا رهيا. شاهہ شهيد جي درگاهہ تي ساليانو ميلو تاريخ ۱۷- صفر مهيني تي لڳندو آهي، جنهن موقعي تي درگاهہ جا اڪثري طالب اچي حاضر ٿيندا آهن ۽ راڳ ۽ سماع جون مجلسون قائم ٿينديون آهن.

صوفي ميان عبدالستار، عابد، حليم، خوشخلق، تعصب ۽ دوئيءَ جي خرابين کان خالي، ڪم آزار ۽ پارويس بزرگ هو.

سندس صحبت ۾ راحت پيئي ايندي هئي. رات جو اڪثر فقير ارجنداس کان صوفيانہ ڪلام ٻڌندو هو. سندس خوراڪ ۽ پوشاڪ نهايت سادا هوندا هئا.

منهنجي سائس ملاقات ۱۹۲۶ع ۾ ميران محمد شاهہ (مرحوم) جي معرفت ٿي، جنهن سان هن جا دوستانہ تعلقات هوندا هئا.

۱۹۲۹ع ۾ جڏهين ضلعي لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي پريزيڊنٽ طور آءٌ دادا چيتمل سان گڏجي، جهوڪ ويو هوس تڏهن ڏاڍيون روح رهائيون ٿيون. پوءِ اڪثر پيو ملڻ ٿيندو هو.

آخر عمر ۾ اڪيلائيءَ ۾ ۽ ذڪر فڪر ۾ رهڻ کي گهڻو پسند ڪندو هو.

پاڻ ۲۳- جمادالثاني سنہ ۱۳۸۱ھ روز ڇنڇر مطابق ۲- ڊسمبر ۱۹۶۱ع تي وفات ڪيائين. ڪانئس پوءِ سندس جاءِ تي، هن وقت سندس فرزند ميان ارشاد عباس مسندنشين آهي.

هيءُ صاحب نوجوان، فضيلت جو صاحب، خانداني روايات جو قائم ڪندڙ آهي. خدا شل کيس عمردراز ڏئي، اڳين جي جلايل جوت کي زنده رکڻ جي توفيق عطا فرمائي.

## ميان عبدالرحيم صاحب ولد ميان ولي محمد صاحب درس ملاڪاتيار

سنڌ هڪ مردمخيز ملڪ آهي، ان جي سرزمين ڪيئي بزرگ پيدا ڪيا، جن جون مزارون ۽ مقبرا ان جي گوشي گوشي ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. جيئن مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي.

ڪو وقت اهڙو بہ هو، جو هتي جا درويش ۽ عالم لاهور، دهلي، برهانپور، گجرات، ڪڇ بلڪ عرب تائين وڃي پيغام حق جو آواز بلند ڪندا هئا.

لوکن 'تِلکَ الاَیّامُ نُداوِلُها بَینَ النّاسِ' اڄ اهي مڙهيون ۽ مکان خالي نظر اچن ٿا. بقول شاه عبداللطيف عليه الرحمة:

ويا سي وڻجهار، هيرو لعل وٽن جي،
تنين سندا ٻوبان، سيهي لهن نه سار،
ڪُٺين ڪُٺ لهار، تنين سندي پيٽين.

وارو حال آهي.

انهن جاين تي نه اڄڪلهه ذڪر الاهي آهي، نه تزڪيه نفس ۽ حميده اخلاق جي تعليم آهي. محبت جي جاه تي ڪلفت ڪاهجي پئي آهي.

انهيءَ اٿيهين اونداهيءَ ۾ جي ڪٿي ٻاهڙي ٻرندي ڏسبي آهي، ته روح کي راحت پئي ايندي آهي.

هيءُ بزرگ انهن ڏونهين ڏکائيندڙن مان هڪ هو، ۽ سنڌ جي هڪ ڪنڊ ۾ خاموش زندگي گذاري رهيو هو.

ساڻس منهنجي ملاقات اوچتو ۽ اتفاقاً ٿي.

ڪراچي ضلعي لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽيءَ جي زماني ۾، منهنجا ڪراچيءَ جي هڪ انگريز ڪليڪٽر مسٽر گبسن سان اختلاف پيدا ٿي پيا. ان وقت آءٌ ڪانگريس ۾ هوس. هن مون کي هيسائي، لوڪلبورڊ مان ڪيڍڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي، پر ان ۾ هو ڪامياب ٿي نه سگهيو. ان ڪري هن پيو ڪو چارو نه ڏسي، ڪونڌي تيو، جنهن جو آءٌ رهاڪو هوس، لکپڙهه ڪري نئين دادو ضلعي سان لاڳو ڪرائي ڇڏيو. سندس انهن ارادن کي شڪست ڏيڻ خاطر دوستن جي صلاح سان آءٌ پنهي ضلعن ۾ لوڪلبورڊ ميمبريءَ لاءِ اميدوار بيٺس.

پنهنجي تڪ مان بنا مخالفت جي چونڊجي آيس. ليڪن ڪراچي ضلعي جي جهرڪ تڪ مان سرڪاري گروهه هڪ مڪاني وڏيري کي اميدوار بيهاريو. ووٽر سڀ انهيءَ طرف جا هئا. انهيءَ مڪاني اميدوار جي خلاف بيهي ته رهيس، ليڪن حالتن موجب ڪاميابي مشڪل پئي نظر آئي.

اليڪشنن ۾ فتح ۽ شڪست لازم ملزوم شيون ٿين ٿيون. پر هتي منهنجي شخصي فتح ۽ شڪست جو سوال نه هو، پر سرڪاري گروهه ۽ مخالف گروهه جو سوال هو. ان ڪري جملي دوستن مون کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ هرطرح جو زور لڳايو. ليڪن ظاهري طرح ڪو خاطرخواهه نتيجو ڪونه نڪتو ٿي.

هڪ ڏينهن جڏهن آءٌ شال جي اراضيءَ ۾ هوس، چاچو حاجي عبدالحڪيم شاهه ٽڪڙ وارو هن بزرگ کي چاڙهي اچي آتي نڪتو.

مون کي چيائين ته "تنهنجي مدد لاءِ اهو بزرگ وٺي آيو آهيان، جنهن جو هن ملڪ تي اهڙو اثر آهي، جو هن کي ڪوبه انڪار ڪري نٿو سگهي. سڄا سارا ٽيهه سال هو پنهنجي خانقاهه کان ٻاهر نه نڪتو آهي. هينئر منت ڪري وٺي آيو آهيانس".

درويش ڏنو — ٿورڳالهائو، سندس اکيون خمار ۾ ٻناڻشي جي پريل هيون. مون کي خيال ٿيو ته هھڙي بزرگ کي هن معاملي لاءِ تڪليف نه ڏيڻ کپندي هئي. شاھ صاحب وڏي فرمايو ته هن کان سواءِ ڦصو ٿھڻ وارو ڪو نه هو.

سندس اچڻ جو ٻڌي ته جا سيئي ماڻهو، مخالف اميدوار سوڌا اچي سندس خدمت ۾ ڪنا ٿيا. انهن هن کان پڇيو ته "سائين تون نه اچئو نه وجئو، ڪيئن اچي نڪتو آهين!"

چيائين: "ابا، ولي محمد، توکي شاهه جي فائدي ۾ هٿ ڪٿائڻ آيو آهيان." وڌيڪ چيائين ته "ابا، مون فقير کي انهن ڳالهين سان دلچسپي ڪانه آهي، ليڪن مون کي ٽن ڳالهين لوڙهي چڏڻ لاءِ مجبور ڪيو:

(١) حاجي عبدالحڪيم شاهه جهڙي پيرمڙد، باهمت ۽ بااخلاق سيد اچي صبوح جو منت ڪئي. اسان کي فيض رسول جي دروازي تان مليل آهي، ان جي اولاد کي انڪار ڪري نٿي سگهيس.

(٢) پيو ته شاهه صاحب چيو ته جنهن اميدوار جي مدد لاءِ هو مون کي وٺي ٿي آيو، اهو خدمت خلق جو جذبو رکندڙ ۽ بااخلاق نوجوان آهي.

(٣) هو حڪومت وقت جي دباءَ اڳيان سرنمائڻ کان انڪار ڪري بيٺو هو.

اهڙين حالتن ڪري اچي لڪتو آهيان."

اميدوار ۽ ان جي طرفدارن يڪدم هائوڪار ڪئي، ۽ آءٌ بنامخالفت جي ڪامياب ٿي ويس.

ان کان پوءِ هن مون کي مقابل ٿي چيو ته:

"ابا، مون درويش جي هيءَ نصيحت ياد ڪري ڇڏج:

"خلق خدا جي خدمت جو ڪم هٿان نه ڇڏج، سنڌي سپاجهڙا اٿئي انهن جي ٻارت اٿئي.

انهن جي خدمت ڪندي جي مشڪلاتون سامهون اچنئي ته مڙس ٿي مقابلو ڪج. ڏسجئين متان لالچ ۾ لڙهي ۽ دڙڪي ۾ دٻجي وڃين. سچ جي ٻيڙي لڏندي پر ٻڏندي ڪانه. الله جي مدد ۽ اسان درويشن جون دعائون توسان شامل رهنديون."

مون بروقت وعدو ڪيو ته "سائين دعا ڪجو، ٻنهي حالتن هيٺ حق جي پاسي کي نه ڇڏيندس."

هن وقت هو بزرگ گذر ڪري ويو آهي. ان ڳالهه کي پنڌهه ورهيه گذري ويا آهن. ان وچ ۾ ڪيترن مقابلن کي منهن ڏيڻو پيو آهي. پر خدا جي لطف ۽ درويشن جي دعا سان همت نه هاري اٿم.

هن وقت طبيعت بيچاق، دل جي بيماريءَ ڪري ڪوبه سخت ڪم ڪرڻ جهڙو نه آهيان. ان حالت هيٺ ڪيئي دفعا ڪمزوري پئي محسوس ٿي آهي، پر اهڙن وقتن تي هن درويش جون پر خمار اکيون اچي نظر سامهون بيهنديون آهن ۽ ڪمزور کي نوشدارو جو ڪم ڏيئي، تازو توانو ڪري ڇڏينديون آهن. هن وقت منهنجي حالت هيئين آهي.

آڏو آڙيـڇـن کـي ڇـڪـڻ ۽ ڇـاڙهـڻ،
مون مُنهِن کان نہ ٿني، وڏاڻ ۾ وِلاڙ.

ليڪن غيب کان ڪنن ۾ آواز گونجي رهيو آهي تہ:

هئين پيرين، مونڙين ڪهج پـر ڪپار،
مٿان ڇـوري ڇـڏئين، هـريتي ٻجار.

اهڙو آواز وريو جوانيءَ جو جوش تازو ۽ همت کي مضبوط ڪريو ڇڏي. دل ۾ يقين ويهي ويو آهي تہ:

”هن سپاجهڙي سنڌ ۽ ان جي رهاڪن لاءِ سگهوئي واءُ سٺاوا لڳندا، واهوندا ورندا، تَر بَر وسندا، سڪل پَٽ ساوا ٿيندا، ڏک ويندا، سک ايندا.“

انهيءَ اميدن تي پيو هلان.

هن مختصر تعارف کان پوءِ، هن درويش جي زندگيءَ جو مختصر احوال پيش ڪريان ٿو.

سندس وڏا ڪلهوڙن جي حڪومت کان اڳ سڪريلا ڊنيد ضلعي ٿرپارڪر کان لڏي اچي ملاڪاتيارن ۾ وينا هئا.

ميان صاحب جو ڏاڏو محمد قاسم عليہ رحمت، حضرت غوث بهاءُ الحق زڪريا ملتانيءَ جي سلسلي جو فيض يافتہ ۽ سهروردي طريقي جو بزرگ هو. پر سندس والد کي امانت لواري وارن نقشبندي بزرگن کان ملي. پاڻ نقشبندي طريقي جي تلقين پنهنجي والد ميان ولي محمد کان ورتائون.

ميون عبدالرحيم صاحب سن ١٢٩٢هہ ۾ ڄائو هو. هن فارسي سڪندرنامي تائين ۽ ڪجهہ عربي بہ پڙهي هئي. فقہ، حديث ۽ تفسير مان چڱو واقف هو.

سندس والد جي انتقال کان پوءِ، هي ان جي مسند تي ويٺو. طريقت جا سبق والد کان ورتا هئائين.

هي درويشن جي انهيءَ گروهہ مان هو، جي جيتوڻيڪ وحدت وجودي فڪر جي مکيہ صوفياي ڪرام وانگر بين الاقوامي وسعت نظر نہ رکندا هئا، پر صاحب شريعت بزرگ هئا. صرف تزڪيہ نفس ۽ اخلاق جي درست ڪرڻ جو مشغلو هولدو هون، پر تعصب، فخر ۽ دوئيءَ کان آزاد هئا. پاڻ سارو وقت ڳوٺ ۾، ياد الاهي ۽ معتقدين جي تربيت ۾ گذاريندا هئا. هن وٽان ڪيترا ماڻهو فيض يافتہ ٿي لڪتا، جي اڄڪلهہ پنهنجي تَرَ ۾ مرجع خاص و عام آهن. انهن مان ڪن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.

(١) حاجي بشام فقير بروهي، تعلقو ڪہرو.
(٢) ميان غلام احمد صاحب ملڪاڻي (دادو)، سندن والد کان ذڪر ورتو هو.
(٣) سيد مهرشاهہ، جام مراد علي خان جو ڳوٺ، ملير.
(٤) حاجي ڻارو فقير بروهي، ڪہرو.

(٥) پير سيد علي اڪبرشاھ جيلاني، لوني (مارواڙ).

(٦) ميان حاجي محمد صاحب، چوٽياري، جنهن جو خاندان هن وقت مديني شريف ۾ آهي.

ڪين ني فرزند ٿيا، جن مان ميان محمداسحاق وڏو آهي.

پاڻ اڪثري گوشہ نشينيءَ ۾ گذاريندا هئا، پهرينءَ ملاقات ڪان پوء، هڪ دفعي سندن خدمت ۾ ملاڪاتيار ۾ وڃڻ ٿيو. هڪ ڪکن جي لانديءَ ۾ زمين تي نهايت سادگيءَ ۾ ويٺل هئا.

اڪيون ساڳيءَ طرح خماريون ڀيون هئن. مون، بنا نشي جي ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي اکين ۾ ڪرشنا مورتيءَ ڪان سواءِ، اهڙو خمار ڪونہ ڏٺو آهي. سندس مجلس ۾ ويهڻ بعد هينين مصرع ياد پوندي هئي:

وسني جنين وٽ، ڏڪندو ڏور ٿئي،
تون تنين سين ڪٽ، اوڏا اڏي پکڙا. (شاھ)

پاڻ ٣-صفر سن ١٣٥٩ھ مطابق ١٢-مارچ سن ١٩٤٠ع تي وفات ڪيائون. ان وقت سندن عمر چاهٺ ورهيہ هئي.

ڪانئن پوءِ، سندن جاءِ تي سندن وڏو فرزند ميان محمداسحاق مسند نشين ٿيو، جنهن ڪي هڪ فرزند محمد قاسم عرف غلام مصطفيٰ نالي سان آهي.

## ڀڳت ڪنوررام ولد ڀائي تاراچند، ڳوٺ جروار، ميرپورساڻيلو

سنڌ، صوفين ۽ درويشن جو ملڪ آهي، جيئن اڳ عرض ڪري چڪو آهيان. انهن سنتن ۽ صوفين جا مکيہ مقصد

(١) نظريي ۾ وحدت الوجود جي تعليم، (٢) اتحاد انساني لاءِ ڪوشش، ۽ (٣) جملي مذهبن جي بنيادي وحدت جو پرچار، پئي رهيا آهن، ۽ انهن مقصدن جي پکيڙڻ لاءِ اصل ڪان هنن بہ طريقا پئي اختيار ڪيا آهن: هڪڙو **گيان** جو، ۽ ٻيو **ڀڳتيءَ** جو.

صوفين ۽ درويشن جي گهڻي حصي، هرهنڌ، عشق يا ڀڳتيءَ جي ذريعي سڀني مقصدن جي حصول لاءِ ڪوشش پئي ڪئي آهي.

سنڌ جي ڳوٺن ڪي جنهن چڱيءَ طرح گهمي ڏٺو هوندو، ان کي پتو آهي تہ ڳوٺن ۾ ڳائڻا ۽ ڀڳت چيريون پايو پڪتارا ڪنيو، الهيءَ صوفيانہ تعلم ڪي، جا هندو مسلم درويشن شعر جي صورت ۾ آندي هئي، گهر گهر پچائي رهيا آهن.

شاھ عنايت عليہ الرحمة ۽ سچل سرمست جي مسند نشيني جي احوالن ۾ چاڻائي آيو آهيان تہ انهن جي طالبن ذريعي ڪهڙيءَ طرح سندن ڪلام سنڌ ۾ پکڙيو.

بلڪل ساڳيءَ طرح گرونانڪ، ڪبير ڀڳت ۽ ميران ٻائيءَ جو ڪلام، جنهن جو مقصد بہ ساڳيو هو، سنڌ اندر پکڙبو رهيو.

ڳوٺ ڳوٺ ۾ گردوارا، ٽڪاڻا، اداسين جون سماڌيون ۽ آستان هئا ۽ آهن، جن جي ذريعي پريم جو پيغام پکڙبو رهيو. سنڌ ۾ ڪيئي سنت پيدا ٿيا، جن جو ڪلام هندن توڙي مسلمانن ۾ پکڙبو ويو.

سوامي مينگهراج، ٻهاولپور جي احمدپور ڳوٺ مان شڪارپور ۾ آيو، مهراج هيمنداس جي مڙهيءَ ۾ رهيو. وڏو ودوان ۽ ڪَوي، ڳنوان ۽ پريمي ڀڳت هو.

ان جي سنگ ۾ پائي چنراء گهڻو ڪجهه پرائي شعر چوڻ لڳو، جنهن کي "سامي‌ءَ جي سلوڪن" جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

ازان سواءِ هندن مان دلپت صوفي، سائين پاروشاهه، وسڻ گهوٽ ۽ ڪيترن ٻين سنتن جو نالو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مشهور آهي.

جهڙيءَ طرح مسلمان صوفي، اهڙي طرح هندو سنت ساڳي ذڪر ڪيل ٽن مقصدن ۾ سچيندڙ هئا. سيني کي پتو هو ته واٽون ڪئي ويهه هجن پهچڻ واري جاءِ ساڳي هئي. هنن کي پتو هو ته تصوف ۽ ويدانت هڪ ئي مقصد جا ڳولا آهن.

هنن جڏهين ايڪتا جو نالو ٿي ورتو ته ان مان منش‌جاتي مراد هين ۽ نه ڪي قومون ۽ فرقا. هنن هندو، مسلمان، ڪرستان وغيره کي هڪ وڻ جي ٽاري يا هڪ بدن جا جزا ڪري ٿي سمجهيو. هنن کي مذهبن جي ظاهري گهٽائيءَ هوندي باطني وحدت پيئي پرکڻ ۾ آئي.

هو پريم جا پرچارڪ هئا، تنهنڪري جنهن ڪلام ۾ ساڳيو حق جو پيغام هو، سو بيدڙڪ ڳائيندا هئا.

ڪنوررام ڀڳت به انهن مان هڪ پريم پرچارڪ هو. ڀڳت ڪير آهي، ڀڳتي مارگ جا بنيادي اصول ڪهڙا آهن، ان جو بيان، تيرٿ بسنت، ڀڳت ڪنوررام جي جيون چرتر لکندي ڪيو آهي. ان جو اختصار هيٺ ڏجي ٿو:

(۱) "وڃائي وجود کي، پاڻان پاسي ٿيءُ" پاڻ کي خوديءَ کان خالي ڪري مرڻ ۾ مشاهدو ماڻيو آهي.

(۲) جسماني ۽ نفساني لذتون ۽ خواهشون ترڪ ڪري، اندر کي اجاريو آهي.

(۳) نيڪ عمل ڪيا آهن.

(۴) سچو رهبر هٿ ڪيو آهي.

(۵) دل کي محبت سان ڀريو آهي.

(۶) ذڪر فڪر ۾ وقت صرف ڪيو آهي.

(۷) ٿورو ڳالهائڻ، ٿورو کائڻ، ٿورو سمهڻ ۽ ايڪانت ۾ گذاريو آهي.

(۸) وڏائيءَ يا فخر کي ڇڏيو آهي.

(۹) رضا تي راضي رهيو آهي.

(١٠) سب ۾ ٻرہن ٻسٺو آهي.
(١١) ٻين کي سمجهائڻ عيوض پاڻ سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻي آهي.
(١٢) اهو ٻڌو رکڻو آهي تہ عقل، عشق ٻنا بيڪار آهي.
(١٣) صداقت ۽ سچائيءَ کي هٿان نہ ڇڏڻو آهي.
(١٤) ٻين جي عيبن ڏسڻ جي عيوض پنهنجن عيبن کي پروڙڻو آهي.

انهيءَ مختصر تعارف کان پوءِ ڀڳت ڪنور جي زندگيءَ جو احوال پيش ڪجي ٿو.

هي سکر ضلعي جي جروار ڳوٺ، تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ رهندڙ هڪ سسڪين واڻئي ڀائي تاراچند جو فرزند هو. سندس والده جو نالو شريمتي تيرٿ ٻائي هو.

چون ٿا تہ هنن کي ڀائي سترامداس جي دعا سان هي پٽ ڄائو هو، تنهنڪري ڄمڻ سان ڀائيءَ جي حوالي ڪيائونس.

هي سن ١٨٨٥ع ڌاري ڄائو هو. ڀائي سترامداس پاڻ ڀڳت هو، صوفيانہ ڪلام چوندو هو.

ڪنوررام عربي سنڌي لکي نہ ڄاڻندو هو. گرمکيءَ ۾ لکندو هو. ڳائڻ ودّيا حيات پتافيءَ جي ڳوٺ واري دربار جي شيواڌاريءَ ڀائي هاسارام کان سکيو. وڏي ٿيڻ بعد هي اچي ڀائي سترامداس وٽ رهڻ لڳو ۽ ساڻس گڏ ڀڳت وجهندو هو.

ڀائي سترامداس جي ديهانت کان پوءِ هو جدا ڀڳت ڪرڻ لڳو، پر جتي ڀڳت لاءِ ويندو هو تہ ڀائي سترامداس جي آکهہ جو ماڻهو وٺي ان جي آڳيا سان ڀڄن ڀاءُ ڪندو هو.

سندس والد هن جي شادي، ڀائي اوتومل منگهرياڻين واري جي نياڻيءَ سان ارڙهن ورهين جي ڄمار ۾ ڪرائي.

هن کي هڪ پٽ آهي، جو اڄا تائين جروار جي ڳوٺ ۾ رهندو آهي. ڀڳت صاحب شڪل ۾ سهڻو هو، اکيون رونق واريون هيس، سندس آواز ۾ حد درجي جو ميٺاج ۽ درد هوندو هو.

هن جي ڪلام ۾ اهڙو تاثير هو، جو ڪنوررام جي ڀڳت جي هتي پوڻ تي، هزارن جي تعداد ۾ آسپاس کان هندو مسلمان اچي سندس راڳ ٻڌڻ لاءِ ڪٺا ٿيندا هئا. هي اڪثري ٻارهين بجي رات کان پوءِ ڳائيندو هو ۽ صبوح تائين پيو ڳائيندو هو. جيئن رات ڀڄندي هئي، تيئن هن جو اثر وڌندو ويندو هو.

اهي ٻري کان آيل ماڻهو ساري رات ويهي راڳ ٻڌندا هئا. راڳ پوري ٿيڻ کان اڳ انهن مان ڪوبہ ٻاهر نہ نڪرندو هو. سندس راڳ ۾ گهڻو حصو صوفين جو ڪلام هوندو هو. مون کي ڳچو ڀ دفعا سندس ڪلام ٻڌڻ جو موقعو مليو. هڪ دفعي سن جي شهر ۾، ٻئي دفعي مانجهندن ۾ ٻاٻي ڌرمداس جي دربار ۾. اهي ٻئي دفعا جڏهين ياد پوندا آهن، تہ حافظ شيرازيءَ جي هيءَ مصرع اچي ياد پوندي آهي.

چه بانگ بود که بنواخت مطرب عشاق!
که رفت وقت هنوزم دام پر از غوغا ست!
اجا تائين جڏهين ريڊئي تي سندس هيءَ ڪافي ٻڌندو آهيان.

"اڄ ڪانگا ڪر ڳالهه، مون کي تن ماروئڙن جي"

ته ان وقت جي ڪاڏو ڪائيندو هجان يا پڙهندو هجان، ته ٻئي ڇڏائي ويندا اٿم. ڪنهن اونهي غور ۽ فڪر ۾ پنجي ويندو آهيان. ڪيئي خيال دل تي تري ايندا آهن ۽ ڳهٽيي ستل سور جاڳي پوندا آهن. اهو وقت جي موڊ (رجحان) ۽ طبيعت جي لاڙي تي مدار رکي ٿو ته ڪهڙيون ڳالهيون ۽ ڪهڙا مارو ياد اچن. انهيءَ مصرع ۾ ٽي لفظ پُر معنيٰ آهن. ڪانگو، ڳالهه ۽ ماروئڙا.

(۱) ڪانگ کي شاهه صاحب قاصد، پيغام نيندڙ، خوشخبري آڻيندڙ، پرين پرچائيندڙ، غيب جون خبرون پهچائيندڙ ۽ ستا سور جاڳائيندڙ ڪري ظاهر ڪيو آهي.

(۲) ڳالهه لفظ جون ٻه ڪيئي معنائون ڪيون وڃن ٿيون. مثلاً قصو، ڪهاڻي، مخفي راز، غيب جا احوال، ماضيءَ جون يادگيريون، مستقبل جا خواب، دردن جا داستان، قديم روايات، تهذيب ۽ تمدن جو ذڪر، همنفس ۽ همجنس دوستن ڪان دوري، سارئيءَ جا ديس ۾ معصومانه ۽ سادي زندگيءَ جا زمانا. ان ۾ اهي سڀ اچي وڃن ٿا.

(۳) مارو لفظ مان قبيلو، ديسي، دوست، عزيز، همخيال ۽ همجنس ۽ سائيءَ جون معنائون لڪري سگهن ٿيون.

سنديءَ ۾ چوڻي آهي ته "ٻئر ٻرائي سور سيڪا پنهنجا روئي." مون کي ان وقت ڪنهن مهل گذر ڪري ويل دوستن، عزيزن ۽ پيارن جي يادگيري اچيو پوي.

ڪنهن وقت ويل ديسين، دوستن، همنفس سائين، جن ڪان ڪڏ گذارڻ وارن سنگتين سان ڪيل ملاقاتن، رس رهاڻين، سندن ڇڏيل نڪاڻن، نولن، ڪتابن، روايتن جي يادگيري اچيو ستائي.

ڪنهن وقت هندن مسلمانن جو شاديءَ غميءَ ۾ اچڻ وڃڻ، عاشورن، عيدن، ڏياريءَ، دسهڙن جي موقعن تي ولڊون ورهاستون، پيرن، فقيرن، ساڌن، سنتن جون مجلسون، تصوف ۽ ويدانت جي بنياد تي پيدا ٿيل عقيدا اچيو ياد پون، ۽ انهيءَ سڀ جي مقابلي ۾ هاڻوڪو جو زمانو اچيو سامهون بيهي.

ڪنهن مهل سنڌ جي قديم سڀيتا، موهن جي دڙي جو تمدن، سومرن ۽ سمن جي دور جون ڳالهيون — سسئي پنهون، مومل راڻي، ليلا چنيسر، عمر مارئي، دودي چنيسر، ڄام تماچي ۽ نوريءَ جا داستان اچيو سامهون بيهن.

ڪنهن مهل سنڌ جي راءِ گهراڻي، سومرن، سمن، ڪلهوڙن، بلوچن جي زماني واري آزاديءَ جا واقعا اچيو اکئين سامهون بيهن.

مطلب **سنڌ جو ڪانگو** ڪنور ڀڳت، ڪهڙي **ڳالهه** ۽ ڪهڙا **مارو** ٿو ياد ڏياري، اهو سونهي ۽ مهل تي مدار ٿو رکي.

اما ڪافي درياه خان فقير ڪنڊڙيءَ واري جي چيل آهي. جو شاهه عنايت صوفيءَ جي طالبن مان هو.

ڀڳت ڪنور نانڪ پنٿي سلسلي سان واسطو رکندڙ هو. هڪ جو پيغام ٻئي جي آواز سان گڏجي اهو ترنم ٿو پيدا ڪري، جنهن جي خبر صرف ”لڳيان واليان نون“ کي پنهنجي سڪ ۾ ٿي.

اڪثر ڳائيندڙ ڳائڻ واري پيسي تي گذران ڪندا آهن، پر ڀڳت ڪنور ان مان هڪ پائي به پنهنجي ڪتب نه آڻيندو هو. سندس گذران دڪان ۽ واپار تي هوندو هو. مليل پيسو اندن، منڌن، غريبن، محتاجن، يتيم ٻارن، ۽ بيوه عورتن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيندو هو. ان ۾ هندو مسلم جو فرق نه رکندو هو.

هي ڪلام ماڻهن جي تفريح طبع ۽ دل وندرائڻ لاءِ نه چوندو هو، پر سنڌ جي صوفيانه ڪلچر جي پيغام پهچائڻ لاءِ پرچارڪ ٿي ڳائيندو هو. ان ۾ **ڀاڻ وڃائڻ، ڀاڻ سڃاڻڻ، محبت ۽ اخلاص** جا سبق سمايل هوندا هئا.

ڀڳت صاحب جي حياتيءَ تي هڪ ناياب ڪتاب شري تيرٿ بسنت لکيو آهي. ان جي پڙهڻ لاءِ آءٌ، ڀڳت ڪنور رام ۽ سنڌي تهذيب جي پياسن کي مشورو ڏيندس.

چوڻ ۾ اچي ٿو ڪنور رام جڏهين مانجهدن جي ميلي تان ٿي، دادو لڙو ۽ اتان پيءَ گاڏيءَ ۾ سکر وڃڻ لاءِ رڪ اسٽيشن تي پهتو، ته گاڏيءَ چڙهڻ بعد ڪيس پير صاحب پرچونڊي جي مريد جانمحمد جلبانيءَ انتقام طور، بندوق هڻي قتل ڪري وڌو. چيا لاءِ ته ان کان اڳ، سکر ۾ پير صاحب پرچونڊي شريف جي فرزند کي، ڪن آرين، تعصب وچان مارڪٽ ڪئي هئي، ۽ مشهور مهاسڀائي ليڊر، ڊاڪٽر مونجي، هڪ عام جلسي ۾ تلوار هٿ ۾ ڪٽي، مسلمانن جي خلاف اشتعال پيدا ڪيو هو. گاڏيءَ ۾ علاج نه ٿيڻ ڪري ٻاگڙجيءَ جي اسٽيشن تائين رت ڇڏي، انتقال ڪري ويو.

سکر، روهڙي، ٻين شهرن ۾ هن جا ماتمي سرگس نڪتا. اهو حادثو ٢-نومبر ١٩٣٩ع تي سرزد ٿيو. سندس اگني سنسڪار جروار جي ڳوٺ ۾ ڪيو ويو.

هن قسم جا واقعا، سنڌ جهڙي صوفيائي زمين تي ڪٽرپڻي جي دور جو جڻ آغاز هئا. ۽ ان کان پوءِ مسجد منزلگاهه جي تحريڪ ۾ ڪن اشتعال پسند ماڻهن طرفان، هندن-مسلمانن جي وچ ۾ حد کان وڌيڪ ڏڦيڙ ۽ وير وروڌ پيدا ٿيو. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو سکر ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ خونريز قتلام ٿيو ۽ هزارين بيگناهه، هندو ۽ مسلمان ۽ لکن جو مال ملڪيت، ان باهه جو ”ٻک“ ٿي ويا. ان سلسلي ۾ پروفيسر ڀمڀاڻي ۽ الهه بخش مرحوم جي قتل جا واقعا رونما ٿيا. بعد ۾ جي هندو مسلم فساد ٿيا ۽ خونريز واقعا پيش آيا، تن کان هرڪو واقف آهي.

اسان اچا تائين اهڙن دورن مان لنگهي رهيا آهيون. جن ۾ انسانذات جي محبّت تي خود غرضي ۽ نفسانفسي غالب آهي. خبر نہ آهي ڪڏهين اهو سمو پورو ٿيندو. پر اميدون رکيو ويٺا آهيون تہ جنهن سرزمين، شاهہ عنايت، شاهہ لطيف، سچل، سامي جهڙا بزرگ پيدا ڪيا آهن، سا ضرور اخوت ۽ مساوات جا انساني ۽ عالمي قدر پيدا ڪندي. شاهہ صاحب چئي رهيو آهي تہ:

سٽان ٿئين ملور، آئون آڳاهون آهيان،
ڏسڻ ۾ ڪر ڏور، پر حد ٻنهي جو هيڪڙي.

پربان حافظ شيرازي پيو فرمائي:

دور گردون بردو روزي بر مراد ما نگشت،
دائما يڪسان نہ باشد ڪار دوران غم مخور.



پير حسام الدين راشدي

# ٺٽي ۽ ديبل جو تقابلي مطالعو

**تاريخ طاهريءَ** جي مصنف لکيو آهي ته ڄام نظام الدين تخت تي ويهڻ (٢٥- ربيع الاول ٨٦٦هه) کان پوءِ ٺٽي جو شهر آباد ڪيو:

"بخاطرش رسيد ڪه شهر نو، بوقت اسعد بنا بايد ساخت ڪه آنجا، خرمي و خوشدلي هميشه و همه وقت بوده باشد. برهمنان و منجمان اختر شناس ساعت سعيد ديده، در اطراف و پيرامون ساموئي گرديده، جائي ڪه شهر تته است، آن زمين را پسند طبيعت داشته، بعرض ڄام بعرض نموده، بناءِ شهر تته نهادند........ الخ"

ليڪن اهو قول صحيح نه آهي. ڄام نظام الدين جي زماني کان ڪم و بيش ٻه سؤ ورهيه اڳ ٺٽي جو شهر آباد ۽ سنڌ جو دارالسلام بڻجي چڪو هو.

لوورسنڌ ۾ جيڪي تاريخي شهر آهن، انهن مان اول ديبل ۽ ان کان پوءِ ٺٽي کي خاص اهميت ۽ شهرت حاصل رهي آهي. انهن ٻنهي شهرن جي سلسلي ۾، محققن جي درميان ڪئين مسئلا تصفيه طلب آهن، جن جو قطعي طرح اڄ سوڌو ڪو به فيصلو ٿي نه سگهيو آهي. ان جو وڏو ڪارڻ هي آهي جو ڪنهن به ڪڏهن ٻنهي انهن مسئلن جو حل تلاش ڪرڻ ڪيو آهي، اهي منجهيل مسئلا هن ريت آهن:

الف- ديبل انهن متعدد جاين مان واقعتاً ڪهڙي هنڌ آباد هو؟ جن ڏانهن قياس جي بناءِ تي سنڌ پالوجيءَ جي انگريز محققن اشارو ڪيو آهي.

ب- ديبل ڪڏهن برباد ٿيو؟

ج- ٺٽو ڪهڙي زماني ۾ آباد ٿيو، ۽ ڪير ان جو باني هو؟

د- ٺٽو جدا هنڌ تي آباد ٿيو يا ديبل جي ڊٺل ڍيرن مٿان آڏبو ويو؟

هه- تاريخن ۾ "ديبل ٺٽو" گڏ لفظ اچي ٿو، ان جو مطلب ڇا آهي؟

اهي سوال طي ٿي سگهن ٿا، بشرطيڪ تحقيقات جا سمورا جديد ذريعا الهيءَ ڏس ۾ استعمال ڪيا وڃن.

هن هيٺ اسان سال وار اهي ماخذ پيش ڪيون ٿا، جن ۾ ديبل خواهه ٺٽي جو ذڪر آيو آهي. تاڪ پڙهندڙن کي معلوم ٿئي ته مسلمانن جي ڪتابن ۾— ديبل جو ذڪر ڪڏهن

ڪان شروع ٿيو؛ ڪهڙي زماني ۾ ان جو نالو تاريخ جي صفحن تان گم ٿيو؛ ڪنهن جي ڏالو سبب ڪان پهرين ڪڏهن تاريخ ۾ آيو؛ ۽ ديبل جي ختم ٿيڻ ۽ ٺٽي جي نروار ٿيڻ ۾ ڪيترن سالن جو وقفو پيو.

## ديبل:

**١٥٠هه: طرائف الادبيہ:** (مرتبہ: مولانا عبدالعزيز الميمني، مطبوع قاهره، سال ١٩٣٧ع، صفحو ١٠٢) خالد قنّاص جو نائون نونيہ قصيدو، جنهن کي "عروس" سڏيو ويو آهي، ان جي پهرين ٻن شعرن ۾ ديبل جو ذڪر هن طرح آيل آهي:

عو جو اعليٰ طلل بالقُفص خلا نيَ،
اقوي فقُطّانہ اراٰل هيقان،
کالد ييايات او اجل قراهية،
سن بين احمد يرعا ها و يثران.

قُفُص (عراق جي تفريحي شهر) ڏانهن هلو! اي منهنجا دوستو! جيڪو ويران ٿي رهيو آهي، ۽ هاڻي منجهس شتر مرغ جا ٻچا رهن ٿا. ديبل جي نيل ڳاين جيان، يا جنگلي نيل ڳاين وانگر، جيڪي لال رتيليون آهن. پاڻ جهڙن ڏڳن جي درميان ـــ شايد ان دور ۾ ديبل جي آسپاس نيل ڳايون رهنديون هيون، جن کي ديبل جي نسبت سبب "ديبليات" سڏيو ويو آهي. اهو شاعر ٻيءَ صديءَ هجريءَ جي وچ ڌاري هو.

**٢٣١هه: المعجم ما استعجم:** جي مصنف ابي عبيد عبدالله بن عبدالعزيز المتوفي ٤٨٧هه، ديبل جي تحت هڪ شعر آندو آهي (٣/٥٦٩) جنهن ۾ ديبل جو ذڪر آهي. اهو شعر ابن الاعرابي (محمد ابن رياد ١٥٠-٢٣١هه: زرڪلي ٦/٣٦٥) ڪان ثعلب ٻڌو، جنهن ڪان ابوعمر (زاهد) ٻڌو، جنهن ڪان ڪتاب جي مصنف ٻڌي لکيو. شعر آهي:

ڪانّ ذراعہ المشڪول منہ،
سليب من رجال الديبلان.

انهيءَ منڪي جي منهن جي ڳرنو ٻڌي ويئي آهي، گويا ديبل جو ڪو (ڪارو) ماڻهو آهي، جنهن جا ڪپڙا لاٿا ويا هجن ـــ معلوم ٿو ٿئي تہ ديبل جا ماڻهو ڪارا هئا، جن جي ڪارڻ کي، شراب جي ٻرائي مٽ جي اوڊي ٻڻ کي نمايان ڪرڻ لاءِ، بطور تشبيه جي ڪم آندو ويو آهي. مصنف وڌيڪ لکي ٿو ـــ "اهو شعر هڪ مٽ جي تعريف ۾ آهي، مشڪول بمعنيٰ مشدود، ديبلان ڪاڻ آهي ڪارن جي."

**٢٥٠هه: المسالڪ و الممالڪ:** ٢٥٠هه - از ابن خرداز بہ المتوفي ٣٠٠هه.

**٢٧٩هه: فتوح البلدان:** بلاذري، المتوفي ٢٧٩هه.

**٢٨٧هه: تاريخ يعقوبي:** احمد بن يعقوب المتوفي ٢٨٧هه.

**۳۰۳ھ: مروج الذهب:** المسعودي، المتوفي ۳۴۶ھ: هي ڪتاب ۳۳۲ھ ۾ لکيو ويو ۽ پاڻ ۳۰۳ ڌاري هتي جو سفر ڪيائين.

**۳۰۳ھ: التنبيه و الاشراف:** المسعودي، المتوفي ۳۴۶ھ.

**۳۳۱ھ: صورت الارض:** ابن حوقل، ۳۳۱ھ ۾ هندستان آيو.

**۳۴۰ھ: المسالڪ و الممالڪ:** اصطخري، ۳۴۰ ۾ هندستان آيو.

**۳۷۲ھ: حدود العالم:** مصنف نامعلوم. ڪتاب ۳۷۲ھ ۾ لکيو ويو.

**۳۷۵ھ: احسن التقاسيم:** بشاري مقدسي. ۳۷۵ھ ۾ ڪتاب لکيو ويو.

**۴۱۶ھ: ڪتاب الهند:** ابو ريحان بيروني، تاليف ۴۱۶ھ.

**۴۳۰ھ: قانون مسعودي:** ابو ريحان بيروني، المتوفي ۴۴۰ھ. هي ڪتاب مسعود بن محمود غزنويءَ جي دور ۾ تصنيف ٿيو.

**۴۸۷ھ: المعجم ما استعجم:** ابي عبيد عبدالله بن عبدالعزيز البڪري الاندلسي المتوفي ۴۸۷ھ. ديبل جي سلسلي ۾ ڪتاب جي مصنف جو قول مٿي ڏنل آيا آهيون.

**۵۱۰ھ: فارس نامہ:** ابن بلخي، تاليف ۵۱۰ھ ڪان اڳ. مؤلف ذڪر ڪيو آهي ته بهرام گور بن يزدگرد بن شاپور ساساني (۴۴۲-۴۶۵ع) کي ديبل ڏاج ۾ مليو. (تاريخ گزيده، ڪامل ابن اثير ۽ تاريخ غورالسير، الثعالبي وغيره ۾ پڻ اهو ذڪر آهي.)

**۵۴۹ھ: نزهت المشتاق:** شريف ادريسي، ڪتاب سال ۵۴۹ھ ۾ لکيو ويو. مصنف ۴۹۳ھ ۾ ڄائو.

**۵۶۲ھ: ڪتاب الانساب:** سمعاني، متوفي ۵۶۲ھ.

**۵۷۸ھ: طبقات ناصري:** سلطان شهاب الدين محمد غوريءَ (بن سام) جو — جنهن ۵۷۸ھ ۾ سنڌ کي فتح ڪيو — ذڪر ڪندي، مصنف لکي ٿو: ...... و ديگر سال ڪه (شهور) سنه ثمان [وسبعين و خمسمائة] شد، سلطان غازي (محمد غوري) لشڪر بطرف ديول برد، و تمام آن بلاد ڪنار بحور را، در ضبط آورد و اموال بستد و مراجعت فرمود...... (۴۶۷).

**۶۰۷ھ:** ساڳيو مصنف ملڪ ناصرالدين قباچه جي مذڪور ۾، جنهن (۲۲-جمادي الاول سن ۶۲۵ھ يا ۱۹-جمادي الاخر) جو، سلطان شمس الدين التمش جي هراس ڪان پاڻ کي بکر جي قلعي تان درياهه ۾ اڇلائي خودڪشي ڪئي، لکي ٿو:

"ملڪ ناصرالدين قباچه بادشاهه بزرگ و بندهٔ سلطان غازي (شهاب الدين محمد بن سام غوري) بود... بعد از حادثهٔ سلطان قطب الدين [ايبڪ ۶۰۷ھ] بطرف اچه رفت شهر ملتان را ضبط ڪردند و سندستان و ديول تا لب دريا، جمله در تصرف او آمد. و قلاع و قصبات شهر هاء مملڪت سند راخود ڪرفت..." (۴۹۲).

**۶۱۳ھ: چچ نامه:** علي بن حامد الڪوفي، تاليف ۶۱۳ھ.

**٦١٨ھ: جلال الدين خوارزم شاهہ** چنگيزخان جي چڙهائيء سبب، ملڪ ڇڏي، ٨ شوال ٦١٨ھ جو سنڌ ۾ داخل ٿيو، ۽ ٦١٩ھ جو هتان واپس ويو. صاحب طبقات ناصري (تاليف ٦٥٨ھ) سندس ذڪر ڪندي لکيو آهي:

"جلال الدين خوارزم شاهہ بزمين سند آمد، و برطرف ديول و مکران رفت..." (٤٩٢).

**٦١٨ھ: جهانڪشائي جويني**: (تاليف ٦٥٩ھ) ۾ ساڳيو مذڪور هن ريت آهي: "... و برجانب ديول و دمريلہ — (مرحوم ڊاڪٽر دائودپوٽي جي قياس مطابق دمريلہ مڪران جي سرحد تي هو) — نهضت ڪرد. و چنيسر کہ حاکم آن ولايت بود، بگريخت و در ڪشتي بدريا رفت. سلطان نزديک ديول و درميلہ فرود آمد... و سلطان در ديول، مسجد جامعي بنا فرمود، در موضعي کہ بتخانہ بود —" (تاريخ معصومي: صفحو ٢٨٦ بحوالہ جهانڪشائي ج-٢، ص ص ١٤٦-١٤٨. ترجمہ انگريزي Boyle Vol. II B+416-17، آثارالوزراء عقيلي، مطبوعہ طهران ١٣٣٧ ش-ص ٢٧١).

**٦٢٥ھ**: طبقات ناصري جو مصنف، قباچہ جي مرڻ بعد سلطان شمس الدين التمش (٦٠٧-٦٣٣ھ) جي قبضي جو ذڪر ڪندي لکي ٿو:... آن بلاد تا آب محيط فتح شد، و ملک سنان الدين جنيسر (چنيسر) کہ واليء ديول و سند بود بخدمت درگاهہ شمس الدين پيوست ...... (٥٢٣).

**٦٢٦ھ: معجم البلدان**: ياقوت حموي، متوفي ٦٢٦ھ.

**٦٣٤ھ**: سلطان رضيہ (٦٣٤-٦٣٧ھ) جو ذڪر ڪندي طبقات ناصريء جو مؤلف لکي ٿو تہ "از ممالک لکهنو تي تا ديول همہ ملوک و امراء انقياد نمودند..." (٥٣٧).

**٦٥٠ھ: العباب الزاخر و اللباب الفاخر**: از امام صاغاني (متوفي ١٩-شعبان ٦٥٠ھ، جمع جي رات) امام صاغاني ڪيترن سالن تائين سنڌ ۽ هند جي مختلف شهرن جو سفر ڪيو. هن ديبل جو شهر پاڻ ڏٺو. پهريون سفر ٥٩٠ھ کان ٥٩٥ھ تائين ڪيائين. ٥٩٥ھ ۾ سنڌ مان ٿيندو عراق هليو ويو. ٦٠٦ھ ۾ وري هندستان آيو ۽ ٦١٠ھ ۾ موٽي حج تي هليو ويو. ٦١٣ھ ۾ حج کان فارغ ٿي هندستان پهتو ۽ ٦١٥ھ ۾ بغداد واپس ٿيو. وري ٦١٦ھ ۾ خليفہ الناصرالدين جو سفير ٿي التمش جي دربار ۾ آيو. ڪتاب العباب لکندي، لفظ (بکم) تي پهتو جو ٦٥٠ھ ۾ اوچتو انتقال ڪيائين ۽ ڪتاب نامکمل رهجي ويو. جيڪي شهر هن ڏٺا تن جو ڪتاب ۾ جابجا ذڪر ٿيل آهي — چنانچہ ديبل جي سلسلي ۾ هيٺين عبارت لکي ٿو، جنهن مان معلوم پيو ٿئي تہ ٦٥٠ھ ۾ جنهن وقت ڪتاب هٿ ۾ هيس، ديبل موجود هو. — "ديبل سنڌ جي شهرن مان هڪ قصبو آهي، جتي بندرگاهہ آهي ۽ پڙا ٻگهہ ڪن ٿا. هتان جا عام رهاڪو نيڪ طينت آهن، پر قديم امير ۽ حاڪم، خواهہ هاڻوڪا حاڪم ۽ امير بد باطن آهن. بحري ڌاڙيلن سان سندن تعلق آهي، ۽ لٽ ڦر جي مال مان پنهنجو حصو

آڳاٽ ڏيندا رهن ٿا."—(عربي عبارت ڏسو معارف نمبر ٣، جلد ٨٣، صفحو ٢٢٣. ڪتاب جو روٽوگراف سينٽرل اسلامڪ ريسرچ انسٽيٽيوٽ ڪراچيءَ ۾ موجود آهي. تاج العروس ۾ زبيديءَ (مادهٔ دبل ۾ مٿين عبارت کي نقل ڪيو آهي. صاحب تاج العروس قصبي جي بجاءِ ديبل کي سنڌ جو پايهء تخت ڄاڻايو آهي.)

**٦٥٨هه: طبقات ناصري:** قاضي منهاج سراج جزجانيءَ ٦٥٨هه ۾ مُرتب ڪئي. پاڻ ڪيترو وقت قباچه وٽ، اُچ ۾ رهيو. هن ديبل جو ذڪر ڪيو آهي جيڪو مٿي ڏنو ويو آهي. (اسان جي سامهون آقائي حبيبيءَ جو پهريون ايڊيشن آهي.)

**٦٥٩هه: جهانڪشائي جويني:** از عطا ملڪ جويني. تاليف ٦٥٩هه— هن ۾ جلال الدين خوارزم شاهه جي آمد جو ذڪر ٿيل آهي، جيڪو مٿي ڏئي چڪا آهيون.

**٦٨٢هه: آثار البلاد:** قزويني، متوفي ٦٨٢هه. هن جو ماخذ اصطخري آهي.

**٧٣٤هه: رحله ابن بطوطه:** ٧٣٤هه ۾ لاهري بندر تان لهي سيوهڻ آيو. ديبل جو ذڪر ڪونه ٿو ڪري.

**٧٤٠هه: نزهت القلوب:** حمدالله مستوفي. ڪتاب ٧٤٠هه ۾ تاليف ٿيو.

**٧٤٩هه: مراصد الاطلاع:** از صفي الدين بغدادي (متوفي ٧٤٩هه) هي ڪتاب معجم البلدان ياقوت جو اختصار آهي.

**٨٢١هه: صبح الاعشيٰ:** قلقشندي، متوفي ٨٢١هه. چوٿين جلد ۾ امام صاغاني جي ڪتاب، العباب الذاخر جي حوالي سان ديبل جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

پويان چار ڪتاب قديم ڪتابن تان ورتل مواد تي انحصار رکن ٿا، انهن ۾ ذڪر اچڻ سبب اهو نه سمجهڻ کپي ته، ديبل انهيءَ زماني تائين موجود هو.

مٿين سال واري نقشي مطابق، امام صاغانيءَ ۽ منهاج سراج جي قول مان ثابت ٿئي ٿو ته ديبل ٦٥٠هه-٦٥٨هه تائين موجود ۽ آباد هو. البت دارالسلطنت جي بجاءِ قصبو بڻجي چڪو هو، جيئن امام صاغانيءَ ڄاڻايو آهي. ٧٣٤هه ۾ جڏهن ابن بطوطه آيو تڏهن ديبل يا ته صفا برباد ٿي چڪو هو يا ان جي بندرگاهه واري حيثيت ۽ اهميت ختم ٿي وئي هئي، جنهن ڪري ابن بطوطه لاهري بندر تان لهي سڌو سيوهڻ آيو. گويا منهاج سراج کان پوءِ ابن بطوطه تائين جو جيڪو منيءَ صديءَ جو عرصو گذريو، ديبل جو وجود انهيءَ عرصي اندر ختم ٿيو.

ديبل جي سلسلي ۾ سلسليوار حوالا مٿي اظر مان گذري چڪا. هن بعد ساڳي ترتيب سان ٺٽي جا حوالا ڏجن ٿا، جنهن مان ٺٽي جي قدامت، ۽ ديبل ۽ ٺٽي جي درميان جيڪو سالن جو وقفو آهي، اهو ظاهر ٿي ويندو.

## ٺٽو:

**٥٧١هه:** سلطان شهاب الدين محمد بن سام غوريءَ، بقول مبارڪ شاهي (تاليف ٨٣٨هه) ٺٽي ۽ اُچ تي چڙهائي ڪئي.

"... در سنه احدي و سبعين و خمسمايه سمت آچه و ٺٽه و ملتان لشكر كشيد، طايفئه ٺٽه در حصار آچه" محصر" شده، با سلطان محار به كردند..."(ص ٦)

طبقات ناصريءَ ٺٽي جي بجاءِ ديبل لکيو آهي. آثارالوزراء (عقيلي) ۾ وزيرنظام الملڪ جنديءَ جي تحت آهي:

"... چون سلطان شهاب الدين غوري فتح ممالک هند نمود آن ملک را بغلامان خود سپرد... و ٺٽه و آچه را به سلطان ناصرالدين قباچه داد..." (٣٢٩).

طبقات اڪبريءَ ۾ آهي ته:

"... سال ديگر (٥٧٨هه) بطرف ديول كه عبارت از ٺٽه است، لشكر برده تمام بلاد بحر را در ضبط در آورده...".

تاريخ مبارڪشاهيءَ ۾ ڄاڻايل ٺٽي جي لفظ لاءِ ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم و مغفور جو خيال، بلڪل صحيح آهي ته دراصل اهو ٺٽو نه بلڪ "بهاٽيه" آهي. (حاشيو معصومي)

حقيقت ۾ پوئين دور جا مؤرخ، ٺٽي جي مرڪزي حيثيت ۽ شهرت کي ڏٺي، ديول ۽ ٺٽي جي مابين ڪو به تفاوت ڪري نه سگهيا آهن.

**٦٦٧-٦٧١هه: ديوان تحفة الصغر:** امير خسرو (تولد ٦٥١هه-وفات ٧٢٥هه). هي ديوان ١٦ کان ١٩ ورهين جي عمر تائين چيل غزلن کي مرتب ڪري، امير خسرو تيار ڪيو. ان ۾ هڪ غزل آهي، جنهن جي مطلع ۾ "ٺٽه" جو قافيو آندو اٿائين.

سرو، چو تو، در آچه و در 'ٺٽه' نباشد،
گل مثل رخ خوب تو، البته نباشد.

(از تحفة الصغر (٦٧١هه) کليات عناصر دواوين خسرو، نولڪشور، ڪانپور (١٩١٦ع).

امير خسرو، خان شهيد وٽ ملتان ۾، (٦٧٨-٦٨٣هه) ۾ هو. صدرالدين بن بهاءالدين زڪريا ملتاني الويءَ دور جو آهي. قلندر لال شهباز ڪجهه وقت لاءِ ساڳئي خان شهيد وٽ رهي، پوءِ هتي سيوهڻ ۾ آيو.

مٿي ذڪر شعر مان صاف ظاهر آهي ته ٺٽو ٦٦٧هه ۽ ٦٧١هه ۾ نه فقط آباد، مشهور ۽ معروف هو، بلڪ ايترو بارونق ۽ متمدن شهر هو، جو شاعر، اتان جي خوبصورت گلن ۽ سروقد سهڻن جي تشبيه پنهنجي محبوب جي تعريف ۾ ڪتب آندي آهي.

**٦٦٩هه:** سلطان غياث الدين بلبن (٦٤٠-٦٨٦هه) جو پٽ محمد قاآن، جنهن جو ذڪر مٿي ٿي چڪو، ٦٦٨هه ۾ ملتان ۽ سنڌ مٿان حاڪم ٿي آيو. ٦٨٣هه ۾ مغلن جي لشڪر سان مقابلو ڪندي شهيد ٿيو ۽ تاريخ ۾ "خان شهيد" جي عرف سان مشهور ٿيو، ان جي حدن جو ذڪر ڪندي، صاحب تاريخ مبارڪشاهي (تاليف ٨٣٨هه) لکي ٿو ته: "... از مالم تاحد جناتي اقطاع او داخل ملتان بود... جناتي شصت کروه از ٺٽه پيشتر برسر دريا است..." (٤٢).

**۷۰۵ھ: مکاتبات رشيدي:** از خواجا رشيدالدين فضل الله طبيب. مشهور وزير (اباقا خان ۽ غازان خان) ۽ معروف مورخ (مولف تاريخ رشيدي) جنهن کي سلطان خدابندي ۷۱۸ھ ۾ قتل ڪرايو.

خواجه مذڪور پنهنجي پٽ عزيزالدين ابراهيم حاڪم شيراز ڏانهن لکيل هڪ خط ۾ لاهور ۽ سنڌ تي مغلن جي حملي جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن جي ڪمان سندس پيو پٽ جلال الدين خواجا (حاڪم اصفهان) ڪري رهيو هو. انهيء خط ۾ ئي جو ڳالهو ورتو ويو آهي.

عزيزالدين کي پڻ ۱۸-جمادي الاول ۷۱۸ھ (گزيده ۱-۳-۶۰۳) جو خدابندي قتل ڪرايو. سندس گهر ۾ علاءالدين بادشاه هند (۶۹۵-۷۱۵ھ) جي نيائي هئي.

مولانا محمدشفيع مرحوم (مرتب مکاتبات رشيدي) جو خيال آهي ته مذڪوره خط ۾ مغلن جي جنهن حملي جو ذڪر ڪيو ويو آهي، اهو ۷۰۵ھ جي لڳ ڀڳ ٿيو هوندو. خط جي ضروري عبارت هن ريت آهي:- "... فرزند جلال (جلال‌الدين خواجا، حاڪم بلدهٔ اصفهان)... قلعه لهاور را... باندک حملهٔ که کرده، مسخر ساخت. و از انجا باجماعت امرائي مغول بطرف ولايت سنده متوجه شد. طايفهء مخاذيل که درسلک (کذا) انتظام يافته بودند. و درثغور ولايت مذکور جمع‌آمده و درراه لشکر ايران، دام خديعت انداخته وچون شيران آدمي خوار کمين ساخته، چون دانستند که قهرمانان لشکر ايران و قلب شکنان جند ايلخان، همهمهٔ افراس را نوائي قانون و غنائي ارغنون مي شمرند، و جُمجُمهٔ راس را کاس صهبا و جام حُمَيّامي پندارند، وصف هيجا و قلب وغا چون دريا درجوش، وچون رعد درخروش مي آيند، چون باد، روئي بهزيمت لهادند، و درجزاير و آجام مختفي شدند. و امرائي مُغول بتالان منال ومواشي و تاراج جوانب وحواشي مشغول گشتند. اما فرزند جلال، چون رُجوم نجوم که درپي عفاريت رانند و رولد، درپي ايشان بشتافت. وآن جماعت را بحدود جزايد بکر" وآچ" ودِحال لاهري و"تته" بتافت... الخ" (ص ۳۲۵).

**۷۲۰ھ:** سلطان قطب الدين مبارڪشاه (۷۱۶-۷۲۰ھ) بن سلطان علاوالدين خلجي (۶۹۵-۷۱۵) کي، خسرو ملڪ ۷۲۰ھ ۾ قتل ڪري تخت تي ويٺو. جنهن کي وري ساڳي سال سنڌ جي گورنر غازي ملڪ تهه تيغ ڪيو ۽ هو پاڻ سلطان غياث‌الدين تغلق (متوفي ۷۲۵ھ) جي لقب سان تخت نشين ٿيو. تحفةالڪرام جو قول آهي ته انهيء دور ۾ ئي تي سومرن قبضو ڪيو. (تڪ فارسي- تحت غازي ملڪ).

**۷۵۲ھ:** سلطان محمد تغلق ٺٽي کان ڇوڏهن ڪوه پري هو جو پاڻ ڪائي بيمار ٿيو ۽ ۲۱-محرم ۷۵۲ھ جو فوت ٿيو. سلطان فيروز انهيء جاء تي (۲۳-مارچ ۱۳۵۱ع) تخت نشين ٿيو ۽ سندس لاش ڪٺائي سيوهڻ کان ٿيندو دهلي هليو ويو. تاريخ مبارڪشاهيء جو مصنف لکي ٿو: "... معهذا قصد تهته کرده تاطغي راکه آنجا گرفته بر آن طايفه بدست‌آورده بکشند...

چون سلطان نزديک تهته رسيد، بازهمان زحمت عود کرد بيست و يکم ماه محرم سنه اثنين و خمسين و سبعمائه برلب آب سند، برحمت حق پيوست ..." (۱۱۷).

**۷۹۳-۶۳ هہ تاريخ فيروزشاهي:** عفيف برني (تاليف ۸۰۱هہ) سلطان محمد جي وفات بعد فيروز تغلق دهليءَ مان ڪاهہ ڪري ٺٽي تي آيو. تاريخ فيروزشاهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ ٺٽو عظيم شهر هو. قلعو ايترو مضبوط هو جو ان جو فتح ڪرڻ مشڪل ٿي پيو. پهريون دفعو فيروز مايوس ٿي واپس ويو، ٻئي دفعي ٺهي جَڙي آيو. عفيف جو قول آهي تہ "ٺٽي جو ڄام مجبور ٿي سيد جلال‌الدين جهانيان جهان گشت کي اُچ مان گهرائي، وچ ۾ وجهي، سلطان فيروز سان صلح ڪري پيش پيو. ليڪن عبارت جي انداز مان ظاهر پيو ٿئي تہ جهانيان جهان گشت کي گهرائڻ ۾ سلطان فيروز جو بہ هٿ هو. بهرحال هتي تہ اهو موضوع خارج از بحث آهي. هن هيٺ اسان اهي سڀئي عبارتون نقل ڪيون ٿا جن مان ظاهر ٿيندو تہ ٺٽو تمام وڏو ۽ مضبوط شهر هو-ٺٽي جو قلعو ناقابل تسخير هو-قلعو ايترو وسيع هو جو منجهس لکين لشڪر رهي سگهيو ٿي-سنڌي لڙائيءَ جا جوڌا ۽ ڪوڏيا هئا-حب الوطني ۽ وطن جي دفاع جي احساس جي شدت، انهيءَ حد تائين منجهن هئي جو سنڌ جي عامي ماڻهن بہ پنهنجي جان قربان ڪرڻ کان ڪين ٿي ڪيٻايو. چنانچہ ڪڇ جي "ڪونجي" رڻ ۾ رهبر ٿي رولڻ جو واقعو ان جو شاهد آهي.

"... آباداني تهته دردو محل بود، يک محل کرانه لبِ آب سنده جانبِ دهلي. دوم محل گذار لبِ آب سنده. جانب تهتيان بسيار و بيشمار مرد انبوه، هر يکي باشکوه ملک هر يک تن چو الجمن بود باگرانيءَ کوه، جمله مرد جنگي. چناچہ از احوال قوت و جلادت ايشان، ميان جهان و جهانيان معلوم و روشن. دران ايام جام برادر رائي آنرو بانبهنه برادر زاده او، ضابط تهته بودند. انواع رعنائي در ميدان خود نمائي ميمنمودند ... جميعت بسيار جمع کردند، ولايت ايشان بسيارو بيشمار است." (عفيف ص ۱۹۹)

جڏهن جنگ شروع ٿي، ان وقت جي ڪيفيت بيان ڪندي مؤلف لکي ٿو:

"... جام و بانبهنه خود کام، با جميعت تمام مستعد شده، باسوار بسيار و بيشمار از ميان بيرون آمدند ... (۲۰۱)

"... و جميعت تهتهيان موازنه بيست هزار سوار جرار — هر يکي در زور دلاوري کند آورِ روزگار — و موازنه چهار لک پياده نامدار با اين جمعيت فراوان و قوت بي پايان طائفه تهتهيان در آويز کردن لمي توالستند ... (۲۰۲)

"... تهتهيان با آن قوت بي پايان درون حصار ميخزيدند ..." (۲۰۳)

انهيءَ دفعي جنگ مان فيروز، ناڪام، مايوس ۽ نامراد ٿي دهليءَ هليو ويو، ۽ وري پيهر موٽي آيو. انهيءَ سلسلي ۾، تاريخ مبارڪ شاهيءَ جو قول آهي:

"... آن (فیروز) نگرکوت را فتح کرده از آنجا عزم تهته نموده. چون در تهته رفت، جام بانبهنه که ضابط تهته بود، بقوت آبگیر محصور شده، مدتي محار به کردند... بضرورت ناچار، بعد کوشش بسیار جانبِ گجرات روان شد..." (ص ۱۳۱)

**۷٦٥هه: تاريخ فيروزشاهي:** عفيف (تاليف ۸۰۱هه). ٻهرينءَ ڪاهه وقت سلطان فيروز جي لشڪر ۾ نوي هزار سوار، چار سؤ اسي هاٿي، ۽ پنج هزار ٻيڙيون ۽ بي انداز پيادا هئا. ۽ جام وٽ ويهه هزار سوار، ۽ چار لک پيادا هئا(۱). جام جو اهو سڄو لشڪر ٺٽي ۾ قلعبند هو. ان مان قلعي ۽ شهر جي وسعت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. پٺي حملي لاءِ عفيف لکي ٿو:

"... و طائفهٔ سندهيان باقوت فراوان و جلادت بي پايان، گذاري لبِ آبِ سنده تا هفتاد کروه بحر، سوار و مرد جرّار حائل بودند. در قسم هوشياري و بيداري کوشش مينمودند، گذار شدن ممکن نبود... (ص ۲۳۴ عفيف)

"... ملک عمادالملک و ظفرخان بالشکر فراوان و افواج بي پايان، صد و بيست کروه باز گشته فرود بهکر گذار شده در زمين تهتهيان درِ آمده. تهتهيان نيز با جميعت انبوه سوار و پياده با شکوه، از درون حصار بيرون آمدند. ميان هر دو طرف جنگ سخت شده که، در تحرير نا گنجد. و سلطان فيروزدربن بر بود. اگرچه حصار تهته مينمود..." (ص ۲۳۵).

ٺٽي جي لشڪر کي فيروز جو اهو ڪٽڪ زير ڪري ڪون سگهيو. آخر ٺٽون لشڪر دهليءَ ڪان گهرائڻو پيس. (ص ۲۳٦) ۽ تقريباً سڄيءَ مملڪت مان آدمذات اچي گڏ ٿي. (۳۷-۲۳۸) عفيف جو چوڻ آهي ته: "ٺٽي وارن وٽ جيڪو آن" هو سو هنن فيروز کي ٻهرئين دفعي پچائي ڪيڻ ڪان پوءِ، بي آلکو ٿي، پنهنجن زمينن ۾ ٻج ڪري وجهي ڇڏيو هو. هيءَ جو مٿن اوچتو خلاف اميد بي چڙهائي ٿي، ان لاءِ نه هو تيار هئا ۽ نه وٽن ڪاڏ خوراڪ جو پورو بندوبست هو. مقابلا ۽ مجادلا ڪندي آخر ڏڪار ۾ مبتلا ٿيا. تنهنڪري 'جام ۽ بانبهنه'، سيد جلال الدين جهانيان جهان گشت کي اُچ" مان خاص ماڻهو موڪلي گهرايو. (ص ۲۴۰)

عبارت جي انداز مان ائين پيو ڀکي ته سلطان پاڻ سيد ڏانهن ماڻهو موڪليو هو. (ڏسو صفحو ۲۴۱-۲۴۲). آخر سيد صاحب جي وچ ۾ پوڻ ڪري صلح ٿيو ۽ بقول عفيف جي: جام ۽ بانبهنه، فيروز جي اچي پيش پيا. "انهي طريقي" جي فتح تي، عفيف بيت لکيو آهي، جنهن ۾ ٺٽي جو نالو اچي ٿو:

هم تهته بدست آمد و هم کار فراهم شد
المنة لله که، اين هم شد و آن هم شد. (ص ۲۴۷)

---

(1) The Dehli Sultanate: by Mahajan, 1963, pp. 142 & Ishwari Parshad, p. 164.

جام ۽ بالبهنه کي، فيروز پاڻ سان دهلي ورتيون، ۽ ٺٽو، جام جي پٽ ۽ تماچيءَ برادر بانبهنه (پسر جام و تماچي بردار بانهبنه) جي سپرد ڪيائين. (ص ۲۴۷) جن چار لک تنڪا ساليانو خراج ڏيڻو ڪيو.

عفيف جو چوڻ آهي ته اها (ٺٽي ۽ گجرات جي) سر زمين فيروزشاهه جي دور ۾ فتح ٿي، جنهن کي سلطان معزالدين (شهاب الدين) محمد سام جي زماني کان وٺي هن وقت تائين ڪوبه فتح ڪري ڪونه سگهيو هو. سلطان علاوالدين خلجي (۶۹۵-۷۱۵هه) پنهنجو ڪٽڪ سلطان روم خواهه سلطان حسين جي امدادي لشڪر سميت ڪاهي آيو، تاهم فتح نه ڪري سگهيو. (ص ۲۵۱).

انهيءَ فتح تي عفيف هيو شعر پڻ چيو آهي، جنهن ۾ ٺٽي جو نالو آهي.

در تهته چو شاهه رخ نهاده،
شاهانش دو ديده ها فتاده،
آورده همه برابر خويش،
گنجينه بداديش ز حد بيش. (ص ۲۵۳)

دهليءَ اندر جن جاين ۾ جام ۽ سندن ساٿين کي رهايو ويو، ان جو نالو "سرائے تهته" مشهور ٿي ويو هو (ص ۲۵۳).

انهيءَ ٻوئين فتح جي سلسلي ۾ تاريخ مبارڪشاهيءَ جي تحرير هن ريت آهي:

"...چون سلطان، بار دوم در تهته رفت، جام بانبهنيه امان خواست بحضرت پيوست و بمراهم مخصوصي شد. سلطان او را باتمام مقدمان آن طرف، برابر خويش در دارالملک دهلي آورد. چون مدتي خدمت کرد، سلطان باز جام را اقطاع تهته داد. و باترتيب تمام روان گردانيد..." (ص ۱۳۱).

**۷۶۵هه: قصائد مطهرڪڙه:** (متوفي در حدود ۷۹۰هه) مطهر شاعر ڪڙي جو ويٺل ۽ فيروزشاهه تغلق جو مدح خوان هو. ملڪ الشرق عين الملڪ ماهرو — جيڪو ان دور ۾ ملتان ۾ صوبدار هو — ان جي مدح ۾ پڻ سندس قصيدا آهن. مطهر ٻه قصيدا فيروز تغلق جي مدح ۾ چيا آهن، جن ۾ ٺٽي جو ذڪر موجود آهي. انهن قصيدن مان ٺٽي جي اهميت ۽ مدنيت واضح ٿئي ٿي. هڪ قصيدي ۾ فيروزشاهه جي فتوحات، اخلاق، حسن انتظام وغيره جي تعريف ڪندي، ٺٽي جو ذڪر هن ريت ڪري ٿو:

و ز جملهء فتوح، ڪُل فتح، **تهتة** بود،
کز استماع آن همه خلق انتشار بود.
فتحي ڪه درهواد ٿي همت، قلاده بست،
فتحي ڪه در سواعد دولت، سوار کرد.
فتحي ڪه ني تهمتن ايراني، آنچنان،
در عمر، ني سکندر رومي نجار کرد.

در موضعی چنان که ز سختیء او سپهر،
انگشت حیرت از سر دندان فگار کرد.
دریا و پنج آب، ز هر چار سوئے او،
گشته یکی دو چشمِ تو چندانکه کار کرد،
کشتیء بی نهایت و مردان بی قیاس،
هر یک بلی که لیزه چو رستم گذار کرد.
جیشی چو مار و مور، که هر یک برائی تیر،
برخاشِ چشم مور و هدف، گوشِ مار کرد.
شاه جهان که خاطر او هر مهم که خواست،
کردن کفایت از کرمِ کردگار کرد.
همت چسو برکشادن این جایگاه بست،
آثار خسروی بجهادش جهار کرد.
چندان سپاه برد، که از سم مرکبان،
صحرا ستوده آمره دریا غبار کرد.
هر روز نهب و غارت و هردم نبرد و جنگ،
میکرد تا دیار عدو، پُر دمار کرد.
تاعاقبت چوکار بسکّان آن مقام،
در اضطراب آمد و حال اضطرار کرد.
دادند سر بطاعت و جستند امان شاه،
شه داد امان و برکرم امیدوار کرد.
صفدار سنده 'بانبهنیا' را وراي 'جام'
اندر رکاب باهمه خلق و تبار کرد.
تنها نه این فتوح، که در هر ولایتے
صد این چنین فتوح، دگر برمرار کرد.
حصرِ صفات شاه، چو در وسع عقل نیست،
میخواهم ازثنا، بدعا اختصار کرد.
تا باد صبحگاه، در ایام نوبهار،
دامان خاک پر گوهر آبدار کرد.
یادت بهار عیش منوّر، که درجهان،
بخت تو، خاک تیره چو مشک تتار کرد.

خاص ٺٽي جي فتح تي مطهر هيٺيون ترڪيب بند چيو آهي:

بزمي است بهر سوئي و نشاطي بهرسري،
باغي بهَر رَهي و بهشتي بهردري،
هرجا نهاده نخلي و هرجائي مجمري،
هرجانبي صراحي و هرسوئي ساغري،
هريڪ چنان ڪه درشب تاريڪ اختري،
مه روئي ومشڪ موئي وشڪرخنده شمع تاب.

هر لعبتي نطيف، چو نورسته نارون،
گل روئي سر وقد و سمن ساق و سيمتن،
شڪر لبي، ڪه شهد شود، در لبش، لبَن،
آرد نبات را زهوَس آب در دهن،
چشمان و ابروان و بر وبازوان و تن،
چون نرگس و بنفشه و نسرين و نسترن،
رفتار شان قيامت و گفتار شان فتن،
ديدار شان بهشت و جدائي شان؟ عذاب.

تانهضت، رڪاب همايون، شنيده اند،
خاصان و خاصگان ڪه درين جائي بوده اند،
صدگونه عيش و عشرت و شادي فزوده اند،
صدگون(۱) عوس بر بستن اذي(۲) نموده اند،
سرهائي قبه برسر افلاڪ سوده اند،
و اعلام او بعالم علوي شنوده اند،
گوئي ڪه: گوئي حسن، زجنت ربوده اند،
اين قبهها بزينت و اين ڪلتها بتاب.

هر قبهء چو گنبد گردون چمبري،
نقش و نگار او همه مريخ و مشتري،
پوشيده اند، رنگ هم شقر و شستري،
از سبز و سرخ و زرد و بنفش و معصفري،
سقف و ستون او همه از زر جعفري،

... ... ... ...
... ... ... ...

(۱) گونه (۲) آذين، بمعنيٰ آرايش.

نے لے که شهر نیست، بهشتے است دلپذیر،
آراستـه بسندس و استبرق و حریر،
حوران در و کواعب، اتـراب، بے نظیر،
سلسال و سلسبیل در و چشمه و غدیر،
وز شربت و شراب، خمیرش در آبگیر،
جاري هزار جوئے مے و انگبین و شیر،
آبش همه گلاب و گلابش همه عبیر،
خشتش ززر، سرخ و زمینش ز سیم تاب.

اکنون که از شکوه شهنشاه، روز، جنگ،
باز، ظفر رکاب عدو کردہ چون کلنگ،
مائیم و صحن گلشن و صهبائے لاله رنگ،
و آواز نائي نغمه، رود و نوائے چنگ،
باساقیان، دلبر و باشاهدان، شنگ،
در سایهائے تیره و در جایهائے تنگ،
ایمن زدرد و انده و فارغ ز نام و ننگ،
که در نشاط و نوش و گهے در خمار و خواب.

... ... ... ...

... ... ... ...

فیروز شد که افسر، شاهان، عالم است،
مهدي تاج بخش و سلیمان خاتم است،
دست و دلش که محیي ابنائے آدم است،
تریاک و نوشدارو و اکسیر اعظم است،
فیض، سحاب لجه، دریائے قلزم است،
دستش بگاه جود و سنانش گه، حراب،

شاهي که چرخ مسند و خورشید افسر است،
سلطان، شش جهات و شه، هفت کشور است،
در فر و بال، همچون، فریدون و نوذر است،
در رزم و بزم همبر، سام و سکندر است،
کشورکشا و خصم کُش و ملک پرور است،
دانش پژوه و دین طلب و داد گستر است،
کین توز و تاج بخش، چو محمود و سنجر است،
صفدار و سرفراز چو سام و فراسیاب.

ديدي كه شه چه معجزه بنمود در جهاد،
كانصاف رزم بستد و داد نبرد داد،
در يك لگام ريز كه شد دروغا نهاد،
اقليم سنده و مملكت و مولتان كشاد،
فتحے نمود روكه، نه دارد كسے بہ ياد،
زامروز تا زمان، كيومرث و كيقباد،
بشنو كنون، حكايت اين فتح با عتقاد،
تا گويمت تمام، بايجاز و انتخاب.

'تهته' كه آن جزيرهٔ، بلائيست پُرٌ كهف،
درياش يك طرف شد و پنج آب يك طرف،
صحراش بے نبات و بيابانش بے عَلَف،
زرها در و تبه شد و اقليمها تلف،
كشتي، كوه كاف بگردش كشيده صف،
جنگ آوران بدو همه شمشيرها بَكَف،
در موج او نه مدخل ماهي ونے كشف،
براوج، او نه مهبط شاهين ونے عقاب.

صفدار "سنده" 'بابنهان' كه در سنده او مقام،
باسرفراز "رائي تماچي" و "رائي جام"،
بركرد شان، زخيل و تبار و خواص و عام،
جيشي كثير همچو، هجوم، نجوم، شام،
غيراز يلان جلد و جوانان تيزگام،
هريك بسان رستم و اسفنديار و سام،
القصه اين سران ولايت همه تمام،
بكجان و يكزبان شده، در همچنن حراب.

برحكم آن غرور كه داريم جائے تخت،
اسپان بادپائے و فراوان سلاح و رخت،
بالشكر، گران كه كند، كوه لخت لخت،
برخاكبوس مانده درين بندگي، سخت،
برتافتند روئے بتلقين تيره بخت،
هر تيغ و نيزه شان' چو يكے شاخ از درخت،
شاه جهان ز خنجر خونريز كينه اخت،
و انديشه كرد، كردن آن جايكه خراب.

چندان سپاه برد که دریا و دشت کوه،
از سم اسپ و آهن و فولاد شد ستوه،
صفها کشیده خول امیران گران شکوه،
هر یک صفی چو سد سکندر بصد کروه،
با هول و هیبتي که کند شوکت و شکوه،
در لرزه بُد زمین و دل مرد دین پژوه،
میخواستند صبحدمان بردم خروس،
کز بیخ بر کنند بیکبار آن خراب.

... ... ... ...

... ... ... ...

کان قوم هم بسهم سیه رويء تافتند،
تا کرده رزم سینه ز هیبت شکافتند،
چندان که چاه غور کز اندیشه کافتند،
جز عجز و مسکنت ره دیگر نیافتند،
لابد رسن زموئی سر و ریش بافتند،
بردند روئی عجز بدرگاه آن جناب.

شاهجهان بموجب آن جمله را لواخت،
و زجاه و منزلت سرشان بر فلک فراخت،
اسپان تنگ پشت بزرین ستام و ساخت،
و اجناس جامها که در و لعل و در نشاخت،
چندان بداد شان که نه کس حد آن شناخت،
لي حد آن بدید اگر جان و تن گداخت،
ابري ز جود برسر آن بستگان بتاخت،
کز فیض گشت غرقهء احسان بجمله باب.

آري چنین کنند سلاطین شکارها،
و زبخت شان برآید ازین گونه کارها،
این ست آن فتوح که در روزگارها،
مانند خسروان جهان یادگارها،
زین گونه کارها ست که رفته ست بارها،
صیت شهان و نام سهان در دیارها،
تنها نه آن حصار که چندین حصارها،
کرده است شاه فتح بیک جنبش رکاب.

...    ...    ...    ...
...    ...    ...    ...
این خسروي که برسر تاج کیان توئي،
تخت آسمان و اختر آن آسمان توئي،
جسمي است نه فلک که درو نور جان توئي،
دارا توئي، قباد توئي، اردوان توئي،
عیسيء عهد و مهدي آخر زمان توئي،
کز تیغ تست، فتنهء دجّال را جواب.

گرمن قلم زجملهء شاخ گیا کنم،
دریا دوات سازم و دفتر سما کنم،
پس خواهم این که حق مدیحت قضا کنم،
هر لحظه دفتري دو سه اندر ثنا کنم،
با اینک این بمدت نا منتها کنم،
حرفے ز دفتري نتوانم ادا کنم،
چون عاجزم ز مدح سزد گر دعا کنم،
زیرا دعائے عاجز مسکین ست مستجاب.

شاها حیات و دولت و ملکت دوام باد،
چرخ بزینت از بُن دلدان غلام باد،
ماهت نگین خاتم و خورشید جام باد،
ساقیست خضر و چشمهء حیوان مدام باد،
رایات تو ز نصرت تو بر دوام باد،
زاکنوش تا قیام قیامت قیام باد،
تخت تو تازه روئي و دولت شاد کام باد،
فرّ تو کامگار و شکوه تو کامیاب (۱).

**۷۸٦ھ:** ٺٽي جي شيرازي انجوي ساداتن جا وڏا، سيد محمد ۽ سندس پٽ سيد احمد ۷۸٦ھ ۾ شيراز ڇڏي، قندار، سيوهڻ ۽ ساموئي کان ٿيندا، قاضي نعمت‌الله عباسيء سان رشته داريء سبب ٺٽي ۾ قاضين جي محلي ۾ جاين ۾ اچي آباد ٿيا.

حافظ شيرازي رحمة‌الله عليه، سيد محمد سان گڏجي شيراز مان سنڌ اچڻ لاء هليو، ليکن سيد محمد کيس قندار مان موٽائي شيراز موڪليو، جتي ۷۹۱ھ ۾ سندس انتقال ٿيو، اهو ساڳيو سال آهي (۷۹۰-۹۱ھ) جنهن ۾ مظهر کڙو به فوت ٿيو، جنهن جا ٻه قصيدا مٿي ڏيئي آيا آهيون.

(۱) اورينٽل ڪاليج ميگزين، مقالہ: وحيد مرزا، مئي ۱۹۳۵ع.

سيد محمد ۽ سيد احمد جي اچڻ جي تاريخ، "بسم الله الرحمان الرحيم" مان (۷۸۶هه) نڪري ٿي.

صاحب رسالہ "معارف الانوار"، "ديبل ٺٽو" ڳڏي، (عازم بلاد ٺٽہ يعني ديبل شدند ص ۱۱۰) لکيو آهي، ليڪن ان مان مطلب 'ٺٽو' آهي، جيئن ٻئي هنڌ لکي ٿو:

"بجانب بلده طيبہ ٺٽہ تشريف آوردند" (ص ۱۱۷).

سيد محمد جي وفات (۱۰-محرم ۸۰۰هه) بعد، سيد احمد، سيد پور مان لڏي، مستقل طرح اچي ٺٽي ۾ مقيم ٿيو.

**۷۹۳هه: ڄام تماچيءَ جي بغاوت:** فيروز تغلق، ٺٽو، ڄام بابنيہ جي پاڻ کي ڏيئي ويو هو. چند سالن بعد، ڄام تماچي بغاوت تي آماده ٿيو ٿو ڏسجي. خبر پوڻ تي، سلطان فيروز، دهليءَ مان 'ڄام' کي سنڌس سرڪوبيءَ لاءِ روانو ڪيو. جنهن کيس گرفتار ڪري، دهليءَ موڪليو. عفيف لکي ٿو:

"... معهذا چون ازين سخني چند سال گذشت، و تماچي برادر بابنيہ در ٺٽہ برگشت، حضرت شهنشاه (فيروز) ڄام را براي دفع شر او، در ٺٽہ فرستاد. ڄام در ٺٽہ رسيد و تماچي را سمت شهر روان گردانيد ..."

ڄام بابيني جي سلسلي ۾ عفيف لکي ٿو:

"... و بابنيہ هم در دهلي ماند ... چون سلطان تغلق شاه بپادشاهي نشست (۷۹۰هه) بابنيہ را چتر سپيد داد و در ٺٽہ روان کرد. بابنيہ در اثنائي راه جان بحق سپرد ..." (۲۵۴)

گويا ۷۹۰هه ۾ بابينو موٽي وطن آيو ٿي، جو رستي ۾ فوت ٿي ويو.

**۸۲۳هه: تاريخ مبارڪ شاهي:** (تاليف ۸۳۸هه) مؤلف، سلطان معزالدين ابوالفتح مبارڪ شاه (۸۲۴-۸۳۷هه) جي تخت لکي ٿو: ۸۲۳هه ۾ جسرت شيخا کهوکهر (؟) بغاوت ڪئي، جنهنڪري جمادي الاول ۸۲۳هه ۾ ڪشمير جو بادشاه سلطان علي لشڪر ڪاهي ٺٽي تي چڙهي آيو. (در ولايت ٺٽه آمده) ... (ص ۱۹۴).

بنگال ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي مطبوع نسخي ۾ انهيءَ جاءِ تي ٺٽي جو نالو، ڪتابت جي غلطيءَ سبب آيل ٿو ڏسجي. ورنہ ڪشمير جي بادشاه علي ۽ جسرت جو نالو، سنڌ جي تاريخ ۾ ڪنهن بہ عنوان سان نہ اچڻ گهرجي.

مٿين سڄي مذڪور مان ظاهر ٿيو تہ ٺٽو ڄام نظام الدين کان ٻہ سو ورهيہ اڳ موجود، بلڪ سنڌ جو پايہ تخت هو. **ديبل** جو ٽالو تاريخ جي صفحن تان ۶۵۸هه کان پوءِ گم ٿيو، ۽ ۶۷۱هه کان اڳ **ٺٽو** ان جو قائم مقام بڻيو. وچ ۾ وٿي فقط ۹ يا ۱۳ سالن جي پئي. امير خسرو مٿي ڏنل شعر، ۱۶ ۽ ۱۹ سالن جي عمر ۾، يعني ۶۶۷هه ۽ ۶۷۱هه جي درميان چيو آهي. ۽ شعر مان صاف معلوم پوو ٿي تہ، جنهن وقت اهو شعر تصنيف ٿيو، ان وقت هندستان جي پايہ تخت دهليءَ ۾ ٺٽي جي شهر ۽ اتان جي ماڻهن جي خوبصورتيءَ جي عام

واڪاڻ هئي — انهيءَ ڪري ڪو بہ سبب ڪونہ آهي، جو اسان مٿين تاريخي شهادتن جي آڌار تي اهو تسليم ڪيون تہ:
(۱) ٺٽو ۽ ديبل ٻئي هڪ وقت موجود هئا.
(۲) ٺٽو ۱۰٦۵هہ (خسرو جي چمڻ) کان گهڻو اڳ آباد ٿيو هو.
(۳) ورنہ ناممڪن هو جو آباد ٿيڻ بعد ۹ يا ۱۳ سالن جي مختصر عرصي ۾ ايڏي واڪاڻ پيدا ڪري، جو ۱٦ يا ۱۹ سالن جو نوجوان متاثر ٿي ان جي تشبيہ ڪم آڻي.
(۴) ٺٽو موجود هو، ليڪن ان جي اهميت ديبل جي زوال کان پوءِ تمام سنت ملي.
(۵) اهوئي سبب ٿيو جو ماڻهن جي ذهن تان ديبل جو نالو اجان لٿوئي ڪونہ هو، جو ٺٽي جي شهرت شروع ٿي، جنهنڪري ماڻهن جي زبان تي "ديبل ٺٽو" گڏجي آچار هيث آيا.
انهيءَ گڏيل اچار سبب مؤرخن ۽ مصنفن ۾ اشتباہ پيدا ٿيو، جنهنڪري هنن جڏهن بہ — 'ديبل' — جو ذڪر ڪيو تہ — 'ٺٽو' — لکي ويا. يا جڏهن — 'ٺٽي' — جو نالو ورتائون تہ — 'ديبل' — سندن قلم مان لڪري ويو، يا ٻنهي کي گڏي — "ديبل ٺٽو" — ڪري ڇڏيائون.
جهڙيءَ ريت شهاب الدين غوريءَ جي فتوحات جي ذڪر ڪندي — ٺٽو — بيان ڪيو ويو آهي: يا جيئن معصوميءَ خواهہ تحفة‌الڪرام جو مصنف — ديبل ٺٽي — ۾ ڪيترين جاين تي فرق ڪري ڪونہ سگهيو آهي:

جهڙيءَ ريت، تاريخ معصوميءَ جو مصنف عربي فتوحات جي ذڪر ڪندي لکي ٿو: "... بندر ديول کہ درين ايام بہ بندر تهته و لاهري مشهور است ... " (ص ٦) يا ديبل جي فتح جي بيان ڏيندي لکيو اٿائين: "... و لشکر اسلام بہ فيروزي، عنان عزيمت بہ تسخير تهتہ معطوف داشتہ، باندک زمانہ تهته را مسخر ساختند ..."
ساڳي غلطي ڪندي سلطان محمود غزنويءَ جي فتوحات ۾ بہ ٺٽي(۱) جو نالو ڪنيو ويو آهي: "... وچون در نصف ماه رمضان سنہ ست و عشر و اربعمائہ، سلطان محمود غازي از دارالملک غزني عزيمت هندوستان نموده، بخطهء ملتان رسيد ... عبدالرزاق وزير ... در سنۂ سبع عشر و اربعماية متوجهہ سيوستان و تهته شد ..."(۲).
اهڙيءَ ريت جلال الدين جي سلسلي ۾ بہ — 'ديبل' — جي بجاءِ — 'ٺٽي' — جو ذڪر ڪيو ويو آهي(۳).
ٺٽي جي مذڪور کي ختم ڪندي آخر ۾ دکني زبان جو هڪ شعر ڏجي ٿو، جيڪو آهي تہ جهانگيري دور جو، ليڪن ان ۾ ٺٽي جي جيڪا تعريف ٿيل آهي، تنهن مان اندازو ڪري سگهبو تہ انهيءَ زماني ۾ دکن ولايت اندر، ٺٽي ننگر جي ڪهڙي واڪاڻ هئي. اهو شعر عثمان شاعر جي مثنوي "چتراوليءَ" ۾ نظم ڪيو آهي:

هيرے سي ٹهٹه نگر سوهاوا،
بيهن هـرن سيو بـن گنجاوا.

يعني "ٺٽو نگر هيري جهڙو خوبصورت آهي، منجهس سارين جون سايون پوکون، هرڻ، ڪشادا ۽ سهڻا جهنگل موجود آهن!"

(۱) تاريخ سنڌ، معصوم بکري ص ۲۱. (۲) تاريخ سنڌ، معصوم بکري ص ۳۲. (۳) تاريخ سنڌ، معصوم بکري ص ۴۳.

لطف الله بدوي

# سر بارٽل فريئر

## (سنڌ جو هڪ مدبّر ڪمشنر)

## ١٨٥١ع-١٨٥٨ع

مشهور انگريز غاصب سر چارلس نيپيئر، سنڌ جي گورنري کان سن ١٨٤٧ع ۾ علحدو ٿيو. سنڌس هلي وڃڻ کان پوءِ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن فيصلو ڪيو تہ سنڌ جو بمبئي جي پرڳڻي سان الحاق ڪيو وڃي ۽ آئنده هي ملڪ، بمبئي جي گورنر جي ماتحت ٿي رهي. هن فيصلي کان پوءِ سنڌ جي آزاد حيثيت ختم ٿي وئي. نئين نظام هيٺ بمبئي گورنمينٽ جو چيف سيڪريٽري مسٽر پرنگل سنڌ جو پهريون ڪمشنر ٿي آيو. نيپيئر جي حڪومت جي سڄي دور ۾ (١٨٤٣-١٨٤٧ع) فوجي راڄ قائم رهيو. جنهنڪري سنڌ جي ماڻهن کي هڪ عجيب استبدادي دور مان گذرڻو پيو. پرنگل جي دور ۾، نيپيئر وارو استبداد تہ نہ رهيو هو، مگر هو ڪوشش ڪري پنهنجي پيش رو جي نقش قدم تي هلي رهيو هو. سن ١٨٥٠ع ۾ هو نامعلوم سببن جي ڪري پنهنجي عهدي کان مستعفي ٿي ويو. بمبئيءَ جي گورنر لارڊ فاڪلنڊ سنڌس استعيفا کي قبول ڪيو ۽ سنڌس جاءِ لاءِ، پنهنجي مليٽري سيڪريٽري مسٽر مالويل جي سفارش ڪئي. مگر بمبئي جي ڪائونسل، مسٽر مالويل جي نالي جي مخالفت ڪئي، ڇو تہ هنن نٿي چاهيو تہ سنڌ جي حڪومت وري ڪنهن فوجي آفيسر کي سپرد ڪئي وڃي. معاملو هندستان جي گورنر جنرل ڊلهائوسي تائين وڃي پهتو. جنهن بمبئي ڪائونسل سان اتفاق ڪري، گورنر کي لکي موڪليو تہ ڪنهن سول سروس جي لائق ماڻهوءَ جو نالو سفارش ڪري موڪليو وڃي. لارڊ فاڪلنڊ، گورنر جنرل جي حڪم جي تعميل ڪري، هڪ نوجوان آفيسر بارٽل فريئر جو نالو سفارش ڪري موڪليو، پر هن دفعي بہ ڪائونسل جا ٻہ ميمبر، گورنر جي راءِ سان متفق نہ ٿيا ۽ هنن اعتراض ورتو تہ هيءَ هڪ نوجوان آفيسر جي مقرري آهي، جنهن کي ايڏي دوردراز ملڪ جي انتظام هلائڻ جو ڪوبہ تجربو نہ آهي. ان کان سواءِ، ڪيترائي سرڪاري ملازم، جن جي ملازمت جو عرصو، فريئر کان نهايت گهڻو آهي، پنهنجي جاءِ تي متاثر ٿيندا. مگر هن ڀيري لارڊ فاڪلنڊ پنهنجي فيصلي تي مضبوط ٿي بيٺو ۽ دڙڪو ڏنائين تہ جيڪڏهن سنڌس راءِ کي قبول نہ ڪيو ويو تہ هُو پنهنجي عهدي کان مستعفي ٿي ويندو. آخر لارڊ فاڪلنڊ جي راءِ کي قبول ڪيو ويو ۽ بارٽل فريئر سنڌ جي ڪمشنر جي

چارج ولڻ لاءِ، جنوري سن ١٨٥١ع ۾ ڪراچيءَ پهتو. جهاز کي بندر کان دور بيهاريو ويو ۽ هُو هڪ ٻيڙيءَ جي رستي ڪناري تي پهتو. اتان کان ولي گورنمينٽ هائوس تائين واريءَ وارو رستو لتاڙئو پيو، ڇو تہ اُن وقت تائين، اجا ڪراچي ۾ ڪي بہ باقاعده رستا نہ ٺهيا هئا. گورنمينٽ هائوس هڪ ڏکيي عمارت هئي، جنهن کي ڪشاد ۽ ورانڊو هو. هن عمارت جي سامهون وڏو گول ميدان هو، جنهن ۾ فقط خودرو اوڀڙ هئا. جيئن تہ زمين واريءَ هئي، اُن ڪري منجهس باغ رکڻ جي ڪابہ اميد نہ هئي.

ساڳئي ڏينهن جي منجهند جو اتفاقاً نيپيئر پنهنجي سڄي ڪٽنب سان، سنڌونديءَ جي رستي اُتر هندستان کان ڪراچي پهتو. هُو ٿورو وقت اڳ، 'جليانوالا' جي مشهور انگريز ۽ سک لڙائيءَ کان پوءِ، هندستان جو نامزد ڪمانڊر انچيف ٿي آيو هو. پر جيئن تہ سر هيوگف، سکن کي گجرات جي لڙائيءَ ۾ ڪاپاري ڌڪ هڻي چڪو هو، ۽ خطرو ختم ٿي چڪو هو، تنهنڪري هو واپس انگلنڊ وڃي رهيو هو. هو ڪراچي ۾ بارٽل فريئر جو ٽي-چار ڏينهن مهمان ٿي رهيو، ۽ سنڌ جي نظم ۽ نسق بابت کيس ڪيترائي مشورا ڏنائين. هن ملاقات کان پوءِ، فريئر هن مشهور انگريز جنرل جو دوست بڻجي ويو. آگسٽ سن ١٨٥٣ع ۾ جڏهن انگلنڊ ۾ سرچارلس نيپيئر فوت ٿي ويو، تڏهن فريئر ڪراچي ۾ هڪ ماتمي جلسو ڪري، مري وڃڻ واري جي گهڻي ساراهہ ڪئي(١).

بارٽل فريئر، جيئن سندس سوانح نگار لکن ٿا، هڪ معزز ۽ خوشحال خاندان فريئر ۾ ٢٩-مارچ ١٨١٥ع تي ڪلائيڊاچ هائوس للانيلي جي ڳوٺ ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو ايڊورڊ فريئر هو. سندس ماءُ ميري اين فريئر، خوش خصلت عورت هئي، جنهن جي عمدي اخلاق جو پنهنجي اولاد تي وڏو اثر هو. فريئر جڏهن ٻن-ٽن سالن جو ٿيو تڏهن اوچتو سائوٿ ويلس ۾ مزورن جي بغاوت ٿي، جنهنڪري هي خاندان پنهنجي آبائي ڳوٺ کان هجرت ڪري باٿ جي نزديڪ وڃي رهيا. اُتي هنن هڪ جاءِ خريد ڪئي، جنهن تي وُڊڪارب جو نالو رکيائون. هن جهوپڙي جي رهائش واري زماني ۾، هُو پر واري اسڪول ۾ پنهنجي ننڍي ڀاءُ ايڊورڊ سان گڏ تعليم وٺڻ لاءِ داخل ٿيو. وڊڪارب ۾ بہ سندس خاندان ڪو گهڻو وقت نہ رهيو. هُو اتان نقل مڪاني ڪري ايون نديءَ جي ڀرسان سبدنهام ڪاٽيج ۾ وڃي رهيا. سن ١٨٢٩ع ۾ اوچتو هن جهوپڙيءَ کي باهہ لڳي، جنهن ۾ هن خاندان جي جمع ڪيل سرمايي جو گهڻو حصو جلي ويو.

فريئر جي تعليم باقاعدي باٿ جي هڪ گرامر اسڪول ۾ شروع ٿي. جتي کيس لائق استاد مليا. فريئر ننڍپڻ ۾ ئي فرض شناس ۽ سمجهدار هو. هُو پنهنجي ڀائرن ۽ ڀينرن ۾ بيحد عزيز هو. گرامر اسڪول ۾ ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ بعد هُو سترهن ورهين جي عمر ۾

---

(١) جان مارٽينيو: "سر بارٽل فريئر": حصو پهريون: ص ٨٥.

هئليبري ۾ وڏيڪ تعليم حاصل ڪرڻ ويو، جتي هن دوران تعليم ۾ ڪيترائي ميڊل ۽ انعام حاصل ڪيا. ڊسمبر ١٨٣٣ع ۾ هو ڪاليج کان فارغ التحصيل ٿي نڪتو، کيس ڪاليج لسٽ تي ٻهريون نمبر رکيو ويو. هئليبري کان فارغ ٿيڻ بعد کيس ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي طرفان هندستاني ملازمت جي لاءِ انتخاب ڪيو ويو. نظم ۽ نسق جي تربيت لاءِ، هو ٽرنٽي ڪاليج ڪئمبرج ۾ داخل ٿيو. جتي کيس يوناني ۽ لاطيني زبان جي تعليم ڏني ويئي، ۽ هنن ٻولين کان سواءِ مشرقي ٻولين جي به کيس واقفيت ڏني ويئي.

## هندستان جو سفر:

بارٽل فريئر سنہ ١٨٣٤ع ۾ هندستان لاءِ انگلنڊ جي ساحل کان الوداع ڪيو. آن زماني ۾ هندستان جو سفر ڪا آسان شيءِ نہ هئي. آفريڪا جي 'ڪيپ آف گڊهوپ' کان ڦري وڃڻو پوندو هو. مگر آن زماني ۾ هندستان جي گورنرجنرل لارڊ بينٽڪ، تجربي طور، هڪ جهاز ڳاڙهي سمنڊ جي رستي اسڪندريہ تائين موڪلي ڏنو تہ جيئن يونوچ سمنڊ جي قديم رستي کي وري جاري ڪري سگهجي. آن سان گڏ هي سرڪاري اعلان ڪيو ويو تہ جيڪڏهن ڪو مسافر چاهي تہ آن کي اجازت ڏني ويندي. بارٽل فريئر هن موقعي جو فائدو ورتي، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس کي اجازت لاءِ لکيو، جا پهريائين تہ نامنظور ڪئي وئي، پر پوءِ، سندس ئي جوابداري کڻڻ تي کيس اهڙي اجازت ڏني وئي. هو انگلنڊ جي فالمائوٿ بندر کان، 'فائرفلاءِ' نالي جهاز ۾ سوار ٿي مالٽا ۾ پهتو. مالٽا ۾ کيس هڪ مهينو، ٻئي جهاز جي لاءِ انتظار ڪرڻو پيو. جولاءِ ۾ هو هڪ يوناني جهاز ۾ سوار ٿي اسڪندريہ روانو ٿيو. اسڪندريہ ۾ پهچي، هو مصر جي سياحت ۾ مشغول ٿي ويو. القاهره کان نيل جي واديءَ ۾ آثارقديمہ جي ڏسڻ لاءِ، ٿيبس ۽ ڪارناڪ بہ ويو. لارڊ بينٽڪ جو موڪليل جهاز مصر جي بندرگاهہ ۾ پهچي نہ سگهيو، ان ڪري هن مجبور ٿي مصر ۾ رهندڙ برٽش ڪائونسل جي مدد سان موخا (ساحل عرب) کان هندستان وڃڻ جي اجازت حاصل ڪئي. آگسٽ جي مهيني ۾ ڳاڙهي سمنڊ ۾ سفر ڪرڻ ڪا آسان ڳالهہ نہ هئي. گرمي انتها تي هئي. جهاز ننڍڙن بندرن ينبوع ۽ ينبع کان گذري جدہ پهتو. جهاز جيئن جده کان روانو ٿيو تيئن کيس هڪ طوفان سان دوچار ٿيڻو پيو. طوفان جي بند ٿيڻ کان پوءِ، جهاز هڪ اهڙي هنڌ پهتو، جتي آزاد عربن جي آبادي هئي. قريب هو تہ فريئر تڪليف ۾ اچي وڃي، پر هڪ شيخ جنهن جو نالو طيب هو ۽ جو ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي خيرخواهن مان هو، تنهن کيس حملي کان بچائي ورتو. ڳاڙهيسمنڊ جي سورهن ڏينهن جي سفر کان پوءِ هو موخا جي بندر ۾ پهتو. موخا کان هڪ جهاز حاجين کي کڻيو سورت ٿي ويو، هو ان تي سوار ٿي ٢٣-سيپٽمبر ١٨٣٤ع تي بمبئيءَ ۾ پهتو. هو سڌو پنهنجي ڀاءُ وليم فريئر وٽ پهتو، جو اڳ ۾ ئي، بمبئي ۾ سول سروس ۾ هو. فريئر هن سفر ۾ اهڙو تہ ڪارائتو ويو هو، جو هو پهريائين تہ کيس سچائي ئي نہ سگهيو. سندس ڀاءُ کي سندس اختيار ڪيل مخدوش سفر کي ٻڌي بيحد عجب لڳو.

## سنڌس مقرري:

اُن زماني ۾ سول سروس ۾ داخل ٿيندڙ آفيسرن لاءِ، ديسي ٻولين ۾ امتحان ڏيڻ لازمي هو. اُن کان پوءِ سندن تقرري ٿي سگهندي هئي. بارٽل فريئر جو ڀاءُ وليم، اڳ ۾ ئي سول سروس ۾ هو، ان ڪري هو سنڌس رهبريءَ هيٺ امتحان جي تياريءَ ۾ مشغول ٿي ويو. ٽن مهينن کان پوءِ هو، ان لازمي امتحان ۾ ويٺو ۽ ڪاميابي حاصل ڪيائين. سنڌس خواهش هئي ته سنڌس تقرر ٻيلگام جي ضلعي ۾ ٿئي، مگر سنڌس خواهش جي خلاف، ڪيس پوني ۾ ريونيو آفيسر جي ماتحت رکيو ويو. ان وقت لارڊ ڪليئر بمبئي جو گورنر هو. ان بارٽل فريئر جي ان ابتدائي زندگيءَ ۾ وڏي دلچسپي ڏيکاري. پوني ۾ ڪيس سال ڪن رهندي مس گذريو هو، جو بمبئيءَ جي هڪ ضلعي انداپور ۾ مزارعين ۽ حڪومت جو تصادم ٿي پيو. هي شڪايتون بمبئي جي ريونيو ڪمشنر وليمسن نالي هڪ انگريز وٽ پهتيون. هن پنهنجي نائب، هينري گولڊسمڊ کي هن جاچ لاءِ انداپور موڪليو. انڪوائري آفيسر جي خواهش تي، سنڌس مدد لاءِ بارٽل فريئر کي به ساڻس گڏ موڪليو ويو. هن ڪم جي پوري ٿيڻ کان پوءِ، هينري گولڊسمڊ کي اندا پور ۾ اسسٽنٽ ڪليڪٽر مقرر ڪيو ويو. فريئر پنهنجي اڳين جاءِ تي موٽي ويو. جلد ئي گولڊسمڊ کي دکن جي زمينن جي سروي لاءِ آفيسر مقرر ڪيو ويو ۽ فريئر اندا پور ۾ اسسٽنٽ ڪليڪٽر ٿي ويو. هو ايترو ته خوش نصيب هو، جو اتان ترقي ڪري وڃي اسسٽنٽ ريونيو ڪمشنر جي عهدي تي پهتو. جتي هن آزمودگار ريونيو ڪمشنر وليمسن کان گهڻو ڪجهه پرايو.

## فريئر کي صدمو:

سنه ١٨٣٧ع جي ابتدا ۾، بارٽل فريئر جو ننڍو ڀاءُ، جنهن کي هو نهايت پيارو گهُرندو هو، پنهنجي ريجيمينٽ سان گڏ انگلنڊ کان ڪلڪتي پهتو. جيئن ته هو فريئر کان گهڻو پري هو، ان ڪري سندن ملاقات گهٽي دير کان پوءِ ٿي، مگر خط و ڪتابت جو سلسلو سندن درميان جاري رهيو. ان زماني ۾ افغانستان ۾ عجيب حالتون رونما ٿينديون رهيون. افغانستان جو شاهه، شاهه شجاع پنهنجو تخت ۽ تاج وڃائي، اچي پنجاب جي راجا رنجيتسنگهه وٽ پناهه گزين ٿيو. انگريزي حڪومت کي وچ ايشيا ۾ روسي طاقت جي وڌندڙ سيلاب کان خطرو پيدا ٿيو، جو ڏکڻ ۾ افغانستان جي حدن تائين اچي پهتو هو. اهڙيءَ حالت ۾ انگريزي حڪومت چاهيو ٿي ته افغانستان ۾ هڪ اهڙو حڪمران هجي، جو سندن اشارن تي هلندو رهي. هن مقصد کي پيش نظر رکندي، انگريزي سياستدانن جون اکيون معزول شاهه شجاع ڏانهن ويون، هنن چاهيو ٿي ته ان کي وري ڪابل جي تخت تي ويهاريو وڃي. اگرچه هي فيصلو غلط هو، مگر انگريز سياستدانن جون اکيون طاقت کي حاصل ڪرڻ لاءِ بند ٿي چڪيون هيون. هنن اُن جي نتيجي تي غور ئي نه ڪيو. ڪين اهو به ياد نه رهيو ته پرائي معاملي ۾ جو پنهنجي ٽنگ ڦاسائيندو آهي، ان کي خواريءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نصيب نه ٿيندو آهي. راجا رنجيتسنگهه به هن غلط

ڪارروائي ۾ انگريزن سان شامل ٿي ويو. اهڙيءَ ريت انگريزي گورنر جنرل لارڊ آڪلينڊ، رنجيتسنگهه ۽ شاهه شجاع جو اتحاد ثلاثہ قائم ٿيو. فيصلو ڪيو ويو تہ شاهه شجاع کي انگريزي فوج جي حفاظت ۾ ڪابل پهچايو وڃي ۽ اتي سندس حڪومت جو نئين سر بنياد رکيو وڃي. افغانستان ڏانهن وڃڻ لاءِ سند جي رستي کي انتخاب ڪيو ويو، ڇوتہ نزلو هميشه ڪمزور تي ڪرندو آهي. سنہ ١٨٣٩ع ۾ هي فوج، سر جان ڪين جي مهنداري هيٺ هن مهم لاءِ رواني ٿي. هن فوج ۾ رچرڊ فريئر بہ هو، جو ٻن سالن کان پوءِ پنهنجي پاٿرن وليم ۽ بارٽل سان بمبئيءَ ۾ اچي مليو. هن ملاقات جو وقفو نهايت مختصر هو. سرجان ڪين قلات، غلزئي، قندار ۽ غزنيءَ کان فاتحانہ گذري، ڪابل پهتو. امير دوست محمد، انگريزي فوج جو مقابلو نہ ڪري سگهيو ۽ آخر پيش پيو. شاهه شجاع کي تخت تي ويهاريو ويو. بہ مشهور انگريز سياستدان، سر وليم مئڪناٽن ۽ سر اليگزينڊر برنيز سندس صلاحڪار مقرر ٿيا. ڪين جون نوجون واپس موٽيون، مگر شاهه جي مدد لاءِ، هڪ انگريزي فوجي دستو ڪابل ۾ رهيو. بهرحال رچرڊ فريئر، جنرل سيل جي گشتي دستي ۾ شامل ٿيو، جو جلال آباد ۾ موجود هو. اوچتو امير دوست محمد جي پٽ اڪبرخان، افغانستان ۾ اندرئي اندر، شاهه شجاع ۽ ان جي انگريز مددگارن جي خلاف بغاوت کي پيدا ڪيو. مان هن عجيب انقلاب جي تفصيل ۽ واقعات ۾ نہ ويندس، مگر ٻارهن مهينن جي عرصي ۾، افغان احرارن جي هٿان، سر وليم مئڪناٽن، برنيز ۽ خود شاهه شجاع قتل ٿي ويا. انگريزي مددي فوج تي تباهي اچي وئي. مگر جنرل نات قندار ۾ ۽ جنرل سيل جلال آباد ۾ پنهنجي جاءِ تي قائم رهيا ۽ مدافعت ڪندا رهيا، ايستائين جو جنرل پالڪ فاتحانہ انداز ۾، ڪابل ۾ داخل ٿيو. هن فتوحات جي بعد، ميجر رچرڊ فريئر، جنرل سيل سان گڏ هندستان روانو ٿيو، مگر افسوس جو سائس حياتي وفا نہ ڪئي، ۽ هو راولپنڊي ۾ بيمار ٿي مري ويو. سندس موت جو بارٽل فريئر تي وڏو اثر پيو ۽ هو ڪيترو وقت پنهنجي ڀاءُ جي غم ۾ مبتلا رهيو.

## سر جارج آرٿر ۽ بارٽل فريئر:

سن ١٨٣٥ع ۾ لارڊ ڪليئر، بمبئيءَ جو گورنر پنهنجي عهدي جي مدت ختم ڪري، انگلنڊ روانو ٿيو. سن ١٨٣٥ع کان سن ١٨٤٢ع تائين بمبئيءَ ۾ عارضي گورنر ڪم ڪندا رهيا(١). سن ١٨٤٢ع ۾ سر جارج آرٿر، بمبئيءَ جو مستقل طرح گورنر ٿي آيو. سائس سڄو ڪٽنب بہ هو ۽ ان سان گڏ پرائيويٽ سيڪريٽري بہ، جنهن جو نالو ڪرنل پروڪٽر هو. پروڪٽر تي عدن ۾ تمازت آفتاب جو حملو ٿيو، ۽ جان بر ٿي نہ سگهيو. بمبئيءَ پهچڻ تي ڪيس نئين پرائيويٽ سيڪريٽريءَ جي ضرورت پيئي. جيئن تہ لارڊ ڪليئر، بارٽل فريئر جي حسن خدمتيءَ جي وڏي ساراهہ لکي ويو هو، ان ڪري سر آرٿر ڪيس پنهنجو پرائيويٽ سيڪريٽري مقرر ڪيو. سر آرٿر جي خاندان جي قريب رهڻ جي ڪري، فريئرجي گورنر جي وڏي نياڻي ڪئٿرائين سان محبت پيدا ٿي.

(١) جيمس ڊگلس: "بامبي اينڊ ويسٽرن انڊيا" ج-١: ص ٣٨٩.

اڪٺي هلي، هن جوڙي جي پاڻ ۾ شادي ٿي. بارٽل فريئر سن ۱۸۴۴ع تائين هن عهدي تي رهيو. هن سال جي اپريل جي مهيني ۾ سندس والد گذاري ويو، جنهن جو کيس وڏو صدمو رسيو. دل جي بيقراريءَ جي ڪري، هن فرلو موڪل لاءِ درخواست ڏني، جا سندس منظور ڪئي ويئي ۽ هو زال سميت انگلنڊ روانو ٿي ويو. پنهنجي صحت جي خرابيءَ جي ڪري، هو ٻه سال انگلنڊ ۾ رهيو ۽ نومبر ۱۸۴۶ع ۾ هو بمبئي موٽيو. هن وچ ۾ سرجارج آرٿر، گورنريءَ جي عهدي کان سبڪدوش ٿي، انگلنڊ روانو ٿيو ۽ سندس جاءِ تي سرجارج ڪلارڪ بمبئيءَ جو گورنر مقرر ٿيو. موٽي اچڻ تي فريئر، بمبئيءَ جي گورنر جي پرائيويٽ سيڪريٽريءَ جي بجاءِ، بمبئي ۾ ڪسٽمس ڊپارٽمينٽ ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر مقرر ٿيو.

## ستارا ۾ ريزيڊنٽ:

مرهٽن جي عظيم سلطنت جي زوال کان پوءِ، جنهن جي ابتدا پاڻيپٽ جي ميدان ۾ احمد شاهه ابداليءَ کان ۽ آخري تباهي انگريزن کان ٿي، ستارا جي ننڍي رياست ۾ شيواجي جي اولاد حڪومت قائم ڪئي هئي، جو راجا انگريزن جي سرپرستي هيٺ حڪومت ڪري رهيو هو. اپريل ۱۸۴۷ع ۾ سرجيمس آئوٽرام، جو اتي ريزيڊنٽ هو، موڪل تي انگلنڊ روانو ٿيو. سرجارج جي انتخاب جي نظر بارٽل فريئر تي پيئي ۽ کيس ريزيڊنٽ مقرر ڪري موڪليو ويو. جلدي اتان جو راجا بيمار ٿي پيو. پنهنجي بيماريءَ جي وقت، هن پونسلي خاندان مان هڪ ٻار، گود جو پٽ ڪري ورتو. مگر راجا جي موت کان پوءِ، لارڊ ڊلهائوسي، هندستان جي گورنر جنرل، راجا جي وصيت کي قبول نه ڪيو ۽ ستارا کي انگريزي حڪومت سان ملايو ويو، ۽ اتان جو پهريون ڪمشنر بارٽل فريئر مقرر ٿيو. فريئر، جيترو وقت اتي رهيو، پاڻ کي بهترين منتظم ثابت ڪيائين. هن جي حُسن انتظام جي ڪري، هو پرنگل کان پوءِ سنڌ جو ڪمشنر مقرر ڪيو ويو، جنهن جو تفصيل سان ذڪر مٿي اچي ويو آهي.

## مير علي مراد خان خيرپور جي واليءَ جو معاملو:

بارٽل فريئر، جڏهن سنڌ ۾ ڪمشنر ٿي آيو تڏهن چوڌاري صلح ۽ سانت هئي. حڪمران ميرن کي سنڌ کان ٻاهر موڪليو ويو هو، ۽ رعايا کان سندن غم گهٽجي چڪو هو. فقط خيرپور رياست جو والي مير علي مراد خان، ميرن مان، هڪ اهڙي شخصيت هو، جو پنهنجي وطن ۾، پنهنجي موروثي تخت تي قابض هو. هن پنهنجي خاندان سان ڪا چڱائي نه ڪئي هئي ۽ پنهنجي هوَس جو شڪار ٿي، پنهنجي خاندان کي تباهيءَ تي پهچائي چڪو هو. سرچارلس نيپيئر جو شخصي دوست هو، ان ڪري انگريزي حڪومت وٽ کيس وڏو اعتماد ۽ رسوخ حاصل هو. ساڳئي وقت قدرت جي انتقام جو هٿ به ان ڏانهن وڌي رهيو هو، جنهن لاءِ چيو ويندو آهي ته 'دير سان وٺندو آهي، پر سخت وٺندو آهي'. خدا جو شان! نيپيئر جي زماني ۾ ئي، هيءَ ڳالهه ظاهر ٿي ته مير موصوف، نهايت دانائيءَ سان، بد دیانتي ڪندي، اهڙن پرڳڻن تي قبضو ڪيو

مهراڻ

آهي، جي اصل ۾ سائس متعلق نه هئا. سر بارٽل فريئر جي سوانح حيات جو لکندڙ، هن حقيقت کي فقط ٻورن جملن ۾ ختم ڪري ڇڏي(۱)، مگر هن حقيقت کي 'تازه نوائي معارڪ' جو مصنف وڏي تفصيل سان ٿو لکي(۲). مير صاحب موصوف جون خدمتون اهڙيون نه هيون، جن کي طوطي چشم انگريز وساري سگهن. 'تازه نوائي معارڪ' جي تحرير موجب، هن سڄي فساد جو باني، شيخ علي حسن سهارنپوري هو، جو مير صاحب جو وزير نه بلڪ مدار المهام هو. حڪومت جو سڄو اقتدار سندس هٿ ۾ هو. ايتريقدر جو هو جڏهن پيرلوء ۾ پنهنجي مڪان ۾ ايندو هو تڏهن سندس آمد جي اعزاز ۾ توبون ڇوڙيون وينديون هيون، جن جو آواز سکر جي انگريزي ڇانوڻيء ۾ ٻڌڻ ۾ ايندو هو. رفتي رفتي مير صاحب جي شفقت جي نظر، شيخ علي حسن کان دور ٿي ويندي رهي، تان جو مير صاحب کيس ان اعليٰ عهدي کان معزول ڪري ڇڏيو. ٿورا ڏينهن هُو سکر جي صدر بازار ۾ وڃي رهيو. پنهنجي خانگي سپاهه کي تنخواهه ڏيڻ کان مجبور ٿي، هُو ملتان جي طرف هليو ويو. جيئن ته کيس آتي به آرام نه آيو، ۽ مير محمد حسن خان ولد مير رستم خان وٽ وڃي رهيو، جو پنهنجي چاچي مير علي مراد خان جو ڪنهن به صورت ۾ خيرخواهه نه هو. جيئن ته شيخ علي حسن جي سيني ۾ ڪيئي راز مير صاحب جا موجود هئا، هُن پنهنجي نمڪحراميء سان مير محمد حسن خان جي دل ۾ انتقام جي دکندڙ چنگاريء کي هوا ڏيئي شعلو بڻايو. شيخ علي حسن مير صاحب جي هڪ اهم راز جو انڪشاف ڪيو، جنهن کي 'خيرپور نامه' جو مصنف هيئن ٿو لکي: (۳)

"سال ۱۸۴۱ع ۾ آن وقت جڏهن مسٽر راس بيل، مير رستم خان جي عهد ۾ خيرپور جو پوليٽڪل ايجنٽ هو، مير علي مراد خان، صاحب موصوف کي درخواست ڏني ته مير رستم خان ۽ سندس پاڻيٽي مير نصير خان ولد مير مبارڪ خان، سندس ڪي پرڳڻا غصب ڪيا آهن، جي موٽائي ڏنا وڃن. راس بيل پنهنجي حڪومت سان، هن معاملي بابت لهه وچڙ ۾ هو ته مير صاحبن جي دشمنيء جو معاملو ايستائين وڌي ويو، جو بنهي ڌريون جنگ تي لهي آيون. نونارين جي ڳوٺ وٽ هيء جنگ لڳي، جنهن ۾ مير علي مراد خان کي فتح حاصل ٿي. ڌرين ۾ صلح ٿيو ۽ آهو صلح جو مسودو قرآن شريف تي لکيو ويو. آن عهد نامي موجب ملڪ جا ڪي حصا مير علي مراد خان جي قبضي ۾ اچي ويا. هن عهدنامي کي 'نونار جو عهدنامو' ٿا سڏين."

ساڳيو مصنف هن حقيقت بابت اڳتي هلي لکي ٿو ته: (۴)

"مياڻيء ۽ دبي جي جنگين کان پوء، ملڪ جا جيڪي به حصا، مير رستم خان جي هٿ ۾ هئا، سي مير علي مراد خان کي ڏنا ويا. سواء سبزل ڪوٽ ۽ پرنگ جي، جيڪي

(۱) جان مارٽنيو: "سر بارٽل فريئر"؛ ص ۸۶. (۲) مرزا عطا محمد: "تازه نوائي معارڪ": ص ۷۰۹.
(۳) خانبهادر خداداد خان: "خيرپور نامه"؛ ص ۳۰. (۴) خانبهادر خداداد خان: "خيرپور نامه"؛ ص ۴۵.

بهاولپور جي واليءَ کي ڏنا ويا. سر چارلس نيپيئر اچا ملڪ جي انتظام ۾ مشغول هو ته سن ١٨٤٥ع ۽ سن ١٨٤٧ع جي وچ ڌاري، کيس اطلاع مليو ته مير علي مراد خان، نونار جي عهدنامي ۾ ٺڳي ڪئي آهي. قرآن شريف تي لکيل تحرير کي ڦاڙي، ان جي بجاءِ ٻيو ورق وڌو ويو آهي. جتي ٻه همنام ديهون لکيل هيون، انهن کي پرڳڻو بڻايو ويو آهي. مثال طور ماٿيلو ۽ دادلوءَ جي ديهن کي پرڳڻو بڻايو ويو آهي ۽ اهي مير علي مراد جي قبضي ۾ آهن."

افسوس جو هن راز ۾ مير صاحب سان شيخ علي حسن همراز هو. شيخ، مير صاحب وٽان خواريءَ سان نڪرڻ بعد، مير علي مراد جي مخالفن سان سازباز ڪئي ۽ هن راز کي شڪارپور جي وڏي پوليس آفيسر، مسٽر هسبنڊ وٽ ظاهر ڪيو. رفته رفته هي مقدمو پنهنجي نوعيت سان ڳرو ٿيندو ويو. سن ١٨٤٧ع ۾ نيپيئر پنهنجي ملازمت کان سبڪدوش ٿي ويو. نئين ڪمشنر پرنگل جي دور ۾ هن معاملي جي تحقيق لاءِ هڪ ڪميشن مقرر ڪئي ويئي. هن ڪميشن جو اجلاس سن ١٨٥٠ع ۾ سکر ۾ ٿيو. پرنگل کي اگرچ مير صاحب جي انگريز دوستيءَ جي سچي خبر هئي، مگر ڪمال بيمروتيءَ سان هُن مير موصوف کي ڪميشن جي سامهون حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏنو. ڪميشن مير صاحب کي ڏوهاري ثابت ڪيو. بمبئي گورنمينٽ، ڪميشن جي فيصلي کي بحال ڪيو. گورنر جنرل سچي لکپڙهه، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس ڏي ڏياري موڪلي. نومبر سن ١٨٥١ع ۾ انگلنڊ کان فيصلو بمبئيءَ ۾ پهچي ويو. هيءُ فيصلو 'سورت' نالي جهاز ۾ ڪراچيءَ ۾ موڪليو ويو، مگر افسوس جو هي جهاز منزل مقصود تي پهچي نه سگهيو ۽ واٽ تي ئي غرق ٿي ويو. بهرحال مهينو پوءِ، فيصلو ڪراچي ۾ پهچي ويو. (١) افسوس جو 'تازه نواي معارڪ' جي مصنف هن واقعي کي سن ١٨٥٨ع سان منسوب ڪيو آهي، جو قطعي غلط آهي. (٢) فريئر جو اشتهار جو انگريزيءَ ۾ موجود آهي، ان تي ١٨- جنوري سن ١٨٥٢ع ڏيکاريل آهي. (٣) بهرحال هي سن اصلاح جي قابل آهي. فريئر فيصلي جي پهچڻ کان پوءِ، عام اشتهار جي ذريعي، ان کي مشتهر ڪرڻ جو حڪم ڏنو. مضمون جي طويل ٿي وڃڻ جي ڪري، مان ان جو هٿ ٿورو حصو ڏيان ٿو:

"مير صاحب ممدوح جي مٿان تهمت هئي، جنهن کان هُو ڪنهن به طرح، پاڻ کي ٻَري نه ڪري سگهيو آهي. ان ڪري سرڪار اشتهار ٿي ڪري ته مير علي مراد خان کي رئيسيءَ جي عهدي کان برطرف ٿو ڪجي. سڀئي ملڪ جا حصا، سواءِ سندس موروثي حصن جي، ٻيا سڀ انگريزي ملڪ سان لاڳو ڪيا وڃن ٿا."

---

(١) مارٽينيو: "سر بارٽل فريئر": حصو پهريون: ص ٨٦. (٢) مرزا عطامحمد: "تازه نوائي معارڪ": ص ٢٣٧
(٣) سر ٿامس: سيلڪشنس فرام دي ريڪارڊس آف دي بامبي گورنمينٽ نمبر ١٧: ص ١١٥.

'تازه نوائي معارڪ' ۾ جتي اشتهارنامہ فارسيءَ ۾ ڏنو ويو آهي، اتي سن ۱۸۵۲ع ڄاڻايو ويو آهي. حاشيي ۾ سال ۱۸۵۸ع جي تصحيح ڏانهن بہ اشارو ڪيو ويو آهي. بهرحال هيءَ غلطي آهي، جنهن کي پوءِ سنڀالڻو ويو آهي. هن اشتهارنامہ جي لفاظ کان پوءِ، سنڌ گورنمينٽ جو فرض هو تہ فيصلي موجب انهن پرڳڻن تي قبضو ڪيو وڃي، جي ميرصاحب جي قبضي ۾ هئا. نئين ڪمشنر فريئر جي لاءِ هيءَ وڏي آزمائش جي گهڙي هئي. هڪ ملڪي حڪمران کان، سندس قبضي مان، ڪنهن حصي کي کسي وٺڻ ڪو آسان ڪم نہ هو. ڇو تہ انگريزن جي حڪومت کي وجود ۾ آئي ڪو گهڻو وقت نہ گذريو هو، ان ڪري فريئر خطرو محسوس ڪيو تہ متان ان جا نتيجا بُرا نڪرن. مير صاحب پاڻ بہ فوجي ماڻهو هو. ان ڪري پيشبنديءَ کي ضروري خيال ڪيو ويو. فريئر جي لکڻ کان اڳ ۾ ئي مرڪزي حڪومت فوجن کي چرپر ۾ آڻڻ شروع ڪيو. پنجاب ريجمينٽ سبزل ڪوٽ تائين وڌي آئي ۽ ٻئي طرف جنرل جان جيڪب پنهنجي فوج سان، پٺي (تعلقي روهڙي) ۾ اچي خيمہ زن ٿيو. مگر فوجي حرڪت کي، فريئر نهايت دانشمنديءَ سان روڪي ورتو. هو پاڻ اچي روهڙيءَ ۾ منزل انداز ٿيو ۽ اتان جي اسسٽنٽ ڪليڪٽر مسٽر ليسٽر کي، ميرصاحب ڏانهن ڏياري موڪليو تہ هو کيس حڪومت جي فيصلي کان آگاهہ ڪري. ميرصاحب ان وقت نائچن جي ڳوٺ ۾ شڪار ۾ مشغول هو. ليسٽر اتي وڃي ساڻس ملاقات ڪئي ۽ کيس ان بدخبر کان آگاهہ ڪيائين. ميرصاحب کي هن خبر ٻڌڻ سان بيحد رنج ٿيو، مگر "ڏڏو ٽٽين لہ پوي، لہ هاريو هٿين ڪير" نهايت صبر ۽ تحمل سان ان خبر کي ٻُڌائين. فقط فوجي نقل ۽ حرڪت تي پنهنجي ناراضمنديءَ جو اظهار ڪيائين.

ٻئي ڏينهن فريئر، روهڙيءَ جي پرسان ڪئمپ ۾ دربار ڪئي، جنهن ۾ ميرصاحب بہ اچي حاضر ٿيو. هن وڏي تحمل ۽ شان سان ڪمپنيءَ جي فيصلي کي ٻڌو. ان هوندي بہ هن گورنمينٽ سان پنهنجي ديرينہ دوستيءَ کي ڇنڻ نہ چاهيو. سندس ماسي جا قريباً سؤ ورهين جي هئي، مير کي پنهنجي جمع ڪيل دولت سپرد ڪري، انگريزن سان وڙهڻ لاءِ صلاح ڏني. مگر ميرصاحب ڪمال دانشمنديءَ سان لڙائيءَ جي خطري کي ٽاري ڇڏيو. اهڙيءَ ريت انگريزي حڪومت سان اهي ملڪ جا حصا بہ شامل ٿي ويا، جي اڳ ۾ ميرصاحب جي قبضي ۾ هئا. جيئن تہ آباوڙو تعلقو، ميرپور ماٿيلو، دادلوهہ، ڪشمور، محمد باغ، چڪ، رستم وغيره انگريزي حڪومت سان شامل ٿي ويا. ميرصاحب پنهنجي دامن تان داغ ڌوئڻ لاءِ خاموش نہ رهيو، هو دادخواهيءَ جي لاءِ فريئر جي منع هوندي بہ انگلنڊ هليو ويو، پر هن سفر جو بہ نتيجو ڪو چڱو نہ نڪتو.

## ڪراچيءَ جو بندر:

مير علي مراد تي سياسي برتري حاصل ڪرڻ کان پوءِ، فريئر پنهنجو سڄو ڌيان، ملڪ جي اصلاح جي طرف ڏنو. خداداد فراست جي ڪري، هو آهستي آهستي پنهنجي اصلاحي ڪمن ۾

به ڪامياب ٿيندو ويو. سنڌس ٻهريون اصلاحي ڪم هو، ڪراچيءَ جي بندر جي تعمير. ڪراچي، جنهن کي اڄ ’مشرق جي راڻي‘ جو خطاب حاصل آهي، اهو هڪ معمولي ڳوٺ هو. سنڌ جي فتح کان گهٽ وقت پوءِ، سرچارلس نيپيئر سنڌس اهميت جي مدنظر ان کي سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ بڻايو. جتي هن پنهنجي رهڻ لاءِ بنگلو ٺهرايو، جو هاڻي گورنمينٽ هائوس جي ڀرسان سڏجي ٿو. ڪرنل ينگ ڪيٽ، جو ڪراچيءَ ۾ ايڊووڪيٽ جنرل جي عهدي تي ڪافي عرصو رهيو، هن شهر جي هيٺين ريت قلمي تصوير ٿو پيش ڪري:(١)

”نگاهه جي حد تائين ساوڪ ۽ سبزه جو نشان نه آهي. ڪٿي به آب شيرين جو چشمو نظر نه ايندو ۽ نه وري ڪا شفاف ندي آهي. سمنڊ جو کارو پاڻي هرهنڌ ميسر آهي“

ڪراچي جي خسته حالت جو نقشو، خود فريئر، پوءِ پنهنجي هڪ خط ۾ هيٺين ٿو پيش ڪري(٢):

”سن ١٨٥١ع ۾ ميل پنڌ ڊگهو به ڪو پڪو رستو ڪونه هو، نه وري ڪا پڪي تعمير ٿيل پل موجود هئي. فقط ڪي بئرڪون هيون، جي توپخاني جي فوج لاءِ ٺهرايون ويون هيون(٣). جهازن جي مرمت لاءِ به ڪو ڪارخانو نه هو. ايتريقدر جو درياهه تي هلندڙ معمولي جهاز به مرمت لاءِ بمبئيءَ موڪليا ويندا هئا. ستن ورهين جي مختصر عرصي ۾، ٽي جهاز غرقاب ٿي چڪا هئا. خصوصيت سان ’فاڪلنڊ‘ جهڙو وڏو ۽ مضبوط جهاز، جنهن جهڙو هندستان ۾ اڳ ڪڏهن به نه موڪليو ويو هو، ڪراچي بندر جي پرسان ٻڏي چڪو هو. نڪو ڊاڪ بنگلو هو نه سراءِ، نه ڌرمسالا نه ضلعي جي ڪچهريءَ جي جاءِ. مارڪيٽ موجود هو، مگر پوليس ٿاڻي جي جاءِ ڪانه هئي، نه اسڪول. اهي عارضي بئرڪون هيون، جي سرڪاري آفيسن لاءِ ڪم اينديون هيون. سچ ته سنڌ سان بمبئي سرڪار ۽ هند سرڪار، ماٽيجي ماءُ واري روش اختيار ڪئي هئي.“

فريئر ٻهريائين پنهنجو سڄو توجهه بندر جي بهتريءَ ڏانهن ڏنو. دورانديش انگريز آفيسر چڱيءَ ريت سمجهيو ٿي ته بندر جي جيڪڏهن اصلاح نه ڪئي ويئي ته تجارت کي ڪو به فروغ نه ملي سگهندو، جو انگريز شاطرن جو ملڪ گيريءَ کان به مٿي مقصد هو. هن بمبئي گورنمينٽ کي لکي موڪليو ته پندرهن سون رپين جي فوري منظوري ڏني وڃي ته آن سان هيءَ تحقيق ڪرائي وڃي ته بندروٽ جو بند آهي، جو هميشه جهازن جي لاءِ نقصان ڪار ثابت ٿيو آهي، اتان هٽائي به سگهجي ٿو يا نه؟ ان کان سواءِ هيءُ معلوم ڪيو وڃي ته هيءَ رڪاوٽ بذاتِ خود ڪو ٽڪر ته نه آهي. جيڪڏهن فطرت جي هيءَ رڪاوٽ آهي ته روشنيءَ جي مينار (لائيٽ هائوس)

(١) ينگ ڪيٽ: ”پاسٽ، پريزنٽ اينڊ فيوچر آف سنڌ“: ص ٢٥. (٢) مارٽينيو: ”سربارٽل فريئر“: ج. ا: ص ٩٢. (٣) بئرڪن کان مطلب، نيپيئر بئرڪس آهي.

جي ضرورت پوندي. هن مينار جي غيرموجودگيءَ ۾ جهازن کي خصوصيت سان چوماسي جي موسم ۾، بندر جي اندر گهڙي اچڻ جي همت نه پئي ٿي. هيءَ نه چوماسي جي مند جي حالت هئي پر خوشگوار موسم ۾ به کو جهاز هن خطري کڻڻ لاءِ تيار نه هو نه بي تحاشا اطمينان سان بندر جي اندر گهڙي اچي. اڪثر جهاز، بندر کان گهڻو پري لنگرانداز ٿيندا هئا، جتان مسافر يا مال، پيڙين جي رستي ۾ پهچندو هو. هي سلسلو نهايت خرچائو ۽ سيڙپ وارو هو. پر افسوس جو فريئر جي رپورٽ کي بمبئيءَ ۾ ڪابه اهميت نه ڏني ويئي. بمبئي گورنمينٽ لکي موڪليو ته هن سچي ڪم لاءِ ڪنهن ماهر ارضيات جون خدمتون حاصل ڪيون وڃن. جيئن ته سڄي سنڌ ۾ ماهرارضيات موجود نه هو، ان ڪري فريئر هن خال کي پرڻ لاءِ، هندستان جي بحري فوج جي هڪ آفيسر هاپڪنس کان، جو ڪراچيءَ ۾ مقيم هو، بندر جي صحيح حالت جي باري ۾ راءِ حاصل ڪئي. ان جي نوٽ سان گڏ هن وري پنهنجي درخواست بمبئي گورنمينٽ ڏانهن ڏياري موڪلي ڏني. هن دفعي نه ڪيس ڪوبه جواب ئي نه ڏنو ويو. لاچار فريئر هن سڄي حقيقت کي گورنر جنرل جي ڌيان تي آڻڻ گهريو. ان وقت لارڊ ڊلهائوسي، هندستان جو گورنرجنرل هو، جنهن سان فريئر جا شخصي تعلقات هئا. لارڊ ڊلهائوسي سنڌس خانگي خط کان متاثر ٿي، ڪيس امداد ڏيڻ جو وعدو ڪيو. ان هوندي فريئرخاموش نه رهيو. هن بمبئي گورنمينٽ کي لکي موڪليو ته هو سنڌس درخواست کي بمبئي چئمبر آف ڪامرس ۽ بمبئي اسٽيم نيويگيشن ڪمپني ڏانهن راءِ لاءِ موڪلي ڏئي.

آڪٽوبر سن ١٨٥٢ع ۾ هڪ فوجي جهاز 'ڊيوڪ آف آرگائيل' سڌو انگلنڊ کان ڪراچيءَ اچي رهيو هو. فريئر پنهنجي بيگم سان گڏ منهوڙي وٽ وڃي بيٺو. سنڌس اکين تي دوربين هئي، جنهن سان ڏسي رهيو هو ته جهاز کي ان بند ٽپڻ ۾ ڪهڙي تڪليف پيش اچي ٿي. جڏهن جهاز بند جي ڪشمڪش کان آزاد ٿي بندر ۾ گهڙيو، تڏهن هن اکين تان دوربين کي هٽايو ۽ خدا جو شڪر بجا آندو ۽ ڪراچيءَ، سنڌ ۽ اتر-اولهه هندستان جي مستقبل تي سوچيندو رهيو. بهرحال فريئر جي ساڍهه ڪوشش جو نتيجو ظاهر ٿيو. آخر بمبئي گورنمينٽ منظوري ڏني ۽ جنوري سن ١٨٥٣ع ۾ ميجر ٽرنر سروي شروع ڪئي. مقرر وقت اندر، هن پنهنجي رپورٽ ۾ ڄاڻايو ته اهو بند واريءَ جي گڏ ٿيڻ کان ٺهيو آهي. خوشقسمتيءَ سان ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس جو هن طرف ڌيان ڇڪيو. بمبئي گورنمينٽ به پڪي ارادي تي لهي آئي ته مٿين بند کي هٽايو وڃي. هڪ طبقات‌الارض جي ماهر مسٽر هارڊي ويلس کي وڌيڪ تحقيقات لاءِ موڪليو ويو، جنهن جي راءِ کي مقدم رکي بريڪ واٽر ٺاهڻ جي سفارش ڪئي وئي ۽ واريءَ جي بند کي هٽايو ويو. ڪراچي بندر جي اصلاح جو هيءُ ابتدائي مرحلو، فريئر جي ڪوشش سان آخر سرانجام ٿيو، جو بندر، اڄ دنيا جي بندرن ۾ پنهنجي خوبين سان مشهور آهي. ٿوري وقت کان پوءِ منهوڙي تي لائيٽ هائوس جي تعمير جو به بنياد رکيو ويو.

## ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين ريلوي:

ڪراچي بندر جي اصلاحي معاملن کان فارغ ٿي، فريئر، لارڊ ڊلهائوسيءَ جي ڏيان تي آڻي ڇڏيو ته سنڌ وانديءَ سان گڏ ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين ريلوي رستو تيار ڪيو وڃي. فريئر جي هن رٿ ڏيڻ کان اڳ ۾، سن ۱۸۴۹ع ۾ به ريلوايون ايسٽ انڊين ريلوي ۽ گريٽ انڊين پيننشولا ريلوي ڪم ڪري رهيون هيون. لارڊ ڊلهائوسي ۵-ڊسمبر ۱۸۵۳ع تي فريئر کي جواب ڏنو ته (۱):

> "ڪنهن به حالت ۾ مان سمجهان ٿو ته ريلوي سان ڪراچي بندر کي ڳنڍجي، سو نهايت ضروري آهي، پوءِ اهو ڪوٽڙي وٽ درياهه سان ملي يا ٺٽي وٽ. مان دل سان قبول ڪريان ٿو ته هن معاملي لاءِ، جلدي جاچ ڪئي وڃي. نتيجو ڪهڙو به نڪري پر اها جاچ سودمند ٿيندي."

لارڊ ڊلهائوسيءَ جي خط پهچڻ کان ٻه هفتا پوءِ، فريئر هن جاچ لاءِ ليفٽيننٽ چيپمئن کي مقرر ڪيو. هي هوشيار انجنيئر، لکي کان درياهه رستي ڪوٽڙيءَ وڃي رهيو هو. هن کي جلدئي هئي ته سج لٿي کان اڳ ۾ ڪوٽڙي پهچي وڃي. هن ملاحن کي تيز هلڻ لاءِ حڪم ڏنو. اڃا ٻيڙي ٿورو پنڌ مس هلي هئي ته ڪنهن شيءِ سان وڃي لڳي. شايد ڪو وڻ جو وڏو بنڊ هو، جو پاڻيءَ جي اندر موجود هو. جلدي ٻيڙيءَ ۾ پاڻي پرجڻ لڳو. ڪناري تان هڪ ٻيڙي، هن جي مدد لاءِ وڌي، مگر بدقسمتيءَ سان ان جي نوڙي ڇڇي پئي ۽ پاڻيءَ جو وهڪرو ڪيس ٻئي طرف وٺي ويو. ايتري ۾ ٻوڙينءَ ٻيڙي ٻڏڻ شروع ڪيو. ليفٽيننٽ چيپمئن پنهنجي ستاويهن همراهن سميت، درياهه جي لهرين جي لپيٽ ۾ اچي ٻڏي ويا. افسوس جو سنڌ ۾ ريلوي جو پهريون بنياد رکندڙ انجنيئر، اهڙي ريت حادثي جو شڪار ٿي ويو. (۲)

ان مهينن جي خاموشي کان پوءِ، عوام جي هڪ ميٽنگ ڪراچيءَ ۾ ڪوٺائي وئي ته گورنمينٽ تي زور آڻجي ته هو ريلويءَ جي ڪم کي شروع ڪن. اهڙي ميٽنگ حيدرآباد ۾ به ٿي. آڪٽوبر سن ۱۸۵۴ع ۾ لارڊ ڊلهائوسيءَ، هڪ شخصي خط ۾ فريئر کي لکيو ته: (۳)

> "مون کي ڏسي خوشي ٿئي ٿي ته اوهان سنڌ جي ترقيءَ لاءِ بيحد پاڻ پتوڙي رهيا آهيو. مون کي افسوس آهي ته سرڪاري لکپڙهه ۾ سال ڏيڍ لڳي ويو آهي. چاڪاڻ ته ڪراچيءَ کان ڪاڪتي تائين هڪ طويل رستو آهي، جنهنڪري هر ڪنهن ڪم جو نهايت آهستگيءَ سان نيڪال ٿي رهيو آهي."

مارٽينيو سچ لکيو آهي ته "فريئر کي ڪي اصول هئا، جن جو هو پاڻ مالڪ هو. بلڪل اهڙيءَ ريت، جيئن هڪ جهاز جو ڪپتان سمنڊ تي پنهنجي مشڪلاتن کي چڱيءَ ريت سمجهندو

(۱) مارٽينيو: "سر بارٽل فريئر" ج ا: ص ۹۶.

(۲) مارٽينيو: "سر بارٽل فريئر" ج ا: ص ۹۹.

(۳) مارٽينيو: "سر بارٽل فريئر" ج ا: ص ۱۰۰.

هجي." فريئر، ملڪ جي ان حصي بابت، جنهن تي هو حڪومت ڪري رهيو هو، پنهنجي مشڪلاتن کي پوري ريت ٿي سمجهيو ۽ هڪ گهڙي به انهن کان بي‌پرواهه نه رهيو، جو سندس صحيح ڪاميابيءَ جو راز هو.

بهرحال فريئر جي ڪوشش وجهي هنڌ ڪيو. جڏهن ريلوي جي تعمير جي تجويز انگلنڊ ۾ پهتي، تڏهن انگلنڊ ۾ هڪ ڪمپني ناهي ويئي، جنهن جو نالو "سنڌ ريلوي ڪمپني" رکيو ويو. ڪمپنيءَ جي موڙي پنج لک پائونڊ رکي ويئي ۽ موڙي حصن جي وڪڻڻ سان گڏ ڪئي ويئي، جنهن جو وياج ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ڏيڻو ڪيو. فريئر ڪم شروع ڪرڻ کان اڳ، ان لاءِ جدا جدا آفيسرن جا رايا گهرايا. ميجر ٽرمينهر ۽ ڪرنل جان جيڪب، ريلويءَ جي نهڻ جي مخالفت ڪئي. مگر "سنڌ ريلوي ڪمپنيءَ" جي هڪ هندستان ۾ رهندڙ نائب، مسٽر نيول وارن، انهن کي ردڪد ڏنا. سانده ٽي سال پيمائش جو ڪم ٿيندو رهيو. سن ١٨٥٨ع جي شروع ۾ ريلوي جي ڪم جي پوري تياري ڪئي ويئي. ريلويءَ جي ڪم شروع ڪرڻ لاءِ، تاريخ ١٩- اپريل سن ١٨٥٨ع جي شام جو افتتاحي جلسو ڪيو ويو. ان جلسي جو صدر بارٽل فريئر کي ڪيو ويو. سنڌ ريلوي ڪمپنيءَ جي ان وقت آفيس ايلفنسٽن اسٽريٽ ۾ هئي، اتان صدر جي اعزاز ۾ هڪ سرگس ڪيڍي ويئي، جا وڏي تزڪ ۽ احتشام سان ڦرندي، ريلوي جي ان جاءِ تي پهتي، جتان ڪم شروع ٿيڻ وارو هو. فريئر صاحب پنهنجي هٿن سان ان جو سنگ بنياد رکيو ۽ اهڙيءَ ريت هيءَ شاندار مجلس پوري ٿي. افتتاح ٿيڻ کان پوءِ ريلويءَ جو ڪم تيزي سان شروع ٿيو، مگر بعد ۾ هيءُ ڪم مانو ٿي ويو، جيئن فريئر پنهنجي هڪ دوست ڪرنل ٽريويلان کي خط ۾ لکيو ته: (١)

"ڪجهه وقت مان بيمار هوس ۽ هڪ ڪونيءَ ۾ بند. مگر ان هوندي به پنهنجي فرائض کان غافل نه هوس. اوچتو ريلويءَ جو معاملو بگڙي ويو. ٺيڪيدار جي ڪيترن مهينن کان سٺي هلت نه هئي. سندس موڙيءَ ۾ ڪمي اچي ويئي ۽ انتظام به ٺيڪ نه رهيو. جيئن ته ڪم جي تڪڙ هئي، ان ڪري مان کيس هڪ لک رپيا قرض طور وٺرائي ڏنا. ان هوندي به معلوم پئي ٿيو ته هو گهڻو وقت نه هلي سگهندو. هڪ ڏينهن هن بمبئيءَ مان تار ڪئي ته هو انگلنڊ وڃي رهيو آهي. مان ڪيترو نه مشڪلات ۾ وڃي پيس. تقريباً آٺ هزار مزدور ڪم ڪري رهيا هئا. سندس ايجنٽ وٽ فقط ڏيهه رپيا هئا، پر کيس، مزدورن کي هڪ لک پنجويهه هزار رپيا ڏيڻا هئا، جو ته ڪن ٻن-ٽن مهينن جي مزدوري نه ملي هئي. هو بک مري رهيا هئا. سوچڻو پيو ته هاڻي ڪم ڪيئن هلائجي ۽ پئسا ڪٿان اچن. پر ريلوي ڪمپنيءَ ۾ ڪي چڱا ماڻهو آهن، خدا جو شڪر آهي، جو هنن ڪم کي سنڀالي ورتو."

---

(١) مارٽينيو: "سر بارٽل فريئر": ح. ا. ص ١٠٢

بهرحال ريلويءَ جو ڪم فريئر جي وقت ۾ ٿي نہ سگهيو، پر سندس وڃڻ کان پوءِ، سن ۱۸۶۱ع ۾ ڪوٽڙيءَ کان ڪراچي تائين ريلوي کُلي ويئي. مگر ڪاميابيءَ جو سچو سهرو سر بارٽل فريئر جي سر تي آهي. سنڌ جا ماڻهو سندس هن ڪارگذارين کي ڪڏهن بہ فراموش ڪري نٿا سگهن.

**رستا:**

هڪ آزاد مورخ جو قلم، تاريخ جي فن ۾ استعمال لہ ٿيو آهي. ادب ۾ هڪ نقاد پنهنجي پسند جي ڪنهن مصنف کي زمين کان آسمان تي پهچائي ٿو، مگر تاريخ جو لکڻ وارو ڪڏهن بہ حق ۽ صداقت کي هٿ کان ڇڏي نٿو سگهي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ انگريز غاصب هو، سنڌ تي سندس قبضو تشدد ۽ استبداد جو نمونو هو: مگر هن ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ سنڌ تي جن بہ حڪومت ڪئي، انهن ڪڏهن بہ ملڪ جي بهبوديءَ جي طرف غور ئي نہ ڪيو هو. سر چارلس نيپيئر جي وڃڻ کان پوءِ يعني ۱۸۴۸ع کان ۱۸۵۳ع جي مختصر عرصي ۾ سنڌ پنهنجي ابتدائي ترقيءَ جي مرحلن کي طئي ڪري چُڪي هئي. اهو ملڪ جو بي سروسامانيءَ جي حالت ۾ هو. هڪ نئين زندگيءَ کي حاصل ڪري رهيو. سيٺ نائونمل پنهنجي 'ميمائرس' ۾ لکي ٿو تہ (۱):

"ساليانو، ڪمشنر، ملڪ جي ٻاهرين دوري تي لڪرندو هو. اڪثر آڪٽوبر ۾ سندس وڃڻ ٿيندو هو ۽ اپريل ۾ ڪراچيءَ ۾ واپس موٽي ايندو هو. هرڪنهن سال ملڪ جي ضرورتن ڏانهن زياده کان زياده همدردي جي نظر وجهندو هو ۽ ماڻهن جي عام اصلاح ڏانهن ڌيان ڏيندو رهندو هو. هتي نهايت مشڪل آهي، جو سندس اڪيچار ڪوشش جو شمار ڪري سگهجي. هن جبلن ۽ جهنگلن مان وسيع رستن کي وڇائڻ جو ڪم شروع ڪري ڏنو، جيئن واٽهڙن کي سفر جو سهولتون پيدا ٿين. هنن رستن جي تعمير ٿيڻ سان واپارين جون گهڻيون مشڪلاتون دور ٿي ويون. مسافرن جي سهوليت لاءِ رستن تي مسافرخانا ٺهرايا ويا، جيئن هو موسم آهر سردي ۽ گرميءَ کان بچي سگهن. ملڪ جي انهن ويران حصن ۾، جتي مسافري ڪرڻ ناممڪنات مان هئي، اتي نہ فقط رستا ٺهي ويا، مگر مسافرخانا بہ، جن ۾ دل کي موهيندڙ باغ بہ رکيا ويا."

هندستان جي تاريخ ۾ شيرشاه سوريءَ کي آفرين جو مستحق چيو ويجي ٿو، جو هن ملڪ جي وڏي حصي ۾ رستن کي ٺهرايو ۽ ان سان گڏ مسافرن جي آرام لاءِ مسافرخانا ۽ کوه تعمير ڪرايا. صديون گذريون، مگر انهن رستن تي گذرندي، اڄ بہ ان بجتّ آشيان بادشاه کي خير جي لفظن سان ياد ڪيو ويجي ٿو. فريئر فرنگي هو، مگر ان جو سنڌ ۾ هي ڪارنامو، شيرشاه سوريءَ کان ڪنهن بہ ريت گهٽ نہ هو. فريئر سنڌ ۾ رستن جي آثاث تي پنهنجي راءِ جو هيئن ٿو اظهار ڪري (۲):

(۱) سيٺ نائونمل: "ميمائرس" ص ۱۶۷؛ (۲) مارٽينيو: "سر بارٽل فريئر": ح ۱: ص ۱۰۶.

"سن ١٨٥١ع ۾ سڄي ملڪ ۾، هڪ فوٽ به ساخته ۽ پرداخته رستو موجود نه هو. فقط هڪ ڇڳو ٽڳو ذڪر هو، حيدرآباد کان ڇانوڻي تائين رستو. اٽڪل ٽي يا چار ميل فقط. آتي به هائي جي سخت تڪليف آهي."

هن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اسان جي ملڪ ۾ ديسي حڪمران پنهنجي صاحبيءَ ۾ آخر ڇا ٿي ڪيو؟ ڪيڏو نه بدقسمت ملڪ هو! فريئر پنهنجي حڪومت جي اوائلي دور ۾، بمبئي گورنمينٽ کي لکي موڪليو ته سنڌ ۾ رستن جي تعمير شروع ڪئي وڃي. ان لاءِ هن ايسٽيمنٽون ۽ خرچ جو تفصيل به موڪلي ڏنو. جيئن ته بمبئي گورنمينٽ جي سنڌ سان گهٽ دلچسپي هئي، ان ڪري فريئر پنهنجي بجيٽ مان هن طرف ڌيان ڏنو. اپريل سن ١٨٥٣ع ۾ هن لارڊ فاڪلنڊ کي لکي موڪليو ته "هن ١٨٥١ع ۾ هڪ سؤ چوويهه ميل ارڙهن هزار پنج سؤ پنجويهن رپين جي لاڳت سان ٺهرايا آهن ۽ سن ١٨٥٢ع ۾ ٻه سؤ ست ميل اناويهه هزار ٻه سؤ اٺانوي رپين خرچ ڪرڻ سان تعمير ڪرايا آهن. هنن رستن مان هڪ لَڪيءَ وارو رستو هو، جو دور دور تائين ٿي ويو. درياهه کي ڪٺان به عبور ڪرڻو نه پيو، جو نهايت مشڪل ۽ وڏي خرچ وارو ٿي پوي ها. هي رستو آهستي آهستي شڪارپور کان وڏي بولان جي دري تائين پهتو. هنن رستن کي ڪهڙي صورت ۾ ڪيئن تعمير ٿي ڪيو ويو. فريئر پنهنجي هڪ خط ۾ لارڊ فاڪلنڊ کي لکي موڪليو(١):

"رستا ڇاليهه فوٽ ويڪرا آهن، جي گذريل ٻن سالن ۾ مڪمل ڪيا ويا آهن ۽ هو هڪ ڳوٺ کي ٻئي ڳوٺ سان ڳنڍيندا وڃن ٿا. ڪوبه سيمينٽ ۽ بجري سان نه آهي. انهن کي فقط يڪسان سطح تي آندو وڃي ٿو. فقط وڻن ۽ ٻوٽن کان ڪين صاف ڪيو وڃي ٿو. ڪيترا ته اهڙا به رستا آهن، جي ڪهاٽي جهنگ مان گذرن ٿا. سطح کي مٽي ڪنيو وڃي ٿو، ڪڏن ڪوٻن کي پريو وڃي ٿو، جيئن گذرندڙ آمد و رفت کي سهوليت ٿئي. هن ملڪ ۾ وقت آهر، اهڙائي رستا موزون آهن.

"رستن جي مٿان پليون ٺهرايون ويون آهن، اهي جملي هڪ سؤ اٺهٺ ٿينديون. جي پڪين سِرن ۽ سيمينٽ سان ٺهرايل آهن ۽ اڌ گول جي گولائي تي آهن. وڏي ۾ وڏي پُل جا مون ڏٺي، ان کي ٽي ڪمانون آهن، جن مان وچ واري چوويهه فوٽ ۽ پاسن واريون آٺ آٺ فوٽ ڊگهيون آهن. ان تي ٻارهن سؤ رپيا خرچ آيو آهي. هيءُ سڀ پليون آتر سنڌ جي ڪاريگرن ٺاهيون آهن ۽ ڪنهن به يورپي جي مدد نه ورتي ويئي آهي، فقط جان جيڪب انهن جي نگراني ڪئي آهي...

"ملڪ جي سطح هيٺ مٿي آهي. گهاٽا جهنگ ۽ واريءَ جون ڍيون آهن. ان جي پوري ريت ڪاٻه سروي ٿي نٿي سگهي. پوري سڌ وٺڻ لاءِ ٺيڪيدار هڪ ڪليل

---

(١) مارٽينيو: "سر بارٽل فريئر"؛ ج. ا، ص ١٠٨

ڏينهن تي، هڪ جاء تي پهچي، هڪ وڏي ٻاھ ٻارين ٿا. ان کان پوء رستي ٿاهيندڙ ان جي دونهي کي لهارين ٿا ۽ گهاٽي جهنگ ۾ اهڙي ريت رستي کي سنئون وٺي وڃن ٿا. ان کان پوء وڻن ۽ ٻوٽن کي صاف ڪن ٿا. هيءَ هڪ اهڙو طريقو آهي، جنهن سان رستو اهڙو ته سنئون نڪري ٿو، جو شايد جهنگ ۾ ڪو سروير ڪري سگهي ٿو. پلين ۽ رستن جو سڄو ڪم ٺيڪي تي ڪرايو وڃي ٿو ۽ چٽاڀيٽي سان ٺئي ٿو. ميجر جيڪب ڪم جي پڙتالي ڪري ٿو ۽ خواهان ماڻهو اچي ٺيڪي لاء گڏ ٿين ٿا......

"ڪنهن به ڪم ۾ هن وقت تائين ناڪاميابي نه ٿي آهي. ڪم تڪڙو، سستو ۽ عمدو ٿي رهيو آهي. ڪيترائي ٺيڪيدار اڻپڙهه آهن، پر بي‌علمي هوندي به هو پنهنجي ڪم ۾ نهايت محتاط آهن......"

هن انگريز حاڪم جي ديانتداري ۽ حُسن خدمتي جي تعريف ٿي ڪرڻي پوي ٿي. هو هڪ اجنبي ملڪ جو حاڪم هو ۽ اجنبي زمين تي هو. مگر سنڌس سرگرمين کي ڏسي تعجب ٿو ٿئي. جيڪڏهن سنڌس موازنو سابق حڪمرانن سان ڪيو وڃي ته ندامت کان گردن هيٺ ٿي وڃي ٿي. هن کان وڌيڪ هڪ مورخ بي کهڙي نڪته‌چيني ڪري سگهي ٿو. بهرحال، فريئر جتي رياوي لاء پاڻ پتوڙيو، اتي عام رعايا جي فوري ضرورتن کي به نه وساريو.

## پوسٽ جون ٽڪليون:

سرچارلس نيپئر جي وقت ۾، سنڌ ۾ ٽپال جو سرشتو، اهوئي قائم رهيو، جو اڳ ۾ موجود هو. فقط اصلاح اها آئي، جو ڪراچيءَ ۾ سرڪاري پوسٽ آفيس کي قائم ڪيو ويو. موجوده پوسٽ جو طريقو انگريزي حڪومت جو يادگار آهي. سنڌ جي وڏن شهرن حيدرآباد، سکر، خيرپور ۽ شڪارپور ۾ پوسٽل رسيور رکيل هئا، جن ۾ خط وڌا ويندا هئا. اهڙيءَ حالت ۾ خط جو خرچ موڪليندڙ جي مٿان پوندو هو ۽ اهو قاصد کي ملندو هو. پوسٽ جي هن طريقه‌ڪار مان فقط پئسي وارائي فائدو وٺي سگهندا هئا، عوام کي ڪو به فائدو حاصل ٿي نٿي سگهيو. اسان سنڌ گزيٽيئر جي هنن لفظن کي وساري نٿا سگهون:(۱)

"مسٽر فريئر جو بنيادي پوسٽ جو سرشتو، ڪڏهن به وساري نٿا سگهون، جو ته هو هندستان ۾ پوسٽ جي ٽڪلين جو پهريون موجد هو. عام خيال هو ته انتظامي سائنس جي لحاظ کان، ٽڪلين جي قيمت جي اڳ ۾ ادائي جو سرشتو، يورپ ۾ ته هلي سگهي ٿو، مگر هندستان ۾ ڪامياب ٿي نه سگهندو."

مگر فريئر اڳتي هلي ثابت ڪري ڏيکاريو ته جنهن کي اقتصادي طرح هڪ مشڪل چيز ٿي سمجهيو ويو، اها عمل ۾ اچڻ جهڙي شيء هئي. فريئر، سنڌ ۾ پوسٽ جي سلسلي کي

(۱) "گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ": جلد اي: ص ۱۴۷

سذارڻ شروع ڪيو. اڳ جو پيادن جي رستي ٽپال پهچائي ويندي هئي، ان کي گهوڙن ۽ اُٺن جي رستي پهچائڻ جو طريقو شروع ڪيو ويو. ڏٺو ويو ته حيدرآباد ۽ سکر جي درمياني فاصلي ۾ ٻارهن ڪلاڪن جيتري بچت ٿيڻ لڳي ۽ ساڍا ٽي سير وڌيڪ بار کڻڻ ۾ آيو. هن سموري اصلاح ۾ ڪراچي جي پوسٽ ماسٽر مسٽر ڪافي سندس مدد ڪندو رهيو. مسٽر ڪافي جي مشوري سان، فريئر ٺيڪيدارن جي لاءِ هڪ اشتهار نافذ ڪيو ته، پوسٽ جي پهچڻ ۾ دير جي حالت ۾ ٺيڪيدار جي پئسن ۾ هر ڪلاڪ جو معاوضو ڪاٽيو ويندو. پر جيڪڏهن ٽپال وقت کان اڳ ۾ پهچائي ويندي ته هر ڪلاڪ جي حساب سان ان ۾ معاوضي جو واڌارو ڏنو ويندو. هن طريقي کي 'اسپيڊمني' جو نالو ڏنو ويو. اهڙي لالچ جي هوندي، ٽپال جي پهچڻ ۾ جلدائي پيدا ڪئي ويئي. فريئر پنهنجي هڪ خط ۾ ٽپال جي هن رائج ٿيل سرشتي تي، پنهنجي اطمينان جو اظهار ڪري لکي ٿو ته: (١)

"وقت کي ڇڪڻ ۽ ريت ڪم آڻڻ لاءِ، سوارن تي زور آندو ويو ته تيز کان تيز ٿي وڃن. منزلن تي گهوڙا اڳ ۾ ئي تيار ٿا رهن. سوار، ڪٺي ايندڙ ٽپاليءَ جي ٽپال جي انتظار ۾، اڳ ۾ ئي گهوڙي تي سوار ٿي ويهن ٿا. ٽپال جون ڳوٺيون پهچندي ئي تازه دم گهوڙن جي پٺيءَ تي رکيون وڃن ٿيون ۽ ٻناڪنهن وقت وڃائڻ جي گهوڙو ڊوڙڻ شروع ڪري ٿو. مون ڏٺو آهي ته هيءُ ڪم نهايت خوش اسلوبيءَ سان پورو ٿيندو رهي ٿو. ان هوندي به ملڪ جي ناهموار حالتن جي باعث، هن سفر جو حصو، ڪٿي ڪٿي گهوڙن جي بجاءِ پيرين ۽ اُٺن تي طي ڪيو وڃي ٿو."

ٽپال جي طريقي ۾ هن اصلاح کان سواءِ، فريئر سن ١٨٥٤ع ۾ پوسٽ جي ٽڪلين کي به رواج ۾ آندو. هن ڪراچي جي پوسٽ ماسٽر مسٽر ايڊورڊ ليس ڪافي جي مدد ۽ مشوري سان 'سنڌ ڊسٽرڪٽ ڊاڪ' جي ٽڪلين جو خاڪو تيار ڪرايو. هن ٽڪلي جي قيمت اڌ-آنو رکي ويئي. سڄي برٽش هندستان ۾، هيءَ پهرين ٽڪلي هئي، جا سنڌ ۾ ڇپرائي ويئي ۽ رواج ۾ آئي. فريئر ان بابت لکي ٿو ته: (٢)

"ٽڪلي، جا ڪالهه اوهان ڏي مون موڪلي آهي، اها پهرئين پوسٽ جي ٽڪلي آهي، جا هندستان جي تاريخ ۾ اوليت جو شرف رکي ٿي. اوهان کي ياد هوندو ته سنڌ ۾ پوسٽ جو طريقو سن ١٨٥٠ع تائين بيحد ناقص هو. جيئن ته هيءُ علائقو سڄو آهي ۽ مڪاني خرچن کي برداشت نٿو ڪري سگهي ۽ جڏهن به وڌيڪ پوسٽ آفيس لاءِ لکيو ويو، تڏهن اسان کي هن صوبي جي ناداري ياد ڏياري ويئي، پر ائين به چيو ويو ته جڏهن مرڪزي گورنمينٽ، سنڌ تي ڪجهه خرچ ڪرڻ گهريو ته گهٽيون ئي شيون غور جي لائق نڪري پونديون.

(١) مارٽينيو: "سر بارٽل فريئر": ج. ا. ص ١١. (٢) مارٽينيو: "سر بارٽل فريئر": ج. ا. ص ١١١.

جيئن ته اسان سمجهيو ٿي ته پوسٽ جو طريقو عياشي نه آهي پر ملڪي ضرورتن مان آهي، ان ڪري اسان خيال ڪيو ته اهو ڪهڙو طريقو ايجاد ڪيو وڃي، جنهن سان هي مسئلو حل ٿي سگهي. پوسٽ ماسٽر مسٽر ڪاني، جو نهايت سنجيده انسان آهي، تنهن مون سان تعاون ڪيو ۽ اسان هن مسئلي کي تڪميل تي پهچائڻ ۾ ڪامياب ٿياسون. اسان ٽڪليون حاصل ڪيون، جن کي ڊي. لا. ربو ڪمپني تيار ڪيو ۽ اهي انگلنڊ وانگر هرهڪ سرڪاري آفيسر ۽ پوليس آفيسر کي ڏنيون ويون ۽ انهن کي حڪم ڏنو ويو ته هُو پنهنجي سرڪاري ڪاغذن وانگر، هنن کي به پنهنجي ماتحت آفيسرن ڏانهن موڪلي ڏين ۽ سيني خطن تي اهي چسپان ڪيون وڃن. هي برٽش گورنمينٽ ۽ ان عظيم ڪمپنيءَ جي فتحيابي آهي.

”اهڙيءَ ريت، سنڌ جي هرسرڪاري آفيس ۾ پوسٽ آفيس بڻجي ويئي آهي ۽ سيني خطن تي اهي ئي ٽڪليون استعمال ٿي رهيون آهن. هي نظام عمدي طرح ڪم ڪري رهيو آهي ۽ نهايت سستو— چاڪاڻ ته اسان پوسٽ جي سرشتي کي اهڙيءَ ريت بناڪنهن وڏيڪ خرچ جي آسانيءَ سان هلائي رهيا آهيون. مان سمجهان ٿو ته اسان جو طريقو سڄي هندستان ۾ بهترين طريقو ثابت ٿيندو.“

اهڙيءَ ريت فريئر، عوام جي فوري ضرورتن کي مدنظر رکندي، هڪ اهڙو پوسٽ جو نظام رائج ڪيو، جنهن کان نه فقط وڏا شهر ۽ وڏا ماڻهو مستفيد ٿي سگهيا، پر ڳوٺن ۾ به ڪڙمي ۽ ڪاسبي به فائدو وٺڻ لڳا. فريئر جو هيءُ ملڪي انتظام هو، جنهن کان سنڌ جو عوام بيحد متاثر ٿيو ۽ غلام هوندي به انگريزي حڪومت کي پنهنجي لاءِ خدا جي رحمت سمجهڻ لڳو.

## ڪراچي ۾ ميلو:

سنڌ ۾ ميلن جي اڳ ۾ به ڪابه گهٽتائي ڪانه هئي. اهل الله جي عرس تي ميلا لڳندا ٿي رهيا، مگر انهن جي نوعيت خالص ’روحاني‘ چئجي ته ان ۾ ڪوبه مبالغو نه ٿيندو. مگر فريئر ڪراچيءَ ۾ هڪ اهڙي ميلي جي ابتدا ڪرڻ گهري، جنهن جو مقصد روحاليت جي بجاءِ ملڪ جي اقتصادي بهتري هئي. هن ان کي وڏي پيماني تي تربيت ڏيڻ گهُري، جيئن سنڌ جي عظمت همسايه ملڪن ۾ نمايان نظر اچي. هن مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ، ڪيس پهريائين بمبئي گورنمينٽ کان منظوري حاصل ڪرڻي پيئي. فريئر جي هن رٿ جي خوبين جي خبر لنڊن ۾ بورڊ آف ڊائريڪٽرس کي پيئي. انهن مان هڪ سر هينري لاڪ، جو ايران ۾ ڪيترو وقت سفير ٿي رهيو هو، سندس رٿ جي نه فقط تائيد ڪئي پر وڏي تعريف به ڪئي. هن رٿيل ميلي جي پس منظر کي سياسي نقطهءِ نگاهه سان ڏٺو، جا فريئر جي وڏي سماجي ڪاميابي هئي. رٿ منظور ٿي ويئي. هاڻي سوال پيدا ٿيو ته اهو ميلو ڪٿي ملهايو وڃي. اڪثر جي صلاح هئي

ته اهو ميلو آتر سنڌ ۾ سکر يا شڪارپور ۾ قائم ڪجي، مگر فريئر جي خواهش هئي ته هن ميلي جي لاءِ ڪراچيءَ جو شهر موزون ٿيندو. لکي ٿو:

"جيڪڏهن آتر سنڌ ۾ هيءُ ميلو ملهايو ويندو ته ان مان قلات، قنڌار، پنجاب، بهاولپور جا واپاري اڪثريت سان ۽ راجپوتانا جا ساڳهو اقليت ۾ فائدو وٺي سگهندا، مگر ڪراچي ۾ بمبئي، ايران ۽ افغانستان يڪسان فائدو وٺندو."

آخر فريئر جي راءِ مطابق، ڪراچي کي ٿيندڙ ميلي جي لاءِ انتخاب ڪيو ويو. هن ميلي جو پهريون افتتاح ڊسمبر ١٨٥٢ع ۾ ٿيو ۽ پوءِ ڪيترا سال هي ميلو، ڪراچيءَ ۾ لڳندو رهيو. جيئن ته انگريزي انتظام هيٺ ڌاڙن ۽ لٽ‌مار جو خاتمو ٿي چڪو هو ۽ حال، ماضي تي پنهنجي فوقيت جو اظهار ڪري رهيو هو، ان ڪري ميلي ۾ شريڪ ٿيندڙن جي لاءِ ڪوبه جان ۽ مال جو خوف موجود نه هو. ان ڪان سواءِ ملڪ ۾ جابجا بهتر رستا تعمير ٿي چڪا هئا، ان ڪري آمدورفت جي سلسلي ۾ به ڪا تڪليف نه رهي هئي. موقعي جي اشتهار ٿيڻ ڪان پوءِ، دور ۽ قريب جا واپاري، گروهه در گروهه، ميلي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ آيا. ڪئي تنبن جي ڪئمپ لڳي ويئي ته ڪئي عارضي جايون ٺاهيون ويون. مارٽينيو، هن عجيب ميلي جو ذڪر هيئن ٿو ڪري(٢):

"سنڌي، بلوچي ۽ افغان پنهنجي مخصوص پوشاڪن ۾ اچي حاضر ٿيا. ڪئي سوي جي خريد و فروخت هئي، ڪئي بهترين گهوڙا هئا ته ڪئي تيز رفتار اٺ. ڪي دڪان پنجابين جا هئا، جتي عمدو ڪپڙو ميسر ڪيو ويو هو. بمبئيءَ ڪان جي ايراني ميلي ۾ شامل ٿيا هئا، انهن جي قالين ۽ شالن، عجيب بهار پيدا ڪري ڇڏي هئي. سنڌ به پوئتي نه هئي، آجرڪون، لونگيون، ڪاشيءَ ۽ جنڊيءَ جو سامان، سنڌين جي دڪانن جي زينت هئي."

هن ميلي ۾ جيئن مارٽينيو لکي ٿو، چين ۽ ٿبيٽ ڪان به واپاري آيا، جن وٽ سلڪ ڪان سيمور جا قيمتي ڪوٽ به هئا. هن ميلي جو سمورو انتظام سمنڊ جي ساحل تي ڪيو ويو هو، جنهن ڪان خوش‌منظر يوروپين جا بنگلا شروع ٿي ٿيا. جهازن جا بلند سڙهه ٿي نظر آيا. لڳاهه جي حد تي جتي نيرو آسمان ٿي نظر آيو، پري حب جبل جون قطارون آيرنديون ٿي نظر آيون. هن ميلي ۾ ڪيترا اهڙا به شرڪت ڪندڙ هئا، جن پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪڏهن سمنڊ نه ڏٺو هو. عميق جي آڇارن کي ڏسي، هو حيرت‌زده ٿيجي ويا. هن ميلي کي اميد ڪان وڌيڪ ڪاميابي حاصل ٿي. ٿورن سالن ڪان پوءِ شڪارپور ۾ گهوڙن جي ميلي جو انتظام ڪيو ويو، جو پوءِ، ڪن سياسي حالتن جي باعث جيڪب‌آباد منتقل ٿي ويو. هن حقيقت جي لاءِ هڪ مورخ کي هيءُ حق پهچي ٿو ته هو هن سموري محنت کي سماجي تحريڪ جي بدران سياسي تحريڪ

---

(١) مارٽينيو: "سر بارٽل فريئر": ح، ا: ص ١١٢. (٢) مارٽينيو: "سر بارٽل فريئر": ح، ا: ص ١١٥.

سمجهي. ائين ٿي به سگهي ٿو. ڇو ته حڪومت اجنبي هئي ۽ ان کي هيءَ ڪوشش ڪرڻي هئي ته هو عوام کي اهڙن مشغلن ۾ مشغول رکي، جو سندن ذهنيت، ملڪي معاملن کان هٽجي واپار ۽ پنهنجي ڳالهين ڏي رجوع ٿي وڃي.

## واهه (آبپاشي جو بندوبست):

ميرن جي حڪومت جي دور ۾ آبپاشي جون ٿوريون گهڻيون سهولتون موجود ته هيون، پر باقاعدي نظام موجود ڪونه هو. اڪثر زميندار يا ڪڙمي، واهن کي پنهنجي سهولت موجب ٺاهيندا هئا ۽ کڻي آئيندا هئا. جيئن ته ڪين ڪو به انجنيري جو علم ڪونه هو، ان ڪري سندن محنت اڪارت ٿي ويئي. انگريزي قبضي کان پوءِ ته واهن ۽ ڪنڊن جي حالت بد کان بدتر ٿي ويئي. عام رفاهي ڪم، جن آفيسرن کي سپرد ڪيو ويو، انهن وٽ هن ڪم جي ڪرڻ لاءِ ڪا به لياقت موجود ڪانه هئي، نه وري هنن پاڻ کي ان لاءِ جوابدار ٿي سمجهيو. اگرچ سرچارلس نيپيئر جي زماني ۾ انجنيئري آفيسرن جو هڪ جدا محڪمو قائم ڪيو ويو هو. پر پنجاب سان لڙائين جي باعث، سنڌ جي حڪومت هن طرف پورو توجهه نه ڏيئي سگهي هئي. سن ١٨٤٩ع ۾ ته هي محڪمو ئي بند ڪيو ويو. جڏهن فريئر سنڌ ۾ آيو، تڏهن هن محسوس ڪيو ته هن محڪمي جي سنڌ کي ڪيڏي نه ضرورت آهي. هن ٿوري وقت لاءِ آبپاشي جو نظام، ضلعي جي ڪليڪٽرن کي سپرد ڪيو. ناتجربيڪاريءَ جي باعث، انهن کان به ڪا اصلاح ٿي نه سگهي. هن حالت کان مجبور ٿي، فريئر هي ڪم سنڌ جي ملڪي آفيسرن جي نگراني ۾ ڏنو، مگر وري به ڪاميابي حاصل ٿي نه سگهي. هنن حالتن کان مجبور ٿي ڪمشنر، بمبئي جي گورنر کي اصلاح حال لاءِ لکي موڪليو. گورنر لارڊ فاڪلنڊ، گهڻي لکپڙهه کان پوءِ، ڪرنل بلانس ٽرنر کي، سنڌ ۾ سپرنٽينڊنٽ انجنيئر ڪري موڪليو. ڪرنل ٽرنر جي هدايتن هيٺ نئين محڪمي جي تنظيم شروع ٿي ۽ تجربيڪار آفيسرن کي هن محڪمي ۾ مقرر ڪيو ويو. جيڪڏهن ڪي اهڙا لائق ماڻهو سنڌ مان ميسر ٿي نه سگهيا ته پنجاب ۽ ٻين علائقن مان طلب ڪيا ويا. اهڙيءَ ريت هن محڪمي کي ته مضبوط کان مضبوط تر بڻايو ويو. مگر هڪ اهڙي بدعت وجود ۾ آئي، جنهن اڳتي هلي سنڌين جي حقوق کي پامال ڪري ڇڏيو. هنن اجنبي آفيسرن اقرباپروري کي، ملڪي مفاد کان به مٿي سمجهيو. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو سنڌ جا لائق اميدوار به ڪسمپرسي ۾ مبتلا ٿي ويا.

هن نئين محڪمي جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ، سنڌ جي زرعي حالتن ۾ عجيب انقلاب اچي ويو. جنرل جان جيڪب جي مشوري سان بيگاري واهه کي، جو اڳ ۾ موجود هو، ان کي ويڪري ۽ اونهي ڪرڻ جي رٿ کنئي ويئي. انهيءَ ئي واهه تي اترسنڌ جي آباديءَ جو گهڻو دارومدار هو. پاڻي جي نه ميسر هئڻ سبب، بهترين زمين، آبادي کان محروم هئي ۽ عوام جي روزگار پست کان پست تر ٿيندي ٿي ويئي. انگريز ڪمشنر چڱيءَ ريت ٿي سمجهيو

۽ ملڪ ۾ انگريزي حڪومت کي استوار ڪرڻ لاءِ امن ۽ سلامتيءَ جي بيحد ضرورت هئي. امن ۽ سلامتي، ملڪ ۾ تڏهن برقرار رهي ٿي سگهي، جڏهن ماڻهو خوشحال ۽ آسودا هجن. هن آسودگي کي مد نظر رکندي، سنڌ ۾ آبپاشي جي سلسلي کي زياده فروغ ڏيڻ گهربو. هن چڱيءَ ريت ڄاتو ٿي ته سنڌ جي اڪثريت جو دارومدار فقط زراعت تي آهي. بهرحال فريئر جي بنيادي حڪمتعملي، برٽش دور جي سڄي زماني ۾ انگريزي حاڪمن جي رهنمائي ڪندي رهي ۽ سنڌ جهڙي خشڪ ملڪ ۾ پاڻيءَ جي فراواني رهي.

بهرحال بيگاري واهه کي گهڻو ڪشادو ڪيو ويو. هن ڪم جي مڪمل ٿيڻ تي جنرل جيڪب جي مشوري سان، ڪشمور جي نزديڪ، سنڌونديءَ مان هڪ نئين واهه جي کوٽائڻ جي اسڪيم، مرڪزي گورنمينٽ جي سامهون رکي. هن نئين واهه جي کوٽڻ جي ڪري پندرهن سؤ چورس ميل آبادي هيٺ ٿي اچي ويا. فريئر جي هن رٿ کي به قبول ڪيو ويو. ٿوري وقت ۾ هيءُ واهه به تيار ٿي ويو. جنهن کي سرڪاري ڪاغذن ۾ ڊيزرٽ ڪئنال سڏجي ٿو، پر عوام ان کي سندس برڪتن جي سببان شاهي واهه سڏيو. هي واهه انجنيئرن ۽ ٺيڪيدارن جي صبر ۽ تحمل جو هڪ وڏو ڪارنامو آهي. ان وقت جڏهن نه مشينون هيون نه بلڊوزر، هن واهه جي عظمت کي ڏسي حيراني ٿي ٿئي. هن واهه جي کوٽجڻ کان پوءِ، اهو ملڪ، جو رڻپٽ سڏبو هو، جتي پاڻيءَ جو نالو ۽ نشان نه هو، سيراب ٿيڻ لڳو. ٿورن سالن بعد چوڌاري سبزه ۽ ساوڪ نظر اچڻ لڳي.

سن ١٨٥٢ع ۾ هڪ ٻي انجنيئر ڪرنل نائيف جي نگرانيءَ هيٺ، ايرندي ناري، سکر واهه، ڦليلي ۽ گهاڙ جي مرمتن جو ڪم شروع ڪيو ويو. هن سڀني ڪمن کي نهايت خوش اسلوبي سان پورو ڪيو ويو. فريئر جي هن ڪوششن مان اٿين پئي معلوم ٿيو ته هو سنڌ جي هر گوشي ۾ پاڻي پهچائڻ جو عزم ڪري چڪو آهي. فريئر جي سنڌ ۾ اچڻ کان ٻارهن سال اڳ سن ١٨٤١ع ۾ ليفٽيننٽ پوسٽان، سنڌ ۾ آبپاشي جي غير تسلي بخش سلسلي جو ذڪر هيئن ٿو ڪري:

> "واهن جي بُري حالت سبب، سنڌ جي زمينن جو وڏو حصو ويران پيو آهي. جيڪڏهن هنن ۾ پاڻي ميسر ٿي سگهي ته هيءُ پليون زمينون، ملڪ جي خوشحاليءَ جو باعث بڻجي سگهن ٿيون."

سنڌ ۾ آبپاشي جي نظام جو ذڪر، هڪ وڏو تفصيل طلب تاريخ جو ورق آهي. آيرندي ناري جو ڪم جڏهن تڪميل تي پهچي ويو، تڏهن ڏهن هزارن انسانن جي موجودگيءَ ۾، فريئر ان جو افتتاح ڪيو. هن ڪارنامي جو حاضرين تي ڪهڙو اثر پيو هوندو، ان جو هاڻي اسان تصور ئي ڪري نٿا سگهون. فرنگين جي حڪومت جو هي ابتدائي دور، سنڌ وارن جي لاءِ بيحد اطمينان بخش ثابت ٿيو.

'خدا شرے برانگيزد که خيري ما دران باشد'.

فريئر جو بيدار دماغ، هر ملڪي تحريڪ ۾ وڏ ڪان وڏ ڪم ڪندو نظر اچي ٿو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ فريئر جهڙو ڪمشنر، سنڌ ڪي وري نصيب نہ ٿيو. خلق جي خدمت جو جذبو ڪيس گويا طبيعت ۾ شروع کان ئي وديعت ٿيل هو. سنڌس اهليہ لکي ٿي تہ(١):

"اسان انگلنڊ ۾ هئاسون. ماں سائس اسٽيشن تي ملڻ ويس. مون سان هڪ اهڙو ماڻهو گڏ هو جو فريئر کي لہ سڃاڻندو هو. مون ڪيس چيو تہ ماڻهن جي هجوم ۾ هُو مون کي فريئر جي ڳولڻ ۾ مدد ڪري. هن چيو تہ هُو فريئر کي سڃاڻندو ئي نہ آهي. مون چيومانس، ان جا اهڃاڻ ٻُڌي ڇڏ. هُو هڪ قدآور ماڻهو آهي ۽ ضرور ڪنهن جي مدد ڪندو هوندو. هيءُ سنڌس حليہ بس آهي. ٿيو بہ ائين. ڏٺو ويو تہ هُو گاڏيءَ مان هڪ پوڙهي عورت کي لهڻ ۾ مدد ڪري رهيو هو."

## سنڌي ٻولي:

سنڌ ۾ حڪومت جي نظام کي بهتر طريقي سان هلائڻ لاءِ، هيءُ نهايت ضروري هو تہ ملڪ ۾ مادري زبان کي رواج هيٺ آلدو وڃي. مگر ڏک جي ڳالهہ اها هئي، جو ملڪ ۾ سنڌي ٻولي ڳالهائي تہ ضرور ٿي ويئي، مگر هوءَ تحرير جي ٻولي نہ هئي. پر جيڪڏهن لکي بہ ٿي ويئي تہ ان کي پنهنجي ڪاڻ 'الف بي' جي تختي ميسر ڪانہ هئي، جنهنڪري سنڌ جا باشندا، ان کي جدا جدا طريقن سان لکندا ٿي رهيا. هندن وٽ، پنهنجي 'الف بي' هئي. اگرچ هوءَ ديوناگريءَ جو لقل هئي، پر اڻپوري ۽ غير سلجهيل. ڪڏهن تہ ان جي سمجهڻ ۾ بہ مشڪلاتون پئي پيدا ٿيون. مسلمانن وٽ سنڌي، فارسي رسم الخط ۾ لکي ٿي ويئي. ان ڪري پنهنجي وطن ۾ هولدي بہ سنڌي ٻولي اجنبي رهجي ويئي. فريئر جي دلي خواهش هئي تہ ملڪ ۾ سنڌي ٻوليءَ کي رائج ڪيو وڃي، پر مشڪلات اها هئي تہ 'الف ب' جي غير موجودگيءَ ۾ هن ٻوليءَ کي سکڻ نهايت مشڪل هو. هن تڪليف جي ڪري ڪورٽن ۾ جتي يوروپين آفيسر مقدمن جي سماعت ڪندا هئا، اتي هڪ ترجمان، آفيسر ۽ عوام جي درميان رابطي کي قائم رکندو هو، جو پڻ هڪ دقت پربو ڪم هو. يوروپين آفيسر هندستاني کي تہ سمجهيو ٿي، پر سنڌي ٻوليءَ کي سمجهڻ ۾ قاصر هو. ڪورٽ جي سڄي ڪارروائي مهمل فارسي ۾ لکي ٿي ويئي، جا پڻ فارسي زبان جي توهين هئي. ان وقت فارسي زبان کي ڪهڙن احاطہ تحرير ۾ آندو ويندو هو، ان جو هڪ مثال هن هيٺ ڏنل ٿو(٢).

خط نمبر ١٥٩

عملداران و کارپردازان سرکار بدانند

درین وقت مسمی علیمراد پورڙه استدعا رخصت یک ضرب تفنگ برای شکار نمودن و حفاظت کاشت خود، که کاشت لـامبرده جانوران نقصان میکنند، بحضور التماس

---

(١) مارٽينيو: "سر بارٽل فريئر": ح ١: ص ١٣١ (٢) دستخط فائيل: ص ٦٥

ساخت زان جا حضور انور يک ضرب تفنگ براى شکار کردن و حفاظت کاشت در حد کاشت نامبرده را فرموده شد. لازم شمايان بحالت نامبرده درباره اسلاح مذکوره در کاشت نامبرده مزاحم (مزاحم) نشوند فقط ٥- مارچ ١٨٥٢ع

بهرحال اهڙي فارسي، سرڪاري خط و ڪتابت ۾ عام جام ملي سگهي ٿي. هن حالت کان فريئر بيحد متاثر ٿيو. هيڏن سارن انگريز آفيسرن مان فقط ٻه سنڌي زبان ۾ ڳالهائي ٿي سگهيا. فريئر سنڌي زبان کي فروغ ڏيڻ لاءِ پورو ارادو ڏيکاريو بدقسمتيءَ سان سنڌ ۾ اڪثر پنجابي هندو، سرڪاري ملازمت ۾ موجود هئا، جي هن راءِ جا هئا ته فارسي زبان کي برقرار رکيو وڃي. مگر فريئر محسوس ڪيو ته سول ۽ فوجداري معاملن جي لاءِ ملڪي زبان بيحد ضروري آهي. فريئر، هن رٿ کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ پنهنجي مشيرن سان مشورو ڪيو. سررچرڊ برٽن جي راءِ هئي ته، سنڌي جي لاءِ عربي رسم الخط موزون ٿيندي. برٽن ڪو معمولي حيثيت جو ماڻهو نه هو، پر فارسي ۽ عربيءَ جو وڏو ڄاڻو هو ۽ انگريزي زبان ۾ سنڌ سڪيترين ئي تصنيفون موجود آهن. مگر ڪمشنر جي ٻئي مشير ڪئپٽن اسٽئڪ ان جي مخالفت ڪئي ۽ سنڌي زبان جي لاءِ ديوناگري رسم الخط جي سفارش ڪئي. ڪئپٽن اسٽئڪ ان زماني ۾ سنڌي-انگريزي لغت کي مرتب ڪري رهيو هو ۽ پنهنجي سنڌي گرامر جو هڪ حصو تيار ڪري ورتو هئائين (١). پنهنجي مشيرن جي متضاد رايُن جي ڪري، سڄو معاملو، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس ڏانهن موڪلي ڏنائين. هن فيصلي ۾ ڪافي دير پنجي ويئي ۽ معلوم ائين پئي ٿيو ته معاملو اتي ئي رهجي ويندو. ٻارهن مهينن جي ٿڪائيندڙ عرصي کان پوءِ، ڊائريڪٽرن کان منظوري اچي ويئي ته آزمائشي طرح 'عربي سنڌي' صورتخطيءَ کي استعمال ڪيو وڃي. فريئر پنهنجي اسسٽنٽ سرٻئرو ايلس جي مشوري سان، ملڪي عالمن جي مجلس ڪوٺائي، ته هو سنڌي زبان جي مستقبل بابت پنهنجا مشورا پيش ڪن. هن مجلس جو چيئرمن به ايلس صاحب کي مقرر ڪيائين. هن وچ ۾ ڪئپٽن اسٽئڪ انگلنڊ ڏانهن روانو ٿي ويو ۽ سنڌس لغت اڌوري رهجي ويئي. ڪيس وري سنڌ ۾ اچڻ نصيب نه ٿيو. هن مجلس ۾ وري به رسم الخط جو سوال بحث ۾ آيو، مگر ڊائريڪٽرن جي راءِ کي تسليم ڪيو ويو ۽ عربي رسم الخط کي قائم ڪيو ويو. پهريائين 'الف-ب' جي ترتيب جو سوال آيو. هن ڪميٽيءَ گهڻي غور ۽ خوض کان پوءِ عربي الف-ب جا اٺيهه اکر پراڪرت جي مستعمل حرفن سان ملائي، ٻاونجاهه اکرن جي الف-ب ٺاهي. هن انگريز ڪمشنر جي محنت سان، سنڌي زبان کي گويا نئين ۽ درخشان زندگي حاصل ٿي ويئي.

'الف-ب' جي مقرر ٿيڻ کان پوءِ فريئر رٿ ڏني ته آئنده سرڪاري نوڪري ۾ ترقي تڏهن ملي سگهندي، جڏهن سرڪاري ملازم کي سنڌي زبان لکڻ ۽ پڙهڻ ايندي. انگريز

---

(١) اي. ايچ. ائٽڪن: "گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ"، ص ٤٧٣

آفيسرن کي سنڌي زبان سان شناسا ڪرڻ لاءِ ايلس صاحب، ڪئپٽن اسٽئڪ جي نامڪمل گرامر ۽ لغت جي تڪميل جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو ۽ ان کي پورو ڪيو ويو. ان کان سواءِ، هن گورنمينٽ جي طرفان، هڪ سؤ رپين جو انعام، انهن آفيسرن لاءِ محفوظ رکيو، جي سنڌي زبان جي تحريري امتحان ۾ ڪاميابي حاصل ڪري سگهندا. هن رٿ جو وڏو اثر پيو ۽ سنڌ جي پنجويهن انگريز آفيسرن ٿوري وقت ۾ سنڌي زبان جو تحريري امتحان پاس ڪري ورتو. هن ڪاميابيءَ کان پوءِ، هن بمبئي گورنمينٽ تي زور آندو ته سنڌي زبان ۾ جي ٽيڪسٽ بوڪ تيار ڪرايا وڃن، انهن جي لاءِ ضروري امداد ڏني وڃي. جنهن کي بمبئي سرڪار ٿوري وقفي کان پوءِ قبول ڪيو. ڏهن هزارن جي رقم تعليمي مقصد لاءِ مخصوص ڪئي ويئي. سن ١٨٥٣ع ۾ سنڌي زبان ۾ سرڪاري طور پهريون مراسلو شايع ٿيو.

پئسن جي فراهم ٿيڻ کان پوءِ فريئر، سنڌي زبان جي مستقبل کي درخشان بنائڻ لاءِ، فارسي، اردو، مرهٽي، گجراتي ۽ انگريزي ڪتابن جي ترجمي لاءِ، سنڌ جي عالمن کي ترغيب ڏني. ڊسمبر ١٨٥٤ع ۾ ايلس صاحب، ڪمشنر کي رپورٽ پيش ڪري ٻڌايو ته ڏهه ڪتاب: حساب، جاگرافي ۽ تاريخ جي مضمونن ۾ تيار ڪرايا ويا آهن. هڪ سال جي مختصر عرصي ۾ ڏهن ڪتابن جو تيار ٿيڻ، فريئر جي ڪوشش جي غير معمولي ڪاميابي هئي. جيئن ته ايلس صاحب کي ملڪ جي ترقي ۽ سنڀال جا گهڻيئي ڪم سپرد ٿيل هئا، ان ڪري، فريئر صاحب تعليم جو سڄوئي نظام هڪ لائق آفيسر گولڊسمڊ جي حوالي ۾ ڏنو. ميجر گولڊسمڊ جي مشوري سان ڪراچيءَ ۾ پهريون انگريزي اسڪول کوليو ويو. ان جي ابتدا اٺن شاگردن سان ٿي، جن مان گهڻا غير سنڌي هئا. هن اسڪول جي سلسلي ۾ سيٺ نائونمل پنهنجي ميمائرس ۾ لکي ٿو ته (١):

”سن ١٨٥٣ع ۾ ڪراچيءَ ۾ انگريزي اسڪول کوليو ويو. مون کي استدعا ڪئي ويئي ته مان پنهنجي ڪٽنب جي ٻارن کي ان ۾ تعليم لاءِ موڪلي ڏيان. مون پنهنجي پوٽي آلومل (عالمچند) کي خاندان جي ٻين ڏهن ٻارن سان گڏ، ان اسڪول ۾ داخل ڪيو. جلدئي ڪافي شاگرد اسڪول ۾ داخل ٿي ويا.“

ڪراچيءَ جو هي انگريزي اسڪول سنڌ ۾ تعليم رائج ڪرڻ لاءِ پيش خيمو ثابت ٿيو. جلدئي سنڌ جي ٻن ٻين شهرن حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾ هاءِ اسڪول کوليا ويا ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ ورنيڪيولر اسڪول کوليا ويا. سنڌ گزيٽيئر جي تحرير موجب اهڙن اسڪولن جو تعداد ٻارهن هو. (٢) هنن اسڪولن ۾ خالص سنڌيءَ ۾ تعليم ڏيڻ شروع ڪئي ويئي. انگريزي اسڪولن جو الحاق بمبئيءَ يونيورسٽيءَ سان ڪيو ويو. شروع ۾ استادن جي بيحد اڻاٺ هئي، خاص ڪري انگريزي اسڪولن لاءِ. هنن اسڪولن ۾ ٻاهريان ماڻهو طلب ڪيا ويا ۽ سنڌي اسڪولن

(١) سيٺ نائونمل: ”ميمائرس“: ص ١٦٦ (٢) ”سنڌ گزيٽيئر“: ص ٤٢٤

۾ چڱن استادن جي مهيا ڪرڻ لاءِ، حيدرآباد ۾ نارمل اسڪول جو بنياد رکيو ويو. فريئر جي هنن علمي ۽ ادبي ڪاوشن جي ڪري، 'سنڌي زبان' پنهنجون ارتقائي منزلون نهايت تيزيءَ سان طئي ڪرڻ شروع ڪيون. اردو زبان جي ترقيءَ لاءِ، جو ڪجهه فورٽ وليم ڪاليج ڪلڪتي ۾ ڪيو، اهو ساڳيو ڪم 'سنڌي زبان' جي ترقيءَ لاءِ تنها فريئر پورو ڪيو. جيستائين سنڌي زبان زنده رهندي، فريئر جو نالو به ان سان گڏ زنده رهندو.(۱)

## ڪراچي ميونسپالٽي:

جيئن مون مٿي لکيو آهي ته فريئر ڪي سماجي اوڻائن کي دور ڪرڻ جو رات ڏينهن ويچار ٿي رهيو. هو سنڌ جي معاشري کي ڪنهن به قيمت تي بهتر کان بهتر بنائڻ جو آرزومند هو. هن سلسلي ۾ نائونمل لکي ٿو ته:(۲)

"منهنجو معمول هو ته هر هفتي ڪمشنر ۽ ان جي مددگارن سان ملندو رهندو هوس. هڪ ڀيري مان ۽ سربارٽل فريئر، حسب دستور پاڻ ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئاسون. هن مون کي چيو ته جڏهن به هو ڪراچيءَ جي پراڻي شهر ۾ ويو آهي ته ان کي غليظ ڏٺو ائائين ۽ گندگي جي سڙاند کان هو بيحد متاثر ٿيو آهي. هو چاهي ٿو ته شهر ۾ بلديه جو نظام رائج ڪري، جيئن شهر ۾ صفائيءَ جو اهتمام ٿي سگهي. هن ٻڌايو ته احمدآباد ۾ اڳي ئي ماڻهن جي مشوري سان ميونسپالٽي قائم ڪئي وئي آهي. ڪهڙو نه چڱو ٿئي ته ساڳيءَ ريت ڪراچي ۾ به اهڙو نظام قائم ڪيو وڃي، جيئن شهر جي صفائي ان جي رونق ۾ اضافو ٿئي. ان جي لاءِ ڪِيهه جي هڪ هنڊرويٽ تي ڏيڍ-آنو محصول رکيو وڃي، جو ميونسپالٽيءَ جي ابتدائي خرچ لاءِ ڪافي ٿيندو. مون سندس راءِ کي قبول ڪيو. مان ڪانٽس موڪلائي پنهنجي جاءِ تي آيس، ۽ شهروارن کي هن رٿ کان آگاهه ڪيم. جن پڻ ڪمشنر جي رٿ جي تائيد ڪئي. اهڙيءَ ريت ڪراچي ۾ ميونسپالٽيءَ جو بنيادي پٿر رکيو ويو. هن جماعت جي پهرئين ميٽنگ جنهن جا ميمبر ڪيپٽن پريڊي، ڪراچيءَ جو ڪليڪٽر، مسٽر جان ميڪلوڊ ڪراچي جو ڪسٽمس آفيسر ۽ مان (نائونمل) هئاسون، ڪمشنر جي زيرصدارت ٿي. روزانو اسان شهر ۾ صفائيءَ جي لاءِ گشت ڪندا ٿي رهياسون.

---

(۱) "سنڌي ٻولي" جي ترويج، خانبهادر خداداد خان پنهنجي "تاريخ لب سنڌ" ۾ لکي ٿو ته "سنڌ ۾ رهندڙن جي سهولت لاءِ سنڌي حرف عربي حرفن جي طرح ٺاهيا ويا ۽ سنڌ ۾ ڪيترائي اسڪول برپا ڪيا ويا، جن ۾ تعليم سنڌي زبان ۾ ڏيڻ شروع ٿي. سرڪاري دفترن ۾ جتي فارسي زبان رواج هيٺ هئي، سنڌي زبان کي رائج ڪيو ويو، جنهنڪري سنڌي عوام بيحد خوش ٿيو، ڇو ته هيءَ ٻولي هو آسانيءَ سان سکي ٿي سگهيا. هن سڄي ڪم ۾ مسٽر ايلس اسسٽنٽ ڪمشنر جي صلاح ڪم ڪندي رهي" ص ۱۵۰.

(۲) سيٺ نائونمل: "ميموائرس"، ص ۱۷۰.

ٺورن مهينن کان پوءِ مان جڏهن ڪمشنر سان مليل ويس تہ هن مُشڪي چيو تہ ميونسپل جي مقصد لاءِ ضروري آهي تہ محصول ۾ ڪجھہ واڌارو آڻجي. صلاح ۽ مشوري کان پوءِ ڪنڌ جي هڪ هنڊرويٽ تي ٻہ چار آنا محصول رکيو ويو ۽ ان جي هڪ ڪنڌيءَ تي، هڪ پئسو محصول رکيو ويو. اهڙيءَ ريت ميونسپالٽيءَ جي لاءِ پئسي گڏ ڪرڻ بعد هڪ مئنيجنگ ڪاميٽيءَ جي تشڪيل ڪئي وئي، ۽ ميونسپالٽي پنهنجو ڪم شروع ڪري ڏنو. ميونسپالٽي جي ڪُلڻ کان پوءِ ڪن يورپ جي شين تي بہ محصول وڌو ويو، جيئن تہ شراب وغيره.

پهرئين سال ڪراچي ميونسپالٽي جي آمدني ۶۰۰۰ رپيا ٿي.

ٻئي سال ... ... ... ۱۸۰۰۰ رپيا ٿي.

ٽئين سال ... ... ... ۲۷۰۰۰ رپيا ٿي."

ميونسپالٽي جي روزافزون ترقي کي ڏسي فريئر، ڪراچي شهر جي خالي زمين کي ميونسپالٽيءَ جي تحويل ۾ ڏيئي ڇڏيو، جنهن ان جي پيدائش ۾ وڏو اضافو ڪري ڇڏيو. ڪراچيءَ ۾ هن تجربي جي ڪامياب ٿيڻ کان پوءِ، سنڌ جي ٻين شهرن حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾ بہ ميونسپالٽين جو اهتمام ڪيو ويو. جيئن 'لُبِ تاريخ سنڌ' جو مصنف لکي ٿو:

"سن ۱۸۵۲ع ۾ قاعدو نمبر ۲۶، سنڌ جي اڪثر وڏن شهرن ۾ جاري ڪيو ويو، جنهن کان مطلب هو تہ سنڌ جي شهرن ۾ صفائي ۽ رونق کي آندو وڃي."

فريئر جي هن خدمت شهرواسين ۾ سماجي شعور کي پيدا ڪيو ۽ اڄ سنڌ جي شهرن جي آسودگي ۽ رونق کي ڏسي، ڪو گمان ٿي نٿو گذري تہ اڄ کان هڪ صدي اڳ، هڪ انگريز حاڪم جي ڪاوشن سان هي سماجي شعور سنڌ وارن ۾ پيدا ڪيو ويو هو.

## ميرن جو سنڌ ۾ موٽي اچڻ:

ليرنگ زماني ۾ انقلاب عالم جا ڪيئي مغموم داستان دنيا ۾ موجود آهن، ميرن جو سنڌ مان اخراج بہ هڪ اهڙو ئي پُر درد داستان آهي. هن دلخراش حقيقت کي تفصيل سان بيان ڪرڻ، منهنجي هن مضمون سان ڪوبہ تعلق نہ آهي، مگر هيءُ ٻڌائڻ ضروري آهي تہ سنڌ تي انگريزي قبضي کان پوءِ، هندستان جي گورنرجنرل لارڊ ايلنبرو جي حڪم سان مير صاحبن کي سنڌ ڇڏڻ لاءِ حڪم ڏنو ويو، جن مان گهڻو انداز حيدرآباد جي ميرن جو هو، ۽ ٿورو خيرپور جي ميرن جو. جلاوطن حاڪمن جي هن قافلي پنهنجي عزيز وطن کي مارچ ۱۸۴۳ع ۾ ڇڏيو. هو ڪراچيءَ مان هڪ جهاز رستي بمبئيءَ پهچي ويا. اتي ٿوري وقت جي رهڻ کان پوءِ ساسور منتقل ٿي ويا. انگريزي حڪومت اتي بہ کين قرار سان رهڻ نہ ڏنو. کين اتان منتقل ڪري، ڪلڪتي ڏانهن موڪليو ويو. فقط مير رستم خان خيرپوريءَ کي پوني

۾ رهڻ ڏنو ويو. ڪلڪتي ۾ ٿوري وقت جي رهڻ ڪان پوءِ، ڪين اختيار ڏنو ويو ته هو ڪلڪتي ۾ رهن يا هزاري باغ ۾. گهڻن مير صاحبن هزاري باغ جي رهائش کي پسند ڪيو ۽ اوڏانهين هليا ويا.(١)

ڪلڪتي ۾ پهچڻ ڪان پوءِ، سنڌ جي سابق تاجدار مير محمد نصيرخان، اراده ڪيو ته سائس جا انگريزي حڪومت بي‌انصافي ڪئي آهي، ان جي دادخواهي ڪئي وڃي. مگر ان وقت جي گورنرجنرل لارڊ هارڊنج، پنهنجي بيوسي جو اظهار ڪيو. هندستان جي انگريز گورنرجنرل ڪان نااميد ٿيل مير صاحب پنهنجي هڪ عيوضيءَ کي دادخواهي لاءِ انگلنڊ موڪلڻ گهريو، مگر لارڊ هارڊنج، ان جي به ڪيس منظوري نه ڏني. سر رابرٽ پيل، ان وقت انگلنڊ جي وزيراعظم، لارڊ رپن، وزيرخارجه ۽ ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس جي ميمبرن، اڳ ۾ ئي مير صاحب جي عيوضيءَ سان ملڻ ڪان انڪار ڪري ڇڏيو. مجبور ٿي مير صاحب، پارليامينٽ ۽ راڻيءَ کي انصاف جي لاءِ درخواست ڪئي. هن درخواست کي مرزا قليچ بيگ پنهنجي تصنيف 'تاريخ سنڌ' (انگريزي) ۾ نقل ڪيو آهي. هيءَ هڪ تاريخي دستاويز آهي، جنهن جي پڙهڻ مان خبر پوي ٿي ته مير صاحبن تي ڪيئن نه مياڻيءَ جي جنگ زوري مڙهي وئي هئي. سندس عيوضي لارڊ ائشلي گهڻو ئي پاڻ پتوڙيو، مگر افسوس جو نتيجو ڪجهه نه نڪتو.(٢) هن وچ ۾ مير نصيرخان وفات ڪري ويو ۽ سندس فرزند مير حسين علي خان، جيمس آئوٽرام جي مشهور تصنيف 'ڪانڪيسٽ آف سنڌ' مان ڪي مؤثر ٽڪرا ڪڍي، ڪلڪتي جي اخبارن ۾ ڏيندو رهيو.

شايد هي اخبارن جي پروپئگنڊا جو اثر هو، يا خود انگريزي گورنمينٽ پنهنجي غلطي محسوس ڪئي، جو سن ١٨٥٤ع ۾ ان وقت جي انگريز گورنر جنرل لارڊ ڊلهائوسيءَ، ميرن کي اجازت ڏني ته هو پنهنجي وطن سنڌ ڏانهن موٽي سگهن ٿا. مارٽينيو لکي ٿو ته(٣):

"هو ايترا ته پنهنجي ملڪ ۾ پسند هئا، جو سندن سابق رعايا، ڪين ٿوري وقت لاءِ به وساري نه سگهي. جيئن ته انهن مان ڪو به خطرو نه هو، ان ڪري سن ١٨٥٣ع ۾ ڪين اجازت ڏني وئي ته هو سنڌ ڏي پلي موٽي وڃن. فريئر نهايت فراخدليءَ سان ميجر اسٽوئرٽ ۽ ڪئپٽن فريڊرڪ گولڊسمٿ کي مقرر ڪيو ته هو مير صاحبن جي گذاري لاءِ جاچ ڪري رپورٽ پيش ڪن. هن رپورٽ جي پهچڻ بعد، سندن پينشن ۾ واڌارو ڪيو ويو."

جلاوطنيءَ جي حالت ۾ هيٺيان مير صاحب فوت ٿي چڪا هئا:(٤)

(١) مير محمد نصيرخان سال ١٨٤٥ع ۾ ڪلڪتي ۾ فوت ٿيو.

(٢) مير صوبدارخان سال ١٨٤٦ع ۾ ڪلڪتي ۾ فوت ٿيو.

---

(١) مرزا قليچ بيگ: "تاريخ سنڌ" (انگريزي): ص ٢٣٦. (٢) لئمبرڪ: "سر چارلس نيپيئر": ص ٢٥٩.
(٣) مارٽينيو: "سر بارٽل فريئر": ج. ١: ص ٨٥. (٤) خداداد خان: "لُبّ تاريخ سنڌ": ص ١٤٣.

(۳) مير محمد خان سال ۱۸۵۵ع ۾ ڪلڪتي ۾ فوت ٿيو.
(۴) مير محمد شهداد خان سال ۱۸۵۷ع ۾ ڪلڪتي ۾ فوت ٿيو.
(۵) مير رستم خان (خيرپور) سال ۱۸۴۶ع ۾ پوني ۾ فوت ٿيو.
(۶) مير نصير خان (خيرپور) سال ۱۸۶۴ع ۾ پوني ۾ فوت ٿيو(۱).

بهرحال جلاوطن ميرن جو پهريون قافلو، ميرمحمد خان ۽ مير يارمحمد خان جي سرڪردگيءَ هيٺ سنڌ ۾ پهتو. اگرچ تاريخ ۾ هن حقيقت کي واضح نہ ڪيو ويو آهي تہ فريئر، ميرن جي وطن موٽائي آڻڻ ۾ ڪيتري ڪوشش ڪئي، پر هيءَ تہ صاف ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ گورنمينٽ، سنڌس راءِ کي ضرور طلب ڪيو هوندو. جيڪڏهن هو سنڌن موجودگيءَ کي ناپسند ڪري ها تہ پوءِ ڪڏهن بہ سنڌ ۾ اچي نہ سگهن ها. شايد مير يارمحمد خان هن احسانمنديءَ ڪان سبڪدوش ٿيڻ لاءِ، ميرن جي صاحبيءَ جو، جو احوال لکيو آهي، ان تي پنهنجي محسن جي يادگيري کي قائم رکڻ لاءِ، 'فريئرنامہ' نالو رکيو.

## فريئر جو موڪل تي وڃڻ:

جون سن ۱۸۵۴ع ۾ فريئر جي ٻارن لاءِ سنڌ جي گرمي برداشت کان ٻاهر ٿي وئي. هن پنهنجي اهليہ ۽ ٻارن کي انگلنڊ موڪلي ڇڏيو. هن وچ ۾ سنڌس سهرو سر جارج آرٿر، بمبئي جو سابق گورنر ۽ سنڌس اهليہ فوت ٿي ويا. فريئر جي اهليہ لاءِ هي غم دوهرو ٿي پيو. فريئر ڪين چڏڻ لاءِ اسڪندريہ جي بندر تائين ويو. جڏهن سنڌ ۾ موٽي آيو تہ بيحد پريشان خاطر هو. ان هوندي بہ هو پنهنجي فرائض کي چڱيءَ ريت ادا ڪندو رهيو. سنڌس ڪٽنب کي انگلنڊ ۾ رهي مس ٻارهن مهينا گذريا هئا، جو سنڌس تندرستي ڪري پئي ۽ هو مجبور ٿي ٻارهن مهينن جي ڊگهي موڪل تي انگلنڊ روانو ٿي ويو.(۲) سنڌس جاءِ تي سنڌس سفارش سان جان جيڪب کي سنڌ جو قائم مقام ڪمشنر مقرر ڪيو. فريئر جنوري سن ۱۸۵۶ع ۾ ڪراچي بندر کي الوداع چيو.



---

(۱) مرزا قليچ بيگ: "تاريخ سنڌ" (انگريزي): ص ۲۳۸. (۲) لٺب تاريخ سنڌ جو مصنف ٻارهن مهينن جي بجا ارڙهن مهينا ٿو لکي.

پروفيسر محبوب علي چنا

# سرمست درازي

”ديس سچل جو دُرس درازين، مڪي نا مُلتان.“ (سچل)

—

”دُرس درازين نيهڙو، تون آڏر پڪينڙا پار پرين ڏي.“ (نانڪ يوسف)

—

”عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو.“ (بيدل)

مقام-ولادت: سچل سائين جن جي ذڪر خير ڪرڻ کان اڳ، واجب آهي ته اسان آن مستيءَ واري مقام جو احوال ڏيون، جتي سندس منصوري آتما هن دولابي دنيا کي ڇڏي، ملڪوتي مڪان ڏانهن راهي ٿي. سچل سائينءَ جي سيني سرمست سڄڻ کي علم آهي ته سندن جوتي جنم ۽ ولايتي ولادت، ڳوٺ درازا شريف، تعلقي گمبٽ، ضلعي خيرپور، (سابق خيرپور رياست) ۾ ٿي. درازا شريف، راڻيپور اسٽيشن کان ٻن ميلن کن جي مفاصلي تي آهي ۽ گمبٽ ۽ راڻيپور جي وچ ۾ هڪ دلبستہ ننڍي بستيءَ جي روپ ۾ رچيل آهي. هن ڳوٺ جي آبادي خواه قدامت لاءِ اسان وٽ ڪوبہ تاريخي محقق دليل ڪونہ آهي، تہ هي ننڍڙو نينهن وارو نگر ڪڏهن وَسيو. مگر سچل سائينءَ جي پهرين سوانح نگار ۽ سندس ڪلام عارفانہ الهام جي مرتب، مرحوم مرزا علي قُلي بيگ، هن ڳوٺ جي جُڙڻ بابت جا آثار ڪيا آهي، سا مختصر پيش ڪجي ٿي:

”ڪلهوڙن جي حڪومت جي دور ۾ هن خاندان جي وڏي عزت ٿي. ڪين گمبٽ ۽ راڻيپور جي وچ ۾ جاگيرون مليون، جي اڄ بہ انهن جي پوين جي هٿ ۾ آهن. فاروقي فقيرن، اهي جاگيرون پنهنجن ٻن خاص مريدن هرهڪ دراز ونڊير ۽ ڪاڇن ونڊير کي آباد ڪرڻ لاءِ ڏنيون، جن اتي پنهنجا ڳوٺ ٻڌايا. ڪاڇن ونڊير جو ڳوٺ، جو درازا جي اتر-اولهہ ۾ هو، ڦِٽي ويو؛ پر دراز ونڊير جو ڳوٺ، جو پوءِ ’درازشريف‘ جي نالي مشهور ٿيو، سو اڄ بہ موجود آهي ۽ درازا جي دلبرانہ نالي سان سڏجي ٿو. ٿوري عرصي کان پوءِ ميان صاحبڏنو ۽ ٻيا مخدوم بہ پنهنجا هنڌان لڏي اچي، ’درس درازين‘ داخل ٿيا. ان حقيقت کي هوبهو سچل سائين جي ٻين سوانح نگارن پڻ بعد ۾ اٿين آندو آهي. مادي طرح ڪٿي درازا شريف کي اڏيندڙ فقير دراز ونڊير هو، پر روحاني طرح درازا کي ’درِراز‘ (الاهي اسرارن جو دروازو) بنائڻ وارو

دولهہ سچل سائين جو جد امجد فقير صاحبڏنو الملقب بہ "موراڳي" (مور) هو. ان جي ننڍي فرزند خواجہ عبدالحق رحہ جو ذڪر خير ڪندي خود سچل سائين شهر دراز 'ديوان آشڪارا' ۾ ائين فرمايو آهي:

"گر بگوئي مي شوم واقف ازان اسرار راز، پس تو ڪن باصدق دل روي بسو شهر دراز،
هست آنجا پير عبدالحق عارف اوليا، مي ڪند آگ ز سر وحدتش مسڪين نواز."

البت ڪهڙا ڪجهہ پراڻو پُر آهي. هتي مخدوم عبدالرحمان شهيد (شهادت ١١٣٥ھ/١٧٣٢ع) جي پڙڏاڏي مخدوم عبدالخالق (٩٠٠ھ/١٤٩٤ع) ڏاري پيري ڳوٺ مان لڏي اچي ڪهڙن ۾ سڪونت ڪئي. باقي "تذڪره مخاديم ڪهڙا" ۽ "تاريخ آئينہ جهان نما" جي حوالن مطابق گنبت ۽ رانيپور جا روح رچندا شهر بہ مخدوم احمدي بن مخدوم عبدالرحمان شهيد (وفات ١٢٠٣ھ/١٧٨٨ع) جي ڏينهن ۾ بن جيلاني پائرن سيد محمد شاهہ ۽ سيد احمد شاهہ جي رهائش بعد مشهور ۽ معروف ٿيا."

هاڻي اچو تہ درازا شريف جي پائيتاليهہ (٤٢) سال اڳ واري تصوير آلجهالي چيتمل پرسرام گلراجاڻيءَ جي لفظن ۾ اوهان جي سامهون رکون.

چيتمل صاحب، پنهنجي ڪتاب 'سچل سرمست' جي آغاز ۾، جو هن صاحب آگسٽ ١٩٢٢ع ۾ لکيو، فرمائي ٿو: "خيرپور جي رياست ۾ رانيپور اسٽيشن کان ميل کن پري (شايد وچون پيچرو ايتري فاصلي جو آهي) درازن جو ڳوٺ آهي. ڳوٺ جي ٻاهران سچل فقير جو روضو آهي ۽ لاڳو ڪرڙن جو جهنگل آهي. درگاهہ سان گڏ سجاده نشين جهور فقير جي جهوني نموني واري اڏيل جڳهہ آهي، جنهن سان باغ جو ٽڪرو لاڳو آهي. پر ۾ هڪ کوهہ وڻن جي هيٺ آهي. چوگرد جهڙيون تهڙيون جهوپڙيون اڏيل آهن. مطلب تہ هڪڙا ڪرڙ پيا ڪيڙا! جهوني زماني جي جاءِ ۽ ٻہ-چار جهوپڙيون، پيو اچو نانءُ الله جو! خلقون ٿيون سائهن جون ميلي تي اچن. روزبروز ڳانٺا ۽ پيا درگاهہ جي زيارت ڪرڻ اچن ٿا ۽ گهڻيئي ڪامورا ماڻهو پڻ ويندڙ آهن."(١)

---

(١) هن وقت، چيتمل صاحب واري نقشي کان جاگرافي قريبا آهي. تقسيم بعد سچتا وارن مٺين جي جوت اجهامي ويئي، ان ڪري ڳوٺ چا پر درگاهہ ڏي ٿي توجهہ گهٽ آهي. اوقاف کاتي جي نيڪ ۽ ترقي پذير سعيي لاءِ عوام منتظر آهي. باقي ڪمشنر صاحب خيرپور، مسٽر يزداني جي شفقت نظري سبب درازا ۾ ڪلچرل سينٽر برپا ڪرڻ لاءِ رٿون زير غور ٿيون ۽ ان جي لائق فائنز جانشين سيد دربار علي شاهہ جي زرين دور ۾ درازا شريف ۾ هڪ لکڪ رهڻ جي لاڳت سان ريسٽ هائوس ۽ ڊپٽي ڪمشنر، مسٽر پرويز احمد بٽ جي همدردين سان، ڊسٽرڪٽ ڪائونسل طرفان آڊيٽوريم تيار ٿي چڪا آهن. ازان سواءِ، محترم رحيم بخش شيخ، صدر، سچل سرمست ڪوآپريٽو اڪيڊمي لميٽيڊ، جو سرمستي سعيو آهي تہ هت بہ پنشاهہ وانگر 'سچل سرمست ڪلچرل سينٽر' قائم ٿئي: ان لاءِ نظامت تعليم، حيدرآباد ريجن جي معرفت اولهہ پاڪستان سرڪار ڏي چهن لکن جي عمارات تعمير ڪرڻ جون رٿون ارسال ڪيون ويون آهن. اميد واثق آهي تہ نتيجو سڦلو نڪرندو. — م.ع. چنا

نالو ۽ نسب: منصور ثاني، حافظ درازي، سرمست ازلي جو نامر نامي اسم گرامي عبدالوهاب هو، پر ڪيس لاڏ ڪوڏ ۽ پيار مان اڪثر 'سچل، سچُو يا سچيڏنو' ڪري سڏيندا هئا. جن مان سندس نالو 'سچل' زياده مشهور آهي، ۽ تا قيامت رهندو. پنهنجي سنڌي، سرائڪي، ملتاني ۽ اردو ڪلام ۾ پاڻ ڪي اڪثر ڪري، 'سچو' چاڻايو اٿس، ۽ ڪٿي ڪٿي 'سچل' يا 'سچيڏنو' به سڏايو اٿس. خانبهادر محمد صديق ميمڻ جي تحقيق مطابق هڪ سنڌي ڪافي ۾ 'خدائي' جو تخلص به آندو اٿس؛ حالانڪ سندس پارسي شعر ۾ سندس تخلص 'آشڪارا' ۽ 'خدائي' آهن. سچل سائينءَ کي 'سرمست' جي لقب سان ياد ڪيو ويندو آهي، چو ته پاڻ هردم ابدي الفت ۽ الاهي عشق جي نشي ۾ مست ۽ مدهوش هوندا هئا. هن عشق، استغراق، مدهوشيءَ ۽ مستيءَ جي اپتار سچل سائينءَ جي ساري ڪلام مان عيان آهي: 'ديوان آشڪارا' ۾ فرمائين ٿا:

ميءِ خوردم من از پيمانۀ عشق، ڪ هوشياري و بيداري ندارم.

... ... ...

ز ميءِ توحيد سر مستم، ڪفر و اسلام را بستم،
به ميخانہ چو بنشستم، انا الحق مي زلم برحق!

... ... ...

اين جنوني آمده از باده عشقش آشڪار،
عاقبت مستي مرا در سلڪِ مجنون مي ڪشد.

... ... ...

ما سبق خوانديم از ديوانِ عشق، ليست درهر دوجهان سلطانِ عشق.

... ... ...

مستم ڪ بدو مستم، من غير نمي دانم، ديوانہ از و هستم، من غير لمي دانم.

... ... ...

چون ز خود رفتم خدارا يافتم، چون خدارا يافتم، سر باختم.

سچل سائينءَ کي حافظ درازي به سڏيندا آهن. وڏي خوشيءَ جي ڳالھ آهي ته ايراني حافظ شيرازيءَ وانگر، 'سنڌي حافظ شيرازي'، قدرت هن سونهري خطي کي نصيب ڪيو. حافظ درازي به حافظ شيرازيءَ وانگر قرآن مجيد جو حافظ هو ۽ سندس ڪلام ۾ ساڳي حافظ شيرازيءَ واري الستي مئي جي مستي آهي. ان عنوان تي ولايڪ تبصرو پوءِ اچي ٿو.

سچو سائين فاروقي هئا: يعني قائد ڪائنات ۽ فخر موجودات آنحضرت صلعم جي پٺي يار حضرت عمر بن خطاب فاروق اعظم جي نُور جو چشم و چراغ هو. سندس شجرو اوڻيتاليهين پيڙهيءَ ۾ فاروق اعظم سان هن ريت وڃي ملي ٿو:

(١) حافظ عبدالوهاب عرف سچل سرمست بن (٢) ميان صلاح الدين بن (٣) محمد حافظ عرف ميان صاحبڏنو المتخلص موراڳي بن (٤) مخدوم عبدالوهاب بن (٥) مخدوم محمد بن (٦) مخدوم عبدالوهاب بن (٧) مخدوم شرف الدين بن (٨) مخدوم موسيٰ بن (٩) حافظ

عليم الدين بن (١٠) مخدوم شهاب الدين بن (١١) مخدوم سليمان بن (١٢) خواجہ ابوسعيد بن (١٣) مخدوم نورالدين بن (١٤) مخدوم رضي الدين بن (١٥) مخدوم عبدالعزيز بن (١٦) مخدوم محمود بن (١٧) مخدوم ابوالفتح بن (١٨) مخدوم محمد اسماعيل بن (١٩) محمد يوسف بن (٢٠) سليمان بن (٢١) محمد بن (٢٢) ابوسعيد احمد بن (٢٣) برهان‌الدين بن (٢٤) عبدالعزيز بن (٢٥) عبدالوهاب بن (٢٦) عبدالمطلب بن (٢٧) برهان الدين بن (٢٨) احمد بن (٢٩) عبدالله بن (٣٠) يونس بن (٣١) محمد بن (٣٢) شيخ اسحاق بن (٣٣) شيخ عبداللطيف بن (٣٤) محمد باقر بن (٣٥) محمد بن (٣٦) شيخ شهاب الدين بن (٣٧) عبدالعزيز بن (٣٨) عبدالله بن (٣٩) حضرت عمر ابن الخطاب رضہ. الحمدلله جو سچل سائينءَ جو مٿيون شجرو محقق آهي. فقط نمبر نائين جو نالو، ڪن نسخن ۾ علم الدين آيل آهي.

آباد واجداد: حضرت عبدالله بن حضرت عمر فاروق رضہ جي وفات بعد سندس پوٽو شيخ شهاب الدين پنهنجي اهل و عيال سميت حجاز مان هجرت ڪري عراق ۾ اچي سڪونت پذير ٿيو ۽ پنهنجي علم و فضل جو ڏاڪو قرب و بعد ۾ چڱيءَ طرح ڄمايائين. ايتريقدر جو جڏهن سن ٩٢هه/٧١١ع ۾ عراق جي گورنر حجاج بن يوسف ثقفي، پنهنجي نوجوان نائي محمد بن قاسم کي سنڌ تي چاڙهي موڪليو، تڏهن شيخ صاحب جهڙي اعلى هستيءَ کي سندس مشير خاص مقرر ڪري ساڻس گڏ روانو ڪيو. جڏهن سيوستان (سيوهڻ) فتح ٿيو، تڏهن محمد بن قاسم هن کي اتي جو حاڪم مقرر ڪيو. جيئن تہ هيءُ صاحب علم و فضل سان گڏ سياست، تدبر ۽ نظم و نسق ۾ بہ وڏي مهارت رکندو هو، تيئن هن سيوستان سرڪار جو نظام سهڻي نموني سنڀاليو، ۽ سن ٩٥هه/٧١٤ع ۾ جان سپردِ جانان ڪئي. ان بعد سندس فرزند شيخ محمد سيوهڻ جي حڪومت شان شوڪت سان ڪري، ١٤٢هه/٧٦١ع ۾ فوت ٿيو. اهڙي نموني الهيءَ خاندان جا افراد هڪٻئي پٺيان سيوهڻ جا نواب مقرر ٿيندا آيا. جڏهن محمود غزنويءَ سنڌ فتح ڪئي، تڏهن هن خاندان مان (٣١ نمبر) شيخ محمد بن شيخ محمد اسحاق سيوهڻ جو ناظم هو. ان ڪان محمود غزنويءَ، نوابي ڇڏائي ڪيس ساليانو وظيفو مقرر ڪري ڏنو.

الهيءَ خاندان مان مخدوم نورالدين (نمبر ١٣) پنهنجي عمر جو وڏو عالم متبحر ٿي گذريو آهي. هن کي چار فرزند هئا: بدرالدين، ابوسعيد، ضياءُالدين ۽ رڪن الدين. هنن مان ٻهريان ٻہ مخدوم بدرالدين ۽ خواجا ابوسعيد بمعہ اهل و عيال سيوهڻ جي رهائش ڇڏي ڪاڪڙي پرڳڻي ۾ وڃي رهيا. اتي هي مخدوم حجار جا مريد ٿيا، جنهن جي زيارتگاهہ اڄ بہ اچوٽي موسيجي ۽ هاٺوڪي گڏيجي ڳوٺ ۾ موجود آهي، مخدوم ابوسعيد اتي ئي انتقال ڪيو. انهن پنهي ڀائرن جي عظمت جي شان ۾ مسٽر جينمل ٻرسرام، "سچل سرمست" صفحي پنجهٺ (٦٥) ۾ ائين ڄاڻايو آهي: "شهاب الدين جي آڪهہ ۾ ڪي صدبون پوءِ ابوسعيد ۽ بدرالدين

ٿيا، جي سچا فقير هئا. اميري ڇڏي وڃي جهنگل ۾ فقيري اختيار ڪيائون. اتي ڏٿ تي گذر ڪندا هئا. تنهن وقت، انهيءَ زماني جو صوفي بهاءُالدين پنجاب کان آيو، تنهن جي انهن فقيرن سان ملاقات ٿي. بهاءُالدين کي غوث بهاءُالدين ڪري سڏيندا آهن، جو هو زماني جو ڪامل شخص هو. سنڌ ۾ انهن فقيرن کي ڏسي خوش ٿيو ۽ هنن کي 'ڏوٿين' جو نالو عطا ڪيائين. هاڻي ڏسڻ ۾ ايندو ته سچل، ۽ سچل جي وڏن ۾ اهو انگ فقيرائو ورثو آهي. هنن جي جيوت بہ پوري انهن ڏوٿي فقيرن جهڙي سادي هئي. هن جا وڏا اها فقيري اختيار ڪري، ڪنهن زماني ۾ اچي درازن ۾ رهيا.٩

درازا الاهي موهبت ۽ لدني اسرارن ڪري درِ راز ٿي ويا ۽ اتي سچل سائينءَ جي برڪت پرنئي ڏاڏي سائين ميان صاحبڏنو فاروقي عرف محمدحافظ موراڳي قادري جو تولد ١١٠١ھ/١٦٨٩ع ۾ ٿيو، يعني شاه لطيف ڀٽائيءَ جي ولادت کان هڪ سال اڳ. ابتدا ۾ خيرپور جي ميرصاحبن جي ملازمت ۾ هو، پر پوءِ هڪ مجذوب عورت بنام بيبي رابعہ بصريءَ جي توجهہ ڪرڻ تي، درازن جي اوپر ۾ هڪ ڪبڙ هيٺان رياضت ۽ عبادت ۾ مصروف رهيو، ۽ چاليهہ چاليها ڪيائين: يعني چار سال ۽ پنج مهينا، پنهنجي رب کي راضي ڪرڻ ۾ بسر ڪيائين. ان محويت جي عالم ۾ ڪيس حضرت شيخ عبيدالله جيلاني قادري جي ملاقات نصيب ٿي، ۽ ان ملاقات سائينءَ صاحبڏني کي وحدت الوجود جي واديءَ جا وراڪا ڏياري، عارف باالله بنائي ڇڏيو. مجذوب عورت وارو واقعو ۽ سائين عبيدالله جي ملاقات جو مٺادار احوال، سچل سائين پنهنجي مثنوي 'رازنامہ' ۾ هن طرح ڪيو آهي:

نام جد من مشتهر صاحبڏنہ،
هم محمد حافظ است در سلسلہ.

روز يک مي رفت بيرون از شهر،
بود خواجہ بر تماشائے دگر.

درميانہ کوٽري و ديونہ*
ديد يک ديوانہ زن بہ برهنہ.

بي بي بصري بود ظاهر نام او،
کس نمي دالست اورا تار مو.

ناگهان ديوانہ زن پيشش رسيد،
گفت با آن و آهے مي ڪشيد.

بشنو از من راز اي مردِ خدا،
آن خدا درڪار تو، تو تا ڪجا.

بيتها سندي بگفتہ از زبان،
آن بہ پيش تو همي سازم عيان.

... ... ...

ڇڙي ڪري بصري، ڪري تا ڪر نانهن،
وڃي پرائي وهانءِ، تن جو هينئڙو تا هئن ٿيو.

---

*ڪوٽڙي ۽ ڏيون جا ڳوٺ تعلقي ڪنڊياري ۾ آهن، ۽ سابق خيرپور رياست ۽ موجوده خيرپور ضلعي جي سرحد تي.

جيئان گھڻو جڳ ۾، پر جسم نه جيئڻ ڏي،
باب نه پڙھج بي، ھج الود و الف سين.
وَرَ سان وجھيو ڪاڻ، خترَ سان ڪيليو سُمھين،
آيل! ھيءُ اھڃاڻ، جو ڪڻ ڇڏي تھ آبھين!

... ... ...

از شنيده خواجه آن بيخود شده، باز پس گرديد عاشق حق شده.
پارچا عمامه را از سر کشيد، جرعه از ميخانهٔ محبت چشيد.
آمده بشگافت جنگل گوشه يافت، جز محبت هرچه بد روئے بتافت.
چهل چله الدران پيش کشيد، بعد مدت شه عبيدالله رسيد.
دست بيعت خواجه را داد آن زمان، کشف بخشيد از مکان تا لامکان.
سِرّ وحدت حق باو اعيان نمود، بر دل او حسن جانان را کشود.
آن عبيدالله باشد شاهِ ما، او بود بر هر قدم همراهِ ما.
چون سکندر صد بود دربان درش، افسرِ شاهي ولايت بر سرش.
صد چون دارا همچو خاقان چاکرش، کيقباد و جم چون خسرو نوکرش.
آن جنيد و شبلي است فتراک گير، بابزيد و هم ذوالنون پيشش وزير.
او بود اولاد حضرت مصطفيٰ، جد آن قطب زمان شد مرتضيٰ.
شاهه عبيدالله آن نورِ صفا، خواجه محمد حافظ است راهِ نما.
شه عبيدالله باشد شمعِ دين، خواجه حافظ مي بود باحق قرين.
شه عبيدالله شاهه سرفراز، خواجه محمد حافظ است راز و نياز.

اسان جي صاحبڏني سائينءَ کي ٻه نور نظر عنايت ٿيا. وڏو سچل سائينءَ جو والد، ميان صلاح الدين ۽ ننڍو ميان عبدالحق. عبيدالله شاھ صاحب جي ٻرڪ واري نظر ننڍي ميان عبدالحق تي پيئي ۽ پنھنجي مراد وند مريد موراڳيءَ سائينءَ کي حڪم ڪيو ته سندس چالائي بعد فقيري فاروقي گاديءَ تي ميان عبدالحق قائم مقام ٿئي. ھن مان ٻه نُڪتا اھلِ دل کي معلوم ٿيا. ھڪ اھو ته ميان صلاح الدين جي پشت مان اھو منصور ثاني پيدا ٿيڻ وارو ھو، جو پنھنجو مَت پاڻ ھو ۽ جنون کي دنيوي سينگار ۽ اولاد جي ضرورت نه ھئي. ٻيو ته سائين عبدالحق جو فقيري ملڪو مھر تر نظر آيو ۽ ھڪ ڪامل سونھو ھو، جو سچل سائين جھڙي ھڪ ملڪوتي موتيءَ کي ڏوئي ٻوئي، وينجھار والڪر چڳيءَ طرح 'صبغت الله' (الله وارو رنگ) چاڙھيائين، جيئن سندس جھلڪ ۽ جلا، مھراڻ جي متيل واديءَ ۾ تاقيامت جلوه دار ھجي ۽ قديم سنڌ جي ساري وسيع ريگزار کي روحاني خوشبوءِ سان معطر ڪري. ازان سواءِ سائين عبدالحق جي پيڙھي رب سائينءَ جي فضل وڪرم سان تاقيامت رھندي. يعني درازي درگاھه جو عطاري رعب ۽ تاب ۽ منصوري مخموري تاقيامت الاھي عطا سان جاري وساري رھندا. اھو آھي قادري

ڪمال جو هڪ پرتوو. صاحبڏنو سائين ايڪانوي سالن جي عمر ۾ نانهن واري مڪان ۾ رهيو ۽ ۱۱۹۲هه/۱۷۷۸ع ۾ برقعو مٽايائون.

ولادت: ان ضمن ۾ لمائي فقير جا لفظ دهرائڻ، هت غير محل نه آهن. پاڻ پنهنجي تاليف "سچل جو ڪلام" جي صفحي ۱۱ تي لکن ٿا ته: "سن ۱۱۵۲هه/۱۷۳۹ع ڪي هڪ پنهنجي اهميت آهي. هي اهو سال سعيد آهي، جنهن ۾ سنڌ جي سرزمين کي هڪ نوراني هستي پيدا ڪرڻ جو شرف حاصل ٿيو. اها نوراني هستي ڪيترين خوبين جو خزانو هئي، جن مان ٻه مکيه آهن — 'درويشي ۽ شاعري'." سندس ولادت جي سال تي سندن سڀ سوانح لکار متفق آهن. مسٽر جيٺمل سندن ولادت جو پيو به سن ڏنو آهي، يعني ۱۷۵۷ع. پر پوءِ خود ئي سندس وفات جي تاريخ ۽ بيدل سائين جي شعر جي بناء تي ان کي باطل ڪيو اٿس.

ٻالپڻ ۽ جواني: سچل سائين چمندي جام هو. ان الله لوڪ جي آمد جي بشارت ته خود سائين عبدالله جيلاني ڪئي. ڏٺيءَ جو شان سندن والد بزرگوار ميان صلاح الدين سندن ڪمسنيءَ ۾ گذاري ويا ۽ پاڻ پنهنجي ڏاڏي سائينءَ جي تحويل ۽ تربيت ۾ رهيا. پاڻ جڏهن ڇاليهن ورهين جا هئا ته موراڪي سائينءَ به هيءَ دنيا ڇڏي. ان بعد هڪ ئي قبلو يا ڪعبو سندن سامهون هو، يعني:

هاديءِ رهنما ست حق الحق، عارف اوليا ست حق الحق،
يڪ دمي دور نيست از ما بين، آشڪارا بما ست حق الحق.

اڪثر سوانح لکارن لکيو آهي ته سندن جدامجد جي انتقال بعد سندن پرورش ۽ پالنا سندن عم صاحب سائين عبدالحق ڪئي. مذڪور لکيت مان معلوم ٿيندو، ته پاڻ کي لنيا ڪونه هئا، جو سندن ٻالپڻ واري پرورش ٿئي، پر سندن روحاني رکپالي ڪيائون. جيئن جو ڪجهه ڪنچ هردي واري ڪنوري ۾ هو، ته اهو باطني قلعيءَ سان دور ڪرڻ چاهيائون ٿي. سچي سائينءَ جي دل ننڍي هوندي کان حقيقي مالڪ ڏي مائل هئي. بمصداق سندن ارشاد:

"هڪ ڏاڍهن مرشد ايوين آکيا، ڇوڙ خلق دي ياري،
هڪ ناءُ الله دا ياد رکين، پيا ڏونهين جهان وسارين."

مسٽر جيٺمل، سچل سائينءَ جي ترڪ الدنيا کي الهن اکرن ۾ چٽيو آهي: "اڃ ننڍو، ميان وڏو: سچل ننڍي ئي هوندي کان گوشه نشينيءَ جي خواهش ڏيکاري. ان ٻارائي وهيءَ ۾ ئي ڪيرڙن ۽ کهڙن جي جهنگن ۾ ڪم ٿي لهيون هڻندو هو." اڪيلائيءَ جي اوٽ ۾ الڪ جي لڪ لهندي هن ٻري تي پهتو هو ته:

"هرڪنهن صورت آپ الله، پيو ڪوئي چائڻ محض گناه."

جيئن پرينءَ جي حسن لازوال جو پرتو هر هنڌ حاضر آهي، تيئن سچي سائين به "سر تسليم خم هے جو مزاج يار ۾ آيا" وانگر فرمائي ٿو:

"سچو ڪر گوه سر ميدان، سر آگي سجن ڪي ڌر،
ڪه حملا ڪر حسن دلبر، سر چوگان آها هي."

سندس چاچي ميان عبدالحق سائين ڪيس هڪ عالم، فقيه، مدرس، عربي ۽ فارسيءَ جي ماهر آخوند عبدالله قريشيءَ وٽ ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ويهاريو. 'الف' جو لفظ ته هڪدم اچاريائون: باقي 'ب' جو ٻاسي لفظ ڪيئن اندر مان اورجي. اها ساڳي ڪار سندس متقدم لطيف سائينءَ سان ٿي. سندس پُرحقيقت شعر ٻڌو ۽ دل سان هنڊايو:

"الف اسان نُون يار پڙهايا، ب دي ٻانس نه ٻُون."

آخر هي ظاهري علم ڪن روايتن موجب ٻارهن سالن ۾، ۽ ڪن مطابق چوڏهن سالن ۾ پورو ڪري فارغ التحصيل ٿيو. قرآن شريف به سچو حفظ ڪيائين.

شاهه لطيف درازن ۾: شاهه لطيف جن، سن ١١٦٥هه/١٧٥٢ع ۾ وفات ڪئي، جڏهن اسان جو سچو سائين فقط تيرهن سالن جو هو. سچل سائينءَ جي اڪثر سوانح نگارن جي نگارشات مان هي نشانبر آهي ته شاهه لطيف سائين درازن ۾ ٻه دفعا آيو آهي. هڪ دفعو سچل سائينءَ جي ولادت کان اڳ ۽ ٻيو پيرو پوءِ.

مولانا دين محمد وفائي مرحوم هن واقعي کي هن طرح قلمبند ڪيو آهي: "ٻئي دفعي جڏهن شاهه صاحب درازن ۾ آيو، تڏهن سچل فقير پنجن ورهين* جو هو. هن ٻارڙي کي ڏسي، ميان صاحبڏني ۽ سندس فرزند ميان عبدالحق کي فرمايائين ته 'هن نينگر کي پڙهڻ جي ڪا گهڻي گهرج ڪانه آهي: اسان جيڪو ڪُنو رڌو آهي، اُن جو ڍَڪڻ هي ڇوڪر لاهيندو.' شاهه صاحب جي اها پيشنگوئي لفظ به لفظ ٺيڪ نڪتي، جو شاهه صاحب وحدت جو مسئلو جنهن رمز ۽ راز سان بيان ڪيو آهي، تنهن کي سچل فقير کليل لفظن ۾ ٻڌايو آهي." شاهه صاحب جي مذڪور واقعي جي وارتا ڪري مسٽر جيٺمل وڌيڪ ٿو لکي: "آهي به ائين — سچل جو ڪلام اهڙو زنده آهي، اهڙو سهڻو آهي، ۽ اهڙو مستي آڻيندڙ آهي، جو ڇا ڇنجي. اِهو هن جي عجيب شوق جي شربت جو فقط ڪو ذائقو وٺائي سگهندس، پر جي پاڻيو ته گهيتون پري دل من ٺاريون ته اوهين سندس ساري ظاهر ڪلام ۾ ٻيهي ڪو مزو مائي ڏسو."

درازائي دولهه جا خاڪپاءِ به لطيفي ملاقات جي تصديق ڪن ٿا. نمائو فقير هن جي آٿار ائين ٿو ڪري: "درويش جا قول بي‌معنيٰ نه آهن ۽ شاهه صاحب جي اها اڳڪٿي پوري نڪتي. سچل نه فقط صوفيائي ڪلام ۽ فقيريءَ ۾ نالو ڪڍيو، پر هن رند آهي حقيقتون ۽ روحاني رمزون کولي آشڪار ڪيون، جيڪي شاهه صاحب پنهنجي ڪلام ۾ درپرده رکيون هيون."

شريعت جي پابندي: زندگيءَ جي آغاز ۾ شريعت شريف جو نهايت پابند هو ۽ نماز باجماعت پنجگاهه مسجد شريف ۾ ادا ڪندو هو. مگر بعد ۾ موج مستيءَ سان سرشار ٿيو. ان ڪري

---

*ڪن روايتن موجب سندن عمر ست ورهيه بيان ڪئي وئي آهي.

حال ۽ استغراق هميشه هن جي هردي تي غالب هئا. پاڻ ديوان آشڪار ۾ هرهنڌ شريعت جي عزت بالا ڪري، ان جي نگهداشت لاءِ هدايت ڪري ٿو ۽ هن کي معرفت جي مام پرجهڻ جي شناخت جي واٽ تصور ڪري ٿو. پڏو ۽ حظ وٺو:

بشناس نفس خود را کاين معرفت حق ست،

در معرفت بباش نگهدار راهِ شرع.

وري هڪ سڄي غزل ۾ شرع جي شرح ڪئي اٿس. مطلع ۽ مقطع پيش خدمت آهن:

هست اين قائم مقام شرع،   ڪ بنا ڪرده است امام شرع،

باتو گويم چو آشڪار و نهان،   باش تو چاڪر و غلام شرع.

سندن مرشد خواجه عبدالحق رحه سنتِ نبوي جي تڪميل لاءِ کين پنهنجي دختر نيڪاختر نڪاح ۾ ڏني. جنهن مان اڪثر روايتن مطابق کيس هڪ فرزند عطا ٿيو، پر شگفته مکڙي ٿيڻ کان اڳ مرجهائجي ويو.

بيعت ۽ طريقت: سچل سائين پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ، پنهنجي چاچي سائينءَ خواجه پير عبدالحق جي سنڀال هيٺ رهيو. هيءُ سنڀال ۽ تربيت دنيوي توڙي روحاني هئي. هڪ لدني ظرف گر وانگر حق سائين سچي سائينءَ کي رباني رنگ سان رڱي لال پٽي ڪيو ۽ جڏهن ڏٺائين ته طالب ڏٽي تعاليٰ جي سوز ۾ جلي جانِ جانان ٿيڻ جي لائق آهي، تڏهن کيس قلبي قالب ۾ ڪهڙي، پنهنجو طلب وارو طالب بڻايائينس. سچو سائين ب هڪ تنواريل طالب وانگر پاڻ کي هن سلوڪ واري راهه ۽ رند ۾ رمڻ لاءِ اهل بڻائي، جلد از جلد صوفين جي پهرين منزل 'فنافي الشيخ' ۾ محو ٿي ويو. جيڪڏهن جاچي ڏسبو ته معلوم ٿيندو ته سندس ڪلام جو گهڻو حصو عبدالحق سائينءَ جي تعريف ۾ چيل آهي. حافظ درازي ته سچو طالب هو، سو پنهنجي متقدم حافظ شيرازيءَ وانگر مرشد سائينءَ جي مهما ۾ مستغرق رهيو ۽ حافظ شيرازيءَ جي ارشاد 'بمئي سجاده رنگين ڪن گرت پير مغان گويد' وانگر، 'سچوءَ' سچڻ جي در جو سگ رهڻ چاهيو ٿي، مثلاً:

"سچو آهي سگ در تنهنجي جو نال لباهي سو نيون."

... ... ...

"سچو سگ دروازي، روز ازل کون آهي ميان."

"پير عبدالحق جو پرڪيف خمار ڏتوسين ميان."

... ... ...

"جيهو تيهو آهيئي سچو، سگ سندن."

... ... ...

"سچو سگ دروازي، آهي روز ازل کون."

"تو پير عبدالحق جو پيراز ڪيوسين."

'فنا في الشيخ' جو ٻيو منظر ملاحظ ڪريو:

"مرشد هادي عبدالحق جي، وتِ ٻُٽيءَ بيزار لڳو."

مرشد جي اطاعت جو ٻيو مثال هيٺ ملاحظ ڪريو:

"منجھ حضور هاديءَ جي طالب، ٻانهون ٻڌي وهندين.
جئن چوائي مرشد چوندين، ڪلمو ڪفري ڪَهندين،
ڪُر ۽ ڪوبند صورت ساڳي، راهه انهيءَ ۾ رهندين،
رنگ رٻتي بيرنگ ٿي "سچا"، ناهه انهيءَ ۾ ٿهندين."

ان بعد مرشد، مريد جو جامي ۽ همراه ٿئي ٿو. سچل سائين ٿو فرمائي:

"اڪيان وچ سيو ڪجھ آهي، ستان ٿيوين گمراهه،
"سچو" تينکون رمز ڏيکالي، هادي عبدالحق ٿيا همراهه."

ساڳي تنوار سچيَ سائينءَ جي سڄي ڪلام ۾ تنواريل آهي. فارسي واري ڪلام ۾ ته غزلن جا غزل مرشد جي ثنا ۾ مسلسل چئي ويو آهي. هڪ هنڌ فرمائي ٿو:

پير ما پير هست عبدالحق، در دلِ ما نشست عبدالحق،
عمر بگذشت در ضلالت ليڪ، رشتهء ڪفر گسست عبدالحق،
طرف ديگر خيال دل نفتاد، دست ما شد بدست عبدالحق،
"آشڪار" و نهان دل و جان را، ڪرد پرجوش و مست عبدالحق.

ٻئي هنڌ مرشد جي توصيف ۽ مريدن جي اشغال جون سڀ حالتون ظاهري طور بيان ڪيون اٿس. ڪجھ سٽون سٽو:

دوستي پير ما بمستندي، يڪ دم از مردمان نرستندي،
ني نمودند رو بي دردان، طالبان را بسے بجستندي،
بے مريدان بجلسش هم روز، او"لين پاس شب بخفتندي،
هر ڪ پر درد عشق مي آمد، خوش بود دلپسند هستندي،
"آشڪارا" ڪه چون سرود شدي، اندرون گريه زار گشتندي.

سچل سائين جي سرمستيءَ جا سرچشما: ظاهري طرح سچل سائينءَ جو مرشد ته سندس چاچو سائين هو. مٿانئس الاهي عنايات جي به باطني پالوت ٿي هئي. ان الاسدي اويسي طريقي وسيلي سندس سرمستيءَ جا سرچشما – منصور حلاج، حضرت فريدالدين عطار نيشاپوري، حضرت خواجه شمس تبريز ۽ شمس الدين حافظ شيرازي – هئا. جيئن ته قلندر لال شهباز سيوهاڻي به وجودي جلالي مڪتبِ فڪر سان تعلق رکي ٿو ۽ سچل سائينءَ جو متقدم هو ته ان جو به 'مست و مست' اثر هن سرمست تي ضرور پيو هوندو. ان لاءِ اچا مون کي ڪاهه اندروني خواهه بيروني شاهدي نه ملي آهي، حالانڪ سندس ٻالڪي نالڪ يوسف به هڪ ڪافيءَ ۾ لال شهباز کي

ساراهيو آهي. سندس پيو نوازيل بيدل سائين سرمستي رنگ مان گڏ قلندري رنگ مان پڻ ريٽو ٿي لال ٿيو هو. موسوي صاحب جي تاليف "ديوان بيدل" ۾ اهو اشارو آيل آهي ته خود قلندر لال شهباز جي ارشاد تي، بيدل سائين سيوهڻ مان ڪَهي درازين آيو هو. عطار سائين بابت سندس فيض جي ونڊ ورڇ جي تعريف ڪئي اٿس. چند مثال پيش خدمت رکجن ٿا:

در درون سينه يابم بوي يار، شد معطر جانِ من از شه عطار.

... ... ...

يار ما باشد که نيشاپور هست، مست گشتم بو ز عطار آمده.

... ... ...

اي صبا سارا حقيقت شهر نيشاپور بکن، مي کنم قربان بزان خاک زمين اين جان وتن.
عرض کن از حالت بيچاره عاشق در حضور، کز خم مي خانه مي در جام خالي در فکن.

... ... ...

بين کوچه و بازار نيشاپور پُر از درد، مشهور همان جا شد عطار بود مرد.
عطار چنان گفت بخور جام مئي عشق، پنهان و آشکار، شب و روز، صفا درد.

خواجه شمس تبريزيءَ لاءِ 'ديوان آشڪارا' ۾ چوي ٿو:

خاکِ پا سلطان تبريزي شوي يکبار گر،
تا شود آگه ترا علم حقيقت سربسر.
از کلامش بوي مستي مي رسد اندر دلم،
خيال موجا موج کرده همچو دريا بيشتر.
مست و مدهوشم ز شوقش "آشکارا" و نهان،
پس چه تدبير اے مسلمانان که گشتم بي خبر.

جيئن ته حافظ شيرازي به پنهنجي شعر ۽ فلسفي ۾ منصوري وٿ وِرهايو آهي، تيئن ان جو ڪلام مست مدام به سندس سرمستيءَ جو سرچشمو ٿي سگهي ٿو. حافظ شيرازيءَ ۽ حافظ درازيءَ جي ڪلام ۾ گهڻيون حقيقتون مماثلت رکن ٿيون. هيٺيون هڪ مثال ڪافي ٿيندو:

حافظ شيرازي: ميانِ عاشق و معشوق فرق بسيار ست،
چو يار ناز نمايد شما نياز کنيد.

حافظ درازي: غرور غرور غماز، عادت البيلن جي،
نوڙت نينهن نياز، آهي عشاقن ۾.

... ... ...

آهي عشاقن ۾، نوڙت نينهن نياز،
نخوت نخرو ناز، عادت البيلن جي.

منصور ته سرمستي جان جو روح هو. هر ڪنهن هنڌ سندس هر قسم جي ڪلام ۾ هن منصوري مام جو پرو معلوم ٿو ٿئي. ان ڪري سندس ڪلام مان مستيءَ، رنديءَ ۽ بيباڪيءَ جا جلوا پيا جهرڪن. شمس العلماء مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽو، 'سنڌي نظم' ۾ لکي ٿو: "سچل سائينءَ جو ڪلام عين بيباڪيءَ جو آئينو آهي. منجهانئس رندي ۽ مستي پئي بکي. ائين پيو پائنجي ته گويا وجد ۾ اچي، لڇندي شعر چيو اٿس، يا ذوق مان پڙهندڙن جي دل تي به اهڙي ئي ڪيفيت طاري ٿئي ٿي." هن منصوري مستيءَ جا چند مثال حفظ خاطر پيش خدمت آهن.

"اصل ڪون منصور جو انهيءَ ڪاڻيو ڪنڌ ڪتاري،
لشي منجهه نواز ٿي گهوريون هي سر گهوري."

... ... ...

"سولي اوپر منصور هئي، منظور هي، مشهور هي،
مي پي ڪي او مخمور هئي، اس ڪا عجب مذڪور هئي."

... ... ...

"آن راز نهان از لب منصور عيان شد، بردند بسر دار،
اين نعره شنيديم که عالم بگمان شد، ليکن بُوئي خود يار."

... ... ...

"ڪز خويش پرستي بزن نعره انا الحق، زنار گشتي بزن نعره انا الحق،
"آشڪار" و نهان يار بود در دل وجان تو، او مست تو مستي بزن نعره انا الحق."

ازان سواءِ مذڪور ڏٺي ڏولن کان علاوه سچل سائينءَ جي تصانيف ۾ هينئن صوفي بزرگن جو به ذڪر خير آيو آهي: (۱) حضرت بايزيد بسطامي رحه، (۲) حضرت ابراهيم ادهم رحه، (۳) بلخي رحه، (۴) شيخ صنعان، (۵) حضرت نعمت الله جام احمد جام رحه، (٦) شبلي رحه، (۷) سرمد شهيد رحه، (۸) شرف الدين شاه بو علي قلندر رحه، (۹) حضرت نجم الدين ڪبريٰ رحه، (۱۰) حضرت عبدالله هروي رحه، (۱۱) حضرت عبدالقادر خراساني رحه، (۱۲) خواجه ابوالعباس رحه، (۱۳) شيخ هيڪل رحه، شاگرد حلاجؒ، (۱۴) شاه عنايت صوفي رحه، جهوڪ وارو، (۱۵) شاه ڪرمل رحه، (۱٦) فقير ڪپاهي رحه، (۱۷) قاسم رحه، (۱۸) موسيٰ رحه، (۱۹) مولانا جامي رحه. ان مان ظاهر آهي ته انهن سڀني بزرگن جي بات جو اثر حضرت سرمست تي پيو هوندو.

فنا في الرسول. 'فنا في الشيخ' کان پوءِ سالڪ کي 'فنا في الرسول' جي منزل طي ڪرڻي آهي. ان ۾ به سچل سائين سنمک رهيو آهي: جيئن فرمائي ٿو:

مشتاق لقاء مصطفائيم، او هست خدا خود گواهيم.

... ... ...

اے بجز دروازہ احمد راہ نیست، گر نمي داني دست آگاہ نیست.

... ... ...

اي دلا دربار گاہ مصطفيٰ هوشيار باش،

گر تو عاشق صادقي از غير او بيزار باش.

فنا في الله: منصوري مام پرجهي حق سان هڪ ٿيڻ فنا في الله جي آخرين منزل آهي، ان لاء چند مثال ڪافي ٿيندا:

يار را هر ڪجا همي بينم، زين سبب نزد خلق بيدينم،

قدم پيش و پس نمي دانم، مستقيمم براه تمڪينم.

... ... ...

ڪن فنا جسم دررہ توحيد، خيال ماؤ منے خودت بگذار.

... ... ...

وحدت و ڪثرت يڪي دانند سرداران عشق،

قائم اندر وحدت و سيّار اندر ڪثرت اند.

شاعري: پاڻ هفت زبان شاعر ٿي گذريا آهن. منصوري مام، سنڌي، سرائڪي، ملتاني پنجابي، هندي، اردو ۽ فارسيءَ ۾ بيان ڪني اٿن. هن فن شاعري ۾ پاڻ سنڌي شعرا ۾ يڪتا آهن. مرحوم خانبهادر محمد صديق ميمڻ سچ چيو آهي ته: ”جنهن زماني ڪان وٺي سنڌ جي شاعرن جا ڪلام ظاهر ٿي چڪا آهن، تنهن زماني ڪان وٺي اج تائين ٻئي ڪنهن بہ شاعر فارسي، اردو، پنجابي، سرائڪي ۽ سنڌيءَ ۾ ايترو گهڻو ۽ اهڙي طرز جو شعر ڪونہ چيو آهي جيترو سچل فقير چيو آهي—“ مگر سندس شعر ڇا هو؟ محبتي مثل مهراڻ وانگر پرجوش ۽ الله لوڪ وانگر الاهي محبت ۾ مدهوش. اهو سرمستي رنگ سندس ڪلام ۾ آهي.

”جنهن دل پُر ڪر پيتا جام، سا دل مستو مست مدام!“

وفات: سندس وفات ۱۴- رمضان ۱۲۴۲هجري، بمطابق ۱۸۲۶ع ۾ ٿي. بس فقراءَ ۾ ماتام هو. پاڻ فقيرن جي امانت، نانڪ يوسف کي سونپي ويا. سندس دربار جا مکيہ رتن هيٺيان ڇيا وين ٿا. ”دولهہ درازيءَ“ مان لسٽ ڏجي ٿي:

(۱) فقير نانڪ يوسف، ساڪن اگڙا، رياست خيرپور، (۲) فقير محمد يعقوب رياست خيرپور، (۳) فقير محمد صالح قادري، لاڙڪاڻو، (۴) فقير سيد خيرشاهہ رتوديرو، (۵) جانو فقير، پچارو، شڪارپور، (۶) فقير غلام حيدر شر، خيرپور، (۷) فقير محمد صالح وٿل دونهو، لڳ روهڙي، (۸) فقير محمد صديق، وٿل گوٺ فيتي، لاڙڪاڻو، (۹) فقير سيد دين شاهہ، (۱۰) فقير سيد پيرشاهہ، (۱۱) فقير سيد حيدرشاهہ، (۱۲) فقير حاجي عثمان چاڪي، (۱۳) فقير شير علي، (۱۴) فقير گهرام جتوئي، (۱۵) فقير سيد حسن شاهہ، (۱۶) فقير شيرخان پنهور، (۱۷) فقير سر مير علي مراد خان ٽالپر، والي خيرپور، ۽ (۱۸) بيدل فقير. سندس شان ۾ بيدل جو مدحيہ ڪلام مشهور آهي، ڪجهہ پڙهو:

"عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو.
مست سالڪ مه 'سچو'، عارف اتي اظهار هو،
برھ جي برسات جو، تنهن وير تي وسڪار هو.
مرد سو منصور وانگر، عشق جو اوتار هو،
منجهہ سخن تنهن جي، الوهيت سندو آثار هو.
جنگ جذبي جوش مستي ۾ مثل عطار هو،
در تنهين داتا جي "بيدل"، پرت جو پنار هو!"

مسعود حسن شهاب، پنهنجي تازه ترين تصنيف 'خواجہ غلام فريد' ۾ لکيو آهي تہ:
شاهہ ڀٽائيءَ کان علاوه سنڌ جي سچل سرمست جو رنگ پڻ خواجہ صاحب ضرور قبول ڪيو هوندو، ڇو تہ 'منصوري روش' جي تبليغ ۾ هو صاحب خواجہ صاحب جو پيشرو هو.

روضو: سندن روضو مبارڪ، پهريائين، مير رستم خان جوڙايو. جنهن جي مرمت، ڇهين نمبر سجاده نشين سخي قبول محمد سائين ڪرائي، ۽ ان جو اهتمام سندس خاص خليفي سردار بهادر شيخ محمد بخش 'ڪوجهي فقير' ڪيو ۽ ڇن تي ڪُندن تي چانديءَ جون نيلون لڳايون.

سندس روضي مبارڪ ۾ سچل سائينءَ کان علاوه، جن جون تربتون آهن، انهن مان مکيہ اصحاب هي آهن: سائين صاحبڏنو شاهہ، خواجہ عبدالحق صاحب، حضرت سخي قبول محمد اول، خواجہ نجم الدين — سجاده نشين نمبر ٥، سخي قبول محمد دوم — سجاده نشين نمبر ٦، سائين صاحبڏنو دوم — سجاده نشين نمبر ٧.

سندس ڪلام جي اشاعت: افسوس ۽ ارمان جو عالم آهي، جو ڏٺي تعاليٰ وٽان اسان کي منصور آخر زمان، عطارِ سنڌ، حافظ درازي، عطا ٿيو، پر اسان بيقدريءَ جي عالم ۾ ايترو تہ مستغرق آهيون، جو سندس درست رسالو يا ڪليات، منظرِ عام تي آڻي نہ سگهيا آهيون. هي هاڻي، سنڌي ادبي بورڊ(١) ۽ سچل سرمست ڪوآپريٽو اڪيڊميءَ لميٽيڊ جو فرض آهي تہ هن الهامي شاعر جو ڪلام فرحت انجام ڪٺو ڪري، ڪليات جي صورت ۾، شايع ڪن. وڏي ۾ وڏي اها آسائي آهي تہ سندس فارسي ديوان، فارسي مثنويات، سنڌي يا سرائڪي ڪلام اسان وٽ موجود آهي. رڳو ان کي سهڻي ۽ دلڪش پيرايي ۾ شايع ڪري، عوام آڏو آندو وڃي.

جن پرين پنهونءَ جو پير ڪنيو، تن کي سچي سائينءَ جي الفاظن ۾ يقين آهي تہ:

"گولين گڏ گڏيان، پاڻ پنهنجو ڪيچ ۾،
پلؤ تا نہ ڇڏيان، هٿڙي هوتياڻين جو."

---

(١) "رسالو سچل سرمست"، عثمان علي انصاري، ۽ "سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام"، مولانا محمد صادق رانيپوري: سنڌي ادبي بورڊ جي طرفان شايع ٿي چڪا آهن.

سيد حاجي علي اڪبر شاهه

# مخدوم نوح سرور

الله جي لاءِ سڀ ساراهه ٿي سونهي، جنهن پنهنجي عاشقن ۽ عارفن ڪــي، پاڻ ڏي رهنمائيءَ ڪرڻ لاءِ، پنهنجي محبوب مرسل جي فيض ڪي فيضان ۽ عرفان جو وسيلو بنايو، ۽ پنهنجي ڪمال قدرت سان، انهيءَ فيض محمديءَ کي قيامت تائين، مشرق ۽ مغرب جي پياس لاءِ سيرابيءَ جو باعث، ۽ سڪ لاءِ ذريعءِ سڪون بنايو:

رهے اس سے محروم آبي نہ خاکي،
هري هو گئي ساري کيتي خدا کي.

اها حقيقت جامع، حقيقت محمديءَ جو ظهور آهي، جنهن ڪان پوءِ باقي سڀ دروازا جمع ٿي، سميتجي هڪ دروازي وٽ مدغم ٿي ويا.

همہ درها بستہ اند، الا در تو.

اهو فيض، فيضان ۽ عرفان جي اعليٰ حقيقت تائين، پوري انسانذات جي رهنمائيءَ جو باعث بنيو. جيئن لطيف فرمايو آهي:

جڪري جهڙو جــوان، جڙيــو ڪين جهان ۾،
مهڙ مڙنين مرسلين، ۽ ســرس ســنـدس شــان،
تنهن آڳي جا احسان، جنهن هادي ميڙ ير ههڙو.

اهو فيضان، ڪڏهن شبنم وانگر، ڪڏهن وڏ ڦڙي مينهن وانگر، رعد ۽ برق جي ڪڙاڪي سان وسندو رهيو. سُر سارنگ ۾ ڀٽائي ڀلاري ان فيضان ڏانهن اشارو ڪيو آهي. بيشڪ ڪن شارحن، ان مان فتوحات ڪندڙ فوجن جي موجن جي معنيٰ ورتي آهي، ۽ ڪن علم جي نشر و اشاعت ته ڪن دين جي تبليغ جي معنيٰ ورتــي آهي، پر منهنجي ناچيز نظر ۾ حضرت ڀٽائي، انهيءَ فيض روحاليءَ جي وسڪارن ۽ وڄن جي چمڪاٽن جو چوڏس چوڏار ذڪر ڪيو آهي. فرمائي ٿو:

وڄــون وسـڻ آئـيــون، چــوڏس ۽ چــوڏار،
ڪي اٿيون استمبول تي، ڪن منڌيا مغرب پار،
ڪي چمڪيون وڃي چين تي، ڪن سمرقندن سار،

ڪي رمي ويون روم تي، ڪي ڪابل، ڪي قنڌار،
ڪي دهلي، ڪي دکن، ڪي گرنار مٿي گرنار،
ڪنهين جنبي جيسلمير تان، ڏنا بيڪانير ٻڪار،
ڪنين ڀڄايو ڀڄ کي، ڪن ڪئي ڍٽ مٿي ڍار،
سائينم سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار،
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

سوال ٿو پيدا ٿئي ته سنڌ جي سڪار کي عالم جي آباديءَ سان ڪهڙو تعلق آهي؟ شاهه صاحب نهايت وجدانگيز نموني ۾ پوري عالم جو نقشو چٽي، اچي سنڌ تي ٻجاڙي ڪئي آهي، ظاهر آهي ته ان ۾ ڪا وڏي معنيٰ لڪل آهي.

هن عالم خاڪ ۾، سنڌ جو خطو تاريخ ۽ جاگرافيءَ جي لحاظ سان، نهايت عظيم ۽ قديم آهي. هن سنڌو ماتريءَ ۾ دنيا جي سڀني قديم تهذيبن جو سنگم ۽ ميلاپ ٿيو آهي. هت هزارها ورهيه اڳ، آريه تهذيب آئي، رومي ۽ ايراني تهذيب جون موجون هن مقدس 'مهراڻ' جي سير سان اچي گڏيون، ساڪ، سٿين، توراني ۽ تاتاري قومون هت آيون، رهيون، ۽ هميشه لاءِ هن خوش نصيب واديءَ ۾ جذب ٿي ويون. مولانا حاليءَ جي چوڻ وانگر:

گهٽا اک پهاڙون سے بطحا کے اٹهي،
کڑک اور چمک دور دور اس کي پهنچي،
جو گنگا پے گرجي، تو سندهو پے برسي،
رهے اس سے محروم، آبي نہ خاکي،
بهري هوگئي، جس سے کهيتي خدا کي.

اهل عرفان بزرگن جو ڪشف حقيقت آهي ته مصلح اعظم، هادي ڪل حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي فيض جي باران رحمت هن مقدس خطي کي، پنهنجي گوهر باريءَ ۽ درافشانيءَ سان وڏڙي وارو حصو عطا ڪيو آهي. ايتريقدر جو هن سرزمين سنڌ ۾، معرفت جي صاحبن، اهل دل بزرگن، شرع جي عالمن، صوفين ۽ فقيهن جو شمار ئي ڪو ڪري سگهجي. انهن جي فيض ۽ فائدي جون ڳالهيون ۽ رهائيون ڳڻڻ کان ٻاهر آهن.

هن ۾ شڪ نه آهي ته هي مقدس سرزمين، تصوف ۽ معرفت، خدا شناسيءَ ۽ انسان دوستيءَ لاءِ نهايت پلاري ثابت ٿي آهي. دنيا جا فلسفا ۽ علم، هن سرزمين ۾ جذب ٿي تصوف جي سرسبز ۽ تروتازه سرچشمي ۾ ملي جلي هڪ ٿي ويا آهن. البت اسان جي هن دور جي بيذوقيءَ سببان، انهن سنڌي بزرگن ۽ عالمن جي ڪارنامن ۽ علمي خدمتن ڏانهن اسان جي بي توجهي ۽ لاعلمي حد تي پهتي آهي. ڏاڍي ضرورت آهي ته سنڌ جي اوليائن ۽ بزرگن جي ٻارهن، عرسن، ميلن ۽ مجلسن تي علمي مجلسون ڪيون، انهن جا تاريخي تذڪرا لکون ۽ انهن

جي زندگيءَ جي مقدس واقعات کي پنهنجي دلين ۾ تازو ڪريون، انهن جي افڪار ۽ واردات کي قلمبند ڪريون، ۽ انهن جي ملفوظات ۽ ارشادات کي هنئين سان هنڍايون. اهائي انهن بزرگن جي قدرداني آهي.

افسوس هي آهي تہ سنڌ جي ڪاملن ۽ بزرگن جو اهڙا تائين ڪو مستند تذڪرو نہ لکيو ويو آهي. اگر ڪجهہ چيزون موجود آهن، تہ پوءِ اهي نهايت مختصر ۽ جامع آهن. اڄ تفصيل سان لکڻ جي ضرورت آهي. اها بہ حقيقت آهي تہ سنڌ جي صالحن ۽ انهن جي ڪارنامن جي خبرچار، خود سنڌ جي باشندن کي بہ گهٽ آهي. اهو بہ شڪر آهي جو صالحن سان عقيدت ۽ محبت جي سلسلي ۾ سنڌ اڄ بہ مالامال آهي.

تازو منهنجي نظر مان هڪ انگريز جو لکيل ڪتاب گذريو. مصنف، سنڌ جو سير ڪري ويو آهي ۽ ڪيترين درگاهن جي زيارت بہ ڪئي اٿس. افسوس هي آهي تہ ان مصنف جي ڪنهن بہ عالم فاضل سان ڪا ملاقات ڪانہ ٿي آهي ۽ نہ ڪنهن مستند ۽ معتبر مواد کي مطالع ڪيو اٿس. عام ماڻهن ڪان حال احوال وٺي، ان پُڌ سُڌ تي ڪتاب لکي وڃي ٽوڙ ڪيو اٿس. سنڌ جي اوليائن جي حالات پيش ڪندي، هن غيرمسلم سياح، درگاهن تي ويٺل پينَن، پنگ پياڪ لنڊين، موالين ۽ گيڙو رتن ڪپڙن ۾ ملبوس ڪانئن کي 'سنڌ جا اولياءَ' سمجهيو آهي. ان سلسلي ۾، کي تصويرون بہ ڇپيون اٿس. ڀلا هن ۾ قصور ڪنهن جو؟ اصل ۾ اهو قصور اسان جو آهي. اسان جي پاران فن تصوف تي تصنيف ۽ تاليف، تحقيق ۽ ريسرچ لاءِ ڪو ادارو ڪولہ آهي. ورنہ هن قسم جا دلخراش قلمي ڪارناما نہ پيدا ٿين ها.

سنڌ جي اوليائن ۽ بزرگن ۾، حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليہ جي عظمت ۽ بزرگي، طريقت ۽ سلوڪ، ولايت ۽ ڪرامت، تسليم ٿيل امر آهي. حضرت مخدوم نوح کي 'جڳ جي سونهن' چيو ويو آهي. اهو بہ هڪ وڏو علمي نقطو آهي. حضرت مخدوم نوح رحہ جي برڪات ۽ فيوضات مان، هند ۽ سنڌ، رنگ ورتو آهي. سنڌ جا ڪيئي شيوخ ۽ صاحب سجاده، حضرت مخدوم نوح جي نظر ڪيميا اثر مان پيدا ٿيا آهن. حضرت شاھ ڪريم هڪ ئي 'هڪو رانجهان لکهان جيها' جي مصداق چئي سگهجي ٿو، ۽ ان جي خاندان مان ئي لطيف جهڙو بين الاقوامي شهرت جو مالڪ، مالڪ پيدا ٿيو. ان لطيف تي بہ روحاني پالوٽ هئي. ظاهري طرح سان بہ سندس والد حبيب شاھ، حضرت نوح سرور جي درگاھ فلڪ پائگاھ تي وڃي لطيف لاءِ دعائون گهرندو هو.

حضرت مخدوم نوح رحہ جو دور بہ عجيب دور هو. جڏهن هجرت کان هڪ هزار سال ذري گهٽ اچي ٿيا هئا، ۽ اهو زمانو اسلام جي ظاهري ۽ باطني، ڪمال اڪمال جو درخشان زمانو هو. حضرت نوح سرور جي فيوضات کي سمجهڻ لاءِ اهو بہ ڏسڻ گهرجي تہ ان دور ۾ پوري اسلامي آباديءَ ۾ ڪهڙا ڪهڙا بزرگ ۽ صاحب ارشاد بقيد حيات هئا، ۽ اهي ڪيئن

سلسلي بسلسلي، روحاني رابطي ۾ جڙيل ۽ ڪڙيل، اوليائن جا واسطا ۽ وسيلا حظيرة القدس تائين ٿي پهتا. لطيف فرمايو آهي.

ڪڙو منجهه ڪڙي، جيئن لوهار لپيٽيو،
منهنجو جيءُ جڙي، سپيرين سوگهو ڪيو.

حضرت مخدوم نوح رحه، شيخ الشيوخ حضرت شهاب الدين عمر سهروردي رحه جي مسلڪ ۽ مشرب جو دريگانو هو. برصغير هندو-پاڪ ۾، طريقي سهروردي جو وڏو مبلغ هو. سندس فيض اثر نگاهه سان رتل خليفا ۽ فرزند، هند سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچي چڪا هئا. اگر تاريخ لکي ويئي ته پوءِ حضرت نوح سرور جي فيوضات جو باب، هڪ زرين باب ٿيندو. سندن ولايت به اويسي آهي، جا اوليائن جي مهندار ۽ سردار حضرت علي المرتضيٰ ڪرم الله وجهه جي توجهه باطني سان پيدا ٿي. جنهن لاءِ رسول اڪرم هادي اعظم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي: ”انا مدينة العلم و علي بابها.“

ان طرح سندن سگورو ۽ سولهارو نسب، خليفي اول، حضرت صديق اڪبر سان ملي ٿو، جنهن لاءِ هادي اعظم فرمايو آهي. ”جيڪي الله تعاليٰ منهنجي سيني ۾ پلٽيو آهي، اهو سارو ۽ سمورو مون ابوبڪر (رضي الله عنه) جي سيني ۾ پلٽيو آهي.“

حضرت مخدوم نوح رحه جو شجرو، ابونجيب ضياءالدين سهروردي تائين پهچي ٿو، جو بزرگ، سهروردي طريقي جي شيخ المشائخ حضرت شهاب الدين سهرورديءَ جو چاچو سگورو هو. ان ثبوت سان به حضرت نوح سرور جو سلسلو، نسب جو توڙي طريقت جو بلند آهي.

اها به روايت آهي جا تحفة الڪرام جي صاحب آندي آهي ته: ”فرمايو آهي مشرق ۽ مغرب جي امام، مخدوم نوح رحه ته مون ڏٺو ڪشف جي حالت ۾ ته لڪيءَ جي جبلن تي چڙهي رهيو آهيان، اتي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن حضرت ابوبڪر ۽ حضرت علي سان گڏ مجلس آرا آهن. پاڻ ڪريمن حضرت علي ڪرم الله وجهه کي ارشاد فرمايو، جن اچي مون کي ساڻ ڪيو، اسان جبل تي چڙهندا رهياسون. وچ تي حضرت عيسيٰ عليه السلام ويٺل هئا، جن جي هٿن مبارڪن ۾ هڪ فرحي هئي جا مون کي پڙهايائون، ان کان پوءِ حضرت علي ڪرم الله وجهه جي معيت ۾ مجلس نبوي ۾ پهتس. اتي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه منهنجي پانهن جهلي، نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ آندو ۽ فرمايائون: ’هي منهنجي اولاد مان آهي.‘ ان کان پوءِ پاڻ ڪريمن وڏي مهرباني فرمائي.“

ان حوالي ۾ مير علي شير قانع، حضرت نوح سرور کي مشرق ۽ مغرب جو امام ڪوٺيو آهي، ان ڪري ئي کين ”جڳ جي سونهن“ سڏيو وڃي ٿو.

ان سلسلي ۾ اها به هڪ تاريخي حقيقت آهي ته برصغير هندو-پاڪ ۾، حضرت غوث العالمين حضرت بهاءالدين زڪريا ملتاني رحه جي فيوضات جي به وڏي شهرت آهي؛ پر اها به حقيقت

آهي ته اهو بزرگ، حضرت شيخ المشائخ شهاب الدين سهرورديءَ جو خليفو هو. ان نسبت سان، اهو بزرگ ۽ سندن پورو خاندان، حضرت نوح سرور ۽ سندس آباءَ واجداد کان فيض پائڻ، خليفا ۽ مريد آهن.

اها نسبت اڄ به موجود آهي. اها به حقيقت آهي ته ملتان جا پانڊيڙو چيستائين هالا جو موننديءَ ديدار تئا ڪن، تيستائين سندن ’ملتان‘ گويا قبول ٿي ڪين آهي. اهو حال صدين کان وٺي متواتر هلندو اچي ٿو.

اها به هڪ تاريخي حقيقت آهي ته برصغير هندو-پاڪ ۾ غوث العالمين حضرت بهاءالدين زڪريا ملتان ۾، سيد محمد مڪي سلطان العارفين بکر ۾، سيد عثمان مروندي لال شهباز سيوهڻ ۾، شاهه جلال الدين سرخ ۽ مخدوم جهانيان جهان گشت اُچ شريف ۾، ۽ مخدوم رڪن الدين رڪن عالم، غوث زڪريا جو پوٽو ۽ دهليءَ جي خلجين ۽ تغلقن شهنشاهن جو پيرو مرشد ملتان ۾، سڀ سهروردي طريقي جا مبلغ ۽ داعي هئا. انهن سڀني بزرگن جي ڪوشش ۽ ڪماين، دعائن ۽ تمنائن جو ’ثمرشيرين‘، اسان جي سنڌ جي مخدوم نوح جي عالي قدر هستيءَ جي صورت ۾ فيض رسان جملهء جهان ٿيو.

حضرت مخدوم نوح رحه جي تاريخ ۽ سندن ڪارنامن جا ڪيئي گوشا اڃا تائين پوشيده آهن، جنهن جي ڪري ’وادي سنڌ‘ ۾ سُکر ۽ سکار کان وڏي ساري عالم جي آباديءَ جو سامان ٿيو. ان امر تي اهل نظر ۽ اهل قلم عالمن کي ويچار ڪرڻ گهرجي.

آخري ڳالهه اها آهي ته سنڌي علم ۽ ادب جي وڏي شهير شخصيت، شاهه حق آگاهه سيد عبداللطيف رحه کي اڄ دنيا سڃاڻي چڪي آهي، پر اڃا تائين شايد گهڻن کي پروڙ نه پئجي سگهي آهي ته شاهه ۽ سندس آباءَ واجداد ۽ سندس ڪل خاندان ڪهڙي خاندان کان فيض ياب ٿيو. ڪتابن ۾ آهي ته شاهه، علم ۾ جمندي ڄام هو ۽ باطني علم ۾ اويسي هو. پر تاريخدانن کان هي امر به مخفي نه آهي ته جيئن ظاهري علم ۾ به پهريائين استاد آخوند آڏو گوڏا ڇڪي ويٺو ۽ ’الف‘ پڙهيو، تيئن علم باطن ۾ به پنهنجي والد شاهه حبيب کان فيض ياب ٿيو ۽ خلافت جو خرقو ڊڪيو. شاهه حبيب پنهنجي والد شاهه عبدالقدوس کان ۽ ان سڳوري پنهنجي والد، شاهه جمال کان، ۽ ان پنهنجي بزرگ کان - ان طرح شاهه ڪريم تائين سلسلو پهچي ٿو. اها به حقيقت آهي ته شاهه ڪريم، حضرت نوح سرور کان فيض ياب ٿيو، جو اويسي بزرگ به هو، پر ان سان گڏ سندن آباءَ واجداد کان، پشت بپشت ۽ سينه بسينه به ڪين فيض ملندو رهيو. بهرحال، حضرت نوح سرورجي کو اهل قلم حالات لکي، اهو هڪ برڪت پريو ڪم ٿيندو.

’صلائے عام ہے یاران نکتہ دان کے لئے.‘

پروفيسر ماڻڪ پٿاوالا

سنڌيڪار: شمس الدين عرسائي

# سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب

[پروفيسر ماڻڪ پٿاوالا جي ڪتاب "A Physical and Economic Geography of Sind" مان هڪ باب جو ترجمو]

## جاگرافيءَ جو مصرف ۽ فائدا

سيڪنهن جاگرافيائي مطالعي جو بنيادي مقصد، صرف تمدن جي ماهيت سمجهڻ هوندو آهي. طبعيات جا ماهر انهي دنيا جي گهرائيءَ تي غور و خوض ڪن ٿا، ته ڪيميادان وري قسمين قسمين دوائن (Drugs) جو تجزيو ڪن ٿا؛ ارضيات جا عالم پنهنجي دزديده نظر سان، ماضيءَ ۾ ڌرتيءَ جي تهن ۾ آيل اٿل پٿل ڏانهن نهارين ٿا؛ علم الحيات جا ڄاڻو، انساني جسم جي مختلف عضون جي طريقهءِ ڪار کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. پر ڪي ٿورا عالم اهڙا آهن جن ڪوجنا ڪندي، معاشرتي قدرن (Social values) ۽ اجتماعي وصفن کي به پيش نظر رکيو آهي، ۽ ان حقيقت کي معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته ڇو ۽ ڪيئن هرڪو فرد، صرف خاص قدرتي علائقي ۾ ئي پنهنجي مخصوص وضع قطع ۽ طرز معاشرت سان هلي چلي سگهي ٿو. ازان سواءِ ڇو ۽ ڪهڙيءَ طرح هڪ خاص قدرتي علائقو ماڻهن جي سموري ترقيءَ ۽ نشونما کان سواءِ، سندن رهائش ۽ مستقبل قيام (Settlement) تي به اثر انداز رهي ٿو. مطلب ته جنهن چيزي تان پيا عِلم ۽ فن رخصت وٺيو وڃن ٿا، اتان جاگرافي شروعات ڪري ٿي. جاگرافيءَ جو علم بلڪل آسانيءَ سان تشريح ڪري سمجهائي ٿو ته قبل از تاريخ ۽ تاريخ جي ماضيءَ ۾ ڇا وهيو واپريو آهي، ۽ ڪهڙا حادثا ۽ واقعا نازل ٿي چڪا آهن. اهڙا ڪئين طبعي سونجهارا، تاريخي ۽ معاشرتي معاملن ۽ مسئلن سان تمام گهاٽو ڳنڍيل آهن، جنهن کان ڪوبه انڪار ڪري نٿو سگهي. معاشرتي ماهرن ۽ تاريخدانن لاءِ لوڪ ڪٿائن (Folklore)، ابن ڏاڏن کان هلندڙ فرضي ڳالهين (Legendarydata)، توڙي سِڪن، پيلن ۽ پئسن بابت معلومات (Numismatic) ۽ آثار قديمه جي شهادتن کان به جاگرافيءَ جا ارضي نشانات (Land Marks) وڌيڪ اهم ۽ بيش بها آهن؛ جنهن ۾ ندين جي ڪنارن جون سنوتون، (River Terraces)، ڍنڍن جون سڌايون (Lake levles)، مٽيءَ جو لٽ يا درياهه

جو ٻائڻ، (Silting and alluviation)، ڍنڍن جو مڙڻ (Diflection of lakes)، ۽ ندين جي اٿل پٿل (Vagaries of rivers) وغيره اچي وڃن ٿا.

هيٺين خاڪي ۾ مختلف علمن ۽ انهن جي شاخن ۾ نسبتي قدر ڏيکاريو ويو آهي ۽ انسان جي علمي ارتقا ۾ جاگرافيءَ جي درجي کي متعين ڪيو ويو آهي.

علم جو مينار: **جاگرافي** (سڀني علمن جو ڪل جوڙ) - **علم حيات** (زندگي) - **علم ڪيميا** (مادو) - **علم طبعيات** (قدرت جا قانون) - **علم طبقات الارض** (ڌرتي) - ۽ **علم رياضي** (انگن جو بنيادي علم).

اهڙيءَ طرح سان اهو سمجهڻ بلڪل آسان آهي ته جاگرافيءَ جو علم انسانذات جي ڀلائيءَ ۽ بهبوديءَ لاءِ ڪيترو نه قيمتي آهي، ۽ اهو ڪيئن نه هرڪنهن تعليمي رٿا ۽ سائنٽيفڪ تمدن ۾ مکيه جڳهه والاري ٿو. جاگرافي پنهنجي علمن جي دريافت ڪيل متفرق شين ۽ خيالن کي نهايت سائنٽيفڪ انداز سان ترتيب ۽ ربط ۾ آڻيو ڇڏي، ۽ اهڙيءَ طرح سان ملڪ جي هڪ صاف ۽ مڪمل تصوير پيش ڪري ٿي. جاگرافين اسان جي اقتصاديات جي ڄاڻ ڪئي ۾ مدد ڪئي آهي، ته جيئن پنهنجا پير زمين تي ڄمائي سگهن. اهو هينسلو (Henslow) جاگرافيدان هو، جنهن اول اول ڊارون کي "زمينات" جي ليڪچرن تي توجه ڪرڻ جي ترغيب ڏني هئي. بقائي اصلح (The Survival of fittest) ۽ ارتقا جو قانون (The law of Evolution)، انساني ذهن جي رسائيءَ جي لحاظ کان نهايت حيرت انگيز الڪشاف آهن، جن کي بنائڻ ۾ به هن لاءِ اهي ئي ليڪچر ڪارآمد ۽ معاون بنيا. ساڳيءَ طرح جاگرافيءَ جو علم، جنهن کي غفلت کان وساريو ويو آهي، سو انهيءَ مضر ۽ نقصان رسا فضا لاءِ اڪسير آهي، جا عام طرح سان دنيا تي غالب آهي، ۽ ڪم از ڪم ماڻهن کي هڪٻئي سان همدردانه برتاءُ ڪرڻ ۽ ڪشاده دل ٿي رهڻ ۾ مدد وٺائي ٿو. موجوده وقت ۾ دنيا جي جيڪا قابل رحم حالت آهي، سا هڪ اندازي مطابق گهڻو ڪري جاگرافيءَ جي علم جي اڻڄاڻائيءَ سبب آهي. عالمگير جنگين به ماڻهن کي ايتري گهڻي جاگرافي سيکاري آهي، جو پيا ڪي به دنيا جا حادثا ائين ڪري نه سگهيا آهن. ان ڪري ائين چئي سگهجي ٿو ته "جنگين جو مکيه فائدو آهي، ماڻهن کي جاگرافي سيکارڻ." اهڙيءَ طرح سان دنيا جي مختلف ڀاڱن جي صحيح ڄاڻ، عالم طبعي جي ساخت ۽ گرد و نواح جون حالتون، جن ۾ انسان زندگي بسر ڪري ٿو، سي سڀئي هوا، سمنڊ ۽ خشڪيءَ تي جيڪي حربي تدبيرون استعمال ڪيون وڃن ٿيون، تن جي ڪاميابي ۽ ناڪاميابي تي مدار رکن ٿيون. اهوئي سبب آهي جو جاگرافيءَ کي ملٽري سائنس جو اهم ۽ ضروري حصو سمجهڻ شروع ڪيو ويو آهي. سڀني قومن جي دفاعي تياريءَ جو بنياد، لازمي طور سندن ملڪ جي جاگرافيءَ تي هڏل ٿئي ٿو. بدقسمتيءَ سان اسان جي ملڪ ۾ شاگردن کي زندگيءَ جي انهيءَ مرڪزي مضمون کان نااشنا رکيو ويو آهي. پاڪستان جي

شاگردن لاءِ تہ خصوصاً جاگرافيءَ جي علم جي ڄاڻ ڪيءِ ٻين سڀني نصابن کان زياده اهميت هئڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ موجوده بين الاقوامي معاملن جي حالت صاف ڏيکاري ٿي تہ هرڪنهن قوم جو ٻيءَ قوم تي انحصار ڏينهون ڏينهن وڌندڙ آهي، ۽ اها ضرورت وڌندي رهي ٿي تہ ماڻهن جي ڪردار ۽ خواهشن کي معلوم ڪيو وڃي.

دنيا جو نقشو تيزيءَ سان تبديل ٿي رهيو آهي: هن وقت اجتماعي طور تي حفاظت ۽ ناقابل تقسيم امن جي سخت ضرورت آهي، جا بنا ڪنهن انساني عداوت يا جنگ جي هجي. اهي مرادون ايستائين برصواب ٿي نہ سگهنديون، جيستائين اسان کي سڀني قومن جي اصلي ۽ حقيقي نصب العين جي سُوجهہ نہ پوندي. پاڪستان کي بہ لازماً اهڙي اداري جو هڪ بارسوخ رڪن هئڻ گهرجي، جنهن جو مقصد تهذيبن کي مناسب ۽ موزون طريقي سان پاڻ ۾ متحد ۽ مخلوط ڪرڻ سان گڏ، هڪ امن واري رشتي جوڙڻ جو هجي.

قومن جي ڀلائي ان ۾ مضمر آهي تہ هو هڪٻئي جي زندگيءَ جي نظريي جي وڌيڪ ڄاڻ رکن، جو نظريو گردوپيش جي حالات تي منحصر هوندو آهي. ان کان پوءِ ئي هڪٻئي سان صلح پسندانہ ناهہ ۽ دوستانہ تعلقات جي توقع رکي سگهون ٿا، ۽ ساڳي ڳالهہ ملڪ کان ٻاهر وسندڙ قومن ۽ ملڪ اندر رهندڙ قومن جي درميان تعلقات وڌائڻ تي بہ صادق اچي ٿي. هڪ خوشگوار فطري ماحول ۾ تهذيبن جو ربط ۽ تعلق، ممڪن آهي تہ اسان جي مختلف رسمن، زبانن، مذهبن ۽ ذاتين کي ملائي هڪ ڪري ڇڏي. جذب جو قانون (Law of Assimilation) انهيءَ قدرتي ۽ غير اختياري طريقڪار جي جتي ڪتي امانت ڪندو رهي ٿو. جڏهن گهڻيون قومون هڪ پسنديده علائقي ۾ رهڻ لڳن ٿيون، تڏهن ڪيئي مختلف تهذيبون خلط ملط ٿي وڃن ٿيون، تنهن جو هڪ سهڻو مثال جاوا جي تهذيب آهي. ڊاڪٽر اي. اي. بيڪ (Dr: A. A. Bake) چوي ٿو تہ: "اسان ڏٺو تہ جاوا جا ماڻهو صدين جي مختلف تهذيبن جي اثر هيٺ رهندي بديشي تهذيب کي پنهنجي طبعي خصوصيتن ۾ جذب ڪرڻ جي قابل بڻجي ويا آهن، سو بہ اهڙي وسيع انداز ۾ جو عوام الناس ان حقيقت کان بلڪل بيخبر آهي، ۽ ڪين ڪو بہ احساس يا شعور نہ آهي تہ سندن تهذيب تي ڪو غير ملڪي يا ڌاريو اثر بہ آهي." مثال طور برصغير هندو-پاڪ قريب قريب گذريل چوڏهن صدين کان پارسين جي مستقل قيام کان مالا مال ٿي آهي. جتي ٻيا فرقا پنهنجي قوّت جو اندازو سندن لکن جي تعداد ۾ هجڻ سان ڪري سگهن ٿا، اتي پارسي صرف خالص مذهبي ۽ روحاني عقيدي سان، ٻيا مذهب و ملت جي تعصبات کان آزاد خدمتن ۽ سخاوتن جي بنياد تي ڳڻي سگهجن ٿا.

مضمون کي پوريءَ طرح سمجهڻ لاءِ - اچو تہ سنڌ جو مثال وٺون، جو علائقو فطري بناوت ۽ طبعي جاگرافيءَ جي لحاظ کان 'هيٺائين سنڌو ماٿري' سڏجي ٿو. جنهن نہ صرف افرو-ايشيائي حلقي جي تمدن کي سُلجهائڻ ۽ ترقي وٺائڻ ۾ قابل قدر حصو ورتو آهي، بلڪ برصغير

هندو-پاڪ جي هڪ پاهرين ۽ ڪليل دروازي هجڻ جي حيثيت ۾ به گهڻي خدمت ڪئي آهي. چاڪاڻ ته سنڌو ماٿريءَ مان ٻي ڪيترين تهذيبون لنگهي، بر صغير جي جدا جدا ڀاڱن ۾ پکڙيون آهن.

اجا به ڪن ضروري نقطن سان بحث ڪري ڏيکارڻو آهي ته ڪيئن نه اسان جو تمدن 'صوبن' جي تاريخي جاگرافيءَ جي زير احسان آهي. موجوده وقت ۾ اسان پنهنجي گوناگون مختلف تهذيبن کي هم آهنگ بنائڻ ۽ متحد ڪرڻ ۾ گهڻو ڪجهه ڪري سگهون ٿا. ليڪن صوبن جي جاگرافيائي حدن کي ٽوڙي، هڪ غيرطبعي يڪسانيت پيدا ڪرڻ سان اهو مقصد بر صواب ٿئي، ان لاءِ چئي نٿو سگهجي. ٺيڪ ائين گهرجي ته ان درخشان ۽ زندگيءَ جي معرڪي، متفرق ۽ رنگارنگي تهذيب کي- جا گهڻن جلويدار طرفن واري آهي- پنهنجي جاگرافيائي حدن سان قائم رکجي ته بهتر. چاڪاڻ ته انساني تهذيب هڪ حقيقت به آهي ۽ اٿاتو به آهي. هونءَ به فطري زندگيءَ جو بنيادي اصول 'ڪثرت ۽ وحدت' (Unity in Diversity) آهي، جو لا زوال ۽ پائدار آهي، جنهن مطابق تمدن جي هڪ مستحڪم ۽ عاليشان عمارت تيار ڪري سگهجي ٿي، جنهن ۾ معصوم فطرت ۽ انسان جو ڪسب ۽ ڪردار گڏجي زندگيءَ جي نشوو ارتقا جو سلسلو قائم ۽ دائم رکندا ايندا.

## تمدن جو افرو-ايشيائي حلقو (The Afrasian Belt of Civilization):

تمدن اتي ترقي ڪري ٿي، جتي انسان ۽ فطرت جي وچ ۾ متمدن زندگيءَ جي لاءِ زبردست ڪشمڪش هوندي آهي. موسمي فضا (Atmosphere)، پاڻيءَ واري فضا (Hydrosphere)، جابلو فضا (Lithrosphere)، بلڪ حياتياتي فضا (Biosphere) ۽ ٻيا ماحول جا اثر، جي انسان جي چوگرد زورآور قوت وانگر عمل ڪن ٿا ۽ ڪيس زندگيءَ ۾ ترقي ڪرڻ ۾ يا ته مدد وڌائين ٿا يا وري روڪين ٿا. اهڙو فطري ماحول، ايشيا ۾، انساني تمدن جي پروان چڙهڻ لاءِ موجود هو، جو دراصل تمدن جو پهريون ٻي گهر آهي، جتي انسان کي مادي، اخلاقي ۽ روحاني ترقيءَ لاءِ موزون ترغيب ملي. جيڪڏهين يقيني طور چئجي ته پوءِ اهو ساڳيو حلقو آهي، جنهن کي هاڻي "آفريڪا ۽ ايشيا جي لق و دق صحرائن وارو حلقو" چئجي ٿو جو ڪيترن ئي مختلف قسمن جي تهذيبن کي پروان چڙهڻ ۾ مدد ڏيڻ لاءِ ذميوار آهي. اهو حلقو طبعي بناوت ۾ ڪيترن ئي يڪسان علائقن سان بغلگير آهي، جهڙوڪ نيل وادي، ايجين ٻيٽ (Agean Island)، اردن جي ماٿري، دجله ۽ فرات جي ماٿري، ايران جو مٿاهون پٽ، ڪشپين آرال جي درياگذار وادي، سنڌو ماٿري، گوبي علائقو ۽ يانگسي ماٿري (Yangtse valley). انهن سڀني علاقن پنهنجي پنهنجي زميني مٽاڇري (Soil) ۽ آبهوا مطابق نرالي قسم جون مخصوص تهذيبون پيدا ڪيون آهن، ۽ هرعلائقي پنهنجي علائقي کي انساني تمدن پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڪئي آهي. اڄ به انهن جي شاخن دنيا جي متعدد ملڪن ۾ پناهه جي جاءِ ورتي لڌي آهي.

ايشيا جي بلند ۽ عظمت واري سرزمين ۽ ان جا ڳاھ سان ڇانيل ميدان، شائستگيءَ ۽ تمدن لاءِ نهايت هموار آهن. اهوئي سبب آهي جو هتي جا ڇڙوڇڙ علائقا، هڪ دور کان ٻئي دور تائين، انساني تهذيب ۽ ڪاروبار جا پسنديده علائقا بڻيا هئا. اهي تهذيب جا مرڪز، ڪريٽ، چين، بابلان، ايران، يونان ۽ برصغير هندوپاڪ آهن، جي سڀئي هڪ هڪ ٿي عروج ۽ زوال جي ڪشمڪش ۾ رهندا آيا آهن. ايشيا ۾ جيئن ئي فطري قوتن پنهنجو ڪم شروع ڪيو، تيئن ڪڏهن ڪنهن وقت ته ڪڏهن ڪنهن هنڌ، تهذيبون ايرنديون رهيون. فرات ۽ دجلي جي ماٿريءَ ۾ به تهذيب پيدا ٿي، جنهن کي ڪڏهن ته مرڪز واري حيثيت حاصل هئي. ساڳي ايشيا ۾ وري انساني تاريخ جي مناسب ۽ موافق حالتن وارن زمانن ۾ هڪڙي ٻئي پٺيان ڪيترائي پيغمبر آيا، جنهن جي ابتدا زردشت کان ٿي، جو ايران ۾ پهريون ئي مذهبي پيشوا هو، جنهن وحدانيت جو نظريو ۽ خدا جي هيڪڙائيءَ جو خيال پيش ڪيو*. ايشيا جي دشوار علائقن ۾، پيغمبر، انسان جي زندگيءَ کي ڪامران بڻائڻ آيا. انسانذات لاءِ هميشه کان سڀني کان اهم مسئلو کاڌي ۽ پاڻيءَ جو سُنو آهي. تاريخ شاهد آهي ته جن به حصن ۾ اهي شيون افراط ۾ هونديون هيون، اتي انساني گروهه اچي آباد ٿيندا هئا. اهوئي ڪارڻ آهي جو عالمن چيو آهي ته انسان تڏهن واضح ترقي ڪئي آهي، جڏهن ڪن وادين ۾ اچي آباد ٿيو هو. وڏندي وڏندي نيٺ تمدن جي غذا پيدا ڪرڻ واري مرحلي تائين پهتو. 'پٿر واري مرحلي' جي ابتدا تڏهن ٿي، جڏهن هن چقمق جي پٿر کي ڏٺو— ۽ جڏهن پٿرن جي اتفاقي ٽڪرجڻ جي نتيجي ۾ باهه جا آلا ظاهر ٿيا. ڪن وادين جي جبلن ۾ ڌاتو لڌا ويا، ۽ پوءِ آهستي آهستي ٽامي، ڪنجهي (Bronze) ۽ لوهه جا مختلف مرحلا آيا. ڪنهن ماٿريءَ جي زمين مينهن يا نديءَ جي پاڻيءَ سان سيراب ٿي، جنهن سان زراعت جي شروعات ٿي. جڏهن ڪٿي پوک جي لاءِ گهربل ۽ ڪمائتن هنڌن تي پاڻي ڪٿي وڃڻ جي ضرورت پيئي، تڏهن آب رسانيءَ جا هٿرادو طريقا رائج ٿيا، ۽ ڪئنال جوڙيا ويا، ۽ ان طرح سان آبپاشي شروع ٿي. پر تمدن ۾ نمايان ترقي تڏهن آئي، جڏهن غذائي پيداوار کي ڍوئڻ ۽ هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين رسائڻ لاءِ، آمدورفت جا جٽادار ۽ اعتماد جوڳا ذريعا وجود ۾ آيا.

انهن سڀني حيلن وسيلن ۽ تدبيرن کي جيئوٽيڪ جديد جاگرافيدانن مستقل بنيادن تي قائم ڪري ڇڏيو آهي، تاهم ائين ضروري آهي ته خود فطرت به صحرائي لق ودق حلقن سان دنيا جي ٻين علائقن کان وڌيڪ ساٿ ٻئي ڏنو آهي. ان کان پوءِ خشڪ ساليءَ ۽ ريگستاني

---

* زردشت جي تعليم، بنيادي طرح سان وحدانيت واري هئي، پر پوءِ اڳتي هلي، سندس پوئلڳن مان 'ماني' ۽ 'مزدڪ' نالي شخصن ان ۾ ڦيرڦار آندي، 'يزدان ۽ اهرمن' جو عقيدو پيدا ڪري، ٻه خدا بڻايا- 'هڪ شر جو خدا' ۽ ٻيو 'خير جو خدا.' آخري طور، توحيد جو خالص ۽ ڪامل تصور، پيغمبر اسلام صلي الله عليه وسلم جن پيدا ڪيو. -غ. م. گ

ريت جي ڍيرن، ڪن علائقن ڪي رهائش جي لحاظ کان ناقابل برداشت بنائي ڇڏيو، جنهن سبب ڪري لڏپلاڻ شروع ٿي ويئي.

اُئين بلڪل صحيح آهي ته افرو-ايشيائي حلقي جي نشوونما وٺڻ سان 'سنڌو ماٿريءَ' به ڪنهن پُر انديشه وقت ۾ پنهنجو حقيقي روپ اختيار ڪيو، ۽ ڪيترائي انساني ٽولا هڪٻئي پٺيان مسلسل، آسان پهاڙي رستن کان گذرندا هتي اچي قيام پذير ٿيا. خانہ بدوش انساني ٽولن کي رستي ۾ جي فطري رنڊڪون ۽ رڪاوٽون درپيش ايندڀون هيون، سي بجاءِ انهن کي ڍيچارڻ ۽ بيدل ڪرڻ جي، منجهن همت پيدا ڪنديون هيون ۽ منزل مقصود تي رسڻ لاءِ آماده ڪنديون هيون. اهڙيءَ طرح سان ماٿريءَ ۾ رهندڙ سيني انساني گروهن گڏجي جدوجهد ڪئي ۽ پنهنجي تخليقي قوّتن ۽ لياقتن وسيلي پاڻ کي ماحول جي موافق بنائي، هڪ نئين تمدن کي پيدا ڪيو. جڏهن پاڙيسري علائقن جون ڪيتريون وٽندڙ بديشي خصوصيتون مقامي تهذيبن ۾ گڏجي مسجي هڪ ٿي ويون، تڏهن ان جي نتيجي ۾ اعليٰ قسم جو مثالي تمدن اُسرڻ لڳو.

## سنڌي تهذيب جا امدادي جزا:

هينائين سنڌو ماٿري ذاتي طرح سان، سنڌونديءَ جي هڪ وڏي مقدس سوغات آهي. اهو به هڪ مڃيل اصول آهي ته جتي گهڻين قومن جا آزمودا ۽ ايجادون پاڻ ۾ گڏجن ٿا، اتي تمدن کي عروج حاصل ٿئي ٿو. اچو ته ٿهرين طبعي جزي کي جاچيون، جنهن تمدن کي ترقي ڏيارڻ ۾ مدد ڪئي آهي.

**سنڌو ماٿريءَ ۾ جاگرافيائي ضابطو:**

تمام اوائلي دور ۾ انسان، غذا، گاهه ۽ پاڻيءَ جي رسد جي ڳولا ۾ هتي آيو ۽ مستقل قيام اختيار ڪيائين. (شاهد: موهن جو دڙو-ستاويهه سئو قبل مسيح) سڀ کان اول، هن وسيع ۽ فوق العادت نديءَ جي نظام کي سمجهڻ جون ڪوششون ڪيون ۽ لوڻتي ٻوڏن کي ڪهڙيءَ طرح ضابطي ۾ رکجي، انهن لاءِ اپاءُ سوچيا. ان سلسلي ۾، هن بند تعمير ڪيا، پيمائشون ڪيون ۽ ٻوڏ هيٺ آيل ايراضين ۾ پوکون ڪيون. اهڙيءَ طرح سان هن پنهنجي صلاحيت سان پنهنجي فرصت جي وقت جو بهترين استعمال ڪيو.

نتيجو اهو نڪتو، جو مصر وانگر سنڌ پڻ 'مڪينيڪل هنرن جي ماءُ' بڻجي ويئي. ان طرح قدرت هتي جي زمين جي سطح جي تجديد پڻ باقاعدي نظم ۽ ترتيب سان ڪندي رهندي هئي. ان مان مطلب اها تهه نشين مٽي (Silt) آهي، جا ندي پنهنجي وساطت سان، هرموسم ۾ ڪنيو زمين کي پهچائيندي هئي. اهڙيءَ طرح سان زرخيزي ۽ ثمرآوري برقرار رهي. قدرت ۽ انسان جي ان باهمي تعاون سان، فصلن جي قدرتي پيداواري ۽ روزمرهه جي زندگيءَ جي نشوونما ٿي. طغياني ۽ سيلاب انسان کي زمين ۾ ڪاشت ڪرڻ لاءِ آيااريو. اهڙي زرخيز

ميدان ۾ جيئن ته پرامن قيام ۽ رهائشي بستين جا گهڻا سٺا موقعا ميسر هئا، ان ڪري نديءَ جي پنهي ڪنارن تي اهڙيون آباديون وڏيون. سنڌو ندي هميشه وانگر بدستور انساني گروهن کي متحد ڪرڻ جي اصول جي پابند آهي. ان هارين ۽ ڪاشتڪارن جي مفادن ۽ مقصدن کي متفق ڪرڻ ۾ مدد ڪئي، پوءِ ڪٿي هو ڪهڙي به گروهه، مذهب يا سماج سان تعلق رکندا هئا. ڌار ڌار موسمن ۾ مختلف جاين ڏانهن پاڻيءَ جي رسد کي ضابطي ۾ رکڻ لاءِ هڪ واحد حڪومت، عدل ۽ انصاف مطابق قائم ڪئي ويئي. ساڳئي مقصد لاءِ امداد باهميءَ کي به رضامندي سان تسليم ڪيو ويو. قدرت اگر ملڪ کي قديم جبلن ۽ قيمتي معدنيات کان محروم رکيو، ته سنڌ وري ايشيا جي ڏورانهين ديسن سان رسائي پيدا ڪئي، ۽ انهن سان واپار ڪري انهن سيني شين جي درآمد ڪئي، جنهن سان ملڪ جي ترقي ٿئي. سنڌو نديءَ جي مٿئين چيزي کان هيٺئين چيزي تائين، ماڻهو پنهنجو مال ۽ سامان کڻيو ڏونئيندا وتندا هئا. سنڌ ۾ کي به اهڙا قابل ذڪر خشڪيءَ جا رستا نه هئا، جن جي ڪري تيز رفتاريءَ سان سفر ۽ آمدورفت جاري رکي سگهجي. زمين جو لاهه (Gradient) گهٽو هيٺائون آهي، ان ڪري واهه ڪهڙي به طرف ۽ ڪهڙي به مفاصلي کان ڪڍي سگهجن ٿا. مثال طور روهڙي ڪئنال، جو سنڌو نديءَ مان ڪڍيو ويو آهي ۽ جو "سکر بئراج پراجيڪٽ" جو هڪ اهم حصو آهي، سو ٻن سئو ميلن کان به گهٽو ڊگهو آهي ۽ ڪيترن غيرآباد ۽ ناقابل زراعت ضلعن مان آرپار لنگهي ٿو.

سنڌ هڪ خاص ترتيب سان قائم آهي. سنڌس افتاده ۽ بيجان هيٺاين ماٿري صرف سنڌو نديءَ جي سبب سان هڪ ڪشادو ميداني علائقو بڻجي پيئي آهي ۽ سموري زمين ٻن غير آباد ايراضين کيرٿر جبل ۽ راجپوتانا بيابان جي درميان وچايل آهي. زميني مٿاڇرو زرخيز آهي ۽ ماٿريءَ ۾ نديءَ جي ڊيلٽا بتدريج وڌندي رهي ٿي. اونهاري ۾ آبهوا، ٿوري گهم سان، گرم ۽ خشڪ آهي. سنڌ جو پورو علائقو هڪ پرانديشه مقام ۾ آهي، جو ذري گهٽ گرم دائري ۽ معتدل دائري (Temperate zone) جي حد وٽ آهي. زراعت جي مثالي پيشي هجڻ جون اهي سڀ علامتون هن ماٿريءَ ۾ آهن، جنهن ۾ زرعي زمين جي نقصان جو ڪو به خطرو نه آهي، جي ٻنهي دائرن (Zones) سان تعلق رکن ٿا. ان ڪري چئجي ٿو ته ٻاڙ جهلڻ ۽ واڍ ڪائڻ جي لحاظ کان ٻنهي قسمن جي نباتات لاءِ، هتي جي زمين نيم راهگذر جي حيثيت رکي ٿي.

قدرتي وسيلن کي قبول ڪرڻ ۽ ڪم آڻڻ، اهڙيون ڳالهيون آهن جي ماڻهن جي متفق ڪوشش ۽ صحيح تربيت جو نتيجو آهن. سنڌ قدري غيرملڪي خطري کان محفوظ آهي. جبلن جي آڏ ۽ روڪ، ملڪ جي حفاظت لاءِ ڪارآمد آهي. ان کان علاوه بيابان به دشمن کان پناهه ۾ رکي ٿو. ان طرح سان اِهي ٻئي حفاظتي قوتون ملڪ جي جداگانه وجود کي برقرار رکڻ ۽ ترقي وڌائڻ ۾ مدد ڪن ٿا.

## رڪاوٽن جو قدر (Value of obstacles):

ساڳئي وقت قدرت به هن علائقي جي طريقهءِ معاش ۽ طرزِ زندگيءَ جي راهه ۾ ڪي رڪاوٽون وڌيون آهن. هڪڙي سري ڪان ٻئي سري تائين ڪي به ٻهاڙي لنگهه پورا ۽ مڪمل نه هئا. جيڪي چند آسان ٻهاڙي رستا هئا، تن مان توڙي ساموندي ڪناري تان قديم دور ڪان وٺي راهزن، قزاق ۽ ٻيا امن ۾ خلل وجهڻ وارا ماڻهو، وقت بوقت ايندا رهندا هئا. اهوئي سبب آهي جو ڪنهن به حڪومت طرفان حد بنديءَ متعلق ڪابه واضح سرحدي پاليسي مقرر ٿي نه سگهي. آبهوا ڪٺن ۽ سخت گير هئي. اونهاري ۾ تمام گرم، ۽ سياري ۾ سرد ۽ طاقت بخش (Bracing) هئي. ٿوري گهڻي غيرمستقل برسات به پوندي هئي. انهن حالتن ماڻهن کي جيتوڻيڪ جانٺو ۽ محنتي ته بنائي ڇڏيو هو، پر ان سان گڏ ساڳئي وقت هو امڪان ۽ قسمت جا دست نگر به بڻجي رهيا، جن کي قسمت تي ياڙ پنڌ ڙ ڪٺي ڇڏجي. سنڌو نديءَ جو پيٽ، آسپاس وارن ملڪن جي ندين ڪان بلندتر سطح (Higher level) تي آهي. اهوئي ٻوڏن جو ڪارڻ آهي، جي تيزيءَ سان پنين ۾ اچيو، انهن کي ٻوڙيو ۽ نابود ڪريو ڇڏين. ماڻهن کي مجبوراً انهن تباهه ڪُن قوتن ڪان بچڻ ۽ انهن تي فوقيت حاصل ڪرڻ لاءِ محتاط ۽ خبردار رهڻو پوندو هو. پراڻن شهرن جو وڏو تعداد گهڻو ڪري اهڙين ئي ٻوڏن ڪري نابود ٿيو هو. مثلاً: موهن جو دڙو. اهي پراڻا شهر واريءَ ۽ مٽيءَ جي هيٺان پنهنجي قيمتي خزاني سميت دٻيل آهن. آثارِ قديمه جي ماهرن، تاريخدانن جي فائدي لاءِ هن وقت تهن پنيان تهه کوٽيا آهن. اسان وٽ ٻوڏ جي تباهه ڪن اثرن جي، انهن دٻيل شهرن ڪان سواءِ ٻي ڪهڙي بهتر ثابتي آهي. نديءَ جي ڊيلٽا مسلسل وڌندي رهي ٿي، ان ڪري پاڻيءَ کي ورڇيندڙ شاخون به ڦرنديون گهرنديون رهن ٿيون. پاڻيءَ جي وهڪري جي ڪابه دائمي خليج نه آهي، اهوئي سبب آهي جو ڊيلٽا جو، حدن اندر مستقل ۽ محدود رهڻ به ممڪن نه آهي. ساحلي قطار (Coast-line) وٽ به هڪ پُرآب نشيبي خطو آهي. انهيءَ زمين جي اسفنجي ساخت سبب منجهس خاص قسم جا مڪروه ۽ غيرغذائي ٻوٽا اُپرن ٿا، تنهنڪري اتي به مستقل رهائش اختيار ڪري نٿي سگهجي. ازان سواءِ اها غيرمستقل ۽ ٻورالي ادي، ٻري ٻري تائين هڪ وسيع علائقي جي آرپار لهرون هڻي ٿي، جي هڪ نه ٻئي طرف تقريباً ٽيهن ميلن تائين لڳنديون رهن ٿيون. نديءَ جو پيٽ به ايامن ڪان، دستور موجب تبديل ٿيندو رهي ٿو، جنهنڪري ان جي ڪنارن تي ڪي به شهر مستقل طرح سان آڏجي نه سگهيا آهن، سواءِ هڪ يا ٻن جي- سي به ٽڪرين جي راسن (Rocky promontories) تي قائم آهن- مثال طور سکر، روهڙي ۽ سيوهڻ. زيرزمين پاڻيءَ جا طريقا، ٻن هڪ موسم ڪان ٻيءَ موسم تائين، ۽ هڪ علائقي ڪان ٻئي علائقي تائين، ناپائدار آهن. پاڻيءَ لاءِ اونها کوهه کوٽيا وڃن ٿا، جي نه پختا ٿين ٿا ۽ نه وري اعتبار جوڳا آهن. ٿرپارڪر سان ملحق ڀاڙيسري علائقن منجهان هاڪڙو نالي هڪ پوري جي پوري ندي وهندي هئي، جنهن جي سُڪي وڃڻ سان زمين ويران رڻ رهجي ويئي آهي.

زماني حال ۾ صرف ٿارا ڪئنال جي ذريعي ان کي پاڻيءَ سان تار ڪري سگهجي ٿو. اونهاري ۾ صبح جي گرمي شديد ٿيندي آهي ۽ گهڻن رهاڪن جا گهر هڪ محور جي چوڌاري ٺهيل هوندا آهن، جيئن هوا جي رخ کي سامهون ڏي سگهن، مثال طور حيدرآباد جا منگهه. اهڙي خشڪ ميداني علائقي ۾ گهڻن جانورن جي قلت به تمام گهڻي محسوس ڪئي ويئي ٿي.

انهن حالتن ماڻهن کي مجبور ڪيو آهي ته هو گڏهن ۽ خچرن (Wild horse) جهڙي اهنجي مخلوق سان نڀائين ۽ ان جو گهڻي کان گهڻو خيال رکن. اهڙيءَ صورت ۾ هڪ اُٺ ئي آهي، جو بيابان لاءِ سڀ کان وڌيڪ ڪارائتو جانور ثابت ٿيو آهي. غذا ۽ پاڻيءَ خاطر ماحول سان هم آهنگيءَ جو اهو هڪ عمدو مثال آهي. ان ڪري ئي چئجي ٿو ته اهڙين نيم-صحرائي (Semi-desert) حالتن ۾ انسان کي قدرتي طرح سان نشو ونما پائڻ جا موقعا چڱيءَ طرح سان ملي سگهندا آهن، پوءِ ڪٿي هو شروعات کان ڪهڙي به گروهه سان تعلق رکندو هجي. هتي انسان، خوش تدبيري ۽ اختراع جي مادي کي ثابت قدميءَ سان استعمال ڪندو رهيو، جنهن مان خود حفاظت، مشقت، حوصلي، تحمل سان گڏ کي پيون خصوصيتون پڻ آشڪار ٿيون ۽ انسان ڪمال درجي تي پهتو. پروفيسر جين برونهيس (Jean Brunhes) چوي ٿو ”آهي نامهربان حالتون آهن، جي انساني نظام جي تڪميل کي محدود ڪري ڇڏين ٿيون.“

زمين کي ڪم ۾ آڻڻ ۽ ان مان فائدي وٺڻ جون جي به ڪوششون، انسان ڪري ٿو سي پن ڳالهين تي منحصر آهن: هڪ ته ڪهڙي نوعيت جي ڪم جو ارادو اٿس، ۽ پوءِ ته زمين جيڪي مشڪلاتون ۽ دشواريون هن لاءِ پيدا ڪري ٿي، تن مان هو ڪيتريقدر ڪاميابي حاصل ڪري سگهي ٿو. انسان جيتري خوش تدبيري اختيار ڪري ٿو، اوترو ئي زمين ديرطلب ۽ تڪليف ده ثابت ٿئي ٿي. اها پي ڳالهه آهي جو ڪن ناگهاني ضرورتن جي بلاواسطه زور ۽ سخت دٻاءُ جي هوندي به، انسان ڪڏهن ڪنهن شيءِ جي معمولي مقدار کي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب به ٿي ويندو آهي. ايتري بحث ڪان پوءِ ائين ئي چوڻو پوندو ته بيشڪ سنڌ ۾ فطري قوتون زورآور ۽ غيرمستقل هيون، جي مختلف تهذيبن ۾ اتفاق پيدا ڪري سگهيون. لهٰذا ان ۾ باهمي اثر رکي، حسن ترتيب ۽ سليقي جي لحاظ کان تمام عمدو مثال چئي سگهجي ٿو.

## سنڌو ماٿريءَ جي علائقي ۾ تهذيبن جو تصادم:

ايران جي سطح مرتفع جي موسمي ۽ فصلي خشڪ ساليءَ ۽ واريءَ جي گهڻائيءَ سبب، جيڪي انسان ڪافي مقدار ۾ پاڻي، غذا ۽ مناسب جڳهه حاصل ڪري نه سگهيا، سي جابلو رستن مان لنگهي سنڌو ماٿريءَ ۾ داخل ٿيا ۽ ڪجهه وقت تائين تخريب، تباهي ۽ بربادي‌ءَ جو باعث بنيا. ازانسواءِ قبل از تاريخي دور ۾ الهندي طرف کان شالڪولسٽڪ (Chalcolistic) تهذيب پڻ سنڌو ماٿريءَ ۾ داخل ٿي. الهيءَ وقت ڌاري ويدڪ آريا به آيا، جن 'موهن جي دڙي' جي ماڻهن جي امن ۽ فلاح ۾ اچي خلل وڌو. پٺاڻن، افغانن، مغلن ۽ ترڪن به وقت

ڳنڍڻ سان پنهنجو وارو ورتو. دلير ايرانين پنهنجي شهنشاهت واسطي انهيءَ ماڻريءَ کي اڇي ڳولي لڌو. جانباز يوناني پڻ ايرانين جي تعاقب ڪندي هن ماڻريءَ جي نزديڪ پهتا، جن پنهنجي واسطي سنڌو نديءَ کي جهازرانيءَ لاءِ ڀرپور پيرو استعمال پڻ ڪيو. تنهن کان پوءِ طاقتور عرب مڪران جي ڪناري کان آيا ۽ انديءَ ۽ ساموندي ڪناري جو موزون استعمال ڪيائون.

بيابان جي تڪليف ده ۽ مايوس ڪُن حالتن جي ڪري، راجپوتن پڻ هتي اچي آجهو ورتو. معتدل ۽ خوشگوار ڀاڙيسري علائقن، جهڙوڪ ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات مان به ڪيترائي آرام طلب لوڪ داخل ٿيا. ابتدائي زماني ۾ انهن قومن جا جيڪي به نسل هتي آيا هئا، سي پُرامن جستجوءَ ۾ مصروف رهيا. سڀ کان پوءِ تجارت پيشه يوروپي قومون ۽ پارسي ۽ عيسائي پڻ واپار سانگي آيا. اهڙيءَ طرح انساني گروهن جا اندازاً سورهن ڪلاس سنڌ ۾ مستقل طور آباد آهن.

## نتيجو - رڪاوٽن ۽ رنڊڪن جو دور ٽيڻ:

اهڙيءَ طرح سنڌ، في الواقع انساني جوش ۽ انتقام جو هڪ ميدان ڪارزار بڻجي پئي، جنهن ۾ يورش، لُٽ مار، تاخت و تاراج ۽ بحري قزاقي تمام عام هيون. هڪ قوم ٻيءَ قوم کي پامال ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندي هئي، ته ٻي قوم وري ٽينءَ قوم کي تباهه ڪرڻ ۽ مٿس فتح پائڻ جي ڪوشش ڪندي هئي. ليڪن قدرت جي بقا جو قانون، (Law of Indestructibility) غير متغير آهي، جو هر هنڌ لازمي طور رائج آهي. جدا جدا قومن جي مختلف ۽ متضاد عقيدن، رسمن ۽ تهذيبن جي درميان زوردار مقابلو ٿيو، جو ئي سنڌ جي بيمثال تهذيب جو محرڪ آهي.

سنڌي زبان هڪ مرڪب قسم جي زبان آهي، جا بنيادي لحاظ کان سنسڪرت آهي ته وري طرزِ ادا جي ڪري عربي آهي.

سنڌ فقط هڪڙو ئي ڪلاس پيدا ڪيو آهي، جن کي هاري چئبو آهي، جن ۾ هندو ۽ مسلمان ٻئي اچي وڃن ٿا. هن علائقي ۾ هاريءَ لاءِ فصل ۽ پاڻيءَ جي رسد جو سوال عام آهي. هنن جي موسيقي، روزانه زندگي، پوشاڪ ۽ اخلاق به ساڳيا آهن. سنڌ جي بهترين پيداوار آهي 'صوفي اِزم'. سنڌ جي صوفي ازم فلسفي جي دائري ۾ نهايت بيمثال آهي. هن صوفي ۾ درويش آهن، جي ٻنهي گروهن جي تعلقن کي قابو ۾ رکن ٿا. هتي ٿورا فرقا ۽ ٿورڙا مسلڪ آهن، ۽ نسبتاً ٿورا افراد ڏتڙيل ۽ افسرده گروهن سان تعلق رکن ٿا. سکر بئراج پنهنجي ڪئنالن جي ورهائيندڙ شاخن، ڪسين ۽ مورين جي ذريعي مدامي پاڻيءَ جو مسئلو حل ڪري ڇڏيو آهي. اها سنڌ جي دل آهي جا ڏينهن رات، باقاعدگيءَ ۽ روانيءَ سان پنهنجو زندگي بخش پاڻي، ديس جي سيني رهواسين لاءِ خارج ڪري ٿي. قدرت طرفان انسان جي ترقيءَ جي واٽ ۾ حائل ٿيل دقتون ۽ رڪاوٽون هاڻي رفته رفته غائب ٿينديون وڃن ٿيون. هاڻي سنڌ ۾

مستقل قيام ۽ رهائش اختيار ڪري سگهجي ٿي. انگريز حڪمران، پنهنجي دور ۾ جي بهترين سوڪڙيون صوبي کي ڏنيون، سي زراعتي ڪاميابي ۽ سياسي طور خود اختيار حڪومت آهن. پائدار امن قائم رکڻ، مسئلن کي سلجهائڻ ۽ ترقي ڪري اڳتي وڌڻ: انهن سڀني ڳالهين ۾ انسان پنهنجو پاڻ تي مدار رکي ٿو. سنڌ ۾ وڏا شهر ٿورا آهن، جا هتي جي آباديءَ جي خصوصيت آهي. سنڌ جي آبادي گهڻو ڪري پهراڙيءَ جي ڇڙوڇڙ ڳوٺن تي مشتمل آهي. جتي آبياريءَ جا مرڪز هوندا آهن، اتي چوڌاري ڳوٺن جو مجموعو ٺهي ويندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو گذريل بادشاهي راڄن ۾ هڪ ڪان وڌيڪ دارالسلطنت وارا مرڪزي شهر (Capital towns) تعمير ٿيا، ۽ جنهن کي جيڪو هنڌ سهولت وارو نظر آيو، تنهن کي دارالسلطنت بنايائين.

برطانيا، پنهنجي سامونڊي سياءُ ڪري، ڪراچيءَ جي بين الاقوامي شهر جو بنياد رکيو، جو هڪ سٺي بندرگاهه هئڻ جي ڪري، هاڻ اڳتي وڌي، پاڪستان جي وفاقي گادي بڻيو آهي (۱). اگرچ حيدرآباد، جو ان کان اڳ ۾ سنڌ جي گاديءَ جو شهر هو، تنهن جي مردمشماري فقط ٽن لکن جي لڳ ڀڳ ٿيندي (۲)، جن ۾ زياده تر خوشحال ۽ ترقي يافته درجي جا ماڻهو آهن. هن علائقي جي سڀني ماڻهن لاءِ، سنڌ ن صوفيانه شاعري 'صحتمند پيداوار' جي حيثيت رکي ٿي، جا شاهه لطيف، سچل ۽ ساميءَ جي آهي. اها ئي شاعري کين پاڻ ۾ هڪ قسم جي روحاني اتحاد پيدا ڪرڻ ۾ رهنمائي ڪري ٿي.

اڄڪلهه سنڌين ۾ تعليم جي گهٽتائي آهي. سڀ کان گهٽي قلت ٽيڪنيڪل تعليم جي آهي. موجوده زماني ۾ سنڌ به ٻين ملڪن وانگر نيم جاگيردارانه اقتصادي نظام سببان ڪوتاهين ۽ خامين سان ڀرپور آهي. اهو ئي ڪارڻ آهي جو هيءَ سرزمين، انسان جي استقلال کي متواتر آزمائيندي رهي آهي. سال ڪاهي وڃڻ، زوريءَ عورتون ڀڄائڻ، ڌاڙا ۽ خون، بي احتياطي، شاهوڪار زميندارن طرفان هارين سان ناشائسته برتاءُ ۽ غير مستحڪم حڪومت جون سڀئي نقصان رسان ڳالهيون، هتي جو ناڪاره معمول بڻجي چڪيون آهن. اهي انسان جي خوديءَ جا غير جٽادار مظهر ۽ اپار آهن. هتي جو انسان جيئڻ ئي پاڻ کي هڪ ابتر لموني جي معاشرتي ۽ اقتصادي نظام زندگيءَ ۾ پابند زنجير معلوم ڪري ٿو، تيئن موت ۾، ائين ڪرڻ تي مجبور ٿي وڃي ٿو: چاڪاڻ ته ٻيءَ صورت ۾ اهي حالتون سنڌس مڪمل وجود ۽ شخصي زندگيءَ کي هڪ خود انضباطي ۽ آزاد شهريءَ جيان، قبول ڪرڻ کان انڪار ڪن ٿيون. اهڙي علائقي ۾ جتي فطري قوتون متحرڪ هجن ۽ معاشرتي دٻاءُ ۽ جبر ايتريقدر مانع ۽ دم گهٽيندڙ هجي، ته پوءِ ضرور هيجان پيدا ٿيندو. انهن مڙني تڪليفن کان ڇوٽڪاري حاصل

---

(۱) هيئنر پاڪستان جي گادي راولپنڊي ۾ آهي، ۽ مستقل طرح سان اسلام آباد ۾ نئون دارالسلطنت تعمير ٿي رهيو آهي. (۲) حيدرآباد جي آبادي، هن وقت لڳ ڀڳ پار هن لکن کان مٿي چڙهي وڃي ٿي.

ڪرڻ لاءِ، هڪ اهڙو تعليمي دستور تجويز ڪرڻ گهرجي، جو جاگرافيائي ماحول ۽ معاشرتي تقاضائن مطابق هجي.

بنواج اڳي ئي ڪامياب ثابت ٿيا آهن، ليڪن انهن منجهان اجا به وڌيڪ لاڀ ڪين حاصل ٿئي، ان لاءِ ضروري آهي ته زرعي زمين ازسرنوُ تقسيم ڪرڻ به اچي. پاڻيءَ جي ورچ هارين جي درميان بهتر طريقي ۽ زياده انصاف تي مبني هجي. ازان سواءِ حڪومت جي مشنريءَ ۾ هر مرحلي تي بهتر انتظامي نقطءِ نگاهه ۽ فهم ۽ فراست جو هجڻ ضروري آهي، جا ڳالهه صوبائي ۽ مرڪزي ٻنهي حڪومتن ۾ هئڻ ڪهي.

## قطعي ۽ فيصلہ ڪُن رايا:

سنڌ جون تهذيبي حدون، اڄ جي مهذب انسان وڌائي، ڪافي وسيع ڪري ڇڏيون آهن. گروهبنديءَ ۽ فرقه پرستيءَ جا مرض جن ۾ ملڪ جا ٻيا علائقا، ٿوريءَ يا گهڻيءَ حد تائين، گرفتار آهن، سنڌ انهن کان آزاد آهي. هڪ سنڌي، پاڪستاني هجڻ جي دعوا هڪ طرف ڪري ٿو ته وسيع المشرب (Cosmopolitan) ۽ انسان دوست (Humanitarian) شخص هجڻ جي دعوا ٻئي طرف رکي ٿو. اهو سڀ تڏهن تي سگهيو آهي، جو سندس تهذيب ايشيا جي ڏورانهن علائقن جي تهذيب جي زيراثر مالا مال ٿي، مثالي بنجي چڪي آهي، ۽ ان کان سواءِ، برصغير جي باقي علائقن وانگر، ان تي وچ-اوڀر ۽ جديد يورپ جا جيڪي اثر پيا آهن، تن پڻ ان کي هڪ مخصوص رنگ ۾ رڱي ڇڏيو آهي. سنڌي ماڻهوءَ پنهنجيءَ ڀر ۾ پاڻ به الهن ساڳين ئي انساني تهذيبن کي بامقصد ۽ پُرمعنيٰ انداز ۾ مالامال ڪيو آهي، جن سان هن جو تجارت، تهذيب ۽ تمدن، مذهب ۽ ملت، باهمي رابطي ۽ ٻين ذريعن سان لاڳاپو پيدا ٿيندو رهيو آهي. ان ڪري هو ايامن کان تهذيبي علحدگيءَ ۽ تنگ نظريءَ يا جارحانه وطن پرستيءَ جي بيماريءَ کان آجو رهيو آهي. هو ساڳئي وقت، هميشه کان، ڪيس معقول سبب جي بنا تي، پنهنجي تهذيب لاءِ فخر آهي، جا عالمگير خوبيون ۽ وسيع استعداد رکندي به هڪ مخصوص ۽ مقامي، رنگ ۾ پنهنجو مستقل وجود رکي ٿي، ۽ جنهن ۾ انساني اعمال ۽ فطري مظاهر ٻنهي گڏجي هڪٻئي تي اثر وجهڻ جو باهمي عمل ڪيو آهي. صدين کان وٺي انساني ۽ طبعي حالتن ۾ جو غير محدود باهمي عمل، خارجي توڙي داخلي طرح سان ٿيندو رهيو آهي، تنهن موجوده سنڌ کي هستيءَ ۾ آڻڻ ۽ سنوارڻ جي عظيم خدمت سرانجام ڏني آهي. سنڌو ماٿري سچ پچ ته تهذيبن جو ميدان آهي. ان جي تهذيبي ميدان ۾ جذب ۽ اتفاق جون قوتون به گهڻي قدر موجود آهن، جي انساني تهذيب جي مختلف ۽ گوناگون عناصرن کي پاڻ ۾ يڪجا ڪن ٿيون ۽ دنيا جي عظيم تمدن جي ڌار ڌار اثرن کي ملائي پاڻ ۾ مدغم ڪن ٿيون. اهائي خصوصيت آهي، جنهن 'سنڌي تهذيب' کي مقدس ۽ شاد آباد رکيو آهي ۽ ساڳئي وقت بلند ۽ بهتر، معقول ۽ ترقي پذير-۽ سڀ تي غالب ۽ حاوي بنايو آهي. هڪ سنڌي انهيءَ ڪري ئي عقلمند، مستحڪم، متحمل مزاج، بردبار، محب وطن ۽ امن سان پيار رکندڙ فرد

آهي. پنهنجي عظيم نديءَ واسطي، جا سنڌ جي زندگيءَ جو روح آهي، سنڌي هاري ٻـ سوڪڙيون ڏيڻ ۽ وٺڻ سکيو آهي. سنڌ جو قابل زراعت زميني مٿاڇرو ٻـ خارجي (Foreign) آهي، ڇاڪاڻ تـ ان کي سنڌو ٺنديءَ مان پاڻي وهائي آباد ڪرڻ جو بندوبست ڪيو وڃي ٿو، جو پاڻي اوڪن ۽ مهيب جبلن مان پوڏن جي ذريعي، وهي غريب هارين لاءِ ماڻريءَ ۾ اچي زندگيءَ جو سامان ٿو پيدا ڪري. جيستائين نديءَ جو وهڪرو بيقاعده ۽ غير مستقل هو، تيستائين هاري ٻـ بدستور قضا ۽ قدر تي ڀاڙيندو رهيو ۽ هر ڳالهه ۾ قسمت تـي اعتبار ڪندو رهيو. ليڪن هاڻي دنيا جي زبردست ۽ عظيم الشان آبپاشيءَ جي نظام مان مستقل پاڻيءَ جي رسد جي ضمانت هجڻ ڪري، هارين ٻـ پنهنجي گهرن ۽ زرعي زمينن جي مسئلي کي سلجهايو آهي. هاڻي ساري سال ۾ ربيع ۽ خريف جي فصلن جا وارا باقاعدگيءَ سان ٿيندا رهن ٿا. موجوده دور ۾ سڄي سال جي دوران، گهڻي وقت تائين ڪوبہ هاري سست يا بيڪار نٿو گذاري. ماضيءَ ۾ فقط گردو پيش جا حالات ۽ فطري ماحول ئي ان لاءِ ذميوار آهن، جن ڪين ائين بنايو هو.

ملڪ جي ورهاڱي ٿيڻ سان اچانڪ ديسي باشندن ترڪ وطن اختيار ڪيو ۽ هندستان جي مختلف ڀاڱن مان مسلمان هجرت ڪري سنڌ ۾ داخل ٿيڻ لڳا. اها لئين صورت حال سنڌو-ماڻريءَ جي تهذيب ۽ تمدن ۾ وقت گذرڻ سان يقيناً ڪيترين ئي خصوصي تبديليون پيدا ڪندي. سنڌ جهڙن پهن سنڌو ماڻريءَ جي علائقن جو تنقيدي ۽ منصفانہ ۽ سائنٽيفڪ مطالعو، اسان جي ڪيترن ئـي قابل قدر بـاهمي تعلقات ۽ قسمين قسمين تهذيبي رخـن کـي آشڪار ڪندو. ازان سواءِ اهڙي مطالعي سان جدا جدا علائقن جا ماڻهو ٻـ هڪٻئي کان نفرت ڪرڻ کان باز رهندا. هرڪو پنهنجي ملڪ تي اختيار رکندي بجا طور فخر ڪندو. ان سلسلي ۾ نـہ فقط پاڪستان، پنهنجي سيني پاڙيسري پائرن (هندستان، ايران، افغانستان، عرب، ترڪي، انڊونيشيا) جي ڪاميابين کي تعظيم ۽ تحسين جي نگاهہ سان ڏسندو، پر ان سان گڏ پاڪستان ۾ رهندڙ قومون پڻ، پاڻ ۾ سازگار ماحول پيدا ڪري، وطن کي خوشحال بنائينديون. اميد آهـي تـہ اهڙو فائدمند علمي ڪم، يونيورسٽين ۾، جاگرافيءَ جي شعبن، سائنس توڙي آرٽس جي عملي شاخن، طرفان انجام ڏنو ويندو. جيڪڏهن اسين چاهيون ٿا تـہ اسين امن ۾ رهون ۽ اسان جي ملڪ کي پنهنجي ماڻهن طرفان قابل اعتماد نظام زندگي ملي، جنهن کان اسان جو نوجوان طبقو هرگز انڪار ڪري نٿو سگهي، تـہ پوءِ هن قسم جي تهذيبي ريسرچ تي توجہ ڏيڻ ضروري آهي. ليڪن اهو سڀڪجهہ انهن لوجوانن جي ان صحيح ۽ حقيقي تعليم ۽ ريسرچ تـي منحصر آهي، جي امداد باهميءَ جي بنياد تي ڪيل هجن. ازان سواءِ اهي ڪوششون سموري مهذب دنيا جي امن ۽ سلامتيءَ تي ٻـ دارومدار رکن ٿيون.

---

میر حاجي محمد بخش خان ٽالپر

# ٿرپارڪر جا آثار قديم

ٿرپارڪر، پنهنجي لامحدود ۽ قديم روايتن جي حيثيت سان قديم تهذيب ۽ تمدن جو هڪ اهڙو مرڪز آهي، جنهن ڪي مطالع ڪرڻ ضروري آهي. افسوس اهو آهي تہ سرزمين سنڌ جي هن قديم مرڪز ڏانهن، عالمن ۽ محققن توڙي آثارقديمہ جي چاهڻ ۽ شوقينن ڪو خاص توجهہ نہ ڏنو آهي.

اصل حقيقت اها آهي، تہ ٿرپارڪر جي پوري خطي جي آثار ۽ جاگرافيءَ کي سمجهڻ لاءِ، ڪو چاٺو ماڻهو اتي وڃي رهي، مختلف موسمن ۾ پيدا ٿيندڙ ردوبدل کي جاچي. ان جي ٿر ۽ بر کي جهاڳي، ۽ ان جي ڪُنڊ ڪُنڊ کي ڏسي.

اها بہ هڪ تاريخي حقيقت آهي تہ جڏهن ’ٿر‘ انساني بستين جي ڪري، ايترو آباد نہ هو، تنهن وقت ۾ ’پارڪر‘ نهايت شاداب، سرسبز، آباد ۽ وسندڙ هو: منجهس صنعت ۽ حرفت جو چرچو هو، سهڻا ۽ شاهوڪار بندر هئا، قافلن جي اچ وڃ هئي، واپارين جي ڏي-وٺ هئي، شاهوڪاري ۽ سرمائيڪاري هئي، ۽ ماڻهو سکيا ستابا ۽ ميامتارا هئا. مگر زماني جي دستبرد ڪان اڄ اهي ماڳ ۽ مڪان، بندر ۽ نشان، سڀ مٽيءَ ۾ دفن ٿي چڪا آهن. انهن جي تاريخي کوجنا لاءِ، ڪنهن ٻئي دفعي بحث ڪنداسون.

هن وقت سردست، مختصر طرح سان ٻن قسمن جي آثارن تي لکڻ جو مقصد آهي: هڪ آهن، اهي آثار جي اڃا سلامت آهن، ۽ ٻيا اهي آهن جي ’توده خاڪ‘ بنجي چڪا آهن.

جيڪي سلامت آهن، تن ۾ شهر ٿرپارڪر ڪان پنجن-ڇهن ميلن تي، اتر طرف ڏي، ”ڀوڏيسر جي مسجد“ آهي، جا ١٤٣٦ع جي ٺهرايل آهي، جنهن تي بہ ڪتبا لڳل آهن-هڪ آهي عربيءَ ۾ ۽ ٻيو آهي پارسيءَ ۾. اها مسجد گجرات جي بيگڙه خاندان جي بادشاهن تعمير ڪرائي هئي. اميد تہ ان جو تفصيلوار بيان بہ ڪنهن ٻئي ڀيري ڪنداسون. اڄڪلهہ اها مسجد ناليماتر آثارقديمہ جي محڪمي جي حوالي آهي.

ان طرح تقريباً ساڳئي زماني جا ٽي مندر بہ موجود آهن، جي جين ڌرم وارن جا آهن، ۽ مسجد جي ڀرسان آهن. اهي بہ اڃا تائين سلامت آهن. انهن مان رڳو هڪ مندر، آثارقديمہ

وارن جي سنڀال هيٺ آهي، باقي ٻه مندر ويران آهن. ضرورت اها آهي ته انهن جي به سنڀال ڪئي وڃي، جيئن تاريخ، تعمير ۽ مصوّريءَ جا اهي لاثاني مرقع، ائين برباد ٿي نه وڃن.

مسجد جي ٻوڀان هڪ تلاءُ آهي، جنهن تي به پٿر جو ڪتبو لڳل آهي. پٿر تي ڪي مورتون به اُڪريل آهن، ۽ ڪي اکر ٻڻ نظر اچن ٿا. انهن جي عمر به ڇهن صدين کان زياده آهي.

خود ننگرپارڪر جو شهر، جين ڌرم وارن اڄ کان ٽي صديون ڪن اڳ ٻڌايو هو. اهو مندر اڃا تائين، 'جين ڌرم' وارن جي سنڀال هيٺ آهي. ان طرح، ان دور جي پراڻن حاڪمن، 'راڻن' جا تهخانا شهر جي اولهه طرف، پهاڙ جي دامن ۾ آهن، جن لاءِ چيو وڃي ٿو ته ٺڪرن جي بغاوت (١٨٦٠ع) تي، ڪئپٽن تروٽ ڊهرائي ڇڏيا هئا.

ان طرح، جبل ۾ اندر، 'چندن ڳڍ' نالي قلعو به هو، جو پنهنجي فني ۽ تعميري حيثيت سان نهايت شاندار هو. اهو قلعو، چندنسنگ پرمار، تقريباً هڪ هزار سال ڪن اڳ جوڙايو هو. اهو به ٺڪرن جي بلوي ڪري، ڪئپٽن تروٽ، ڊائناميٽ ڪرايو هو.

ڪارونجهر جبل، جو شهر جي پرسان آهي، ان ۾ شهر کان ٻه ميل ڪن پريرو، هڪ 'سارڌري' وٽ، 'شيوَ ۽ پاربتيءَ' جو مندر آهي. اهو مندر هندن جو زيارتگاهه هو. ايامن کان وٺي، هندو اتي ميلا لڳائيندا هئا. ان مندر ۾ 'پاربتيءَ' جي هڪ مورتي، موجود هوندي هئي. اها مورتي، سنگتراشيءَ ۽ بت تراشيءَ جي فن ۾ هڪ شاهڪار چئي وڃي ٿي. افسوس جو اها 'مورتي' لڏپلاڻ جي دور ۾، هندو پاڻ سان کڻي ويا آهن.

ان مندر جي پرسان هڪ تلاءُ پڻ آهي، جنهن ۾ ساڙيل مُردن جا هڏا نارينda آهن. مندر کان اڌ ميل جي اوچائيءَ تي "ڀِيم ڪُن" نالي هڪ قدرتي عجوبو آهي، جنهن ۾ هميشه هڪ ننڍڙي ڪنڌ جي شڪل جيتري هنڌ تي عميق پاڻي موجود آهي. اتي هڪ غار ۾ اهڙو پٿر موجود آهي، جنهن جي ڇت ۾ ڳئونءَ جي تصوير لڳل آهي. ان جي ٿڻن مان هميشه ڦڙو ڦڙو ٿي، پاڻي نمندو رهي ٿو.

ننگرپارڪر کان اٺن ميلن جي مفاصلي تي، 'ڪاسبو' نالي هڪ ڳوٺ آهي، جنهن کان ٽي-چار ميل سنڌوڙيءَ جي ڪسٽم ٿاڻي طرف، جهنگ ۾ ٺڪرن جي مرڻ وارين جاين جا نشان آهن. اتي گهوڙيسوار هٿيارٻندن جون ڪجهه مورتون آهن. انهن لاءِ عام روايت اها آهي ته اهي جٽن ڌاڙيلن سان وڙهندي مارجي ويا هئا. اهي جٽ ڌاڙيل گجرات مان ڦُر ڪرڻ لاءِ آيا هئا.

پارڪر جي اٽڪل ڇهه سؤ چورس ميلن جي ايراضيءَ ۾، ٽڪريون پکڙيل آهن. انهن ٽڪرين ۾ هندن جون عبادتگاهون ۽ تڪيا موجود آهن. ان سلسلي ۾، هرهڪ ٽڪريءَ کي پنهنجي پنهنجي تاريخ آهي.

هڪ دفعي منهنجو ڊرائيور، رڻ جي ڪناري تي، ڪَلرَ ۾ ڦاسي پيو. ڀرسان ئي چار فوٽ اوچي ۽ سؤ کن فوٽ ڊگهي ۾ پٿرائين زمين هئي، جنهن لاءِ ٻڌايو ويو ته اها ’ريمي‘ جي ٽڪري نالي سان مشهور آهي. ان هنڌ تي چون ٿا ته، هڪ ’ريمي‘ نالي ڌاڙيل ڪولهيءَ جي گهوڙي، پاڳين ماري وڌي هئي. ان کان پوءِ مڙس اهو نالو پئجي ويو.

ان طرح، ’سوراچند‘ ڳوٺ جي ڀرسان به ڪي تلاءُ آهن. جن لاءِ ڪئپٽن ربڪس، پنهنجي ڪتاب ’ميمائرس آن ٿر اينڊ پارڪر‘ ۾ لکي ٿو ته اهي عيسوي چوڏهين يا پندرهين صديءَ جا نهرايل آهن.

ننگرپارڪر جي ٿر واري ڀاڱي ۾، ’ويرا واه‘ ڳوٺ ۾، ٽڪرن جون ’ڏهريون‘ ساڙڻ وارين جاين تي، ننڍيون قبيون ۽ ڇٽيون آهن، جي عام ماڻهن جي دستبرد کان نه بچي سگهيون. اڄ انهن جا ڪي نشان وڃي بچيا آهن.

ويرا واه ڳوٺ جي ڀرسان، ’سانڪاهه‘ نالي، ڇهه چورس ميل هڪ ڍنڍ آهي، جنهن جي هڪ طرف تي، جين ڌرم وارن جو پٿرائون ڊٺل مندر آهي، جنهن جون ڪيتريون نشانيون اڃا موجود آهن، ۽ ڪي بُتَ به سلامت آهن. انهن کي ”جکن پيرن جا ڏهرا“ ڪري ڪوٺيندا آهن. هندن جي لڏپلاڻ کان پوءِ، ڪابه وَسندي نه رهي آهي. اڄ اهو مندر به برباد ٿي چڪو آهي. اندازو آهي ته اهو مندر، سترهين صدي عيسويءَ جو نهرايل آهي. ان مندر جي ڀرسان، هڪ مناري تي ٽَلهو ٺهيل آهي، جتي جين ڌرم وارا پاريهلن کي داڻو ڏيندا آهن.

## پاري ننگر:

ويرا واه جي ڀرسان، موئن جي دڙي وانگر، هڪ قديم شهر جا نشان آهن، جي ڏيڍ ميل ڊگها ۽ اڌ ميل ويڪرا ٿيندا. جتي اڃا تائين، پراڻن مندرن ۽ جاين جون پيڙهيون موجود آهن. ڪئپٽن ربڪس جي تحقيق آهي ته هي شهر، ٥١٢ سال قبل مسيح ٻڌايو ويو هو، جنهن ۾ هڪ لک گهر هئا. اهو شهر، ١٢٠٠ع ڌاري، مسلمان حاڪمن سان مقابلن ۽ لڙاين جي ڪري ناس ٿي ويو.

هن شهر جي ڀرسان سمنڊ هو. حقيقت اها آهي ته هن شهر جو زوال، ان دور ۾ شروع ٿيو، جڏهن سمنڊ، هتان هٽڻ شروع ڪيو ۽ رڻ بنايو.

’پاري ننگر‘ کان، ٽن يا چئن ميلن جي پنڌ تي، ’ڏوتڙ‘ (ڏو يا دو معنيٰ ٻه، ۽ تڙ معنيٰ بندر يا ٻيڙي هٽڻ جو هنڌ) نالي هڪ وسندڙ بندر هو. ان بندر لاءِ وڏڙن جا وڏا ڳالهيون ڪندا هئا ته هن بندر تي، جهازن کي جهلڻ لاءِ وڏا لوها زنجير ۽ ڪڙا ٺهيل هوندا هئا.

پنڊت نهرو، پنهنجي جڳ مشهور تاريخ ۾ لکي ٿو ته:

”پنجين ۽ ڇهين صدي عيسويءَ ۾، گجرات جي لڳ ڀڳ، ڪن ڪنارن وارن بندرن کي سمنڊ ڇڏي ويو، جنهنڪري ڪيترا هندو واپاري، واپار جي سانگي لڏي، جاوا ۽ بالي ٻيٽن ۾ وڃي آباد ٿيا.“ (جي هن وقت انڊونيشيا ۾ آهن).

چون ٿا ته ڳالهيءَ جا اصل ابا ڏاڏا به ان بندر جا رهواسي هئا. افسوس اهو آهي ته اڄ تائين، هن تاريخي شهر جي کوٽائيءَ ڏانهن ڪوبه توجهه نه ڏنو ويو آهي. ايترو ٿيو آهي جو ان شهر مان سنگمرمر جون ڪي چيزون، مسٽر ڳانيار ڊپٽي ڪمشنر، ڪراچيءَ جي عجائبخاني ۾ رکايون هيون.

ان طرح، مسٽر ڪزنس، پنهنجي ڪتاب 'انٽيڪئٽيز آف سنڌ' ۾ پڻ هن قديم شهر جو ذڪر ڪيو آهي. اها به روايت آهي ته هن شهر جا ڪيترائي عجائبات، بمبئيءَ جي ميوزم ۾ موجود آهن. هن شهر ۾ اڄ به خبث الحديد جا ڍير لڳا پيا آهن، جنهن کي 'ڪٽوهڙ' ٿا چون. ان مان واضح ٿو ٿئي ته اتي، ايامن ڪان، ڪي لوهه جا وڏا ڪارخانا هئا. ان ڪان سواءِ ڪي ٻُتَ به اڃا سلامت موجود آهن. ضرورت آهي تہ آثارقديمه وارا، هنن ناياب تاريخي آثارن کي نه فقط سنڀالين، پر انهن جي ڇنڊڇاڻ ڪري، تحقيق ڪن، تهذيبي جائزو وٺن. پيو ته سنڌ جي تهذيبي ورثي ۾ اهي آثار به شمار ڪري سگهجن ٿا.

## مارئيءَ جو ملڪ:

سنڌ جي مشهور ستيءَ مارئيءَ جو ملڪ 'ملير' به هن جُوءِ ۾ آهي. اهو ننگرپارڪر کان اٽڪل پاويهه ميل ڏکڻ طرف ٿيندو. اتي، 'ڀالوا' نالي ٻه ڳوٺ اڄ به موجود آهن. هڪ ڳوٺ ۾ 'ڀيل' ٿا رهن ۽ ٻئي ڳوٺ ۾ 'خاصخيلي سرائي' رهن ٿا، ليڪن مارئيءَ جو اصل ڳوٺ هينئر ويران آهي. ڪجهه سال اڳ منهنجي ڪوشش سان، ان کوهه جي ٻيهر مرمت ڪرائي وئي هئي، جنهن تي مارئيءَ جي اها 'ڪولڊي' ڀيل هئي، جنهن ۾ مارئي اتي اچي 'ڇيلڙن' کي پاڻي پياريندي هئي. اهو خطو به آهي تہ ٿر ۽ بر، پر ماڻهو چون ٿا ته اڳ اهو نهايت سرسبز ۽ آباد هو. ان ڪري ماڻهو ڪيس سڏيندا ئي هئا، ملير!

مارئيءَ جي مذهب ۽ قوميت متعلق اڄ تائين اختلاف آهن ته اصل ۾ ڪير هئي. پر اها به هڪ حقيقت آهي ته مارئي مسلمان هئي. ايتريقدر جو هن تر ۾ مشهور آهي ته مارئيءَ جي قبر، پوڏيسر جي مسجد جي پرسان شهيدن جي قبرستان ۾ آهي.*

## گوڙيءَ جو مندر:

'جين ڌرم' جي دور جي فن ۽ تعميري عظمت جو نادر مرقع آهي، 'گوڙيءَ جو مندر'، جو 'ڀالوا' کان ٻه ميل پري موجود آهي. جنهن کي ١٨٦٠ع ۾ انگريزن جي بلوي ڪري، بارود سان ڊهرايو ويو هو. هن وقت نالي ماتر، آثارقديمه وارن جي حوالي آهي، پر افسوس

---

* هي مسئلو به توجهه طلب آهي. سنڌي محققن کي هن طرف توجهه ڪرڻ گهرجي تہ آيا مارئي هندو پاڻي هئي يا مسلمان! اگر ڪو بزرگ ان تي ڪجهه لکي موڪليندو، ته پوءِ اهو 'مهراڻ' ۾ شايع ڪرڻ مفيد ثابت ٿيندو. —غ. م. گ

جو ان جي سنيال چڱيءَ طرح نٿي ڪئي وڃي. مندر جي لڳ هڪ ’غفا‘ پڻ آهي، جنهن ۾ ’ٻاوا‘ ۽ ’ڀڪشو‘ وڃي عبادت ۽ رياضت ڪندا هئا. هڪ ’ڏيوري‘ پڻ پرسان موجود آهي، جنهن کي ’ڀولن جو آستان‘ چوندا آهن. ان متعلق روايت آهي تہ ڪو مارواڙ جو راجا، ڏاڙهن جو ڀڄو ڪندي هت مارجي ويو هو. ان جي پرسان، هڪ ’ٻاولي‘ (چاڙهين سان کوهہ) آهي، اهو بہ ڊهي چڪو آهي. برادرم مير احمد خان ٽالپر، جڏهن لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ هو، تڏهن ان کي ڪجهہ کوٽايو ويو هو، پر افسوس جو ڪم اڌ ۾ رهجي ويو آهي. اتي هڪ ڀيو ’تل‘ بہ آهي، جنهن لاءِ انومان آهي تہ ان تي ڀڪين کي چوکو وجهندا هئا.

## عام قديم آثار:

قديم آثار جي سلسلي ۾ ٻيو ڪوبہ اهڙو ذڪر ڪرڻ جهڙو نشان ڪونہ آهي. ائين آهي تہ جيڪڏهن سندرو ڀڏي ڪو مرد ڪاهي پوي تہ پوءِ گهڻو ڪجهہ مواد ملي سگهي ٿو. مثال طور، ’رتنياريءَ‘ جو ڳوٺ آهي، جنهن ۾ هينئر رند بلوچ ۽ خاصخيلي رهن ٿا. چون ٿا تہ اتي ’رتن راءِ‘ جو ڪوٽ هو، جنهن جي پيڙهہ مان اڄ بہ ڀڪيون سرون لڀن ٿيون. اتي ٻيا آهن ’ستيي ڏيرا‘، جن ۾ هن وقت اوٺا ذات جا مسلمان رهن ٿا، ۽ اتي مسافرخانو پڻ ٺهرايل آهي. چون ٿا تہ اتي ’ستين جو مندر‘ تعمير ٿيل هو. اڄڪلهہ ان مندر جي هڪ ديوار جو ڪجهہ ٽورو حصو نشان طور بيٺو آهي، روايت آهي تہ هت بہ هڪ ڀڳ واءِ، يعني باولي هئي، جا لٽجي چڪي آهي. ’ڪَبڙي‘ جنهن ۾ سلمائي کوسا بلوچ رهن ٿا، اتي ڪي ’ڪَبڙيا‘ ذات جا جين ڌرم وارا آباد هئا. اتي بہ هڪ مندر جون پيڙهيون لڌيون آهن.

بهرحال، ننگرپارڪر قديم آثار جو هڪ مدفون خزانو آهي، جنهن تي تحقيق ۽ ڇنڊڇاڻ جي ڏاڍي ضرورت آهي.

هن کان پوءِ، اسان ننگرپارڪر جي تاريخي حيثيت ۽ قدامت تي بحث ڪنداسون. انشاءالله تعاليٰ!



علي محمد سيال

# سمات قوم جو اصل نسل

سرزمين 'سنڌ' ۾ سنڌي الاصل قومن کي مجموعي طرح سان 'سمات' چيو وڃي ٿو. انهن جي مقابلي ۾ 'بلوچ' ۽ ٻيون قومون ٻاهران آيل آهن. هاڻي سوال ٿو اٿي ته تاريخي طرح سان 'سمات' جو پس منظر ڪهڙو آهي؟ ان سلسلي ۾ سڀ کان پهريائين لفظ "سمات" جي چنڊڇاڻ ڪري ڏسڻ گهرجي ته ان جو تعلق لساني حيثيت سان ڪهڙي زبان سان آهي. ان جو صاف طرح سان حل ته اهو آهي ته هي سنسڪرت لفظ آهي.

(١) سم = هڪجهڙو، هڪجيڏو وغيره.

(٢) سموا = برابر.

(٣) سمواتم = هڪجهڙو پاءُ ماڻهو.

(٤) سمو يا سمويہ = ساڳئي ملڪ يا ساڳئي راڄ جو.

(٥) سموترا = هڪ پاڻهي جو راڄ (جمهوريت)، لوڪ راڄ.

(٦) سمو (سنڌي) = راڄ جو پاءُ ماڻهو.

(٧) سو = پنهنجو پاڻ، خود پاڻ - اشارو سج جي روشنيءَ ڏانهن.

سوم = پاڻ، نالو سج جو پوڄا واسطي.

(٨) سومرت = سج پوڄا.

(٩) سومريہ = سج جو پوڄاري، گويا هڪ مذهبي ماڻهو.

(١٠) سوم وار = سوم جي پوڄا جو ڏينهن - هاڻي سومر.

(١١) سوامي = سوم جي ٽڪاڻي جو پوڄاري، سامي، درويش ۽ بزرگ - هاڻي سائين.

(١٢) سمو = ساڳئي راڄ جو عام ماڻهو، پر ڌرم ساڳي وارو.

(١٣) سومريہ = سومرو، ساڳي راڄ ۾ ساڳئي ڌرم جو ماڻهو. سوريہ معنيٰ سج يا پلوان.

(١٤) سمواترا = اهڙي راڄا جو ملڪ جو پاڻ سج جي پوڄا ڪري ۽ ڪرائي.

(١٥) سماويد = اهڙي ملڪ جو ڪوڊ يا قانون، جنهن ۾ سڀ هڪجهڙي پوڄا ڪن ۽ هڪ راڄائي هيٺ هجن.

(١٦) ٺٽي جو اصل نالو 'سوامي ڪره' يا 'سوامي ڳڙه' هو جو پوءِ 'تتيہ ننگر'، يعني "ٺٽو ننگر" ٿيو، ڇو ته ڇچ 'تتيہ' جو پوڄاري هو. ان لفظ "تتيہ" سان 'نَنگر' ٿيو، معنيٰ

'درياهه جو پوڄاري'. تنهن جي معنيٰ، جو تاتي ۽ پالي. "سوريہ ۽ دريہ" ۾ مذهبي خيال پيدا ٿيا. هڪڙا چون ته 'سورج' خدا آهي ۽ ٻيا چون ته 'درياهه' ڌرم آهي، يعني دريہ جو تاتيندڙ ۽ پاليندڙ آهي.

قرآن شريف فيصلو ڪيو ته كل شيءِ حيٌ من الماء: "سڀ شيون پاڻي ڪان جيئريون رهن ٿيون." سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته "جتي پاڻي تتي پاڻ." يعني سج جي گرمي ۽ هڪ وسيلو آهي ۽ پاڻي ٻه هڪ وسيلو. قرآن شريف جي ارشاد موجب ٻنهي سبب الله تعاليٰ انسان لاءِ پيدا ڪيا آهن، تنهنڪري اهي ٻنهي سبب "پاڻي" توڙي "گرمي" ڪي پوڄا جا لائق نه آهن.

(١٧) راءِ گهراڻي وارا 'سوامر' جا پوڄاري هئا ۽ سنڌن گاديءَ جو هنڌ هو "آليدور"، جو ٿري "اليور" ۽ "الور" ٿيو، جو سنڌ جي گادي مشهور آهي.

(١٨) 'سموترا' جو ڀاڱو اهو آهي جو افغانستان سميت، ڪشمير سميت، هاڻوڪي الور رياست ڪان جا ليڪ چڪجي سا ڪنيات جي نار ڪان ٿري ڪڇ، ڪاٺياواڙ، گجرات، سنڌ بلوچستان تائين اچي. گويا سڀ ملڪ "سموترا" ۾ اچي وڃن ٿا.

(١٩) لفظ تيرا، راشترا ۽ سترا، ٿيرا ڪاٺي هر حالت ۾ معنيٰ ڏيکاري ٿو جاءِ رهائش، پرڳڻو، ملڪ- پر شرط اهو آهي ته راڄ هڪڙو هجي ۽ ان ۾ ڌرم ٻه هڪڙو هجي.

(٢٠) آليورـ "آريہ وارهه" يعني آرين جو شهر.

(٢١) "سمواترا" ۾ سڀ قومون اچي وڃن ٿيون، يعني ٻروچ ٻه.

(٢٢) "بلشترا" ۾ سمورو بلوچستان اچي ويو. بلش معنيٰ ٻَل وارو، جو ٿري بلچ، بلوچ ۽ ٻروچ ٿيو. مسلمان حڪومت فارسيءَ جو 'ستان' لفظ ڪم آندو، توڙي جو سنسڪرت ۾ "ستان" ۽ "آستان" لفظ موجود آهن.

هونءَ ٻه اصلوڪي پارسي سا ذري گهٽ برابر آهي، اصلوڪي سنسڪرت جي، جا آرين جي اصلوڪي ٻولي چئي وڃي ٿي.

'راجسترا'، 'گنگاترا' يا 'گنگوترا'، 'مهاراشترا'، اصلوڪن آرين جا پرڳڻا آهن. بينگل معنيٰ بيڪڙ، "گنگا ۽ برهمپترا" جي وچ وارو ملڪ جنهن کي هاڻي ڪونجي ٿو "بينگال". آسام معنيٰ ڳنڍيل ڀاڱو جو ٻه آرين جي اثر هيٺ رهيو. 'سام' معنيٰ پرتل يا حوالي ڪيل.

(٢٣) سنسڪرت ۾ 'اند' چئبو آهي طرف کي، جتان نهيو 'ندان'، معنيٰ- "هٿو طرف يا هو متو"، "اند" معنيٰ "اندريون پاسو"، ۽ "سند" معنيٰ "سامهون پاسو". سراندي = "سيراندي"، پراندي="پراندي". آريا ڪشمير مان گلگت جي رستي ڪان آيا. "گلگت" جي معنيٰ "سوڙهو پيچرو". هٿو جوتش وديا يعني علم نجوم جا قائل هئا. علم جاگرافيءَ موجب، اتر ڏي منهن ڪري پوءِ طرف سڃاڻبا آهن. اهو ڇو؟ نجومين جي قول موجب اٽاليهن

ستارن مان فقط پندرهن ستارا ڏکڻ طرف آهن ۽ پيا سڀ اتر طرف آهن. تنهنڪري آريا اتر طرف پير ڪندا هئا ته سندن منهن گهڻن ستارن جي سامهون ٿئي. انهيءَ حساب موجب جڏهن هو 'اتر' کان آيا ته 'سڄو' پاسو ٿين سنڌو درياهه جو طرف، يعني اولهه طرف ۽ 'کٻو' هٿ ٿين اوپر طرف. پر علم نجوم موجب 'سڄو' پاسو اوپر طرف ٿيو ۽ 'کٻو' پاسو اولهه طرف، چو ته ڌرتيءَ جو ڦيرو به 'سڄي' کان 'کٻي' ڏانهن آهي. 'نار' جو ڦيرو به انهن ۽ هرن جو ڏاند به "اندريون ۽ ٻاهريون" چئبو آهي. تنهنڪري اندرين پاسي کي ڪوٺيائون 'اندر' ۽ سامهين پاسي کي ڪوٺيائون 'سندر'. گنگا کي ڪوٺيائون 'الدرا'. اهو به ياد رهي ته 'اندر' راجا به ٿي گذريو آهي. 'اندرسيا' جو مشهور ناٽڪ به ٿي گذريو آهي. ان 'گنگا' جي ماتريءَ کي ڪوٺيائون "اندر" ۽ سامهين لديءَ کي "سند". "اندر" کي ۽ سندس ماترين کي نجومي ترڪيب موجب گڏي ڪوٺيائون "اندس". قديم يونانين تنهنڪري کين نالو ڏنو 'اندو'، جو ڦري ٿيو "هندو". سندس ملڪ کي ڪوٺيائون "انديا". تنهنڪري "سند" يعني سامهين پاسي واري ندي ۽ دزياهه کي نالو مليو "سندو" يا "سندُو". "سندوءَ" جو پيو نالو "مهراڻ" به هو، پر آرين جي اچڻ وقت الائجي ڪٿان وهندو هو، تنهنڪري سند ٿيو "سندو" درياهه وارو ملڪ. انهن به چئي ٿو سگهجي ته "اندسين" ۽ "سندسين" درياهه آهن، ڇا لاءِ ته "سين" درياهه کي به چوندا آهن.

انگريزيءَ ۾ "اندس" معنيٰ 'سندو' درياهه. پر درحقيقت آهي ٻنهي درياهن جي گڏيل ماتري، جا آرين شروع ۾ والاري.

(٢٤) هاڻي 'سمواتري' ملڪ جي ماڻهن کي چئجي "سما"، جنهن ۾ اليڪ پيون ذاتيون به ساڳيءَ ٻانهيءَ ۾ اچي ويون.

(٢٥) پر سوال ٿو اٿي ته اگر حقيقت اٿين آهي، ته پوءِ سنڌ ۾ ڇو هڪ 'ذات' جي فرقي پاڻ کي "سمو" ڪوٺايو؟

جواب آهي ته هي فرق، ٻن فرقن سبب قائم رهيو. جي "سومرا" ڌرمي بزرگ هئا، تن کي ٻنهنجي مذهب جي هندرمي ٿي، پر جي عام ٻانهيءَ جي فرقي جا هئا، تن پاڻ کي "سما" ڪوٺايو. اهو به تاريخ مان ثابت آهي ته ٻنهي فرقن جي وچ ۾ هميشه لڙايون لڳنديون رهيون آهن. ڪڏهن "سما" فتحياب پئي ٿيا، ته ڪڏهن "سومرا". اها لڙائي هردوَر ۾ هلندي ٿي رهي. ظاهر ۾ ان جي خاتمي جو ڪوبه سبب نظر نٿي آيو، پر جڏهن ٻئي ڌريون "مسلمان" ٿيون، تڏهن "سمن" جي سردارن پاڻ کي "سمو" ڪوٺايو ۽ "سومرن" جي سردارن پاڻ کي "سومرو" چوايو. ان طرح سان ذاتي لفظ مڃجي 'قومي' معنيٰ ۾ استعمال ٿيڻ شروع ٿيو. اهڙيءَ طرح "سما" قوم ۽ "سومرا" قوم جو جنم وجود پيو.

(٢٦) هاڻي اچون ٿا لفظ 'سمات' جي تحقيق تي. اصل ۾ "سماتر" مان "سمات" لفظ ٺهيو آهي. مسلمان ٿيڻ بعد، هنن ٻن فرقن جي 'ذات' ڪراچيءَ، حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر جي

مختلف ڀاڱن تي حڪومت ڪري چڪي آهي. 'سهتو'، 'ڪوروجو' (ڪوريجو) ۽ 'ڏاهري'، ذاتين وارا اصل ۾ راجا 'ڏاهر' جا جزا هئا، جن وري انهن ذاتين سان پاڻ کي مشهور رکيو. هو ڀاٽيءَ جا پوڄاري ۽ برهمڻ نسل جا هئا. هنن به مختلف وقتن تي سرداري ڪئي آهي.

(٢٧) سنسڪرت لفظ 'آونيء'، 'پونيء'، 'روني' ۽ 'چوني' ڏيکارين ٿا ته قديم راجائن جا لشڪر چئن قسمن جا هئا: (١) 'اونر' يا 'اونرا'، جن مان ٿيو 'اتڙ'. هي لشڪر خاص راجائي ڪئمپ جو لشڪر هوندو هو، جي فقط راجا جي شهر، محلات ۽ جنگ ۾ سندس سر جا پهريدار هوندا هئا. ساڳيو طريقو مسلمان بادشاهن به جاري ڪيو، جن کي 'خاصخيلي' ڪوٺائون. 'خاص خيلي' يعني: ڪئمپ جا راڪا ماڻهو. 'خاصخيلي' ڪا خراب ذات نه آهي، جيئن اڄڪله سمجهيو ٿو وڃي. بادشاهه جي چڙهيءَ جي گهوڙي کي سنڀاليندڙ به 'خاصخيلي' سڏبا هئا. ان طرح خاصخيلي خاص طرح سان، بادشاهن جا مقرب هوندا هئا ۽ سندن راڄ ڀاڳ ۾ وڏي عزت هوندي هئي. انهن مان ڪيترن ته وزارت جا عهدا به ماڻيا هئا. مير علي مراد خان ٽالپر ته پنهنجي 'مقرب' يعني "خاصخيليءَ" کي "خالصاحب" جي لقب سان سڏ ڪرائيندو هو: (٢) 'پونر' يا "پنرا" يا "پنڙ"، ملڪ جي بچاءَ جي لشڪر کي چوندا هئا: (٣) "روني" جي 'رون' ڏيندا هئا، يعني "جاسوس پوليس"؛ (٤) "چوني"، يعني "چنا"، جي سرحدن جي خبر رکندا هئا، ۽ سرحد جي نگرانيءَ تي مقرر هوندا هئا. "چنڙ" قوم وري پاڻ کي "چونر" ۽ "چنڙ" ڪوٺائي شايد "چني" جو لقب پاڻ ڏي ٿي ڇڪي. پر اٿين نٿو ڀانئجي. "چنڙيه" يا "چنرا" اصل ۾ درباري ماڻهو هئا، ۽ شطرنج جا ڄاڻو هئا. "چنتر" معنيٰ "شطرانج". سنڌيءَ ۾ 'چنَتَرَ' پڻ هڪ رائد آهي، جا ڳوٺن ۾ مشهور آهي.

(٢٨) پوءِ ته "اتڙ" قوم پاڻ کي "سمات" جي سرداريءَ جو لقب ڏيندي آهي. پر حقيقت ۾ ائين نه آهي. اگرچ "اتڙن" پنهنجا خاص عهدا ماڻيا هئا، پر سمن جون سرداريون حقيقي هيون. 'سما' وقت جي راڄ ۽ عام ڀائپيءَ جا ماڻهو آهن پر ڪا خاص قوم نه آهي. ان طرح "پنڙ" قوم جا جزا اڄوڪا ڪوهستاني مَلَڪَ آهن، جن جا شهر ٺٽو پولاخان ۽ ٺٽو احمد خان آهن. 'اونرا' قوم الائجي موجود آهي يا نه، باقي ايترو سو آهي ته اهي پاڻ کي رانوڙ پيا چوائين. "چنا" قوم سنڌ ۾ چڱي انداز ۾ آهي ۽ انهيءَ قوم به سرداري ڪمائي آهي. صدين کان وٺي هت آباد ٿيل قومن جي اولاد در اولاد مان بلوچ، بروهي، مڪرالي، پٺاڻ ۽ افغان قومون هڪ ڪري "سمات" جا جزا ٿي آهن، جيڪڏهن "سمواترا" کي خيال ۾ آڻبو ته. چو ته سندن وڏا ٿي وقت جي راجائن جي زير اثر هئا ۽ قديم راجائي قلعا ۽ رصدگاهه، جي اهي ماڻهو سنڀاليندا هئا، سي انهيءَ حقيقت جا شاهد ٿي سگهن ٿا.

(٢٩) چوڻي: "سنڌ سمو، آبي چنو، پٽي جيسلمير،
چوٿون پاءُ چند و چون، جنهن جو پيڙهي، پير".

مٿي ان چوڻيءَ موجب 'سمات' جون ڪُڪ راڄداريون اهي آهن ۽ ٻيا پارهن "آهيون"
يا سنڌ تعلقدار ڪوٺجن ٿا. 'چند و' يعني ڪوهستاني قومون، خاص ڪري هئا.

(٣٠) خليفي هارون الرشيد عباسيءَ جي والد صاحب ڪيترائي سيد ڳولائي مارائي ڇڏيا جو ڪيس ۾ شڪ هئا. هڪ ته اهي حسني يا حسيني نه هئا، باقي نالي ۾ سو شرف سيد هجڻ جو هون. ٻيو ته بغاوت ڪئي هئائون، جنهنڪري لائق سياست جا هئا. امڪان آهي ته عجمي ۽ عراقي سادات، جڏهن مڪران جي رستي سنڌ ۾ اچي پهتا، تڏهن "باب الاسلام" ۾ سنڌ مرحبا ڪئي ويئي. رڳو شرف وارا سيد آهي آهن. جيڪي تاجي هيٺي پٽ نه آهن، ته به سيد هجڻ جو ڪين شرف ضرور ڏيٺو آهي، جيئن رسول الله صلي الله عليه وسلم جي حب ۽ تعظيم قائم رهي. اها به حقيقت آهي ته سنڌ ۾ رهي سيدن پنهنجن شجرن ڪي ڊانوا ڊول ڪري ڇڏيو آهي، جو سنڌ اصل حسب نسب جو پورو پتو نٿو پئجي سگهي. جن وٽ شجرا آهن، تن جي سچائي پڻ تصديق طلب آهي. ڇو ته ڪيترا ساڪائي چانڊيا ۽ ٻيا مڪراني ماڻهو لاڙ ڏانهن لڏي وڃي، پاڻ ڪي سيد ڪوٺائي حويليون ٺاهيو ويٺا آهن. شاديون به پات پات جي ذاتين مان ڪيون اٿن، جنهنڪري سچي جنس جو پتو نٿو پئجي سگهي. اهڙيءَ طرح سان ڪهڙا ٿا سادات عمل ۽ ڪارنامن ۾ به عوام ڪان گهٽ نه آهن، ۽ ايستائين، جو پنهنجي ڏاڏي ۽ لاني جي پيروي ۾ فقط روزي لماز جي به ڪن جزوي فردن ۾ شناس ۽ جاڻ سڃاڻ آهي، نه ته ٿيو پلو! ان طرح پنجاب ۾ گهڻا ۽ سنڌ ۾ ٿورا. "جمعرات جا سيد" به مشهور آهن. جڏهن ته ايامن ڪان وني سيد سڳورا سنڌ جا رهاڪو ٿي چڪا آهن ۽ تڏهن ڪين جي "سنڌي" ڪوٺجي، ته به غلط نه ٿيندو. پر جي ڪو چوي ته "سنڌي سيد" سمات ۾ داخل نه آهن ته پوءِ به سماجي حق ته ڪين ساڳيا 'سمات' وارا ئي حاصل آهن ۽ هڻ گهرجن. تنهنڪري ڪين سنڌي ڪوٺائڻ ۾ ڪو خيال نه اچڻ گهرجي. باقي 'بلوچ' اصل نسل ۾ سمات نه آهن. لکو ڪين 'سمات' ۾ ئي شمار ڪيو ويو آهي، توڙي جو صدين ڪان وني، سنڌ ۾ رهيا آهن، ۽ 'سمات' ۾ رلجي مسجي چڪا آهن. ان هوندي به 'بلوچڪار' ۾ ڳڻجن ٿا. چالاءِ جو بلوچستان ۽ قلات ۽ ڪوئٽيا، پنجاب ۾ ديري غازي خان ۽ ديري اسماعيل خان، ويندي سرحد ۽ مڪران تائين پکڙيل آهن. تنهنڪري انهن جي وسيع برادري بلوچڪار تي مشتمل آهي، جن ڪي 'سمات' ۾ نه آئي سگهبو، باقي سنڌ ۾ رهواسي بلوچ 'سنڌي' ته ضرور چئبا.



پروفيسر محرم خان

# سُمنگـــا چـــارڻ

## (سنڌ جو هڪ قديم چارڻ)

ويهين صديءَ جي هن سائنسي ۽ تحقيقاتي دؤر ۾، دنيا جي اڪثر ملڪن ۾، مختلف علمن (خاص طرح علم اللسان ۽ طبقات الارض) جا ماهر، جديد تحقيق جي اصولن تي، جنهن مستند طريقي سان ڇنڊڇاڻ ڪري، قديم قومن ۽ ڪُهنين تهذيبن جا تاريخي ۽ تمدني پهلو اجاگر ڪري چڪا آهن؛ تن جي روشنيءَ ۾ ڪنهن به قوم جي ثقافتي ۽ ادبي ورثي جي صحيح قدامت ۽ قدر ڪٿڻ البت آسان ٿي چڪو آهي. الهيءَ ڏس ۾ واديءَ مهراڻ جي تاريخ، تمدن ۽ ادب جي عظمت ۽ قدامت پڻ اڄ هڪ مڃيل حقيقت جي حيثيت حاصل ڪري چڪي آهي.

زبان، جيڪا ادب ۽ ثقافت جو هڪ اهم عنصر آهي، ان جي باري ۾ پڻ بين الاقوامي معيار تي نوان نوان نظريا نروار ٿي چڪا آهن، جن جي آڌار تي ڪنهن به ٻوليءَ جي قدامت ۽ اصليت بابت وڌيڪ صحيح نتيجا قائم ڪري سگهجن ٿا. سنڌي زبان پڻ اهڙين آزمائشن ۽ تجربن سان منهن مقابل ٿي چڪي آهي، ۽ 'جيئن مَهٽ تيئن سُرهي' جي مصداق، ڏيهي توڙي ٻرڏيهي محقق ان جو مادو ۽ اصل اجا ڪي اڳرو مڃي رهيا آهن.

اسان جي ادب جي ابتدا ۽ ان جي اوسر جي آڪاٽي ته اڃا به اوڙ ٿيندي ٿي وڃي. سنڌ جي جُڳان جُڳ جهوني شاعري ۽ ڪسابن جي ڪُهني ڪويتا ديويءَ، هاڻي پنهنجي مشتاقن اڳيان، هري هري حجاب جا نقاب هٽائڻ شروع ڪيا آهن. پنهنجيءَ گنير گت سان ماضيءَ جي مڪان ڏانهن مڙلدي، پنهنجن متوالن کي مام ۽ ميچ سان موهيندي، الهن کي سندس اصلي آستان ڏانهن نيئي رهي آهي. انهيءَ سلسلي ۾ سنڌ جي سروبچ سرواڻن ۽ ساهت جي سوجهيندڙ سجاڻن، انهيءَ پريءَ پيڪر جا پير ڪڙيندي، جيڪا وٽڪار وڙڙي آهي ۽ جيڪي ڏونگر ڏوريا آهي، تن کي سچ پچ ته جس جڳائي. انهن سبوجهه سڄڻن، سيپون سوجهي منجهائڻ جيڪي ماڻڪ موتي ميڙيا آهن، سي تحسين جي لائق آهن. ڇو:

"تيهان ڏور سڄڻ، واڏايون وصال جون".

جڏهين اسين هن بحر بيڪنار ڪي پار ڪريون؛ جڏهين هزارها سالن جي هن قديم ۽ عظيم قوم جي علم ۽ ادب جا اهم اهڃاڻ ۽ قيمتي ڪڙيون ڳولي هٿ ڪري، انهن کي تناسب

۽ ترڪيب سان پڇائي ملائي، دليا اڳيان پيش ڪريون: ۽ دعوا ۽ دليل سان دم هڻي سگهون ته اسان جو ادبي ورثو ۽ ترڪو مستند طور ڪيترو نه قديم، عظيم ۽ قابل قدر آهي!

ادبي تاريخن ۽ تذڪرن ۾ هيل تائين قاضي قاضن (متوفي ١٥٥١ع) کي چند جي ماترائن تي دوها، سورٺا، ڳاهيندڙ سنڌ جو پهريون شاعر مڃيو پئي ويو آهي. پر اڄ، محققن انهيءَ ڪان به گهڻو اڳ جا اهڙا اڪيل سورهن سچاڻ سگهڙ سوجهي هٿ ڪيا آهن، جن جي ڪلام جو "مشت از نمونهء خروار" لمونو پڻ غواصن سطح تي آندو آهي، جو سڀ ڳاهن جي صورت ۾ آهي. مٿين معلوم ڪيل ملوڪن مان مکيه هي آهن:

(١) شيخ حماد جمالي، (٢) پير صدرالدين، (٣) درويش نوح هوٿياڻي، (٤) پير حسن ڪبير، (٥) پراڻ فقير، (٦) سلطان حسين آهلاڻي عرف پير پٺو ديبلي، (٧) فاضل بکري، (٨) اسحاق لهار، ۽ (٩) ميون علي ٺٽوي.

انهيءَ سچيءَ سٿ جا سچاڻ سگهڙ، سڀ سومرن جي صاحبيءَ ڪان پوءِ جا آهن، جن جو ڪلام بطور تبرڪ جي جيترو رهندو، اچي اسان تائين پهتو آهي. مٿيون سُموهيل سچو ادبي سرمايو، سمن جي ٽي دؤر (١٣٥١-١٥٢١ع) جي درمياني عرصي جو عڪس آهي: پر انهيءَ ڪان به اڳي تيرهين-چوڏهين صديءَ جي ڪن ڀٽن ۽ ڀانن جو پڙاڏو فضا ڪيي گونجائيندو اسان تائين اچي پهتو آهي. انهن ڀانن مان 'ڀاڳو ڀان'[١] برک آهي، جيڪو (چندر بردائي چارڻ وانگر) سومرن جو درباري ڀٽ هو ۽ علاوالدين جي سنڌ تي حملي وقت (١٣١٣ع ۾) به هڪيو حاضر هو.(١) انهيءَ جنگ تي سندس ڳاهيل 'ڳاهون' اڄ به ڀٽ ۽ ميراسي فقير عام جام ڳائيندا وتن. پيو مشهور منڪتو وري "سُمنگ چارڻ" آهي، جنهن جون ڳاهون هن مضمون جو مرڪزي مقصد آهن. پر، اهي ڳاهون ۽ ڳيچ، ڪيرتون ۽ قول، ڪفتا ۽ پول، علم وارن جي نظر ۾ شايد ايتريءَ اهميت وارا نه هجن، جو انهن کي ليکي ۾ آڻين. ممڪن آهي ته عروضي شاعريءَ جي عشق ۾ گرفتار ٿي، اسان هنن ڳُوڙهين ڳاهن کي پارس پدران پٿر سمجهي، پرائي ڪباڙخاني ڏانهن اڇليندا پئي آيا آهيون.

اهي ڳاهون جيڪي اڄ ڏينهن تائين ڀٽن ۽ ڀانن، ميراسين ۽ منگنهارن جي واتان پڌڻ ۾ اچن ٿيون، شاعريءَ جي اعتبار ڪان، پوئين دؤر جي دوهڙن ڪان زياده دلچسپ ۽ مضمون جي خيال ڪان اهم تاريخي حقيقتن تي شاهد آهن. اهي ڳاهون، انهن چارڻن ۽ جاجڪن جو في البديه ڪلام آهي، جن انهيءَ جُڳ جي عڪاسي ڪندي عام ۽ خاص ماڻهن جي اٿيءَ ويهڻيءَ، سخا، سوڀ ۽ سچائيءَ جو جيڪو خاڪو پيش ڪيو آهي، سو حقيقت ۾ توجه جي لائق آهي. مٿير مانجهين جا مقابلا، ڪوندرن جي ڪُسڻ جا المناڪ حادثا، سخي ڏاتارن ۽ مهمير

---

(١) علاوالدين جي سنڌ تي ڪاهه، هڪ غير تاريخي واقعو آهي، پر هت روايت بيان ڪيل آهي. ممڪن آهي ته ڀاڳو ڀان، پڙل روايتن تي ڪبت چيا هجن. -غ. م. ڪ

مترڊن جا مناقبا، اهڙي ته ڪوڏ ۽ لوڏ سان ڳايائون، جو اهي اڄ به امر آهن. سومرن جي دؤر جون اهي رنگين ۽ سنگين تنوارون ۽ جهولڪارون ئي آهن، جن اسان جي موجود سدا بهار ۽ عظيم ادبي گلستان کي اوائلي ۾ پيچي (Nursery) جو ڪم ڏنو آهي. ڳاهن جو سُرجڻ ۽ انڪورجڻ، سومرن جي بلڪل اوائلي زماني يارهين صديءَ ۾ ٿيو آهي. جنهن جي معنيٰ ته ڳاهن جي حقيقي حيثيت کي قبول ڪرڻ سان، اسان کي اڄ کان اٽڪل هڪ هزار سال اڳ جي رائج سنڌي شاعريءَ جو نمونو ملي وڃي ٿو.

ڳاهه، اصل ۾ اپڀرنش (پراڪرت) لفظ 'گاٿا يا گاها' آهي، ۽ ان جي معنيٰ آهي 'ڳائڻ'، (اسم) يعني جيڪي ڳايو وڃي يا جو ڪجهه سُر سان چئجي. (Melody, Modulation lyric) ڳيچ، ڳاڇ، گيت ۽ ڳائڻ (هندستانيءَ ۾ گانا، گيت وغيره) ۽ اهڙا ٻيا سڀ لفظ ڳاهه جا ئي مَٽيل مهاندا آهن. هندي ادب ۾ به معلوم ڪيل شاعريءَ جي آڳاٽي صنف 'گاٿا' ئي مڃي ويئي آهي - انهيءَ ڪري هندي ادب جي تاريخ جو اوائلي دؤر به 'وير گاٿا ڪال يا وير ڳاها جڳ' جي عنوان سان شروع ٿئي ٿو.

لڳ ڀڳ ٽائين - ڏهين صدي بڪرمي ڌاري هندي ادب جي تاريخ شروع ٿئي ٿي. 'ويرگاها' (ويررس) جو پهريون مجموعو، ديش وچيه جو ناهيل "ڪمڻ راسو"، (٨٧٠-٨٩٠ع) مرتب داستان جي صورت ۾ اوائلي حيثيت رکي ٿو. بقول ڪرنل جيمس ٽاڊ جي، انهيءَ عرصي ۾ بغداد جي خليفي مامون الرشيد عباسيءَ، چتور جي راجا ڪمڻ راءِ تي حملو ڪيو هو(١). هندي ادب جي پختگي اٽڪل يارهين - ٻارهين صديءَ ڌاري آهي. انهيءَ زماني ۾ 'چندربردائي' نالي هڪ چارڻ، جيڪو (ڀاڳو يان وانگر) پرٿوي راج چوهاڻ جو درباري ڀَٽ هو، تنهن "پرٿوي راج راسو" جوڙيو، جنهن جا وير گيت (دودي چنيسر جي رزميه ڳاهن وانگر) بهادريءَ ۽ حب الوطنيءَ جي جذبات سان آراسته آهن (٢). عيسوي ٻارهين صديءَ ڌاري راجستان جي راجائي درٻارين

---

(١) هي واقعو تاريخي طور ڪيتريقدر درست آهي، ان لاءِ تاريخون خاموش آهن. -غ، م، گ

(٢) 'چندر بردائي' ۽ سندس 'پرٿويراج راسا'، علمي حلقن ۾ هڪ اختلافي مسئلو بڻجي چڪو آهي. عالمن ۽ محققن جي راءِ آهي ته اهو ڪتاب جعلي ۽ الحاقي آهي، جو سورهين يا سترهين صديءَ ۾ تاليف ڪري، 'چندربردائيءَ' ڏانهن منسوب ڪيو ويو آهي. ناقدن ان ڪتاب جي لساني پهلوءَ سان گڏ، ان جي مواد جي تاريخي طور چنڊڇاڻ ٻڻ ڪئي آهي. محققن جو آخري فيصلو اهو بيٺو آهي ته "پرٿويراج راسا" ۾ ڏهه سيڪڙو فارسي ۽ عربي لفظ موجود آهن. ان مان صاف ثابت آهي ته اهڙي ابتدائي زماني ۾ اجمير ۽ دهليءَ جي زبان ۾، عربيءَ ۽ فارسيءَ جا ايترا لفظ آميزش ٿي وڃن، سو ناممڪن آهي. لساني حيثيت سان، اڙدو توڙي هندي زبان جي تاريخ، ان آميزش کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي. ٻيو ته ان ڪتاب ۾ شهاب الدين غوريءَ جي سنتن شڪستن کي جنهن غلط ۽ افسانوي انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي، ان جي ترديد خود هندو محققن به ڪئي آهي. (باقي صفحي ١٢٨ تي)

۾ ڀٽ ۽ چارڻ، جنگ و جدل ۽ بهادرن جي ڪارنامن جي منظرنگاريءَ تي مامور ڪيا ويا. راجستان ۾ اڪثر اهڙيون لڙايون محض جاه و جلال جي نمائش خاطر به لڙيون وينديون هيون. ويررس ڪِتن ۾ 'همير مهاڪاويه' پڻ قابل ذڪر آهي. 'بيسل راسو' (سنبت ۱۲۱۲) ۾ 'بيسل ديو' جي بهادريءَ سان گڏ، مالوا جي پرمار ڪماريءَ سان سندس پيار جي پچار پڻ ڪيل آهي. اهڙيءَ طرح تيرهين صدي عيسويءَ کان 'وير رس' (رزميه شعر) ۽ 'سينگار رس' (عشقيه شعر) جو پاڻ ۾ ميلاپ شروع ٿيو. رزم ۽ رومان جي ميل جي اها روايت بدستور جاري رهي، تان جو چوڏهين صديءَ ڌاري نج عشقيه شاعريءَ (سينگار رس) جو دؤر به آيو.

'وير ڳاها جگ' پوءِ به بڪرمي سنبت ۱۴۵۰ تائين هلندو آيو ۽ همير ديو جي عهد حڪومت جي خاتمي سان گڏ، ڳاهن جو پنج ست صديون پراڻو دور پڻ پورو ٿيو. هندي ڳاها وانگر سنڌي ڳاهن جي شروعات پڻ ڪن ڪردارن جي شخصي ساراهه يا سيٺ ڪرڻ سان ٿي آهي. پوءِ جي ڪن ڳاهن ۾ وري دعائون ۽ تمنائون به ظاهر ڪيل آهن. جيئن شيخ حماد جي هن ڳاهه ۾ سان جام تماچي ۽ پٽس صلاح الدين لاءِ دهليءَ جي بند مان نڪري ننڪر پهچڻ ۽ جوٺي جام کان تخت وٺڻ جي تمنا ۽ دعا ڪيل آهي:

صلاح الدين تماچي ايندا سيڪهه سري،
جوٺا جهڙ جهپيو، پس ڪوٽ ڪري.

سمي ٻئي، انهن ۾ سڪار ۽ امن جي زماني ۾ تفريح طبع خاطر عشق جو اظهار پڻ رسمي طرح ٿيڻ لڳو. جيئن آڊي ڪيهر ۽ هوٿل لڳاميءَ جي ڳاهن ۾ آهي.

سمن جي دؤر جا جيڪي به بزرگ شاعر اڄ تائين معلوم ڪيا ويا آهن، تن سيني ڪهڙو ڪري ڳاهون ئي چيون آهن، چو ته ڳاهن جي سٽاءُ سادي، موضوع سادو ۽ انهن جو

---

آندل صفحي ۱۲۷ تان

ان طرح (راسا) ۾ اهڙن جنگي هٿيارن جو بيان موجود آهي، جي سلطان ۽ پرٿويراج کان ڪيئي صديون پوءِ، بابر ۽ آخري مغل بادشاهن جي زماني ۾ پيدا ٿيا. مثلا توبون، بندوقون، زنبورڪ ۽ ٻيا آتشين اوزار وغيره. ٿيون ته خود بادشاهه جو نالو به غلط استعمال ڪيو ويو آهي. شهاب الدين، سندس ڀائٽي وهيءَ جو نالو آهي. بادشاهه ٿوڻ تي پاڻ کي معزالدين محمد بن سام سڏايائين. سندس سرڪاري حڪمن دستاويزن ۽ سڪن تي به معزالدين نالو آيل آهي. ان ڪري اگر (راسا) جو مصنف، سلطان معزالدين جي معاصرن مان هجي ها ته پوءِ هو (شهاب الدين) نالو نه آڻي ها! (راسا) ۾ توپ ۽ بندوق جو ذڪر، ۽ زبان ۾ ڏهه في صدي عربي، فارسي لفظن جي آميزش مان ظاهر آهي ته هي ڪتاب مغل دؤر ۾ لکيو ويو آهي - جالاءِ ته مغلن کان اڳ هندستان ۾ توپ ۽ بندوق جو تصور ئي نٿو ڪري سگهجي.

چنانچ مهامهوپاڌيا ڪبيراج شيامل داسجي، ۽ حافظ محمود شيراني، تاريخي بحث ڪري، ثابت ڪري چڪا آهن ته اهو ڪتاب جعلي آهي. ڏسو (هندي نورتن) ص ۵۲۰ ۽ (پنجاب ۾ اردو) ص ۱۲۶. اميد ته سنڌي اهل قلم دوست، ان ڪتاب جي حوالن کي استعمال ڪندي ڪجهه خيال ڪندا. - غ. م. گ

قالب ۾ قدري لچڪدار ۽ وزندار آهي. سندن مضمون ۽ واقعاتي بيتن وانگر، انهيءَ دؤر واريءَ سنڌ جي حدن اندر ٿيل تاريخي واقعن جي تذڪري تي ٻڌل آهي. اهي ڳاهون ئي آهن، جن ۾ سومرن ۽ سمن واري تاريخي دؤر جا اعتبار ڪرڻ جوڳا ۽ مستند احوال ملن ٿا. جن جي مڃڻ لاءِ اسان وٽ معتبر تاريخي حوالا ٻه موجود آهن. مثلا سلطان حسين اهلاڻي (پير پٺي ديبلي) جي هن ڳاهه ۾ ديبل بندر تي سمنڊ جي وير چڙهڻ، انهيءَ سيلاب ۾ ديبل شهر جو غرق ٿيڻ، خلق جو دربدر ٿيڻ ۽ سلامتيءَ خاطر مڪليءَ ۽ ٻين مٿاهين ٽڪرين تي لڏي پکڙي وڃڻ جو المناڪ تاريخي واقعو بيان ڪيل آهي.

ديبل ٻـاس ڏڪياجي، آيـو آب اپـار،
مڪليءَ ماڳ مٿاهينءَ، ٿياسون ڏارو ڏار.

اهڙن اهڃاڻن مان خاطري ٿئي ٿي ته هيئت توڙي موضوع جي اعتبار کان، 'ڳاهه' سنڌ جي سخن گوئيءَ جي بناءُ ۽ بنياد آهي، جنهن جي پيڙهه مٿان پوءِ 'دوهڙي' جي دلڪش عمارت اڏي ويئي آهي. ڳاهه جي گهاڙيٽي ۽ وِهَتَ کي جاچڻ سان اها اسان کي اهڙو ئي ٻـ ڌپو ٻول ڏسڻ ۾ ايندي جهڙو 'دوهو'. ليڪن دُهڙي جي پيٽ ۾ ڳاهه جو بنياد 'چند وديا' تي ويهاريل نه آهي، پر 'سنگيت وديا' موجب سٿيل آهي. ڳاهون چند جي قند سان پابند نه آهن ۽ نڪي ماترائن جي ماپي ۽ ڳاڻيٽي تي ڳنڍيل آهن. ڳاهون ڳائڻ سان آسريون آهن، تنهنڪري الهن جي بيهڪ، سُرَ جي جهيل ۽ ڍار جي آڌار تي ٻڌل آهي. انهيءَ سبب ڳاهون تن جي تنوار، جيءَ جي جهونڪار ۽ اندر جو آهنگ آهن. منجهن دُهڙي واري ڏنڪ ڪانه ٿئي. اها آهي ڳاهه جي اوائلي هيئت ۽ حقيقت، پالجتيءَ کان سندس شباب ۽ جوانيءَ تائين سرگذشت ۽ حيثيت.

پالجتيءَ جي اوائلي اوسٿا کان اڳيرو اچي، ڳاهه جڏهين اٿاهه جوانيءَ جي ڊبوانيءَ وهيءَ ۾ پير پاتو ۽ جواني ۽ جوڀن جي جوت اندران آڏسو ڪاڏو، تڏهين شباب جي تاب سندس اڳوڻا اسلوب ۽ آداب ئي آڏائي ڦٽا ڪيا. اسحاق لُهار جو 'جهرڪ' ٻنجي پرائي ڇڄ تي ويهڻ، انهيءَ اوائلي آداب جو ليڪو لنگهڻ آهي. وڏن جي ورتل وات ۽ هليءَ چليءَ رسم جي برخلاف بغاوت آهي. اسحاق فقير (پنڌرهينءَ صديءَ) جو اهو نئون موضوع، سنڌ جي ڪهنه چمار ڪويتا ۾ هڪ اهم انقلاب آهي. چند جي اوٽ ۾ پريت (سينگار) جي پالوت ۽ پيار جي پڪار آهي. سنڌ ۾ سورٺي ۽ دوهي جي سرجڻ جو ٻه اهوئي سمو آهي. دوهو عشقيه جذبات (پريم رس) جو آئينه دار آهي. ان جي موضوع ۾ مستي ۽ هيئت ۾ چستي آهي ۽ اهائي چند جي بندش ۽ موضوع ۾ تراج، دوهي جو امتياز ٻنجي ويو آهي. انهن ئي ٻن نادر نڪتن ۽ انوکن اصولن ۾ اڄ دوهي جي پوري وصف سمايل آهي. انهيءَ طويل تبصري جي تورتڪ مان پڪ ٿئي ٿي ته اسٽو اسحاق، سنڌ جي مٿين ذڪر ڪيل سورهن ئي ستارن

۾ ڀرپور شاعر آهي، جنهن نه فقط عشقيہ شاعريءَ جو آغاز ڪيو آهي، پر دوهي جي فني اصولن کي پڻ فروغ ڏنو آهي. سنڌس قائم ڪيل انهيءَ معيار ۽ ان جي اصولي ماپي، سانچي ۽ ڍانچي ۾ پوءِ جا استاد شاعر پنهنجا جوهر پلٽيندا پئي آيا آهن. تان جو سنڌ جي سالڪ سيد علي ثنوي (متوفي ١٥٧٣ع) انهيءَ قائم ڪيل قالب اندر پورين ڇئن سٽن جو مڪمل بيت ٻيهاري ڏيکاريو، جنهن جو موضوع ۽ مضمون پڻ مجازي ۽ حقيقي راز جو آواز آهي. انهيءَ زماني ڌاري ڏوهڙي جي ڏاڏيءَ ماتا، ڳاهہ ديويءَ پڻ سٽن صدين جي عمر ۾ هي جهان ڇڏيو.

سمنگ چارڻ جو سمو سنڌس سهاڳ جو سمو هو، جنهن ۾ قلبي ۽ قولي رس ۽ رنگ ڪيائين. سمنگ جي ڪاويہ رس جو رنگ ئي نرالو آهي. ساراهہ، سيڪ، سورهيائي ۽ ثنا جا سڀ عنوان آندا اٿس، پر مرثيہ ۽ مزاح وارا مضمون پڻ موجود آهن. قافيي ۽ بند جي بيهڪ ۾ بہ برابر محتاط رهيو آهي، تان جو آخر عمر ۾ تہ ڳاهن جي انهيءَ سلسلي ۾ سنڌس ڪسب ڪماليت جي ڪڙيءَ تي بيٺل نظر اچي ٿو:

"هميران ٻو راهہ، راڄ نہ ڪندا سومرا."

سمنگ چارڻ جو نالو، مٿي معلوم ڪيل سورهن ئي سڄاڻ سگهڙن کان اول اچي ٿو. هو قاضي قاضن کان ڪم از ڪم بہ صديون آڳاٽو آهي. سومرن جي صاحبيءَ کان ئي سنڌس غوغاءُ سڄي پيو. هو اصل سنڌ ۽ ڪڇ جي سرحد لڳ 'ڪيرا ڪوٽ' جو رهاڪو هو ۽ 'ڄام لاکي' جي راڄ جو مڱڻهار هو. هو سومرن جي راڄ جو سخت مخالف هو ۽ سما پرستي سنڌس سرشت ۾ سمايل هئي؛ سڄي عمر سنڌ جي سير ۽ سفر ۾ گذاريائين، جو چارڻن جي اها آبائي ۽ امتيازي عادت هئي. جنهن جي شاهہ صاحب پڻ وضاحت فرمائي آهي تہ:

چارڻ سي چئجن، جنهين سڪ لاهہ ڪو،
رمي راهہ پڇن، مٿي ڪُلهن ڪينرا.

سومرن جي پوئين پڳدار، راءِ همير جي ڏينهن ۾، سمنگ چارڻ ملڪ جو گشت ڪندو، سنڌ جي سرويچ سما سپهہ سالارن جي سورهيائيءَ جون ڪيرتون ڳائيندو وڄائيندو، نامور سما ڏاتارن وٽ رس رهاڻيون ڪندو، ڪانئن ڏان ۽ انعام اڳاڙيندو، اچي همير سومري سردار جو سلامي ٿيو. تن ڏينهن اهي چارڻ ۽ ڀان، ايلچين جهڙو مانُ ۽ منصب ماڻيندا هئا. سمنگ جي سماپرستي تہ اڳيئي ملڪ ۾ مشهور هئي. جي: 'لاکي لک لٽائيا ۽ ڪرن بخشي ڪروڙ'. حق ملڪ جو اهو اعلان، سخي سردارن جي شان ۾، سنڌس زبان جادو بيان مان علي‌الاعلان گونجدو رهندو هو. سومرا سردار توڙي برسر اقتدار هئا ۽ سنڌس راڄ ۾ سماڄام فقط سڪيا ستايا عوام هئا، تہ بہ هيءُ چارڻ سومرن جي حريف، سما سردارن جي سخا جا ڳڻ ڳائيندو ۽ سندن سورهيائيءَ جي ثناخواني ڪندو رهندو هو.

همير وٽ سنڌس اهڙيءَ هاڪ جي ڏاڪ اڳيئي پهتل هئي. ويتر جو سمنگ جو ساٺ شاهي طمطراق سان اچي لٿو، تنهن هيڪاري همير تي هيبت ويهاري ۽ سنڌس ست مُنجهائي

وڏي. خچر، گهوڙا ۽ مال متاع جيڪو ڏن ۾ مليو هوس ۽ ٻيا ڪيترا ٻانها، ٻالڪا، چيلا ۽ چاڪر پڻ چارڻ سان همرڪاب هئا. همير کي اتي ئي ڪنهن ڏاهي ڏاتهيءَ ڏني ته 'مجاڻ هن منگتي وٽ ڪو ڪيميا جو راز آهي، جو فقيريءَ جي نالي ۾ لڪايو، اميرن ڪان به اڳرو ٿيو پيو گهمي...... فقير ڪان اها ڪلا ڪنهن به حيلي هٿ ڪجي!' حقيقت ۾ ٻارڻ ڪيمياگر نه هو، پر هڪ پهتل فقير هو، جنهن جي ڀاري ۽ فال جي مقال بہ ملڪ ۾ سوچاري هلندڙ هئي. پر سومرن ساڙ وچان سمنگ کي ساعت به نه سٽيو. تڪر ثاني جي ته ڪنهن ڪوڙي آچ به ڪاڻ ڪئي، هٿئون راتو واهہ سندس وهٽ وانا ڪاهي ٿيا روانا. سردار ڀوريءَ راءِ سومري ئي هيءَ سوپ ڪئي هئي. سمنگ صبح جو ڏسي ته سچ، ڪاريءَ وارا ڪک. مٿيون پيڙي پگهو بادشاهہ وٽ دانهين، جنهن دانهن سڻي داد ڪيو ته "هٿوس ڪاٺ ۾ ته ٻانهي ڪلا پڌ ري ٿئيس، جڏهين منهنجي مهما سمن ڪان به سرس ڳائي، تڏهن ترم ڪان ٻاهر ڪيجوس." منگتو مسڪين، هن اوچتي آئيءَ ۾ اچي ويو. پنهنجي جان چڏائڻ لاءِ گهڻيون ئي وينتيون ڪيائين، منهن مٿو پٽيائين، پر اڳيان بہ همير هو. نيٺ کي چڱا سکر وچ ۾ پيا، جن همير کي ڏڍيون مٿيون سٽائي، هن بيڏوهيءَ کي بند مان ڪيايو. بند مان بيدخل ٿيندي ئي، هن ستايل جي سڙيل دل مان آه غريبان جو آلوڻ، جيئون ڪري پڙڪي نڪتو ۽ اتي ئي ڪنَ تي هٿ رکي، نهايت بيدپائيءَ سان المناڪ آواز ۾ ڳاهہ ڳايائين. چي:

همير ڪان پيئي، سومرن ڪان ويئي،
همير ڪان پوءِ، راڄ نہ ماڻن سومرا!

هيءَ ٺهري ڪانءُ غضب جي زبان مان، وچ وانگر واڪو ڪري وَهي ويو. سمنگ جو سراپ هنڌين ماڳين هڪلي ويو. ماڻهن ۾ اڳيئي مچنا هئي، ته فقير جي وائي ڏٺيءَ در اڪهائل آهي، تن فقير جي هن ٻاراتي کي سومرن جي پڄاڻيءَ لاءِ اٽر اڳڪٿي ڪري قبوليو، ۽ انهن جي آڌ وڏائي جي انت جو انتظار ڪرڻ لڳا. فقير پنهنجي مال متاع تان آسرو پلي، پنهنجي پيلين سان جهنگ منهن ڪري لڪري پيو، ۽ سومرن جي سينہ زوريءَ جا سور هرڳوٺ ڳليءَ ۾ ڳائيندو رهيو. انهن جي انياءِ ۽ ارڏائيءَ جا اوڳڻ عوام اڳيان اپٽاري، انهن کي آپاريندو آيو. ڪٿ نڪٿ نهاريندي، انهن کي آگاهہ ڪيائين تہ سومرن جي صاحبيءَ جو ويلو وهامي رهيو آهي.

ستين‌ءَ هو سوجهرو، آئينءَ ٿي اونداهہ،
هميرائي ٻاهہ، وسائي ورهين ڪي.

مٿين ڳاهہ ۾ فقير، ستين سن کي ڳائيندي وضاحت ڪئي آهي تہ "بيشڪ ڀولڳر راءِ اول جي واري ۾ سومرن جي راڄ جو روشن زمانو هو، پر انين صديءَ (هجريءَ، جنهن ۾ تاريخي حوالن مطابق سندن صاحبيءَ جي سج ٿيي ڏني آهي)، هائي الداريءَ رات جو روپ

وٺندي وڃي ٿي. همير جي حڪومت هاڻي هميشہ لاءِ پنهنجو تاب ڇڏي چڪي آهي ۽ سنڌس پوين مان ڪوبہ ڀڳدار ڪونہ ٿيندو."

فقير جي مڃتا ۽ مقبوليت جو اهو عالم هو، جو سنڌس وات مان نڪتل ويڻ، سومرن جي سهائي سج مٿان ڪاري ڪڪر والگر ڇانئجي ويا ۽ ان کي ايڏ تائين اونداهو ڪري ڇڏيائون. پبلڪ ۽ پرجا کي اهو ويساهہ ڏيارائين تہ هاڻي هميراڻي حرص جو ڏينهن هميشہ لاءِ ڪُل ٿيڻ وارو آهي. ڀڳدار سومرن جي سلسلي ۾ 'ستاويهين ڀڳ' دودو هو، جنهن جي راڄ ۾ تہ ڪجهہ سهاءُ هو، پر سنڌس پوٽو همير پوين جو اٺيهين پيڙهي هو، تنهن جي گادي نشين ٿيندي ئي، راوَن جي راڄ مٿان اهڙو ڪو نحس گرهہ اچي ويٺو، جو سنڌن سهاڳ جو ستارو، آهستي آهستي ٽمڪندو آخر غائب ٿي ويو. سمنگ سنڌن پيڙهين ۽ ڀڳڙين کي پهندي ۽ پچارينندي پڪاريو تہ:

ستاويهين سهاءُ هو، ڪٽي اٺيهين اولداهہ،
هميراڻي باهہ، پري نہ پري جهڙي.

هن فقير ڳهير جي ڳُوڙهين ڳاهن جي ڳٽڪوپ مان، هڪ ڳجهي ڳالهہ بہ ڳولي سگهجي ٿي. مٿيان انگ اکر (ستين، اٺين، ستاويهين ۽ اٺيهين وغيره) سڀ حڪومت جي هيبت ۽ حراس ڪان، استعاري ۾ ويڙهيل معمائون آهن. سمنگ جي ڪلام جو ڪمال اهو چئبو جو سنڌس سخن جي سوز، سومرن خلاف ملڪ ۾ اهڙي تہ بغاوت جي باهہ ڀڙڪائي، جو هميراڻي حڪومت ان جي ليٽ ڇپيٽ کان بچي نہ سگهي. حقيقت ۾ همير خود ڪنڪر ۾ ڪڙو هئي، ان جا ڏينهن ساري ڏيهہ ۾ پکيڙي وڌا. 'شامت اعمال او، صورت سومنگ گرفت.' هاڻي تہ هيءَ مست بہ اچي ڀريو. سومرا حڪومت کان نجات حاصل ڪرڻ، هاڻي سمنگ، جي باقي حياتيءَ جو نصب العين بڻجي چڪو هو، ۽ انهيءَ مقصد ماڻڻ لاءِ هن پاڻ کي سڄ پچ وقف ڪري ڇڏيو هو. سنڌ جي سياست ۾ سمنگ جيڪو پارٽ ادا ڪيو آهي، انهيءَ جي مدنظر سنڌس مرتبو ۽ منصب، اسلامي تاريخ جي هيرو ۽ جڳ مشهور خطيب ابومسلم خراسانيءَ جي مدمقابل آهي. جهڙيءَ طرح عباسي خلافت جي هن انقلابي داعيءَ ۽ گفتار جي غازيءَ پنهنجي زور زبان ۽ جادو بيان سان، دمشق جي جابر ۽ جلاد اموي امراء جو انت آندو، ۽ عباسي اقتدار جو علمُ بغداد مٿان بلند ڪيو، تيئن سمنگ پڻ سنڌ ۾ سومرن جي سلطنت جو انت آندو ۽ سمن جي سياسي سهاڳ جو سنڌ تي جهنڊو جهولايو.

سومرا سلطنت جي زوال واري زماني ۾ بادشاهي گهراڻي مان تڏي جا خانُ جي مهمان کي مانُ ڏيندا هئا، پنهنجو وارو وڃائي ويا هئا. سنڌن پوين مان اهو اباڻو انگ ۽ ننگ نڪري چڪو هو، سي هاڻي پنهنجي ماڳن تي جهوڪ وبلي جهيڙي باهہ ٻاريندا هئا، تہ مٿان انهيءَ جي اولڙي تي ڪو واٽهڙو لڙي اچي يا ڪُمهيلو ڪو مهمان اچي ڪڙڪي، جنهن کي

لولو ڪارائتو هوي. چي: ”رڳو ماڻهءَ جو ڳالهائو ٽري، پوءِ ٻاهه پل ته لائون ڪريو ٻئي پري!“ سمنگ جي سر تان خود اهڙي ويل وهامي چڪي هئي، سو سومرن جي انهيءَ اوڳڻ ڪي آشڪارڻدي، هيجو به انداز ۾ سومرن تي سٽ جوڙيائين ته:

سچو ڦسي پيا سومرا، اڌ ڦسي ٻـهـو لـوڪ،
جهڻي ٻارن جهوڪ، نه ته ليڙهيائي لائون ڪري.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ٽي اول هيءَ ڳالهه ڳولي نروار ڪئي آهي ۽ انهيءَ سلسلي ۾ صاحب موصوف ٻئي هڪ بيت جو به ذڪر ڪيو آهي ته ”حاڪم همير سومري جي ڏينهن ۾...... هڪ چارڻ جا ڪي گهوڙا...... ڊوريءَ راءِ سومري جي سازش سان چورائجي ويا.“ انهيءَ تي هن چارڻ پٽ طور هي بيت چيو ته:

ڊري ڊوريءَ راءِ، جنهين ”چـارڻ“ سـان ڪاهـ،
ٻـتـڻ ٻـتـي جـو ٿـيـو، سـيـج وتـايـو ساهـ،
هـمـيـرا پـو راهـ، راڄ نه ڪـنـدا سـومـرا.

مٿئين بيت جو زمانو ۱۳۵۲-۱۳٦۵ع قرار ڏنو اٿن.

هن پوئين ڳاهه جي پرتال مان پڪ ٿئي ٿي ته ڳاهن جي انهيءَ سلسلي جي هيءَ هڪ انتهائي مڪمل ڪڙي آهي، جا سمنگ جي ڪسب ڪمال ۽ پڪيءَ چمار جو چٽ هڪ پڪل ۽ رسيل ڦل آهي. هن جون پهريون ٻه سٽون ته پاڻ ۾ ملي دوهڙي جو روپ ڌارين ٿيون، جن ٻنهي جو قافيو آخر ۾ اچي ٿو. ٻه وري ٽين سٽ ٻه، اڌڪ وراڻيءَ سان آهي، جنهنجو قافيو به وچ تي ٻيٺل آهي، سا ته سورٺي جون سڪون ٿي لاهي. خدا لٿو يلائي ته هن ڳاهه ۾ ”چارڻ“ لفظ سمنگ جي تخلص طور آيو آهي. انهيءَ مضمون واريون ڪيتريون ڳاهون، جيڪي سچيءَ سنڌ جي سگهڙن وٽ هلندڙ آهن، سمنگ جي سورن جوئي داستان آهن.

آخرڪار سمنگ جو سُپ سٺائو ٿيو. سنڌس سعيا نيت صاب پيا ۽ ’ڪجهه دعا ڪجهه ڏڪ‘ واري ڳالهه، پنهنجي سٺيل سٽ ۾ سوپارو ٿيو. هاڻي وڏن ماڻهن ۾ به اچي وڳوڙ پيا ۽ راجائي گهرائي ۾ به رڳڙا ۽ ڦڏا پيدا ٿي پيا. مٿي مومل جو معاملو به ان موقعي جو مسئلو بنجڻو هو. جيئن ته راڻي مينڌري جو بادشاهه پيڻويو هو تـه سوڍو وري سگـ ۾ سنڌس سالو ۽ وڏو وزير هو، تن ۾ ڦيٿهڙو پئجي ويو. جنهنڪري سوڍا (جيڪي سنڌن صاحبي جي سچي ٻانهن هئا سي) ۽ سومرا پاڻ ۾ ٻاسيرا ٿي پيا. ٻئي طرف وري راءِ همير ۽ هالو ڄام جيڪي هڪٻئي جا سڳا سيڻ هئا، سي به سڳن ٻندن تان اهڙا اچي ٻاهڙيا، جو هيڪاري هنگامو مچي ويو. ڳالهه ليٿ اتي اچي پهتي، جو ڄام هالي جا پٽ-ڄام هوٿي، ٻلي ۽ علي-ٻڙ تي نڪري نروار ٿيا ۽ ميدان ملهائي سوچارا ٿيا. انهيءَ موقعي جي هن ڳاهه ۾، ٻليءَ ڄام ڪي غيرت ڏياريل آهي ته:

ٻـلـي ٻـاڻـي نـــ ٻيءُ، علي ان ۾ نه ڪـاءُ،
همبراڻي ڪوٽ سان، جان جان جنگ نه ڪياءُ.

هالي ڄام جو ڪونڌر ڪنئور، ڪڇ جو ڪوڏو، 'هوٿي ڄام' به وڏو وير ورہام هو. هن جهولجهار جي جنگ جو به جهرجهنگ غوغاءُ هلندڙ هو. هن ٻاونگ جي ٻچار ڪندي سمنگ سندس سورهيائيءَ جي ساک ڀري آهي ته:

وٽين جهليو لـــ رهي، هـوٿـي سنڌو گهاءُ،
ڪوله ڀرائيندو ڀاءُ، تنهن سان وجهي مامرو.

بيشڪ ڄام هوٿي به ڏهيسر هو. هيءُ راوت رڪ وهنديءَ راند جو ميڙهي ۽ مانجهي هو، پر: (هن)

ڪڳمار ڪيلندي جهليا، نـوَ سؤ ۽ نـوَ ڪـهـاءُ،
ٻـلـي به ٻلٽيو ٻـڙ ۾، ڀـيـڙو هـوٿـي ڀاءُ.

سمن نيٺ رڻ ڪي رت سان رڱي لال ڪنوار بڻائي ڇڏيو. آخر هوٿي کهوٽ ڇڳيو، انهيءَ رتڙي رڻ ڪي، سوڙ ٻڌي ماڻيو. سندس ماتم جو هيءُ مرثيو ملڪان ملڪ مشهور ٿيو ته:

هـوٿيءَ سنديءَ ڦٽيءَ ڪـي، هـو ڪيو ڳيور ڳـل،
سي سـرن سومرا، تو ڪونهي ڦٽيءَ مـلُ (مـلهه).

ڦٽيءَ جو ملهه بيشڪ مهانگو نڪتو. اهڙن افعالن هاڻي حاڪم به سڃي ڏيهه ۾ ڏنو ٿي ويو. سوڍا ۽ سما به سندس ساٿ ڇڏي ڀري ٿيا. سمن جا حڪومت سان نزاع وڌا ويا. ڄام ۽ عوام به ڀاڻ ۾ ملي هڪ ٿي ويا. نيٺ سمن جي ساري سرس ٿـي ۽ سنڌ جي صاحبي سندن حوالي ٿي.

سمنگ پنهنجي مشن ۾ سوڀارو ٿيو. سمن جو راڄ پنهنجي اڪين سان ڏٺائين ۽ سمانگر جي رهاڻ جو ”رَتَنُ“ ٻٽيو. پر وڏي ڄمار ڪري ڪو عارضو اچي ٿيس، سو ڄام جي سلام تي وڃڻ کان معذور هو. چون ٿا ته سندس عمر ان وقت سوا صديءَ کان به سرس هئي. ڏينهن-وار تي بادشاهه ڏانهنس ڏولي ڏياري موڪليندو هو، ان جي سَنَدَ لطيف وٽان ملي آهي:

چارڻ چاڙهي چوڏول ۾، تهان پوءِ ليو،
اچـي رات ڪئو، سـرفـراز سيد چـئـي.

(سرود ٻرياتي)

ڪمار ۽ چوبدار چوڏول ڪڻائي، اچي سندس جهوپڙيءَ اڳيان جهمندا هئا ۽ سمنگ کي سمي ڄام جو سنهيو سڻائيندا هئا ته:

آءُ مڱڻهار مڱڻا، چڙهي ۾ چوڏول،
توکي گهوٽ گهرائيو، راڄا منجهه رتول.

(شاهه)

فقط اهڙي موقعي تي جهونو ڀاڻ ڪٿائي وڃي ڪچهريءَ ۾ حاضر ٿيندو هو، نہ تہ ٻارهوئي گهر وسايو ويٺو هوندو هو. سما ڄام ڪيس گهر ويٺي ئي وظيفا ۽ ڏان ڏياري موڪليندا هئا. سمنگ جيئوٽيڪ پيريءَ ۾ ڀاٽاري وسايو ويٺو هوندو هو، پر سندس ڳاهن ڪي پڪيءَ وارا ڀرَ پيدا ٿي انهيءَ عرصي اندر ٿيا. ساري چمار جا سمن جي ثناخواني ڪئي هئائين، تنهن هيئنر ڦٽي ڦر ڏنو. سندس سرپرست سخي سما ڄام، دريا دل داتا هئا، جي مسڪين پروري ۽ ڪرم نوازيءَ جي لنگ ڪان گهٽو ناليرا آهن. سمنگ سندن انهيءَ انسان دوستيءَ، هردلعزيزيءَ ۽ غريب نوازيءَ جي ڳن ڪي، سندن شاهاڻي شان جي شايان ڳايو وڄايو آهي. سنڌ جي سچيءَ سمات برادريءَ مان "ست سورهيہ ۽ ڏهہ ڏاتار" ڳڻي ڳايا اٿس. مدحيہ مضمون واريون اهڙيون ڳاهون، سنڌ جي سگهڙن ۾ اڄ بہ عام آهن:

ڪيشب گهر سورهہ هو، واسنگ گهر تاڪو،
اوڍي گهر جڪرو، ۽ ڦول گهر لاکو.

اهڙيءَ طرح، (۱) سخي سپڙ ڄام چوڻائي، (۲) راءِ ويري جو پٽ راءِ ڏياچ چاوڙو، (۳) جکرو اوڍئي، (۴) اوڍو جکرائي، (۵) لاکو ڦلاڻي، (٦) ڄام ڪرن، (۷) ڄام هٿئہ تڏيائي، (۸) جسوڏڻ اڳڙو، (۹) وڪيو ڏاتار جاڙيجو ۽ (۱۰) سخي ساهڙ ڄام رونجهو: اهي 'ڏهہ' ئي هن ڏيهہ جا ڏاتار، سنڌ جا سينگار، سمنگ جي ساهہ ۽ ساز جو آواز آهن. انهن کان علاوه پيا 'ست' سرفروش سورما سما: (۱) ڄام اڻڙ ويرُ، (۲) ابڙو اڙٻنگ، (۳) ڀونئرو ڀاونگ، (۴) بانڪو بداماڻي، (۵) ڪارائڙو ڪونڌر، (٦) هوٿي وريام ۽ (۷) لاکو ڦلاڻي - جن ڪلندي ڪڌلدي ڪنڌ ڪپايا، انهن جا ڀار ڪڍي ڪين لرواز ڪيائين. (جي: پينگهي پاڻي لوڏ، سر سمي ڄام جو) اهڙن اوسارن مان هوٿي ڄام جو ماتام مٿي مذڪور آهي.

اهڙن چتر زبان چارڻن ۾، پوئين دؤر جو "جمن چارڻ" مدح گو شاعرن جو سر موڙ ٿي گذريو آهي. پر اصل چارڻ جي چڻجن، تن ۾ پيجل پڃاڻا 'سمنگ' چارڻ ئي هڪ اهڙي هستي آهي، جنهن کي وڏي تاريخي اهميت حاصل آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ سندس نالو، اهڙن ئي اهم واقعات جي يادگار طور ٿي قائم رهندو اچي، جنهن جو مثال مٿي اچي چڪو آهي. سنڌي ادب ۽ ان جي تاريخ ۾ پڻ سمنگ جي شخصيت نمايان آهي. سنڌ جا سڄاڻ بہ سندس سوانح جي مختلف موقعن جي مقال ڪندا، سندس نالو جيئرو رکندا پئي آيا آهن ۽ الهن موقعن جي نسبت واريون ڳاهون، سنڌ جي سگهڙن وٽ اڄ بہ عام آهن. اهڙن عجيب واقعن مان پئي بہ هڪڙي مشهور واقعي جو مثال مختصر طرح هيٺ ڏجي ٿو. هيءُ واقعو سندس جوانيءَ جي سٿر سفر واري سمي سان وابستہ آهي. جنهن موجب سمنگ چارڻ، لاکي ڦلاڻيءَ ڄام سان هوڏ هئي، وڪيي ڏاتار جي سخا آزمائڻ لاءِ، ڪيس المدائتن پيرن جي انوکي سٽن اچي هنئي. جي ائين آهي تہ ڄام لاکي ڦلاڻيءَ جو ڪردار اتي آنيراءِ کان اتاهون لٿو رهي. ڪن

چکڻ جو چوڻ آهي ته اصل ۾ اهو اڙانگو سوال، سمنگ خود لاکي ڄام وٽ ئي وڃي وڌو هو. چي: ”ڄام لاکا، منهنجي گهر اميدواري آهي. چارڻيءَ کي پيرُن جي چاهت ئي آهي، انهي لاءِ تنهنجي جود ۽ سخا جي هاڪ ٻڌي، پيرُن جي لپ واسطي اچي تنهنجو در جهليو اٿم. هاڻي منهنجي مشڪل آسان ڪر!“ لاکو ڄام اهڙي عجيب صدا ٻڌي حيران ٿي ويو، ويتر چارڻ چوڻ لڳس ته ”وڪيو ڄام ته ڏاتار آهي ۽ هو سواليءَ جي سڌ سڃي، سو سوڌي به سخا ڪري ڇاڻي ٿو. ٻر اڄ ته تو وٽ ئي آس رکي آيو آهيان، جي تو کان نه پڄي ته وڃان وڪيي ڄام وٽ.“ ايترو ٻڌنديئي لاکو تپي باهه ٿي ويو. چي: ”هيئنر جو هيئنر منهنجي ملڪ مان نڪر، سڌو وڪيي وٽ وڃ. ائين پهرن اندر يا ته وڪيي جي ملڪ مان پيرون اچي پهچاءِ، يا ته سندس سر آڻي ڏي. نه ته تنهنجي ۽ تنهنجي چارڻيءَ جي سر جو خير ناهي.“ ائين ڳالهه مان قري ڳالهوڙو ٿي پيو. پيرون ته پيرُن جي ماڳ، مورڳو ئي جهڳي کي رولو! سمنگ اتان ئي، پيچل وانگر ڪيترو ڪاهي ڪري، رمندو رهيو.

سنڌ جي سوجهن اهڙن احوالن کي به سانڍي سلامت رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ميرن جي صاحبيءَ ۾، ڪراچيءَ واري ڪوهستان جي ڪنهن شاعر، حاجي موسي ”حاجيءَ“، انهي واقعي جي تاريخي ۽ ادبي اهميت محسوس ڪندي، ان جي ياد قائم رکڻ لاءِ سربستي ڳالهه اول کان آخر تائين ويهي منظوم ڪري، محفوظ رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. چوي ٿو:

هو ڪامل رهندڙ ڪڇ جو، هيءُ سنڌو سالار،
هو سخي سخاوت اڳرو، اوچو تنهن اوتار،
لاکي ڄام لوڪ مان، سو سارو سماچار،
سو ورنهه پيو وماس ۾، وڏي سان ويچار،
ڪنهن ڏينهن ڪهي آيو، آت مانجهي مٺيادار،
سو سائل ان سنباهيو، پُرس انهيءَ جي پار،
ته وهلو وڃ تون وڪيي ڏي، جو تو ڏان ڏئي ڏاتار،
پيرون پني آڻ تون، مڱج مٿو مڱڻهار،
تحقيق وڃي تڪرار، تون سڌ لهي آءُ سمنگا!

مثال پيو:

پوءِ وسايو وٽاڻ ڏي، هيجان ويو هلي،
تنهن منهن آئي ماڪي، جهونجهارا هيءَ جهلي،
پيرون تنهن جي پور ۾، پيا پڪا تار تلي،
تنهن ڏاڻ ڏلو ڏاتار هو، ”حاجي“ چوي هلي،
راحم رب وڪيي جي، سائين ڪي سولي،

ائس گوندر گهٽ تان، ٻي ٻانءِ ڪيس ٻلي،
هن ٻاٽ ٻروڙيو ڪين ڪي، آڳاٽو اصلي،
ڏات وني سو ڏيس تي، چوڪس ويو چلي،
تنهن ثابت سنڌ سلي، وڃي لاڪي اڳيان لال جي.

آخري بيت:

تڏهن سٽي سو سرهو ٿيو، وڏيرو وريام،
سڪو تنهن مانجهيءَ ڏي، پُرس لکي پيغام،
ته سخي تون سخاوت اڳرو، آهي نر تنهنجو نام،
توسان راضي رب ڌڻي، ٻيو ميرمحمد ڄام،
هاٺي مرسل سر مدام، ڪلمو ڪڇو قلوب سان.

اهڙيءَ طرح انگريزن جي اوائلي دور (١٨٧٠ع) ۾، ورنيڪيولر لٽريچر ڪميٽي ۾ آخوند عبدالرحيم عباسي (ٺٽي ضلعي) کان ساڳيو "قصو وڪي ڏاتار جو" ڇپائڻ خاطر لکائي ڇڏيو هو. خانبهادر حاجي محمد صديق ميمڻ به سنڌس تاريخ ۾ انهيءَ ساڳئي وڪي ڏاتار جي پچار ڪئي آهي. تازو مهراج منگهارام اوجها (ننگرپارڪر) به ساڳي آکاڻي لکي آهي، جنهن ۾ اهي ڳاهون به اچي وڃن ٿيون، جيڪي سمنگ سٽن هٿان وقت ڏهن ڏاتارن جي شان ۾ ڳايون هيون. انهن مان ڪي ڳاهون نموني طور هيٺ ڏجن ٿيون، ته پارکن جي ڪسوٽيءَ جي مهميز مائين ۽ سمنگ جي سخن سنجيءَ جو به سماءُ پوي.

سمنگ، وڪي ڏاتار وٽ پهچي ڏسي ته هو سنڌس گهيٽي جي ٿنگ کي پٽيون پيو ٻڌي: اتي وڪي چار کي چانڪ هٿي چيائين ته:

ڦلاڻي لاکي وٽ، مون وڏو ڪيو ٿي وات،
گهيٽن پٽيون جو ٻڌي، سو ڏيندو ڪهڙي ڏات.

وڪي ڏاتار ورائيو ته "اي جاچڪ، اسين چيٽين ۽ تنهن سان چونڊي ميڙي ڏن ڪئو ڪندا آهيون، ۽ جڏهن ڏان ڏيندا آهيون ته اهو ساڳيو ڏن جهول ڀري لٽيندا آهيون. تون پنهنجي گهُر ٻڌري ڪر ته پتو پوي." چارڻ چيو ته "سائين ٻيرن لپ خاطر پنڌ ڪيو اٿم، گهر ۾ اميدواري اٿم ۽" (هوءَ)

ان" کي اوڏي له ٿئي، پڪو ماس نه کاءِ،
چارڻي چترائي سان، ٻيرون ويٺي پچاءِ.

ڏاتار ڏي ڏيئي چيس ته "اي ٻاٽ، ٻيرون به اجهي ته پڪا. پرديسيان پنڌ ڪري آيو آهين، ڪا ساعت مون وٽ ويهي مال ملدا کاءُ، جيسين ٿئين وٽ لهي." چي سائين:

وٽ اچي تيسين ويهان، تنهن کي لڳي دير،
جيءُ چارڻيءَ جو وڃي، سو واري ڏيندو ڪير؟

چارڻ چوي ته جڏهن گهوڙي گهڻ پوري ڪري پوئتي وران. پيرن جي نه منڊ، نه وٽ، نه ساڪ! پيرون اچن ڪٿان؟ سچ پيو اٿن ته 'اندو مڱڻهار، الله ڪري آر.' ترڪ ٿي بهشت پيو طلبي. وڪيي ڪيس راضي ڪرڻ لاءِ مالڪ موتي آڇيا. پر چارڻ چوي ته "پيرون ڏي، نه ته سر ڏي!" نيٺ سمي جام سندس سڄڻ سان صلاح ڪئي، جن سياڻپ ڀري صلاح ڏنيس ته سون جا نقلي پيرون ڏيئي، هن جي ڪان جند ڇڏاءِ. وڪيي جام پوءِ سون جا پيرون گهڙائي، انهن مٿان ماڻڪيءَ مٽ جي چاش چاڙهي، ڦاندو پيري هن ڏي ڏياري موڪليو. وساني سندس اڳيان مٽ رکي، اجا ڀڪ لاٿو ته هڃي چارڻ امالڪ هڪ دائو ڪئي ڏاٽ هيٺ ڏنو. هيءَ سوات نه هئي، پر سخت ڏات هئي. چارڻ جهڙي چپ ڏني، تهڙي چيڪ نڪري ويس. چي:

وڪيي جا ڏات ڪئي، تنهن سان ڏنـد جهڙن،
چـارڻ پيرون او مڱي، جي جـاريـن منجهه پڇن.

"گگر گگر پنڊا اڙيا". پوت ڇڏي، جن" ڇڏي، پر جاجڪ نه ڇڏي. ايائي چارڻ، ڏاتار ڪي اڙانگيءَ آزمائش ۾ اچي وڌو. وڪيو ڏاڍو اچي ششدر ٿيو. چي "سر به ڪٽي ڏيان، ته به اصلي گهڻ ته پوري ڪانه ٿي. جي هن سائل جي معمولي سٽن به نٿو اوڻائي سگهان، ته هيءَ پانڌي وڃي ڀنڊورو ڏيندو ۽ اڳ ڏاتارن ۾ ڏنو ٿيندس." انهيءَ اداسيءَ جي عالم ۾ جڳت جي ڀڪنهار ڪي پنهنجيءَ لڄ ڍڪڻ لاءِ ليلايائين. تنهن تي:

مينهن جيٽي هئي ماڻڪي، وئي ستين سمنڊين پار،
پائي آندا ها پـور ۾ ڪـچا پـڪـا تـار.

اتي وڪيي، ڏاتارن جي ڏاتار اڳيان مٿو ٽيڪي، پلي جا پال مڃيا. پينار ڪيي پيرون ڏيندي اولاڻيو آکيائين ته "اڙي سمنگيا ڪوڙهيا، ڏاتارن ڪان اهڙا اڻمندائتا ڏان گهرڻ ڪين؟" ڏاتار جو ڏک ڀريو ڏوراپو، چارڻ کي چقمق وانگي چهٽي ويو. چون ٿا ته چارڻ جي نراڙ تي سچ پچ 'ڪوڙهه' جو اڇو ٽڪو پيدا ٿي پيو، جو پيريءَ تائين نه لٿس. سندس اولاد وارا اڄ تائين "ٽڪڙيا چارڻ" چوائين ٿا.

جام ڪرن سمو: ان سلسلي ۾، ٻيون واقعو 'چارڻ' جو، چشم ديد بيان ڪيو وڃي ٿو. اها روايت، اڄ تائين هلندي اچي، ملڪان ملڪ مشهور آهي.

ٻالهه ڪرڻ وارا، هن پر ٿا ڪٿهن ته سمون جام ڪرن، پنهنجي ٻارهن-ماهي جشن ۾ ڪروڙن جا ڪروڙ رپيا ڦان وانگر ڇٽيندو هو. اڙيات، محتاج ۽ مفلس ايترا ته اچي سهڙندا هئا، جن جو ڳڻتي ڪرڻ هوندو هو. پر سمي جام وٽ ڪابه سوڙهه محسوس نه ٿيندي هئي. سمنگ چارڻ به هڪ دفعي اهو تماشو وڃي ڏٺو هو. هت انهيءَ منظر جو اکين ڏٺو احوال ڏنو اٿس:

جـه مٿو مڱڻن ناهه ڪو، تان سمي نه آهي سوڙ،
ڪـرن جـام ڪـروڙ، چـٽـي ڦـلـن مـٺ جيئن.

هاڻي ناظرين ڪرام جي خدمت ۾، ڏهن ڏاتارن جي واڪاڻ وارين ڪجهه ڳاهن نموني لاءِ پيش ڪجن ٿيون، ته جيئن سمنگ جي ساري ڪلام تي مجموعي نگاهه پئجي وڃي. انهن ۾، جکري رانگڙ جو پوٽو ۽ ويري راءِ (ويرم راءِ ڪنوات) جو سپوٽ، راءِ ڏياچ چاوڙو اول اچي ٿو. سمنگ سندس ساک هن طرح پري آهي ته:

پيٽو ويرم راءِ، پوٽو رانگڙ جکري،
ڏنو راءِ ڏياچ، مٿو منگهار کي.

ماتا ٽڏي ٻانيءَ جو لال ڄام هٿند ٽڏياڻي، جنهن لک لٽائي، سندس ڏاڏي سخيءَ ساهڙ ڄام جون سکون لاٿيون، تنهن جي پُري ڳائي پڌري ڪيائين ته-

ٽڏي ٽيج ڏلياس، سمون ساهڙ پٽ ۾،
پڌرو پرڪنداس، هٿند ٽڏياڻي ٿئو.

ڄام اوٺو جکراڻي ته سوالين کي چوپائي مال جون چالگون ڪاهي ڏان ۾ ڏيندو هو. مال جون اهي گوهرون، جنهن ٻه ڏاتار جي ڏيهه مان متيندڀون هيون، ته سندن کرن جي (دز) عرشين اڏامي وڃي ابرن لڳندي هئي. راڄن جا راڻا ۽ ڏيهن جا ڏاتار، انهيءَ رڄ (ڌوڙ) ۾ رڱجي، سچاپڻ ڪان ئي پري ٿي پيا ۽ سندن نالو ناموس ٻه انهيءَ لتَ ۾ لتجي جهڪو ٿي ويو. (يعني راڄوڙي جي مٽي اڏامي ته ٻه چون ته اوٺي ڄام سخا ڪئي هوندي، ٻئي ڪنهن جو ٻه نالو ڪونه ڪٿن)

اوٺي جي ڏانن، ڪيهون ابر لڳيون،
رڄ پئي راڻن، ڏاتار تت ڏتجي ويا.

ٻيلي ڏٽي، سخي سپڙ ڄام چوٽاڻي ته سٺو ڪوهه تان سمنگ جي سڪن مٺي، سندس سار لڌي. انهيءَ موقعي جو اهڃاڻ ته ٻيت ڏٽي ٻه ڏنو آهي:

ٻاجهاٺو ٻيلي ڏٽي، ٻجهان ٻاجهه پئي،
سپڙ سا سُڌي جيڪا چارڻ چت ۾.
(سرود پرڀاتي)

عاجز منگتي جي گهر ويٺي سنڀال جي مقال ته ڏاتار کي ڏيهن ۾ ڏيو ٻاٽي چڏيو.
رسالي شريف جي روپ ٻلاول ۽ پرڀاتيءَ سرود جا اهڙا ڪئين ٻيت آهن، جن ۾ شاهه سائين سخين ۽ سپڙ جي ساراهه ڪندي، سمنگ وارا ساڳيائي موضوع استعمال ڪيا آهن. سمنگ پنهنجي هن سربيءَ جي منقبت هن طرح ڳائي آهي:

در آئي منگئي، دان سپکو ڏي،
سپڙ سوساري، جو جهوپڙين ۾ جهڪيو.

سپڙ ڄام رونجهو، سخين جو سردار ۽ اڙين جو آڌار هو. محتاجن مٺان سهر جو مينهن ٿي وٺو ۽ غريبن جا غم ڪاٽيائين. ڏکين کي ٻه ڏن ڏنائين ۽ چارڻن کي ته چوڳي ٻائيءَ

جي چنتا ڪان نه آجو ڪري ڇڏيائين. سمنگ پنهنجي هن مربيءَ داتا کي اهڙي ته هيج ۽ ڪوڏ سان ڳايو آهي، جو سندس نالو به سدائين لاءِ (بطور اهڃاڻ جي) سڀڙ جي ثنا جو لازم ملزوم جز ٿيو. ميهن ڪريم ٻاڙيءَ واري، سخي سپڙ ڄام جي روايتي ثنا جي اپٽار ڪندي، هن مسڪين منگتي سمنگي فقير کي پڻ اشارتاً ياد فرمايو آهي:

جهوڙ پرا جهٽڪن، مٿي ميهن مڱڻا،
سپڙ رات سمنگيا، ڏکيا ڏاڻ ڏسن،
گهر ٿا گهوٽ وڃن، چنتا لٿي چارڻين.

چارڻن جي چنتا چوڻ لهي، جو سپڙ سمون، هند-سند جو هڪڙو حاتم اهڙو ته سخي ساماڻو آهي، جو ويچارا عاجز ۽ بيڪس، ڏتڙيل ۽ ڏهيلا، سڀني جو ڏي آهي. پوءِ ڀلا اهڙي فياض ۽ شفيق حاڪم جي راڄ ۾ رهي، ڪنهن جي به ڪاڻ ڪيڻ ڪا ڄڳائي ٿي؟ شاهه سائين ته هيئن فرمايو آهي ته

مٽان وڙ وڄائيين، پٺي در ليلائي،
سمي سامائي، چنتا لٿي چارڻين.

هاڻي چنتا ڇاجي؟ جڏهن وِلهو ته ڏيهه ۾ رهيو ئي ڪونه! هن جوان پنهنجيءَ جود سان وِلها سڀني ونهيان بڻائي ڇڏيا آهن. ٻيلي سندو ٻان، سمنگ جي ساهه جو سلطان، جڏهن پٽ ڏٺيءَ جي دربار عاليه ۾ ياد ڪيو ويو آهي، ته سندس ثنا خوان ۽ عاشق صادق ويچارو سمنگيو غريب پڻ، سڀني اگهاڻل سوالين جي ٻارن ۽ نوازيل رعايا جي نمائندگي ڪندي، داتا جي دامن لڳي، سمي جي سام، سخيءَ جي سنگ، سندس سايو ٻنجي اچي ڪچهريءَ ۾ ڪَنُ ڳٺائي ٿو. سر پراڀ جي هڪڙي وائي ملاحظه فرمايو:

.................ٻاجهه ٻيلاڻي پائيان.
مٽان مون ڪي ڇڏئين، ٻيلي سندا ٻان،
ٻاجهه ٻيلاڻي پائيان.
وِلها سڀ ونهيان ڪيا، تنهنجي جود جوان،
ٻاجهه ٻيلاڻي پائيان.
سڀ سوالي 'سمنگيا'، داتا ڏيئي دان،
ٻاجهه ٻيلاڻي پائيان. (داستان ٻيو)

مطلب ته سمنگ چارڻ جو نالو، اسان جي ادب ۽ تاريخي روايتن ۾ ڪنهن نه ڪنهن طرح سان، ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾، جيئرو رهندو پيو آيو آهي. صدين جون صديون اورانگهيندو، ٻاڻ سان گڏ ايامن جا اهڃاڻ اگهي ڏيکيندو، اچي ويهين صديءَ ۾ منهن ڪڍيو اٿس. سندس نالو اڄ تائين جو قائم دائم آهي، تنهن جو ڪارڻ اهيئي سندس لافاني گفتا ۽ امر ٻول آهن؛

جن ۾ ڀانت ڀانت جون ٻوليون ڳالهايون ٿيون. انهن تي رکيو سرسري نگاهه وجهڻ سان پتو پئجي سگهي ٿو ته سنڌ سڀ ڪاوڙ وس، ڳاهن جي مقرر معيار کان گهٽ ٿي ايريل آهي. اهڙيءَ پڙتال ڪندي هيءَ ڳالهه ٻڌ ٻڌري پيت آهي، ته سمنگ کان اڳ سنڌ وڏن ۾ ڪيئي سگهڙ ساماڻا هوندا، جن خود سمنگ لاءِ ٻه ڪس گهڙيو هوندو. اهڙيءَ معما جي منڍ معلوم ڪرڻ لاءِ مناسب آهي ته سنڌي شاعريءَ جي انهن اوائلي استادن، وچڙ يل وارثن ۽ پيرمردن جا پنڌ رند ڳچاڻي، ٻرائن پيچرن تان سنڌن پير آهوڙي، ڪنهن نه ڪنهن منزل تي ڪين هلي هٿ ڪجي. اهڙيءَ جستجو جاري رکندي عين ممڪن آهي ته اسين انهيءَ اصلي ڌاتي ۽ تڪاڻي تائين به پهچي وڃون، جتان هن قديم قوم جي عظيم ادب جي ابتدا ٿي هجي. اهڙيءَ طرح ني ادب جا اهم اهڃاڻ ۽ قيمتي ڪڙيون ڳولي، ترتيب ۽ تناسب سان ملائي، دنيا اڳيان دعوا ۽ دليل سان دم هڻي سگهنداسين ته اسان جو ادبي ورثو ۽ ترڪو، مستند طور ڪيترو نه قديم، عظيم ۽ قابل قدر آهي.

ڏورين سي ڏسن، جڏهن ڪڏهن هوت ڪي.

## حوالا

(۱) سمنگ جي ڳالهه ننڍي هوندي والد مرحوم جن کان ٻڌل آهي. جدا جدا سگهڙن کان سمنگ جو نالو — سومنگ (سوم = چنڊ + انگ = مهانڊو)، سمنگ (س = سٺو + منگ = سوال)، سپنگ (سٺو پنگ يا پاڻ)، سومنگو، سمنگيو وغيره — ٻڌڻ ۾ آيو آهي.

(۲) ڊاڪٽر دائود پوٽو مرحوم، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، پروفيسر خواجه غلام علي الانا، محترم محمد خان غني وغيره.

(۳) ۱- سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ: ڊاڪٽر بلوچ ۲- مشهور سنڌي قصا (لوڪ ادب جا ڪتاب) ۳- ٽه ماهي مهراڻ ۽ ماهوار نئين زندگي وغيره.

(۴) مسو پرگڙيءَ جا پٽ فقير، هيءُ جنگنامون (Ballad) ڳائڻ ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ برک آهن.

(۵) هندي ادب جي تاريخ (ڊاڪٽر محمد حسن) 'ويرگاٿا ڪال' صفحي ۲۸ کان ۴۸ تائين (اختصار ڪيل).

(۶ ۽ ۷) "قديم سنڌي شاعريءَ جا ڪي نادر نمونا" (مضمون) محترم محمد خان غني، ٽماهي مهراڻ، جلد ۱۱، سال ۱۹۶۲ع، نمبر ۴

(۸) "... حقيقي ۽ مجازي راز جو آواز آهي. مضمون "سنڌي علم ادب" رسالو نئين زندگي ڪراچي، ماهه مئي ۱۹۵۰ع (سيد علي نقوي) "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ" ص ۱۲۴-۱۲۵ ۽ "سنڌي قديم شاعري": ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو، رسالو نئين زندگي، ماه سيپٽمبر ۱۹۵۸ع.

(۹) سپر هنا سومرا، ڪني ڏيران' پرجاءِ؛ همير جس ماتام، چارڻ چوندو ايترو. (والد مرحوم).

(۱۰) سمنگ چارڻ جي ڳالهه ۽ ان سان واسطو رکندڙ ڳاهون، عنايت فقير ميراسيءَ جي ڏهتن ـــ نوازعلي، دوست علي ۽ مولابخش (ويڙهل مسو پرڳڙي، تعلقو حيدرآباد) کان مليون آهن.

(۱۱) "همير کان پئي..." فقير ڪريم بخش ۽ مولابخش ميراسي، ڳوٺ عنايت فقير.

(۱۲) "ستين‌ءِ هو سوجهرو..." عنايت ميراسيءَ جي ڳوٺ مان.

(۱۳) "ستاويهين سهاءِ هو......" عبدالله ۽ سواد فقير مڱڻهار (ڳوٺ جٺندل ڪوٽ، تعلقو هالا).

(۱۴ ۽ ۱۵) "سچو قسي پيا ـ ۽ ڍري ڍوريءِ راهِ" سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ ص ۶۹-۷۰.

(۱۶) "پلي پاڻي نه پيءُ......" سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ، ص ۶۸

(۱۷) "وڻين جهليو نه رهي..." هيءُ بيت آڏي ڪيهر ۽ هوٿل پريءَ جي ڳالهه ۾ به ص ۱۴۱ تي آهي. ساڳيو بيت ميراسي فقيرن وٽ به آهي. "مشهور سنڌي قصا: سنڌ جا عشقيه داستان ـ ۱"

(۱۸) ڪڳماري ...

(۱۹) هوتيءَ سنڌي ڦٽي... "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" ص ۶۸

(۲۰) ڪيشب گهر... "مشهور سنڌي قصا، عشقيه داستان ـ ۱ ص ۱۵۲ لاکو ڦلاڻي"

(۲۱) ڏهه ڏاتار "لوڪ ڪهاڻيون ـ ۷، ڳاهن سان ڳالهيون" ص ۱۷۶ - وڪيو ڏاتار.

(۲۲) ست سورهيه: "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ" ص ۸۸-۹۰ ۽ ۹۱

(۲۳) حافظ موسو
(۲۴) آخوند عبدالرحيم } "سنڌ جي ادبي تاريخ"، جلد پهريون، ص ۱۶۶ کان ۱۷۰
(۲۵) خانبهادر

(۲۶) "ڦلاڻيءَ لاکي وٽ......" هن کان پوءِ ست ڳاهون، مهراج منگهارام اوجها جي مضمون "وڪيو ڏاتار" مان.

(۲۷) "مينهن چئي هئي ماڻکي..." دين محمد شيخ ريڊيو سنگر.

(۲۸) "جهوڙيرا جهٽڪن..." تذڪره لطفي ـ شاهه ڪريم جو بيان.



راڄ محمد ٻلي

# صوفي صادق فقير جو ڪلام

## (قسط ٢ : آخري)

[سنڌ جي مشهور صوفي شاعر، صادق فقير صديق رحہ جي ”سوانح ۽ ڪلام“ متعلق، راڄ محمد ٻلي ۽، نهايت محنت سان مواد جمع ڪيو آهي. صوفي صادق رحہ جي سوانح عمري، رسالي مهراڻ ٻڌم. سال نمبر ١ جي پهرئين حصي (١-٢-١٩٦٥ع) ۾ شايع ٿي چڪي آهي. هن ٻرجي ۾، سندس ڪلام، بيت، ۽ وايون پيش ڪيل آهن. مختلف سُرن جا ڪل: ٢٣٢ بيت، ۽ مختلف سُرن جون ٨٤ وايون، ٧ سرائڪي وايون، ۽ ٦ سرائڪي بيت، گڏ ٿي سگهيا آهن. افسوس اهو آهي ته صادق فقير جي ڪلام جا اهي نسخا، جي درگاهہ جهوڪ شريف جي فقراء ياران تيار ٿيل آهن، اهي اڃا منصہ شهود تي ڪين آيا آهن.

اميد آهي ته هن سلسلي جا اهي ٻئي حصا، جي مهراڻ رسالي جي وساطت سان شايع ٿيا آهن، سنڌي ادب جي شائقين لاءِ صادق فقير جي ڪلام، فن ۽ شخصيت لاءِ مستند مواد جي حيثيت حاصل ڪندا.

صادق فقير، طريقت جي سلسلي موجب جڏهن ته سنڌ جي مشهور صوفي بزرگن جهوڪ وارن صاحبن جو مريد صادق آهي، ۽ تصوف ۾ وحدت الوجود جي نظريي جو شارح آهي؛ تڏهن سندس ڪلام ۽ پيغام ۾ وحدت ۽ انسانيت، محبت ۽ برادري، اخوت ۽ مساوات جو وسيع نصب العين موجود آهي. هڪ صوفي ۽ لا ڪوفي هئڻ جي حيثيت سان، صوفي صادق فقير جو ڪلام سنڌ جي صوفي شاعرن ۾ پڻ ممتاز حيثيت رکي ٿو. ان طرح سوز ۽ گداز، ناز ۽ نياز، جمال ۽ جلال جي وجد آور ڪيفيتن جي ڀالوٽ، فقير صاحب جي فن ۽ ڪلام کي سرآئش ڪري ڇڏيو آهي. فقير صاحب جو فن ڪلاسيڪي فن جو تعريف لائق شاهڪار چئي سگهجي ٿو. فقير صاحب بيت ۽ واڻيءَ جي وسيع دامن کي پنهنجي فني شهپارن سان مالا مال ڪري ڇڏيو آهي. ان کان سواءِ، سندس ڪلام، سنڌ جي راڳداري فن سان پڻ تعلق رکي ٿو. اهوئي ڪارڻ آهي جو سندن ڪلام سنڌ جا صوفي فقراء، ميلن ۽ محفلن ۾ لطيف ۽ سچل جي ڪلام سان گڏ ڳائين ٿا. وجداني ڪيفيات جي ترجماني ۽ روحاني جذبات جي فراواني، فقير صاحب جي ڪلام جي اهم علامت آهي. بي ساختگي ۽ فني پختگيءَ جي ڪري ڪلام ڇڻ الهام بنجي چڪو آهي. افسوس اهو آهي ته فقير صاحب جي ڪلام جا جيڪي ٻہ-ٽي نسخا مشهور آهن، انهن کي پيٽي، ڪو آخري ۽ مستند نسخو اڃا تائين نہ بنايو ويو آهي. سنڌي اديبن تي فرض آهي ته هو هن سلسلي ۾ حال آهر ڪم ڪن. الهڪونڊ ۾ هن پيش ڪيل ڪلام کي غنيمت سمجهڻ گهرجي. - غ م.گ.]

## فقير صادق جي ڪلام جا ٻه اهم منتخب

صوفي صاحب جي ڪلام جي مختلف عام نسخن کان سواءِ سندن بيتن جا ٻه منتخب، "درد نامو" ۽ "ارشاد نامو" سندن ڪلام جا مستند نسخا شمار ڪيا وڃن ٿا. 'ارشاد نامي' ۽ 'درد نامي' متعلق معلوم حقيقتون ۽ روايتون هيٺ ترتيبوار پيش ڪجن ٿيون:

ارشاد نامو: ناياب آهي. فقير صاحب جي سجاده نشين وٽ چون ٿا ته هڪ نسخو هو، پر ظاهر ٿيل ڪونه آهي. جن فقيرن اهو نسخو ڏٺو آهي، تن جي چوڻ موجب هن انتخاب ۾ فقير "صادق" پنهنجي مرشد 'شاهه قلندر' جي ارشادات ۽ ملفوظات کي بيتن ۾ بيان ڪيو آهي. انهن بيتن جو انتخاب ڪنهن ڪيو ۽ ڪڏهين ڪيو، ان متعلق ڪجهه به معلوم ٿي نه سگهيو آهي ۽ نڪو انهن بيتن جو ڪو مثال به هٿ اچي سگهيو آهي. ان سلسلي ۾ فقير صاحب جي پوئيرن جي تعاون جي ضرورت آهي، اهي هن نسخي کي ڪوشش ڪري هٿ ڪري سگهن ٿا. پيءُ حالت ۾ فقير صاحب جي انهيءَ اهم ڪلام، جنهن ۾ جهوڪ شريف جي بزرگن جي 'ملفوظات' محفوظ ٿيل آهي، جو ان طرح گم ٿي وڃڻ، 'تصوف' ۽ 'اهل تصوف' ۽ 'سنڌي ادب' جي حق ۾ عظيم نقصان تصور ڪيو ويندو. هي نسخو موجوده وقت ۾ 'جهوڪ شريف' جي معتقدين ۽ متوسلين لاءِ هڪ اهم روحاني 'هدايت نامي' جي حيثيت رکي ٿو، تنهن ڪري، ان سلسلي جي فقيرن کي ڪوشش وٺي هميشه لاءِ محفوظ ڪرائڻ لاءِ جلد ڪو عملي قدم کڻڻ جڳائي.

درد نامو: صوفي صادق جي ڪلام جو هي ٻيو اهم منتخب آهي، جو هڪ-ٻن جاين تي دستياب ٿي سگهيو آهي. 'درد نامو' هن ڪري به سڀ کان وڌيڪ اهميت وارو نسخو آهي جو ان ڪلام جو انتخاب ڪندڙ، صوفي صادق فقير جو مرشد حضرت صوفي فضل الله شاهه قلندر رحه پاڻ آهي؛ ۽ ٻيو ته اهي بيت فقير صادق جي حياتيءَ ۾ ئي قلمبند ڪيا ويا آهن؛ ۽ ٽيون ته انهن بيتن کي آخري طرح يڪجا ڪرڻ جو ڪم به فقير صادق جي هڪ اهم همعصر ۽ همشرب اهل دل فقير نورالله سر انجام ڏنو آهي. هن انتخاب جو هڪ نسخو فقير غلام علي مسرور مرحوم کان جناب لطف الله صاحب بدويءَ کي هٿ آيو هو، جنهن تان پاڻ پنهنجي ڪتاب 'تذڪره لطفيه' ۾، صوفي صادق جي تذڪري ۾ سندن ڪلام جو انتخاب ڏنو اٿس. ٿي سگهي ٿو ته اهو نسخو جناب بدوي موصوف وٽ اڃا به محفوظ هجي. 'دردنامي' جي جامع، ۽ تاليف جي سال ۽ انتخاب ڪندڙ لاءِ بدوي صاحب لکي ٿو:

"صديق فقير جي هڪ تصنيف 'درد نامو' نظر مان گذري، جنهن ۾ شاعر جو صحيح ڪلام موجود هو. 'درد نامي' جو جامع فقير نورالله، جهوڪ ميران پور جو طالب هو، جو صديق فقير جو همعصر هو. ڪتاب صوفيانه تعليم سان پرپور آهي ۽

نهايت ئي محنت سان تيار ڪيل آهي. هر هڪ صوفيانه لڪتي بيان ڪرڻ کان پوءِ ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ جامع (نوراالله فقير) هيٺيون مختصر تعارف اصل مصنف ڪتاب جي لاءِ ڏني ٿو:

”هي رسالو 'درد نامہ'، مرشد حضرت مخدوم فضل الله شاهه قلندر صوفي القادريءَ جي خليفي صديق شاهه، جنهن جو نالو محمد صديق فقير سومرو هو، جيڪي ڏيک ڏنا ۽ عروج ۽ نزول جي مقامن ۾ غيب ڏنا، ۽ ٻيا ڪي نڪتا وحدت جا نصحيت سان پريل پنهنجي حال جا ٿي ڏنا، سي مٿئين حضور جي روبرو بيان ٿي ڪيا. اهڙن سان جي مرشد جي نظر ۾ قبول ٿي پيا، ۽ انهيءَ وقت ۾ جيڪي لفظ انهيءَ حال موجب حضرت صاحب جن پنهنجي زبان مبارڪ سان ٿي فرمايا، سي سڀ جنسي سال ۱۲۲۴ هجريءَ ۾ ٻين خليفن جدا ڪاغذن تي لکي ٿي رکيا. تنهن کان پوءِ هن شائق، نوراالله صوفيءَ انهن ڪلامن کي گڏ ڪري گهٽ وڌ لفظ پنهنجي حوصلي موجب لکي سال ۱۲۲٦هه ۾ رسالو جوڙيو(۱).“

فقير صاحب جي ڪلام جو هي انتخاب، جڏهن ته فقير صاحب جي نظرداريءَ هيٺ تيار ٿيو آهي؛ جو ته جڏهن هي ڪلام آخري طرح فقير نوراالله تاليف ڪري رهيو هو، تڏهين جهوڪ شريف ۾ فقير صادق جو قيام هو. جنهن جي تصديق فقير صادق جي سڀ کان وڏي فرزند فقير بايزيد جي ولادت جي سال ۽ جنم واري جڳهه وارين روايتن سان ٿئي ٿي، ته صوفي بايزيد جي ولادت سن ۱۲۲٦هه ۾ ٿي آهي ۽ جهوڪ شريف ۾ ٿي آهي. تڏهين يقين سان فقير صاحب جي رهائش جهوڪ شريف ۾ تسليم ڪبي، ۽ 'درد نامو' به غالباً جهوڪ شريف ۾ ئي تاليف ڪيو ويو هوندو. هن رسالي تاليف ٿيڻ کان پوءِ فقير صادق جن ۳۸-۳۹ سال حيات رهيا آهن. ٿي سگهي ٿو ته سندن حياتيءَ ۾ سندن ڪلام کي باقاعده قلمبند ڪرڻ جي اها پهرين ڪوشش هجي، بعد ۾ هن نسخي تان ٻيا رسالا به نقل ڪيا ويا هجن ۽ ممڪن آهي ته انهن ۾ ڪي ٻيا بيت به شامل ڪيا ويا هجن. اها به حقيقت آهي ته 'درد نامہ' جا خاص نقل وقت بوقت ٿيندا رهيا آهن. جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ”ميين شاهه عنات جو ڪلام“ جي مهاڳ ۾ فقير صادق جي ڪلام جي هڪ نسخي جو نالو ”راز نامہ“ ڄاڻايو آهي، حالانڪ ان نالي سان فقير صاحب جي ڪلام جو ڪوبه نسخو هيستائين پڌرو ۾ ڪونه آيو آهي، تنهنڪري راقم الحروف ان نالي بابت ڊاڪٽر صاحب جن کان استفسار ڪيو، جنهن جي جواب ۾ ڊاڪٽر صاحب جن لکن ٿا:

”جو نسخو منهنجي نظر سان گذريو هو، غالباً ان جي سرورق تي 'راز نامہ' لکيل هو. ٿي سگهي ٿو لظر پيل وچان 'درد نامي' جي بجاءِ 'راز نامہ' لکجي ويو هجي. وڏيڪ

(۱) ”تذڪره لطفي“ حصو ٻيو-ص: ۳۲۰ ۽ ۳۲۱-سال ۵٦-۱۹۵۵ع

تصديق لاءِ مهرباني ڪري هيٺين ائڊريس تي خط لکندا، جو نسخو مون وٽن ٺي ڏٺو هو. جناب حاجي سومرخان گل محمدخان لغاري، پوسٽ آفيس ٺاروخان لغاري، شهدادپور، ضلعو سانگهڙ. "(ڊاڪٽر صاحب جو خط - لکيل، تاريخ ١٤- اپريل ١٩٦٤ع).

جناب ڊاڪٽر صاحب جن جي نوازش نامي اچڻ ڪان پوءِ، مٿين ائڊريس تي وڌيڪ تصديق لاءِ خط لکيو ويو، پر هيستائين ڪوبہ جواب موصول ڪونہ ٿيو آهي، نڪا جواب ملڻ جي ڪا اميد بہ آهي. اهو نسخو گمان غالب آهي تہ 'دردنامہ' جو ئي ڀيو نقل هوندو. نظر پيل وچان مٿس عنوان 'رازنامہ' لکجي ويو آهي. 'دردنامہ' جا ڀيا بہ نقل ٿيل نسخا هوندا، پر انهن جو پتو پئجي نہ سگهيو آهي. عام طرح اسان ڪي فقيرن ۽ سگهڙن ڪان جيڪي بيت هٿ آيا آهن، انهن ۾ 'دردنامہ' وارا بيت بہ هٿ آيا آهن. هيٺ قارئين جي واقفيت لاءِ 'دردنامہ' جا چند بيت "تذڪره لطفي" تان نقل ڪريون ٿا، حالانڪ اهي بيت هن مقالي ۾ ڪلام جي انتخاب واري باب ۾ بہ موجود آهن. پر آيل آهن جدا جدا سُرن ۾، تنهنڪري خبر پئجي ڪانہ سگهندي تہ اهي بيت 'دردنامہ' جا آهن يا ٻيا عام بيت:

هُو جي ٿورا سڄڻين، سو مون پانيان سور،
پهتس تان نہ پور، ڳڻ ڳڻيندين تن جا.

روئـي ريـجـهـائـج، ڳجهون ڳرهي ڳالهيون،
پهت مان پـهـائـيـج، ليلا پنهنجي ڪانڌ ڪي.

سي ويري نہ واهرو، جي مان پانيا مٽ،
سورن سندي سٽ، پاڻان پاڙهي هليا.

معنيٰ مثل نہ جڙي، عجب آهيم ايءُ،
ڏسيو ڏسان نہ سپرين، جاني پيو جيءُ،
هاڻي ويو هيءُ، هُو پڻ ويو هُنَ ڪان.

سارنگ سِڪي وڃ، وڃ وسي منجهہ ڪين،
تان سڪ سنيها ڏين، پرين پاڻ لکايو.

لالي ۾ لالو ٿيا، پرين سي پسن،
آهي احديت تن، جي واحدون واحد ٿيا.

(تذڪره لطفي ۾ آيل)

# فقير صادق جي ڪيڏاري تي تحقيق

سنڌي ادب ۾ سر ڪيڏاري تي بحث، لطيفي شارحن ۽ محققن جو خاص موضوع گفتگو رهيو آهي. آنجهاني پروفيسر ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ پنهنجي عظيم تاليف 'شاهه جو رسالو' ۾ پنهنجي تحقيق جي بنياد تي، سر ڪيڏاري کي شاهه جو ڪلام تسليم ڪري، پنهنجي رسالي ۾ داخل ڪيو، تڏهين کان "شاهه جي رسالي ۾ ڏاريو ڪلام" جي موضوع تي ان دؤر جي عالمن ۽ لطيفي ڄاڻن زوردار بحث ڪيا. ان سلسلي ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کان وٺندي موجوده دؤر جي لطيفي محققن ان ڳالهه تي پنهنجا خاص دليل ۽ رايا قائم ڪيا آهن، ته سر ڪيڏارو شاهه جو چيل آهي يا احسان فقير جو؟ ۽ جي واقعي شاهه سر ڪيڏاري جا بيت چيا آهن، ته پوءِ انهن ۾ شاهه جي بيتن جو تعداد ڪيترو آهي؟ وغيره. هيستائين شاهه جي سُر ڪيڏاري جي بيتن جي تعداد متعلق بحث ڪندي انگن اکرن جو عجيب سلسلو پيدا ڪيو ويو آهي. ڪن محققن شاهه جا ٻاهتر (٧٢) بيت مڃيا، ته ڪن وري ستر (٧٠) لکيا، ته ڪن عالمن جي چنڊ ڇاڻ اٺ (٨) بيت باقي شاهه جا بچايا، ۽ ڪن ان سلسلي جي سموري بحث جو جائزو وٺي، انهن اٺن کان وڌيڪ چار بيت 'شاهه لطيف' تي "ڇاڻيا" آهن. مطلب ته اهو بحث اڻکٽ آهي، جيڪو شايد اڃا به لطيفي محققن ۾ گهڻو وقت هلي! اسان مٿيان لطيفي شارحن جي تحقيق جا مختصر اشارا فقط ان ڪري ڏنا آهن، ڇا لاءِ ته لطيف جي سر 'ڪيڏاري' تي بحث دوران 'فقير صديق' جي سر 'ڪيڏاري' ۾ آيل شاهه جي بيتن تي به خاص طرح بحث ڪري، ڪي رايا قائم ڪيا ويا آهن.

'صوفي صديق فقير' جي سر ڪيڏاري جي تحقيق ۽ تاليف جو ڪم سڀ کان اول مخدوم محمد صالح ڀٽي هالائي مرحوم ڪيو آهي. مخدوم مرحوم، احسان فقير جي سر ڪيڏاري جي تحقيق ۽ تصحيح لاءِ فقير صديق جو ڪيڏارو جمع به ڪيو ۽ ان ۾ ڏارئين ڪلام جي تحقيق به ڪئي. مخدوم مرحوم جي اها تحقيقي ڪاوش سندن وفات (١٩٥٣ع) کان پوءِ 'ڪيڏارو' نالي ڪتاب ۾ آيل آهي. اسان جي اڳيان ڪتاب جو ٻيو ڇاپو آهي، جنهن جي اشاعت جو سال ڏيکاريل ڪونهي(*) ڪتاب ڪيڏاري ۾ جامع، (١) فقير احسان، (٢) سيد جيٺندل شاهه، (٣) اسماعيل فقير، (٤) ڄاڙو فقير، (٥) صديق فقير ۽ آخر ۾ جامع پنهنجي ڪيڏاري جا بيت، وايون، زاريون ڏنيون آهن؛ ان کان پوءِ احسان فقير جي سر ڪيڏاري جي بيتن کان سواءِ فقير جي ٻين ٻارهن سرن جا بيت ٻڻ ڪتاب ۾ درج ڪيا ويا آهن. صديق فقير جو سر 'ڪيڏارو' سولف ڇا لاءِ، ڪٿان ۽ ڪيئن هٿ ڪيو، تنهن بابت مرحوم جو فرزند لکي ٿو:

---

(*) ماهنامه نئين زندگي ڪراچي- جنوري ١٩٦٦ع مضمون، "سنڌي ادب جي اشاعت ۾ هالاين جو حصو" جي ٻي قسط ۾ جيڪا ڪتابن جي فهرست ڏني ويئي آهي، ان ۾ ڪتاب "ڪيڏارو"، جامع مخدوم محمد صالح، جي اشاعت جو سال ١٩٥٥ع لکيو ويو آهي. (ص ٢٩)

"صادق فقير جو ڪيڏارو، جو هتي ڏجي ٿو، سو والد محترم محمد صالح پٽي هالائي کي درگاهه جهوڪ شريف توڙي درگاهه آهر شريف جي مهربانيءَ سان هٿ آيو، جنهن کي ڪجھ ورهيه گذريا. شايد سندن خيال هو ته احسان فقير جي ڪيڏاري جي تصحيح بعد هن ناياب تحفي کي پڻ شايع ڪيو وڃي."(١)

صادق فقير جا 'ڪيڏاري' سان گڏ، مولف پنج (٥) بيت سر 'سوڏڙي' جي عنوان سان جدا ڏنا آهن، جن جو مضمون به سر ڪيڏاري وارو آهي. افسوس هن ڳالهه جو آهي ته مولف جي فرزندن مٿين وضاحت ۾ اهڙو ڪوبه اطلاع ڪونه ڏنو آهي ته مخدوم محمد صالح جي هٿ ڪيل ڪيڏاري جو ماخذ 'صادق فقير' جي ڪلام جو ڪو مڪمل قلمي نسخو هو، يا مٿي ذڪر ڪيل درگاهن جي راڳيندڙن جي يادداشت موجب مختلف ڳائڻ ڪان لکارايو ويو هو؟ جو ته هن ڪيڏاري جو ماخذ جيڪڏهن فقير جي ڪلام وارو مشهور 'مڪمل بياض' آهي ته پوءِ ان سر کي مڪمل تصور ڪري سگهجي ٿو، پر جيڪڏهن اهو ڪلام ڳائڻ جي يادداشت تان لکيو ويو آهي، ته پوءِ چئي سگهجي ٿو ته ان سر جا ڪي ٻيا بيت به هوندا، جو ته ڳائڻ کي سارو ڪلام ياد هجي سو ته ٿي نٿو سگهي. شاهه جي ڪيڏاري تي بحث ڪندي، مولف جو هڪ فقرو، پروفيسر محبوب علي چنا جو هن طرح آيل آهي ته:

"سر ڪيڏاري جا ٻارهن بيت صادق فقير صوفيءَ جي رسالي ۾ موجود آهن."(٢)

'ڪيڏاري' جي مولف جي مٿين فقري مان ڪنهن حد تائين اهو نتيجو وٺي سگهجي ٿو، ته سر ڪيڏارو، صديق فقير جي ڪنهن رسالي تان نقل ڪيو هئائين، يا صديق فقير جو رسالو مطالع ضرور ڪيو هئائين: نه ته مٿين فقري ۾ رسالي جو لفظ نه لکي ها، ته:"صديق صوفي جي ڪيڏاري ۾ شاهه جا ٻارهن بيت موجود آهن." جو تہ رڳو 'اهر' ۽ 'جهوڪ' تان هٿ آيل ڪيڏاري کي سندن جهڙو محقق، "رسالو" لکي نٿو سگهي. ٻي هڪ خاص ڳالهه جنهن جو هت ذڪر ڪرڻ ضروري آهي ته مولف، صديق فقير جي ڪيڏاري ۾ جيڪي 'ٻارهن بيت' شاهه جا ڪري آندا آهن، ۽ انهن بيتن مٿان جي نمبر اصل رسالي جا ڏنا ويا آهن، اتي اهو ڄاڻايل ئي ڪونهي ته شاهه جي ڪهڙي رسالي جي ترتيب جا نمبر آهن: جو ته شاهه جا مختلف رسالا آهن، ۽ هرڪنهن رسالي جي ترتيب پنهنجي پنهنجي آهي. تنهنڪري سندن ڏنل نمبرن موجب جتي ڪنهن به هڪ ڇاپي جو حوالو ڏنل ڪونهي، ته پوءِ ان صورتحال ۾، پيٽ ڪندڙ لاءِ وڏو مونجهارو پيدا ٿي سگهي ٿو.

مخدوم محمد صالح مرحوم، صديق فقير جي سر ڪيڏاري ۾ ٽيوٽجاهه بيت ۽ ست صدائون جمع ڪيون آهن. انهيءَ ڪيڏاري ۾ پاڻ 'شاهه' جا ٻارهن بيت پڻ ڏنا اٿن، جيڪي

---

(١) ڪتاب "ڪيڏارو" ص ٦٩. (٢) بحوالہ پروفيسر محبوب علي چنا ــ مخزن "نذر لطيف"

ڪيڏاري ڪتاب ۾ سنڌن قائم ڪيل ترتيب موجب هيٺين لمبرن سان درج ٿيل آهن.
هن مهراڻ ۾ صادق فقير جي ڪلام جي انتخاب ۾ ٻه اهي بيت انهيءَ ترتيب ۽ نمبرن سان ڏسي سگهجن ٿا. ۴، ۱۰، ۱۱، ۱۳، ۱۴، ۱۵، ۱۸، ۲۲، ۲۸، ۳۳، ۳۸، ۳۹.

انهن ٻارهن بيتن مان بيت نمبر ٻارهون، چوڏهون، ارڙهون ۽ انٽيهون، جملي چار بيت فقط شاهه جا چاتايل آهن، باقي اٺ بيت احسان فقير جي بيتن جهڙا آهن، ۽ مشڪوڪ آهن: جن مثان شاهه ۽ احسان جي هڪجهڙائي وارن بيتن جا حوالا ڏنل آهن. انهيءَ ڪان سواءِ صديق فقير جي ڪيڏاري ۾ آيل اڌورا ٻه بيت نمبر چاليهه ۽ ايڪيتاليهه احسان فقير جا آهن، جيڪي احسان فقير جي سر ڪيڏاري ۾ مڪمل طرح واڌاري سان موجود آهن. ان ڪان سواءِ فقير جي ڪيڏاري ۾ آيل بيت نمبر پنجاهون به "يتيم" نالي يا تخلص واري ڪنهن شاعر جو ٿو ڀانئجي، جنهن لاءِ مخدوم مرحوم يا سندس فرزلد اهڙو ڪوبه ذڪر ڪونه ڪيو آهي، بيت هن طرح آهي:

ٻيبي ٻيبان ۾، ايي ٻاڪاري،
ڪهوٽ ڪهڙيا ڪهسان ۾، سي ڏاتر ڏيڪاري،
لڳي جنگ "يتيم" چوي، هنيائون هاڪاري،
سر ٻه سينگاري، مانجهي ڳهڙيا مچ ۾.

هن بيت پڙهڻ ڪان پوءِ، صديق فقير جي ٻين بيتن تي به هڪ نظر وجهڻ گهرجي ۽ فيصلو ڪرڻ گهرجي ته هن بيت جي زبان، انداز بيان ۽ شاعرائو قالب ۽ مضمون، صديق فقير جو ٿي سگهي ٿو ڇا؟ يقيناً هي بيت 'يتيم' جوئي آهي.

ان طرح هاڻ صديق فقير جي سر ڪيڏاري ۾ ڏاريئن ڪلام جو تعداد هن طرح ٿو ٻيهي: ٻارهن بيت شاهه جي نالي ٿيل، ٻه بيت احسان فقير جا، هڪ بيت 'يتيم' نالي شاعر جو — جملي پندرهن بيت. باقي انٽيهه بيت صديق فقير جا ئي آهن، جن ۾ "سوڊڙي" جي عنوان وارا پنج بيت ملائجن، ته پوءِ اهو تعداد ٽيتاليهه بيت ٿيندا ۽ ست وايون به سر ڪيڏاري ۾ صديق فقير جون ئي آهن. "ڪيڏاري" جي مولف، ڪيڏاري ۾ جيڪي وايون ڏنيون آهن، سي صديق فقير جي ٻين سرن ۾ چيل واين جي ڀيٽ ۾ نهايت ئي ڪنجسيون آهن ۽ بلڪل 'ٻار' ۽ 'اوساري' جي انداز ۾ آهن. ياد رهي ته مرحوم مولف، ڪيڏاري ۾ آيل واين مٿان 'واين' سان گڏ 'صدائون' به لکيو آهي. ٿي سگهي ٿو 'وائي' ۽ 'صدا' جي معنيٰ ۾ ڪو تفاوت مرحوم مولف جي مدنظر هجي؛ يا صديق فقير، جهڙي طرح ٻين شاعرن امامن جي ڏک وارو جيڪو ڪلام 'زاري' جي نالي سان سڏيو آهي، تنهن کي 'صدائون' ڪوٺيو هجي. مثال لاءِ هڪڙي صدا پيش ڪجي ٿي:

ڪاند ڪي ڪوڏ منجهان، ڪوڏ منجهان،
هلي هار ٻڌائون، هيج منجهان، هيج منجهان.

اي هو... متان، پوئين، رات وچان، رات وچان،
اچي، اچي کانڌ ککوريو، کوڙ منجهان کوڙ منجهان،
هلي هار پڌائون، هيج منجهان، هيج منجهان!
(ڪتاب ڪيڏارو - ص ٨٥)

مٿين "صدا" ۾، عام طرح جيئن ڳائڻا يا اوسارينديڙ عورتون جيئن ٻهار ڪين ٿيون، تيئن ورائي ورائي ساڳيون سٽون "اي هو" سميت لکيون ويون آهن. اهي 'صدائون' اهڙي نموني ۾ "ڪيڏاري" جي مولف ڪيئن لکيون آهن، تن بابت ڪا به خبر پنجي نه سگهي آهي. ڇيچڻ بعد ته الهن 'واين يا صدائن' خواهه ٻين ڪيڏاري جي بيتن ۾ گهڻيون غلطيون ٿي ويون آهن، جن جي تصحيح جي سخت ضرورت آهي. ان هوندي به مخدوم محمدصالح مرحوم جي تحقيقي ڪاوشن کي ڪڏهن به وساري نٿو سگهجي*.

## صوفي صادق جو سنيهو

سنڌ جي صوفي بزرگ شاعرن مان لطيف، سچل ۽ سامي، جو ڪلام پنهنجي فن ۽ افاديت جي لحاظ سان وڏو مقام حاصل ڪيو آهي، بلڪل انهن وانگر پنهنجي وقت جي يگانهء روزگار، عظيم صوفي ۽ اهل دل بزرگ حضرت صديق فقير "صادق" رحه جن (وفات ١٢٦٥ه) به پنهنجي اثرانگيز ۽ دلنشين، پرتاثير ۽ پاڪيزه ڪلام ذريعي خدا جي خلق کي حق جو پيغام رسايو. هن فقير بينظير پنهنجي صوفيانه ۽ عارفانه ڪلام جو بيمثال ۽ لازوال خزانو ڇڏيو آهي، جنهن جو لفظ لفظ حق جي طالبن لاءِ عظيم نعمت ۽ بيبها دولت آهي. جنهن کي سهيڙي ۽ سموهي، سنواري ۽ سينگاري، هڪ مستند ۽ معتبر متن جي صورت ۾ شايع ڪرڻ جو فرض هر سنڌيدان تي يڪسان عائد ٿئي ٿو. ان سلسلي ۾، ان تي عالمانه ۽ مبسوط شرح لکڻ جو ڪم ادبين ۽ عالمن جي ذميدارين ۾ شامل آهي، جيڪي اهڙين 'ادبي ۽ شعري' صوفيائين نڪتهء سنجين ۽ موشگافين کي سمجهي ۽ پرجهي سگهن ٿا. ناچيز کي نه تصوف جي ايڏي ڄاڻ آهي ۽ نه وري 'صادق شناسيءَ' جي دعوا. صادق صوفي کي سمجهڻ لاءِ 'عارف جي دل'، 'شاعر جو شعور' ۽ 'صوفيءَ جي بصيرت' کپي: تاهم 'صوفي صادق فقير' جي ڪلام کي مطالع ڪرڻ ۽ سهيڙڻ جي جا سعادت حاصل ٿي آهي، انهيءَ جي آڌار تي هيترو ضرور چئي سگهبو ته صوفي صادق رحه جن جي ڪلام ۾ زبان جي سادگي ۽ سنائي، سهڻائي ۽ سريلائي، سوز ۽ اثر، جو جيڪو ثمر ۽ سامان آهي، اهو قدر ڪرڻ جي لائق آهي. سندن ڪلام ۾ زبان ۽ بيان جون علمي ۽ ادبي خوبيون ۽ خاصيتون به آهن، ته صوفيانه جوش ۽ خروش،

*صفحي ٦٨ تي فقير صديق جي ولادت جي جڳهه، ڳوٺ امر شريف هاڻوڪو صوفي ڳوٺ ڄاڻايو ويو آهي، جيڪو فقير صاحب جي خانداني روايت موجب غلط آهي. فقير جي ولادت "ٻني" لڳ ڪڇ ۾ چئي وڃي ٿي، جيڪا روايت درست آهي.

بيباڪي ۽ بيخوفي به آهي، ۽ انهن سان گڏ عاجزي ۽ انڪساري، نهٺائي ۽ نماڻائي به ڪمال تي پهتل آهي. گويا 'لطيف' واري اعتدال پسندي ۽ لطيف انداز، ۽ 'سچل سرمست' واري صوفيائي بيباڪي ۽ بيپرواهي، سرمستي ۽ سرفرازيءَ جو، سندن ڪلام ۾ سهڻو سنگم ۽ امتزاج موجود آهي. جيئن هرڪنهن عظيم ۽ اعليٰ، آفاقي ۽ عرفاني شاعر جو ڪلام، عرفاني ۽ جاوداني، ابدي ۽ الهامي هئڻ ڪري، سدائين حيات ۽ حيات بخش هوندو آهي، تيئن صادق فقير جو ڪلام به زنده جاويد رهڻو آهي.

عظيم شاعر جي نظر فيض اثر، نه رڳو سندس وقت جي مختصر ۽ محدود ماحول تي هوندي آهي؛ پر هن جي نگاهه حق آگاهه ماضي، 'حال' ۽ مستقبل جي تهذيبي ۽ تمدني، روحاني ۽ اخلاقي ماحول تي به هوندي آهي. تنهنڪري انهيءَ جو 'شعر' هردؤر ۽ هر زماني جي انسان جي جذبات ۽ مقتضيات جي ترجماني، رهبري ۽ رهنمائي ڪندو آهي، ۽ اهڙو شعر هروقت شگفته ۽ تازو، وڻندڙ ۽ لذيذ، اثرپذير ۽ دل آويز، اخلاق آموز ۽ روحاني طمانيت جو حامل هوندو آهي. هردؤر جو انسان منجهانئس قلبي حظ ۽ حضور، سوز ۽ سرور حاصل ڪري سگهي ٿو. 'صديق فقير' جڏهن ته "شاهه شهيد" جي صوفيائي سلسلي جو نمائندو شاعر ۽ سندن عارفانه 'نظريات ۽ تعليمات' جو عظيم ترجمان آهي؛ تنهنڪري، جهوڪ جي صوفين جي نظريهءِ تصوف کي سمجهڻ لاءِ هڪ مستند ماخذ جي حيثيت پڻ رکي ٿو. فقير صاحب تصوف جي عميق ۽ دقيق مسئلن — 'وحدت الوجود' ۽ 'وحدت الشهود'، 'نفي ۽ اثبات'، 'فنا ۽ بقا'، 'وجود باري' ۽ 'رويت باري'، 'عروج ۽ نزول'، 'حقيقت محمدي'، 'خير ۽ شر'، 'جبر ۽ قدر' — وغيره جهڙن وڏن مسئلن تي به گهڻو ڪجهه چيو آهي. انهن مسئلن تي هن کان اڳ گهڻن ئي متڪلمين ۽ صوفين سڳورن پنهنجي حال آهر گهڻي ڪجهه خيال آرائي ڪئي آهي، پر صوفي صادق انهن مسئلن کي هڪ خاص زاويهءِ نظر سان ڏٺو ۽ پيش ڪيو آهي.

مٿي بيان ٿيل صوفيانه مسئلن متعلق، فقير جي شعر جا مثال ڏيئي مضمون کي واڌ ڏيڻ نٿا گهرون. اڳتي جيڪو فقير جي ڪلام جو انتخاب ڏنو ويو آهي، اهو فقير صاحب جي ڪلام جو شاهد عادل آهي. ان ۾ اهي سڀئي خوبيون موجود آهن. فقير صاحب جن جي ڪلام کي پڙهڻ ۽ پرجهڻ کان پوءِ، اهو اعتراف ڪرڻو پوندو ته صادق صوفي ره. جن جو ڪلام سڪ ۽ سوز، سچائيءَ ۽ نهٺائيءَ جو سنيهو؛ شريعت ۽ طريقت، حقيقت ۽ معرفت، جو رهبر؛ عرفان ۽ ايقان جو پيغام؛ اندر جي اجرائيءَ ۽ ضمير جي روشنائيءَ، خود آگاهيءَ ۽ خدا آگاهيءَ جو نبار نياپو آهي. ٿورن لفظن ۾ چئجي ته روزانه زندگيءَ ۾ سچ ۽ سچائيءَ، محبت ۽ خلوص، ديانتداريءَ ۽ ايمانداريءَ سان هلڻ؛ صحيح انساني ڪردار جي تشڪيل ۽ تعمير ڪرڻ؛ روحاني ۽ اخلاقي، علمي ۽ ادبي دورانديشيءَ ۽ دانشمنديءَ کان ڪم وٺڻ: صادق فقير جي تعليم جو اهم پيغام آهي. معرفت جي هن مٺير پنهنجي شعر ۾ جتي ڪٿي ڪامل مرشد والڳر زندگيءَ

جي اسرارن، روحانيت جي رازن ۽ تصوف جي باريڪ نڪتن ۽ رمزن کي آشڪار ڪندي، سنڌ سڳوريءَ جي ٻين صوفي بزرگن والگر 'هندو-مسلم اتحاد'، محبت ۽ ميلاپ سان گڏ، عام انسانذات جي عزت ۽ احترام ڪرڻ جي تلقين ڪئي آهي. صادق فقير انساني برادريءَ واري عالمي نظربي هيٺ، هڪ انسان کي حسب ۽ نسب، قوم ۽ قبيلي، ملڪ ۽ علائقائي حد بندين، ڪاري ۽ گوري، امير ۽ غريب، عربي ۽ عجمي جي اضافي نسبتن کان سواءِ، هڪ 'انسان' جي حيثيت سان غيرمعمولي عزت ۽ احترام ڏيڻ لاءِ تلقين ڪري ٿو. اهڙو اظهار فقير صاحب پنهنجي ڪلام ۾ جتي ڪٿي ڪري ٿو.

صوفي صادق، هڪ صوفي فنڪار ۽ پنهنجي دؤر جي عظيم عوامي ترجمان هجڻ سان گڏ، وقت جو نهايت بيباڪ ۽ باحوصله مرد پڻ هو، جنهن، وقت جي حاڪمن کي سندن ظلم خلاف ڪيءَ درٻار ۾ للڪاريو؛ ۽ کين سندن ظالمانه ۽ عوام ڪُش، غريبانمار روش ۽ بيجا مشغولين ۽ مصروفيتن کان شرمايو؛ ۽ سندن بدانتظاميءَ ۽ بيهمتيءَ تي زوردار چوٽون ڪيائين.

ٻيو ته فقير صاحب جي ڪلام ۾ صوفيانه عنصر سان گڏ، عشقيه واردات ۽ ڪيفيات، لطيف جذبات ۽ احساسات جي به ڀرپور ترجماني موجود آهي، جنهن کي پڙهڻ سان هڪ سوز واري انسان کان بيساخته دانهن نڪري وڃي ٿي.

فقير صاحب جو ڪلام، جيڪو هٿ آيو آهي، ان کي پنهنجي علمي بساط آهر پيش ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪئي اٿم. باقي رهيو صادق فقير جي ڪلام جي مطالعي جائزي ۽ شرح جو سوال، سو فقير جي ڪلام جي شرح لکڻ جو منصب آهي، ان سلسلي سان وابسته صوفي عالمن خواهه سنڌ جي اديبن، محققن ۽ ناقدن جو، جن کي پنهنجي فرض جو احساس ڪرڻ گهرجي.

## ڪلام جي وڇور

صوفي 'صادق رحه' جو اڳتي هلي پيش ڪيل ڪلام، مختلف ذريعن سان هٿ آيو آهي. ڪلام ڪنهن به هڪ ڪتاب، يا فقيرصاحب جي ڪلام جي ڪنهن هڪ نسخي تان نه اُتاريو ويو آهي، بلڪ چار وايون هيتان، پنج هُتان، ڏهه بيت هڪ فقير کان ته پندرهن بيت ٻئي سگهڙ کان ڪري هٿ ڪيا ويا آهن. چند بيت يا وايون ڪن اهڙن 'اهل ذوق' دوستن جي نوٽ بڪن تان ورتل آهن، جيڪي انهن پنهنجي ذوق جي تسڪين ۽ تڪميل لاءِ لکيا هئا. واين ۽ بيتن کي سُرن وار لکيو ويو آهي. جن ذريعن کان ڪلام مليا آهن، انهن جي ترتيب ۾ ڪابه گهڻي قيرڦار نه ڪئي وئي آهي. ٿي سگهي ٿو ته ڪن کي انهن سرن جي ترتيب سان اختلاف هجي. اسان جي خيال ۾ بيت ۽ وايون، جن جن سرن ۾ لکيون ويون آهن، گهڻو ڪري اهي صحيح سمجهڻ گهرجن؛ جو ته گهڻي ڀاڱي فقيرصاحب جي شعرن جي مضمونن مان سُرَ ظاهر آهن. ان سلسلي ۾ شاهه جي رسالي جي سُرن ۽ انهن جي مضمونن کي پڻ نظر

هيٺ رکڻ گهرجي، ڇو ته فقيرصاحب، شاهه صاحب جي تتبع ۾ پنهنجي دور جي عام شاعرانه روايت موجب، تمثيلي رنگ ۾ شعر چيو آهي.

پيو ته صادق فقير جي رسالي جي گڏ ڪندڙ جامعين ۽ ڪاتبن به، شاهه جي رسالي جي ترتيب کي سامهون رکي فقيرصاحب جو رسالو ترتيب ڏنو هوندو. اسان جيڪي به بيت، هتي، جن جن سرن ۾ لکيا آهن، انهن لاءِ ڪابه اهڙي آخري راءِ ڏيڻي ڪانه سگهبي ته اهي بيت هميشه لاءِ انهن سرن جا تسليم ڪيا وڃن، يا اها ترتيب ڪا آخري آهي. اهڙي راءِ لاءِ ڪابه سَنَد اسان وٽ موجود نه آهي، بجز نقل ۽ روايت جي. وڌيڪ تحقيق ڪرڻ محققن جو ڪم آهي.

دستياب ٿيل ڪلام مان ڪجهه سنڌي ۽ سرائڪي زبان جا، بيت ۽ ڪجهه وايون، هن انتخاب ۾ ڏيڻ ڪان روڪيل آهن، ڇو ته ان ڪلام ۾ تمام گهڻيون فني ۽ معنوي غلطيون آهن، مختلف پڙهئيون آهن، جيڪي عام پڙهندڙ لاءِ مونجهارو ٿيون پيدا ڪن. اهڙي ڪلام کي مختلف پڙهئين جي پيٽڻ ۽ درست ڪرڻ ڪان پوءِ شايع ڪري سگهجي ٿو، ۽ اهو ڪم به محقق عالمن جو آهي. صوفي صادق فقير جي رسالن لاءِ جن به رسالا ڏنا آهن، انهن جي متفق راءِ آهي ته-ان ۾ شاهه جو ۽ ٻين شاعرن جو ڪلام گهڻو گڏوچڙ آيل آهي، ان ڪري عام طرح 'صديق فقير' جي رسالي کي پڙهندڙن، 'شاهه ۽ صادق' جي بيتن ۾ جيڪو حقيقي تفاوت آهي، ان کي محسوس نه ڪيو آهي؛ ۽ اهو فرق معلوم ڪرڻ عام ماڻهن جي وس جي ڳالهه به نه آهي، تنهنڪري صادق فقير جي سلسلي جي فقيرن ۾ گهڻيون غلطفهميون پيدا ٿيل آهن. اهڙن فقيرن جي خيال ۾ صادق فقير جي رسالي ۾ جيڪي بيت 'شاهه' جا آيل آهن، سي صادق فقير جا ئي آهن، بلڪ غلطيءَ وچان 'شاهه' جي رسالي ۾ لکجي ويا آهن! عقل سليم اها ڳالهه ڪڏهن به تسليم ڪونه ڪندو ته صوفي صاحب جا بيت ڪي شاهه جي رسالي جي سڀ کان قديم نسخي "گنج شريف" ۾ لکجي ويا هوندا! جڏهن ته گنج جي تاليف وقت نڪو 'صادق فقير' اڃا فقيري اختيار ڪئي هئي ۽ نڪا شاعري شروع ڪئي هئي.

فقيرصاحب جي شاعري شروع ڪرڻ ۽ فقيري اختيار ڪرڻ واري روايتن ۾ (جيڪي سماهي مهراڻ ١، ٢/١٩٦٥ع پرچي ۾ ڏسڻ گهرجن)، بيان ٿي آيو آهي ته فقيرصاحب شاعري لاءِ پنجويهن-ڇويهن سالن جي عمر ۾ شروع ڪئي آهي، ۽ فقير صاحب جو جنم سن ١١٧٠ هجري جو آهي. ان حساب سان چئبو ته فقيرصاحب ١١٩٦هه ڌاري شاعري به شروع ڪئي ۽ جهوڪ شريف ۾ رهي فقيريءَ جي راهه به ورتي. 'لطيفيات' تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته، ان سال بلڙيءَ ۾ شاهه جو هڪ رسالو اڳئين پيل رسالي تان نقل ڪيو ويو آهي، اهڙي روايت مولانا دين محمد وفائيءَ مرحوم پنهنجي ڪتاب 'شاهه جو مطالعو' ۾ آندي آهي.

مولانا وفائي لکي ٿو:

"بي هڪ روايت آهي ته تمر فقير واري نسخي تان سرن جي ترتيب موجب ٻه نسخا

تيار ڪرايا ويا، جن مان هڪ پٽ تي رهيو ۽ ٻيو درگاهه ڪريميءَ تي رکيو ويو. درگاهه ڪريميءَ واري اصلي نسخي تان ١١٩٦هه مطابق ١٧٨٠ع جي ٻيو نسخو لکارايو ويو، جو اڃ تائين موجود آهي. گويا اهو نسخو شاهه صاحب جي وفات کان ٣١ سال پوءِ تيار ڪرايو ويو"(١).

شاهه صاحب جي رسالي جي هن 'اهم' نقل ٿيل رسالي واري سال، فقير صاحب مس مس شاعريءَ جي دنيا ۾ قدم رکيو آهي. پوءِ ان ئي سال فقير صاحب جو ڪلام ڪيئن ٿو لطيفي دفتر ۾ درج ٿي سگهي؟ افسوس جو ان فرق کي مدنظر نه رکيو ويو آهي. ان کان پوءِ، جيڪي شاهه جا رسالا لکيا ويا آهن، اهي گهڻو ڪري بلڙيءَ ۽ پيٽ وارن رسالن جا نقل در نقل آهن، ۽ انهن ۾ 'اضافا' به گهٽ ڪيا ويا آهن. اهڙي حال ۾ اها ڳالهه نه مڃي سگهبي ته فقير جو ڪلام شاهه جي ڪلام ۾ لکجي ويو آهي.

اسان کي ڪيترا شاهه صاحب جي رسالي جا تسليم ٿيل ۽ عام بيت، صادق فقير جا ڪري لکرايا ويا هئا، جيڪي ڇاپڻا شاهه جا هئا، سي داخل نه ڪيا ويا آهن. باقي ڪلام هن طرح الف-بي وار سهيڙيو ويو آهي:

**(الف) مختلف سرن جا بيت:** پندرهن سرن جا جملي ٻه سؤ ٻٽيهه (٢٣٢) بيت. جن ۾ سر 'ڪيڏاري' جا ٽيونجاهه (٥٣) ۽ سر 'سوڌڙي' جا پنج (٥)-جملي اٺونجاهه (٥٨) بيت مخدوم محمد صالح ڀٽي جي ڪيڏاري تان ورتل آهن، باقي هڪ سؤ چوهتر (١٧٤) بيت ٻهريون دفعو هيتري انداز ۾ يڪجا شايع ٿي رهيا آهن.

**(ب) سرائڪي وايون ۽ دوها:** ست (٧) وايون، ۽ ڇهه (٦) دوها. جي به ٻهريون دفعو شايع ٿي رهيا آهن.

**(ج) سنڌي وايون:** مختلف سرن جون جملي چوراسي (٨٤). جن مان ست (٧) وايون مخدوم محمد صالح ڀٽي جي ڪيڏاري تان ورتل آهن، باقي ستهتر (٧٧) وايون هت ٻهريون دفعو شايع ٿي رهيون آهن.

مطلب ته هن انتخاب ۾ جملي سڀ سنڌي ۽ سرائڪي ايڪانوي (٩١) وايون، ٻه سؤ ٻٽيهه (٢٣٢) بيت-(جن مان مخدوم واري 'ڪيڏاري' وارن بيتن مان چوڏهن (١٤) شاهه ۽ احسان فقير جي بيتن سان مشابهه بيت، جن جي حيثيت مشڪوڪ آهي ۽ هڪ بيت ('يتيم' شاعر جو) کي ڏاريون ڪلام سمجهڻ گهرجي.)-۽ ڇهه (٦) سرائڪي زبان جا دوها شامل آهن. فقير صاحب جي ڪلام جو هيتري انداز ۾ صحيح نموني هت اچڻ، 'اهل تصوف' ۽ 'صاحب ذوق' حضرات لاءِ غنيمت به آهي ۽ سنڌ جي ادبي تاريخ لاءِ نيڪ فال به.

---

(١) "شاهه جو مطالعو" از مولانا دين محمد وفائي مرحوم. ص: ١٠٣-١٠٤-اشاعت جو سال ١٩٦٢ع، وفائي پبلشنگ هائوس، ڪراچي-١.

# سُرن وار ڪلام جي ترتيب

## (الف) مختلف سُرن جا بيت

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ڪلياڻ ٥٢ | راڳو ٣٣ | سارنگ ١٩ | سسئي ١٧ | رامڪلي ٥ |
| ساموندي ٧ | وهاڳڙو ١٠ | ڏهر ٨ | بلاول ١٢ | سورٺ ٤ |
| ليلان چنيسر ٢ | ڪاپائتي ٣ | مارئي ٢ | ڪيڏارو ٥٣ | سوڙڙو ٥ |

ڪل انداز ٢٣٢

## (ب) سرائڪي وايون ۽ دوها

وايون ٧ دوها ٦

## (ج) سنڌي وايون

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ڪلياڻ ١٣ | سسئي ٤٠ | راڳو ٦ | ڪانرو ٦ | رامڪلي ٦ |
| مارئي ٢ | سارنگ ١ | سهڻي ٢ | نوري ١ | ڪيڏارو ٧ |

ڪل انداز ٨٤

# (الف) مختلف سُرن جا بيت

## سر ڪلياڻ

الف سندي اڳ ۾، سچي ڪو نہ شريڪ،
چوڏس سڄڻ سامهون، اندر روح رفيق،
تن ۾ جو تحقيق، سو سڃاتو سپرين.

احدان اڳي جو هئو، سو سڀ هيڻ سندوس،
پسڻ منجهان پڌرو، نبيءَ نُور ڪيوس،
مظهر نُور ٿيوس، هرڪا قدرت ان جي.

احدان اڳي جا هئي، سوڏي سا صفت،
اها اشارت، سالڪ گهٽو سٽري.

نالي ۾ نالو ٿيا، ٻرين سي پسن،
آهي احديت تن، جي واحدُون واحد ٿيا.

مڙيوئي منهن ٿيو، هلڻ ٿيو حيران،
جوڳي سندي جُوه ۾، سيوئي سبحان،
ڪعبو ۽ قرآن، ڪيڏانهن ليئي نيٽيان.

معنيٰ مثل نہ جڙي، عجب آهيم ايءَ،
ڏسيو ڏِسان نہ سپرين، جلي ٻيو جيءَ،
هاٽي ويو هيءَ، هو ٻڻ ويو هين ڪان.

الله اوراهون چڏئون، ٻنڌ ٻراهين ٻيا،
ٻنا نالي سپرين، اجا ڪي ٻيا،
واڪيندي ويا، "صادق" ٻڌيو سندرا.

الله الله ڪن، اسين مور نہ مڃيون تن ڪي،
اسين منجهان تن، جن نانءَ نہ ورتو ڪڏهين.

سيت صاحب هڪڙو، جاء بجاء ذاتي،
سو "صادق" سو سپرين، سو ڪسڻ سو ڪاتي،
جان مون اڪ ڀاتي، حوصلو حيران ٿيو.

سو سيوئي سبحان، جو تو چٽ نہ چاتو،
عقل سين الله ڏانهن، ڀير نہ ڪنهن ڀاتو،
سندو نينهن ناتو، ڀورن ڀاڳي آيو.

اتي ڳڏيا سپرين، جتي وسري آئون،
تهان ڀراهون، قدم قربين جو.

ڪَهي ڪلمون هڪڙو، جان قلب ڪوڏ ڪَهيوم.
اندر روح رهيوم، آواز اناالحق جو.

جيڪي ڏٺي جڳ ڪي، سو اسان ڪي م ڏي،
سو مڙيوئي ئي، جوئو جو جهان جو.

جيڪي تنهنجو سپرين، سو اسان جو نہ هو،
اسين تنهنجا تو، تون نہ اسان جو سپرين.

منهن لکيائون 'ميم'، اندر لکيائون 'احد'،
ڪرين ڪوه وَحَد، جو ٻيو تو ٻٽن تي.

لکڻ لکيو جن، تون جي ڏسين سي،
نہ ٻئي 'الف-بي'، هوند وڃني وسري.

اکر لکيائون 'الف' جو، سنواري سنئون،
پڙهين جي ٻهون، تہ لُڪتو آهي نفيءَ جو.

پڙهڻ ات پورو ٿيو، جتي ويو وجود،
ريءَ سجدي سجود، 'سبحاني' سڀ ٿيو.

لاحق ڪجان سپرين، جو شرع سور نہ هو،
جهلجي اچان تو، مان گناهن ڳڌجي.

جڙيو آهي جهان ۾، آدم اچا هير،
قادر ’ڪن فيڪون‘ سين، نڪا ويل نہ وير،
ٻرڻون ڪنج پير، سنامي صدق سين.

وبا جي وجود ڪان، تن ڪانهي قالب ڪاڻ،
تون هت ڀسين ڀاڻ، هو الستئون اڳي ٿيا.

ڪان ڪچاڙو ٻر، امر منجهہ اچي،
هنيو جو سچي، سو گهاءُ گسند وڪينڪي.

ڪان کهڙو ڏوهہ، وئي هٿ هنيو،
لئون لئون منجهہ ليو، لڳي لوهہ لڳن ۾.

ڪان ڪاني نہ جڙي، ڪُهر پريان گهاءُ،
جا پر پريان آهہ، سا وڍڻ ڪان وتري.

نہ سيڱ نہ سپرين، ڪاني نہ ڪانُ،
ڏکن سڀ سَڪانَ، ڪوهہ جانان ڪنهن گهائيا.

سيڱ ساهي سپرين، هڻج ڀيو ڪان،
وجي سو ڪمان، آڏو جو اکڙين ڪي.

هو جي ٻاران پرينءَ جي، لڳن تڪا تير،
گهٽو گهائين ان ڪي، جي هون واصل وير،
مرڦُتين فقير، جهلج سيني سامهان.

هو جي ٽورا سچٽين، سي مون ياتيا سور،
ٻهتس تان نہ ٻور، ڳَڻ ڳڻيندي تن جا.

مري مُترڪن سان، سڙي وڃي ساندان،
تن منجهہ تاڻو تاڻ، مون ٻريان جي نہ لهي.

جيئن تون سچو سُٽرو، عاشق ائين نہ هون،
ٻهہ ٻروڙيو ٻرين جو، ٿا راتو ڏينهن رون،
اپا ائين چون، تہ سر لٿو سور ويو.

آهون ڪن آڏيءَ تي، عاشق آڏ ڪُٺا،
مرن ڪين مُئا، سچا ڪُهہ ”صديق“ چئي.

وسهلو واسئين مينهن جيئن، لوري جت لڳن،
ڪنڌ نہ ڪيڏيو ڪڏهين، اتان عاشقن،
اوڏاهين اڳهن، جيڪي گهٽين پتنين گهائيا.

ڪُهٽي ڪاتي يار جي، ڪُهي پتئون پت،
سدا آلي رت، مور نہ سُڪي ڪڏهين.

سَچين ڪوهہ ’صديق‘ چئي، هٿي مار هتيار،
اچي نہ ٿهار، لوچان پٺي لهرئين.

متان ڏين سپرين، ڏيڻ نہ آهہ ڏات،
جا وائي ڪريون وات، سا پڻ وڃي وسري.

متان ڏين سپرين، سر نَلي هجان نَل،
هو جا تنهنجي پَل، سا ڪنين ڪين سڻان.

ٻري هلي نہ ٻيچرو، نالو ٿيو نانهن،
تنهان ٻري دانهن، شڪارين شڪار جي.

شڪاري شعور سان، ڪوڙن منجهان ڪي،
سچائي صورت ڪي، وسهي وينا سي،
ڪيائون الف-بي، عنقا آلدائون ڪين ڪي.

شڪاري شڪار ۾، تون ڀاڻ وڃائي ويهہ،
مري ميل مقصود ڪي، عنقا اهڙو ڏيهہ،
سجهي جو سائيهہ، اتان سؤ شڪاري سڪي ويا.

ڳڌجڻ تنهنجو گهوريو، جدا ٿي تون يار،
ماڻهو مُنجهائين معنيٰ ۾، جيئن ڪک ٻڏي منجهہ ٻار،
ٻهتا سي ٿيي ٻار، جن وصال ٿي نہ ٿيو.

ڳڌجڻ تان گمراهي، جدائي تان جس،
ٻري آيو ٻس، ٻاسي ڪيو ڀاڻ ڪي.

عشق سندي آگ جو، قلم ڪڍيائون،
معرفت جي مس سان، تي 'لا الله' لکيائون،
سو پنو پڙهيائون، جو سمجهاڻي معلوم ٿيو.

محبت جي ميدان ۾، عشق ڪڙو ڪڍيج،
فڪر ساڻ فقير چئي، هنئين کي هڻيج،
اندر آجاريج، ته ڪٽ نه چڙهي ڪڏهين.

محبت جي ميدان ۾، ڪنهن چيو تون اچ،
سيڻن جي سراهه ۾، تو سڀئي جو پري مچ،
ٻرين چوڻي ٻچ، تون آگ اوڏوني نه اچين.

محبت جي ميدان ۾، تو ڪنهن چيو آءُ،
سيڻن جي سراهه ۾، ٿا گهاڻا لکين گهاءُ،
سهندا محبوبن جي، اچي جان جلاءُ،
سوري سر سنياءُ، جي نالو ڳڙهيني ليڻهن جو.

واوڙي ستّ مان، ڪنهن جو ڪيف ڪيو،
توري ترازوءَ سين، صورت منجهه سڄيو،
مڻ جو مثل نه جڙي، هو قطرو ڪونر جو،
سڀئي جو ستّله نه ڪو، سر تان ڪالي ڪاڻ ۾.

صورت پانيم شيخ ڪي، معنيٰ مڙيوني،
ٿيو ثابت سيوني، حق حقيقت جنهن ڪان.

صوفي سين ۾ اڳرو، پيا مڙيوني پوءِ،
جهڙي صفائي صوفي ڪي، تهڙي سچ نه هوءِ،
هتي آهي ڪونه ڪو، نه ڪو مرد نئه جوءِ،
ڳجهه اندر جون ڳالهيون، اندر سان پيو چوءِ،
"صادق" آهي سوءِ، جنهن ڪي اندر هُو هلي ويو.

ڏنو سر ذڪ تي، صوفين جي سردار،
ڳاڻي ڳالهائڻو ٿيو، سر ڏڙان ٿي ڌار،
تنهن جي ڪندو ڪير ڪُوار، جيڪو ڪلمي
سين ڪاٽيو.

ڪنجهيون ڪيرت ڪينرا، هي هنگاما هُل،
متا ڪن ٿا مسَل، صوفين جا "صديق" چئي.

نڪو سر نه ڦر، نه ٽينگ نه ٽيڏارو،
لڳو آهي نه لهي، من اندر مارو،
سجوڻي سارو، هيئنئون حيرت ۾ پيو.

ڪڪ لڳي رت نڪري، هيئنئون ڪچاڙو ڪاءِ،
مون ڪي مات جڳاءِ، دل داڻهن ريءِ نه رهي.

## سر مومل راڻو

ڪو جو ڪڏهن ڪاهڙي، ٻاهو منجهه ٻرَ،
تنهن سامي ڏني سيڪا، وڃهي خاص خبر،
گهوڙن جڏيا گهر، وڃارن وِهڻ ٿيا.

ڪو جو ڪڏهن ڪاهڙي، ٻاهو ٻڪاري،
ڏني آيا تنهين، جت مومل موچاري،
آيا نه ماري، جيڪس وِهن سڀ واهڻيا.

ڪو جو ڪڏهن ڪاهڙي، ڪيڙو سان گلزار،
تنهن موچاري مومل جا، پڇهي ڏنا ٻار،
گهوڙا گهوٽ سوار، ڪاهي آيا ڪاڪ تي.

ايرندي آس ڪري، جيڏو سچ سهاڻ،
تيڏي ڪاڪ ڏچانين، ٻاهو جي ٻناءِ،
مومل مون مناءِ، ڪنهن ويل نه وڃي وسري.

پرهه جو پيدا ٿيو، ڳاڙاهي جو ڳچ،
سامي ڪي صورت جو، منهن ۾ پري سچ،
سامي ڳالهاءِ سچ، ته ڪٿان ڪڪورين ڪاهڙي.

ڪٿان هليهين ڪاهڙي، ڪٿي هنين ڪالهه،
اڪيون رت ڳاڏيون، ٿو لڙڪ وهائين لال،
ڏٺي جي جمال، سو سامي ڪوهه نه سليهين.

ويا ويراڳي وسري، تيرٿ سڀ تمام،
ڏونهين پائي دام، ويئو ويروماس ۾.

سرها شڪاري ٿيا، جوڳي ڏناڻون،
گهوڙا ڪاهي گهوٽيا، پر ۾ پڇياڻون،
ڇيل ڇاڳر ڇوڙي، پاڻي پيتاڻون،
چڙهندي چياڻون، تہ موٽڻ ڪو مس ٿئي.

سرها شڪاري ٿيا، پرمل پيتاڻون،
ڪا جا ڪاڪ وٽن جي، ٻولي ٻڌاڻون،
رَهَنَ لَہ رتيءَ جيترو، اسين ۽ آئون،
سوٽڙ سوٽاڻون، جت وايون وين وسري.

سرها شڪاري ٿيا، ڪو جو ٻين ٻڙاءُ،
تهين وين وسري، جن سين جيءَ جڙاءُ،
تڪو ڪاڪ تڙاءُ، لوڏي پئي لال ٿيا.

لوڏي پئي لال ٿيا، ڪي جو ڪن پيون،
وهڻ وهہ ٿيون، ڪاهياڻون ڪاڪ تي.

آڻڻ چڙهي ڪاڪ جي، جڏهين ڏٺو جن،
تڏهين منجهان تن، موٽي آيو ڪونہ ڪو.

گڏ جي ڪي گجرئين، ڏٺو آڻڻ اوراتو،
سورن پئي "صديق" چئي، پير جن پاتو،
اهو نهوڙي ناتو، گهائيندو گهڻن کي.

اوري ڪيم آءُ، مٿان ڪاڪ ڪڙهي،
وڃي پاڻان هٿندئي ڪهاءُ، گڏجي ڪي گجرئين.

مڙيا ڪاڪ ڪنڌئين، لوڏي اڃي لک،
آڻڻ منجهان ان جي، ٻين ڪا ٻرک،
ويچارا ورک، ويئا واڇين سور جا.

آئين ٿي آڏيءَ جو، جڏهين ريهيئي ٿي راڻا،
سَنا ٿي "صديق" چئي، تو مومل جا ماڻا،
ناڻا ٽڪاڻا، تنهن جا مارين مهندرا.

راڻا رتولن ۾، تو اڃي ڪرهہ ڪيو،
گڏ جي ڪي گجرئين، ڏٺئي سور ٻيو،
هاڻي مارينده، ورهن وڇوڙو تنهنجو.

رس م رسڻ گهوريو، ٻرڇ وڃ مَ ٻري،
ماريس مٽ فراق جي، ان جِهَت جي ذري،
آيس تو ڳري، آءُ سودا سُڪياٿي ٿيان.

مومل جيئڻ ماري، تيئن راڻي کي ريس گهٽي،
سودي سمجهي ڳالهڙي، سياڻي ساري،
تنهن لاءِ ٿيا ٻاري، "صادق" سور پرين جا.

ڏک چڙهندي جو ڏنئين، ڪوڻي جو ڏهاڳ،
راڻو رهيم روح ۾، جنهن جو سڙيو سڀ سهاڳ،
هي مُٺي جو ٻاڳ، پينر پيڙوٺي نہ ٿئي.

مومل مُٺي مهندرا، سٽي ڪو سلام،
پڳيس سڪ "صديق" چئي، اڇيس نہ آرام،
ڪنل کي ڪلام، موٽي آيو منهن ۾.

راڻا رتولن ۾، ويا رات رهي،
اڃي ڪاڪ تڙن تي، پڇايم پهي،
جڳن جا جڳ ٿيا، ويا ورهہ پئي،
سودو ڳالهہ صحي، ڪري ڪونہ ڪنل سان.

سُچا ٻَس "صديق" چئي، محلاتون ۽ ماڳ،
جن جي ٿي مچ مرڪي، ٿي ڪيئون رس ۽ راڳ،
سي وير ورائي واڳ، راڻا ڪنهن رخ ويا.

ذرتي ڏِڳ سنيري، ڪئين جوڌا ۽ جوان،
هتا هزارين ڪيترا، صوبا ۽ سلطان،
تنين جا مڪان، "صادق" سنيري ڪونہ ڪو.

ميڙي ميڙي مال، سچا ويا "صديق" چئي،
ڏس ٻلي جا ٻال، ڪين ڏناڻين ڪڇ ۾.

ڪين ڏنائين ڪچ ۾، توڙي ميڙ ينون مڏ،
ڪين لنائون گڏ، سچا ويا "صديق" چئي.

سيان ناهي "صديق" چئي، اٿي اور هير،
ڍڪها ڪري پير، پئي رهندين پٽ ۾.

سيان ناهي "صديق" چئي، اٿي اوراج،
واجي وانگر وڃ، متي ڪي مرلي ڪري.

ساريون راتيون سمهي، تون ليٽين پيو لٽ،
مرلدين جي آڦت، ته ڪهڙو ٽورو سڄڻين.

راڻو آيو راج ۾، ٽي سهيلين سڌ،
پٽ ۾ پهريو پدمڻين، ويس ڪيائون وڌ،
اديون اڏ واڌ، پهرين راتِ پرينءَ سان.

مٺان اگھڻ ڪرهو، جهليئي جيئن جهوڪي،
سڪ منهنجي سپرين، راٽا وئين روڪي،
آءٌ سڪان ٽي توڪي، من منهن ڏيکارين مينڌرا.

مٺان اگھڻ ڪرهو، وئين جيئن واري،
سڪ تنهنجي سپرين، ڏيل وڌو ڏاري،
مون ڪي ٽي ماري، سوڍل سائي ڳالهڙي.

ڳمندي ٽي ڳاڙهي، راٽا روئڻ منجهاءِ،
سائين ڪارڻ سپرين، هڪڙو پيرو آءِ،
هي نه اهڙو ڳهاءِ، جو سُئي وڃي وسري.

## سر سارنگ

اڄ پڻ اتر پار ڏي، سحر سونهاريءَ يار،
اڳ مَ وڃ تون ولها، محب منهنجا مٺار،
رس، راڳ توهان ڏار، آءٌ ڪاڻ ڪنديس ڪن سان.

اڄ پڻ اتر پار ڏي، سحر سونهاريءَ سيٽ،
اڳ مَ وڃ ولها، محب منهنجا ميٽ،
اگھڻ راڳي چيٽ، آءٌ ڪاڻ ڪنديس ڪن سان.

اڄ پڻ اتر پار ڏي، سحر سونهاريءَ جوڙ،
اڳ مَ وڃ ولها، تون محب منهنجا موڙ،
توريءَ ڪنديءَ توڙ، آءٌ ڪاڻ ڪنديس ڪن سان.

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪکر ڪارونجهر سونهن،
لڳو ڦٽ فراق جو، دل ۾ ڏکيا ڏونهن،
توريءَ ور ورونهن، ڪاڻ ڪنديس ڪن سان.

سارنگ سنبهي آيو، ڪوڪ ڪري ڪڙڪو،
سرهيون سنگهاريون ٿيون، پسي ڦڙيءَ ٽڙڪو،
پرينءَ جو پڙڪو، واءُ وڃن ڪان وترو.

سارنگ سنبهي آيو، جهڙ لائي جهاٽي،
لفظ سٿين "لام" جي، ڪفر ڇڏيئين ڪاٽي،
جا برهه جي آٽي، سا واءُ وڃن ڪان وتري.

سارنگ سنبهي آيو، پرين جي پارا،
آئي مند مينهن جي، وڇڙين ڪيا وارا،
جن اڏيا اکڙين اوتارا، سي "صادق" ملن سپرين.

جهان جهان ڪري جهميو، اوهيرن آيو،
اکين آڳم لائيا، ڪنهن ڏک ڏسايو،
جن جي قرب ڪوڏايو، سي اٿي وڻڙم اکري.

جهان جهان ڪري جهميو، اوهيرن اچي،
اکين آڳم لائيا، پرينءَ لاءِ پچي،
جن جي سڪ سچي، سي آئي وڻڙم آکري.

وٺو مينهن وڏڦڙو، جهان جهان ڪري جهڪور،
موچاري ملير جون، مينهون ٽلن مور،
هاديءَ لاٽا هور، ولهارن وس ٿي.

گهٽا گهاريا ڏينهڙا، اوسر اسان ساڻ،
دوستن دلاسو ڪيو، پرين اچي پاڻ،
ريلن منجهه رماڻ، آءٌ آئي ڪنديس ان سان.

سڄڻ جنهن وڇوڙيا، تنهن اوسر پُنا ڏينهن،
ہرين ہيھي گهر آئيا، مندن آئا ميينهن،
ڏولائي جا ڏينهن، واحد سڀ وڃائيا.

سڄڻ اڳيئي سهڻا، پيا ويتر ڪيائون ويس،
منهن ڳورائي چنڊ جئين، ڪارا ہرين ۽ ڪيس،
جي هيڻڙي منجهه هميش، سي مر اوڏا هونِ اکين ڪي.

سڄڻ اڳيئي سهڻا، پيا ڪجل پِنن نيڻ،
اڇي رهيم روح ۾، جيئن ماڪي اندر ميڻ،
اهڙا سوڏا سيڻ، سي مر اوڏا ھُونِ اکين ڪي.

سڄڻ اڳيئي سهڻا، پيو ڀريائون ہٽ،
نماڻا نيڻ ڪٽي، گهائي چڙهيم گهٽ،
جن جو ملهه نہ مٽ، سي مر اوڏاهونِ اکين ڪي.

سارنگ سڪي وڃ ڪي، وڃ وري منجهه نانهن،
مارو هليا ملڪ ڪي، اتي چڏيائون آنهن،
جا دل اندر ۾ دانهن، سا ڪوڪ سڻايان ڪن ڪي.

سارنگ سڪي وڃ ڪي، وڃ وراڪي ڪين،
ہرين ہاڻ اڪائيو، ٿا سڪ سنيهڙا ڏين،
نيڻين سي ٿيون نين، ڏڪويون ڏکن ڪي.

سارنگ سڪي وڃ ڪي، وڃ وراڪي ہٽ،
"صادق" سونهن ہرين جي، تنهن جو ملهه نہ مٽ،
اُءُ ہرين سون وٽ، قہ اوسر اوسيڙو لهي.

وسن ڪين وسان، اکيون منجهه خمار،
درد دائم ٿيڙو، تاڙي جيئن تنوار،
مانَ ملن منثار، سِڪندِ پنَن ڪي "صديق" چئي.

## سر سسئي

سنجهي ويا "صديق" چئي، ہرهه ڪٺي ہير،
'هٺي هٺي' هٺي هٽڙا، اٺي آڏيء وير،
ڏکي ء سي ڏير، ہرچي نہ ويا ہاڻ ۾.

پنڻ ۾ پيڙہون ٿي، ڪٿو ہنهل جا ہار،
جنين وڇڙيا يار، سي سمهنديون ڪيئن "صديق" چئي.

ڪٺ ہٽر ہرين جو، سيونئي ساري،
ڏک منهنجي ڏيل ۾، ويو ہاروچل ہاري،
امڙ، مون ڏاري، وِرهه وائون لائيون.

ڪٺ ہٽر ہرين جو، هت نہ هونداسون،
جهجل جوين ڏينهڙا، ڏکيا جالياسون،
آيل هاني مون، ورهه وائون لائيون.

جتن ڏلس جان ۾، پنڻ ۽ پنَن،
سياڪو ۽ سگ، سسئي ناهه "صديق" چئي.

جيئن جيئن گهڻنڊ ہائينِ، تيئن تيئن سهڻا سپرين،
ڪوڙين يوسف ڪيترا، ايا ڪرَ نائين،
اهڙائي آهين، "صادق" منهنجا سپرين.

"صادق" ڪنهن سچ ہئين، جنهن چيرلہ آهه چيهه،
هلان تہ هلڻ نہ اچي، وهان تہ چون مرَ ويهه،
هي انهن جو ڏيهه، جي ويا جٽائي جان ڪي.

هڪ جبل جاڏا آيا، ہي جهنگل ہئي جهڪ،
اچن اڻ سولهين ڪي، شرڪ گهٽيرا شڪ،
سي سڀ لنگهيائين لڪ، ڪنهن سبب ساڻ "صديق" چئي.

سسئي سياڪو، ڪج لہ ڪيڇين ساڻ،
اڪائيندا ہاڻ، چِٽائيندا ڇورين.

ڪيئن ڪريان ڪڙهي هنيون، گهوڙن هيون گهر،
وري ڏيندس ور، هوتن لاءِ هڪڙو.

ساعت ساعت سور، مون کي پل پل پور پيا،
هنئڙي منجھ هئا، ٻاهر ٻڏابم ڪينڪي.

سچي ڪين سل، منجھ متيون ڏي من کي،
ڀئي ڪندا هل، ٻڌر پوندين پرينءَ سان.

متان جيءُ چوين، سٽيو پوڏ سٽرهي ٽيان،
پل پل پچن خبرون، ليک ليک ۾ لوڏين،
پرين جا پوڏين، سا مت سگج جنڊڙا.

هاڃي تنهنجي هنئي، جيئن، هڇن گهوڙا ۽ اٺ،
منيءَ پريو مٺ، "صادق" وسائي سر تي.

ٻاهر ٻاٽي پون، اندر جيري جيون،
پرينءَ ڪڏي ڪيون، اوڙاهي جون ڳالهڙيون.

مون پانيو مون ساڻ، ساعت نه ويندا سپرين،
مادر ها مهربان، مون وبسليءَ وجائيا.

مي وبري نه واهرو، جي مون پانيان ميٺ،
سورن سندي سيٽ، پاٽان پاڙهي هليا.

## سر رامڪلي

پچ ڍبي ڪر ٽڪريون، خوديون ڪانٽي چڏ،
جوڳي جٽنگ جهان ڏي، مڙهيون مور مَ اڏ،
ونئن تنين جي سڏ، جي نگيا لاهه ڪلهي ڪري.

آديءَ اوطاقن مان، ويا ورائي واڳ،
پهون پاري هليا، اندر منهنجي آڳ،
توسان ڪريان ڳالهڙيون، جيجان آئي جاڳ،
سامين جو سهاڳ، مادر مون نه ماٺيو.

پايو منهن مونن ۾، رئن رت ڦڙا،
وين سڏ "صديق" چئي، اڙدي جي اڙا،
ويراڳين وڙا، ٽيو حق حقيقت هيڪڙو.

نانگا وڃن نڪيو، دونهيون ٽيون دکن،
ڪين ورايم ڪاپڙي، ڪـَڙها منجھ ڪکن،
هئي هئي، منجهان هٿن، وڃن ويراڳي لنگهيو.

وڃن ويراڳي لنگهيو، تون ويسري نه ويھ،
چنان سگ سنياسئين، ديھ چڏي ٻي ديھ،
"صادق" ويا سائيھ، جو ڪنهن پر ملن نه ڪاپڙي.

## سر ساموندي

اهريا ڪاروليار ڏي، ڪري ڪواسي ڪٽ،
انهن جي اهت، سمنڊ سوجهي آئيا.

وڻ پرنئي سپرين، ڪامنئي پئا،
اسين تو ڪنا، سڪون سبق سور جو.

وساريان نه وسري، صحي ڪيو سيٺ،
ٽيا نهارا نيڻ، مون ڏالهن معشوقن جا.

ذڪرمند فڪرمند عقلمند، اهي مند مڙيئي ماڪ،
آهي عناصرن مان، ڦڪائيءَ جي ڦاڪ،
هتي جا هيراڪ، تن جو اورڻ ٽيو عميق سان.

وڃ ڪوندي ويسلا، ستين کهڙي ساءِ،
هڪل هنئين لاءِ، سُجي جا سائيھ ۾.

تُرها توکي تار ۾، ٻڏي وڏو ڪن،
ڪئي تنهنجا سپرين، ڪئي تنهنجا ٻن،
ذوقئون جوڙيو جن، تن ڪيئن وئين وسري.

متي هٿم سپرين، جن وڏم هٿ آئي،
پاڙون ٻن جدا ٿيا، جيئن جيئن تڪ تائي،
الهيءَ لڏ هائي، ٿو تران ڪين ڪپن تي.

## سر وهاڳڙو (وهاڳـــ)

ڪلهي پاڻي ڪينرو، پيري وجهه مَ پاڻ،
سهڄئون سپڙ ڄام جي، اپي اس رهاڻ،
تن لئي هينئاڻي هاڻ، جي رونجهاڻي رسيا.

ڪلهي پاڻي ڪينرو، ڏور مَ ڏيهه پيو،
ڪين لهندين مڱڻا، سپڙ ڄام جيهو،
خالي ڪونه ٿيو، جي رونجهاڻي رسيا.

ڪلهي پاڻي ڪينرو، ڏسيون هڏ مَ ڏور،
سامهون سپڙ ڄام کي، اوڏو ويهي اور،
تن لئو هنئين هور، جي رونجهي کي رسيا.

دل دنبورو درد جو، پورو رک پريات،
مَ ڏج زور زبان تي، واڻي وڄائي وات،
ٽيپ ٽوڙڻ گهور گهورڻ، ڇني ڄاڙن جي جيهات،
سمهيو سڄي رات، ٿو لنگها ڏينهن لڄائين.

نڪو هٿ نه پير ڪو، نه تو جيڻ جس،
ڏسن جي ڏاتار کي، وڃي ڏوري ڏس،
ته سپڙ سونهن سندس، سُڄي ٿي "صديق" چئي.

سمهي سمهي مڱڻا، اڃا اٿين هير،
نياڳا ننڊون ڪرين، ڏکيا ڪريو پير،
وڏيءَ ڪنهن وير، مڱي ويا مڱڻا.

سمهين پانهن سر ڏيئي، ٿو چائين مڱڻهار،
ڪهڙو تن قرار، جن چوڻائي چيت چڻبي.

چارڻ چوڻائي مڙهي، وڻين 'سمنگ' سڻي،
ساز ڏارج سُترو، مڱڻهار مڻي،
نڱي وڃي نڪري، هي ويل جا وڻي،
ڪنجهي جا ڪڻي، وڻو چارڻ اوڏهين.

ڪنجهي رت هٿ ڪري، ڪهڙ ڇڻن ڪنڌ،
ڇن ته ڇڇڻ بند، ۽ تندون طمع سنديون.

جي نه وڄائين مڱڻا، طمع جون تالون،
سَڄن سپڙ ڄام کي، تنهنجون هي حوالون،
لاکيڻيون لعلون، ٽيون ملن مائيڻ کي.

## سر ڏهر

سکي پالڳر جيئن، تيئن پاپهل آهُ مياس،
کي تو چورياس، کي مون سڄڻ ساريا.

ڏلگي پڌ مَ پڳڙي، بدامن پاڙي،
راڻڙ رڻاڙي، ائين پانڌ اڇيليا.

ڪاڇيءَ ۾ ڪوڪ ٿي، پريا تان نه بدام،
ڪا پروڙي مام، پاڻان راه پري ويا.

ڪاڇيءَ ۾ ڪوڪ ٿي، پريو بداما،
ادا آن وتان، لاکو ٿو لوڙهيون ڪري.

کهٽو ڏُهلو، ڪاڇو بدامن،
راتيان ننڊون نه ڪن، ڏينهان وڙهن ويرئين.

راڻي ۾ رات ڪيو، ڪرڪل ڪونجڙين،
وِرهه ويچارين، راتو ڏينهان نه لهي.

ڪُڪ تنهنجي ڪونجڙي، مرسَنجهيئي هوءِ،
پاهر واڪا ووءِ، ڪوهه لايو "صديق" چئي.

ڏکن ڏينهن گذاريان، سورن راتڙيون،
تو ۾ مالهڙيون، هَڏيون آتڻ واريون.

## سر بلاول

ميرالپور جا مڱڻا، ڏسين جي ڏيو،
سنواري سون ڪري، سيوني سيهو،
جاسين تان جيو، ته رڙهو انهيءَ راهه ڏي.

هل ميرانپور جا مڱڻا، جت ڏاتر ڏئي ٿو ڏات،
"ڪان ٻجي ٿو ذات، آيا سي اگهيا."

ميرانپور جا مڱڻا، ڏسين جي ڏاتار،
توڙ نون طلبگار لئي، صلح جو سينگار،
منجهان نُور نبار، پکڙجي پيدا ٿيو.

ظاهر تون باطن تون، هادي منجهه حضور،
پرين تنهنجي پور، واسينگيو وک ڪٿان.

نير-نُوراني پير جا، آڙن ۽ ڪُلن،
ڪٿوري خوشبوءِ جا، مشڪون مينهن وسن،
ميرانپور ميرن، ڪوسو واءُ نه وارئين.

لر لوراني پير جا، نمن وسي نُور،
'قلندرشاهه' ڪرم سان، پريو ڏئي پرپور،
منجهان نُورظهور، وڻ ٻه وڄن واسيا.

ڪي ڪنين جا ڪارئي، ڪي ڪنين سندا،
اسين 'صوفي شاهه' جي، ٻلي لڱ بندا،
ميرا جي مدا، ته ٻه پير نه ڇڏي پنهنجا.

ڪي ڪنين جا ڪارئي، ڪي ڪنين جا ٻر،
اسان ڪي موج ميرانپور مير جي، وسيلو واهر،
ٿڪن ڪي ٿاهر، جهلو جهوڪ ڏٺين جو.

جي تون هينئڙا آجون، ته پلا اٿي پر،
وهندي واٽڙين جو، ٿدو پانئج ٿر،
'قلندر شاهه' ڪرم سان، ڪندو نيڪ نظر،
وٺون دوستاڻي در، "صادق" گهٽي صدق سان.

دليئون دستگير ڪي، جيڪو ڪري دانهَن،
انهيءَ سندي پانهن، ڇڏائيندو ڇهن مان.

دليئون دستگير ڪي، جيڪو ڪري سڏ،
انهيءَ سندا هڏ، آڪاريندو اوڪيءَ مان.

اپرلدي ڪان اپريو، ڪري گيڙو گل،
هادي هدايت جو، سندم ڪونهي مُل،
"صادق" ڳالهه مُرسل، فضل شاهه فقير جي.

## سر سورٺ

محلين آيو مڱڻو، طنبيري تاڻي،
ڪري راڳ رباب سين، وڏائين چاڻي،
ورهه ويو واڻي، راڻيءَ ڪي راهه ڏياچ چئي.

الله جي آس ڪري، چارڻ چوريو چنگ،
ميرون جي جهنگل جا، ڪن رهائيون رنگ،
پيچل سندو ٻنگ، خاوند خالي نه ڪري.

اٿي سين صبوح جو، ٿيو ڪڙڪو اندر ڪوٽ،
چارڻ تندون چوريون، چاڙهي مٿي چوٽ،
گهائيا گهڻا گهوٽ، سٿي سُرُ "صديق" چئي.
ڪنجهيون ڪيرت ڪينرا، هي هنگاما هوءِ،
اچي ٿيو روءِ، صبوح جو "صديق" چئي.

## سر ليلان چنيسر

روئي ريجهائيج، ڪجهيون ڪُرهي ڳالهيون،
ٻهت سان ٻهائيج، ليلان پنهنجي ڪانڌ ڪي.

چنيسر سان چاڪ ڪري، محبي تو نه سري،
'لا' ۾ لکي وچ تون، 'هو' ۾ جهل ڪري،
سر تي پير ڌري، هار وڃاءِ هٺ جو.

## سر ڪاپائتي

ارٽ اولائي پانهيون، منجهان وجهج مال،
ڦرج گهڻو فڪر سان، "صادق" منجهه سنپال،
ڪتيي ڪج ڪمال، ته سُجي صرافن ۾.

ارت چاڙهي انگرا، گهاڙو ڪنهن گهڙيا،
ڦيرج گهڻو فڪرسان، سڳا جيءَ سندا،
جي آڙي ارت پيا، هٿندين گهڻو هٽڙا.

ڪڏهين ڪڏهين ڪاهري، هين ڪتڻ ۾ ڪاڻ،
اڇيو چون اپوجهه ڪي، ته هي سُٽ ۾ ڪڄ ساڻ،
’هٿي هٿي‘ منهنجو هاڻ، ڪنهن پر ڪاهو آکهي.

## سر مارئي

ملو نالو الله جو، مڙني مثاهون،
ڪيئن ڪري قبوليان، عمر ڪي آئون،
رازق سنديون رضائون، مون مڙيئي مٿي مڃيون.

وعدا اوس ڏينهن، جي مون مارن سان ڪيا،
ڪُنڪن منجهه هينئن، پاڻان ٿين نه پڌرا.

## سر ڪيڏارو (۱)

چڙهيا شاهه حسين سين، مرد متارا مير،
واڳيا وڏي ويرين، تکيو هڻن تير،
ڦريا تان نه فقير، امر منجهه اپي ويا.

حسن مير حسين سين، جنگ پڌي جنگ جال،
کيو ڪان ڪتاريون، تيغ ترارين تال،
سانگن سانوڻ مينهن جئن، مڻن ڪيا مثال،
قتل ڪڙڪو ڪربلا ۾، لاٿي ايا لال،
ڪوڏيا ساڻ ڪمال، شمر شهادت رسيا.

حسن مير حسين جي، جنگ سُڻي سين،
چوڏس رڪ چمڪيو، مٿي ملوڪن،
وونڪا ويرين سامهان، هاڪاريو هڻن،
مانجهي تان نه مڙن، جان جان رڻ نه رڱيو.

حسن مير حسين جي، سڻي جنگ جهان،
انا اوهيرا ڪري، ڪارهين بنڪي ڪان،
بندوقون ۽ بان، مانجهين جهليا منهن ۾ (۲).

مانجهين منهن نه موڙيو، پسي پڪڙيون،
رڻ رتائون رڪ سين، موڙي مڄڙيون،
تنهن وير وڪڙيون، ڪانڌ وڏندي پانيو.

ڪانڌ ڪلورئين ڪپرئين، ور وڻاهيو آهه،
جتي سيلهن جي سرهه وهي، تت پير وڏندو پاهه،
تان تان پؤ ۾ لاهه، جان جان لنڊڻ نه چڙيين.

مُڄڙيا منهن مانجهيين، پڄڙيا پاولگ،
فوجن فيل سنپاهيا، ڪڙن ڪنيدن، تنگ،
هڻن پر پرن ڪي، بڙچا ڪوڙنو بنگ،
ڪُلها ڪند ڪڙلگ، جهرن جهونجهارن جا.

جهونجهارڪي ذات جو، جان پير پروڙيو مون،
ته اچن عراقين تي، پڙ پيڙيندا پون،
ور ورنهه تون، متان البارن جئن اڙيوءِ.

ڪو ڪهين جا نه سٽي، سانگن وچان سڏ،
رڻ ۾ رتولن جا، پيا هارجي هڏ،
جتي مڙن مڏ، اتي جهجهن جئن جوڪو ٿئي.

ڏاڙهي ڏاڙهون گل جئن، منجهان رت رتياس،
سولهي چوڏهين چنڊ جيئن پڙ ۾ پاڳڙياس،
پڻن ۾ پار ڪنيو، مر مرڪي مائڙياس،
ليزا نند ٿياس، گهوڙا گهوٽ وڻاهيو (۳).

(۱) ڪتاب «ڪيڏارو» از مخدوم محمد صالح پٽي هالائي - ص ۱۷ کان ۹۰ (۲) هي بيت احسان فقير جي بيت ۸۴ جهڙو آهي. (۳) هي بيت احسان فقير جي بيت نمبر ۸۰ جهڙو آهي، ۽ شاهه جي بيت ۱۰ جهڙو، فصل ۵

جيئن ٽورا ڏينهڙا، ڪهوڙن ۽ ڪهوٽن،
ڪڏهن منجهه ڪوٽن، ڪڏهن راهي رڻ جا(١).

ٽڪر مٿي ٽنڊين، آيا اجارين،
سانگون سائين هٿ ۾، ڪلهنئون نہ لاهين،
اياڻي آهين، مانجهي مرڻ مهل ۾.

ڪٽن هيٺ نہ ڪوڙيا، پاڪ جنين جا پير،
سي تنگ ترارين تڇيا، ڇٽيو پون ڇڳير،
ڊولئا تنين جا ڏير، ڪِجهڙين ڳري لايا(٢).

*ويٺي ڪِجهن ڳاڙيا، ڏجان ڏک ڪهٺان،
تَن ڪي اٿين توڻ جي، جي سورهه سامائان،
ڪندا راماٺان، ڪؤنر ڪلي جا ڪوڏيا(٣).

ڪؤنر ڪلي جا ڪوڏيا، تون جانڪين ٽو جنين،
اڙين مٿي آسري تون، رُڪ پيالو پيئين،
ڳاهه ڪِجهن جو ٽئين، ويٺي جن ورهہ ٽيا(٤).

تارا تاڻ مَ ڪِجهڙي، جيون ڪيڏي مَ ڪاهُ،
رڻ ۾ رکن هاريا، ري ڪهڙيا راڙاهُ،
مٿا ملوڪن پاٺاهُ، ڪهوري ڪوهه نہ چوندئين.

† تيئن ڪِجهڙين رڻ ڇانئيو، جيئن ڪِين ڇيرون،
ونڪا ويرين سامهان، ڊوڙيو ڏين ڊِهون،
جهونجهارن وهون، لير مهالڱو ڪنديون.

جهوليون جهولجهارن جون، جهمنديون اڇن،
پايو پڪ پُهارجا، ان جون وهون واڪا ڪن،
پيئيو هار ڪيڏن، چي، رڻ مٿو راڙو ٿيو(٥).

رڻ مٿو راڙو ٿيو، رُني نہ ڏسجي سجُ،
مرون مرندا اڄ، جويَن پاند جهر ڪيو.

پاڳ ڦڙڪو جو هٿي، پڏي پٽ پاڳون،
اڳين جون آڳون، ڪانڌ ڪُرهي لاٿيون.

مرمرين آڳ روڻان، تون موتي ڪانڌ مَ آءُ،
اڳي هٿي ڇانوَ تنهنجي، اڄ آس قبولي مان،
آڳ پاڻ پين سان، پوري ڪريو آن پُرندي.

مرمرين آڳ روڻان، تون موتي اڄ مَ ڪانڌ،
ڪَچن وڏا پاند، جيئن ٽورا ڏينهڙا(٦).

ماءُ هماري ڪنت جي، اڙين سر اوطاق،
تنهين ڪي منهن ۾ مصرين جا، سدا ڇڪن چاڪ،
جنڻ جن فراق، مرڻ تن مشاهدو.

سورهين ڇيو سچ ڪي، الهي ڪرم آوير،
سجهندي ني سائن جا، پڙ ۾ ڏسون پير،
ڇلن جت ڇڳير، اتي ڪانئر اپي ڪک ڇُرن.

دلدل آيو سڪئون، ڏورانهن ڏنائون،
بيبيءَ کي بيبان ۾، اچي خبر ڏنائون،
چي، شير شهادت رسئو، پڙ لهي لائون،
مڇي رضائون، داخل ٿيا دين جي.

رسيو رُڪانين ۾، جهڙ جهڙو جهم جهڪ،
ڪڪيون ڪپارن ۾، چمڪيو پائن چڪ،
ماءُ هماري حق، مانجهن مشاهدا ڪيا.

رسيو رُڪانين ۾، جهڙ جهوڙو جهم جهور،
ڪڪيون ڪپارن ۾، ڪپرئين ڪنڪور،
ڪهاءُ جهليندي ڪهٽ ۾، مرڪن مانجهي مور،
آٿيان الور، هاڪو هٽن هاٿئين.

---

(١) شاهه فصل ٤، بيت ٤ جهڙو. (٢) احسان فقير بيت نمبر ٤٢، شاهه فصل ڇهون بيت ٢. *(ٻي پڙهڻي) ڪِجهن ويٺي ڪهاريا ڏنجا ڏک ڪهٺان (٣) شاهه فصل ڇهون بيت ٩ (٤) شاهه فصل ڇهون بيت ١، احسان بيت ٣٢. †(ٻي پڙهڻي) ڇپر جيهن پيون، تئن رڻ ڪِجهن ڇانيو. (٥) شاهه فصل ٽيون بيت ١٠ (٦) شاهه فصل چوٿون بيت ٢، احسان بيت ٤٣.

ڪالي وير ڪنڪ ۾، ڀاڪر جو ڀاتي،
تنهن ڪي جيٺ جو آسرو، وڏڙي آهي،
سر سورهيه سوچاتي، جو رڳوئي رڻ ڳهڙي (۱).

ڪَلي وير ڪنڪ ۾، سَلهي جي نه مرن،
سي ڪُند ڪنارا ڪاتيون، ڪيرا ڪوهه ڪٽن،
سياڻا سهن، سندا مانجهين مهڻان.

هڻ ڏاڍي، هڻ جهٽي، هڻ، هٿندن سوپ،
جني چڏيو لوپ، رڻ تنين جو ڪنترا!

هڻ ڏاڍي هڻ جيهٽي، هڻ هٿندن حال،
مار مهنديان، ڀل ڀويان، وڙهج وڏ وصال،
ڪنجهين ڀوندي ڳال، سيان سورهيه تنهنجي.

ناتي جو لفس ڪي، سورهيه آهي سوهه،
ڪلي وير نه ڪاهٿو، چٽيي او له چوهه،
مانجهي ماري توهه، تحمل سندي تيغ سين.

سائو مرين سوپ ڪي، تيڏي ڀال مَ ڀار،
وڙهه يالين ڀؤءَ ڀاڪرين، ترس مَ ٿسي تار،
مٿي تيغ ترار، مار نه متارو ٿئين (۲).

سائو مَرين سوپ ڪي، نه جنگ جيءِ سين جوڙ،
آرڻ تيغ عشق جي، تون مرڻ ڪاڻ مَ موڙ،
خواب خيال خطرا، وڍج سڀ واڍوڙ،
ناجي لفس نهوڙ، نه راز پروڙين رڻ جو.

سائو مَرين سوپ ڪي، نه جنگ جيءَ سين لاهه،
آرڻ تيغ عشق جي، واڳڻ تي وهاهه،
ان پر تنهنجو آهه، ٻڙ پنجاهين وچ ۾.

سائو مرين سوپ ڪي، نه ڀاهون رک م ڀير،
من مدعي مچيان، وڪن ڀاڀو وير،
اچي آپ آرڻ ۾، ڀري ڀالج ڀير،
ان ڀرَ نفس نبير، جا تو ڪَرهه ڪپار ۾.

وڙهيا واڳيا واهريا، سي سچا صوفي شير،
واڳيل وڏي آئيا، مالجهي مل مٿير،
مسافر ميدان ۾، چڙهيا گهٽا چڳير،
ڀڙَ ۾ ڪوڙي ڀير، سر ڏنائون صدقا.

ڪنڪ وير ڪليءَ ۾، هئي جي حَسن هوهه،
نه ڀيڙو ڀنهنجي ڀاءُ تان، ڀتنگن جيئن ڀوهه،
ڪندو ڪير ڀيوهه، حملو مير حسين سان (۳).

مون جهيڙبندي چڏيا، ڪاري ڪڪر هيٺ،
ڪارا ڪُند هٿن ۾، ڀيا آنند وچيرا هيٺ،
مون ڪا ٿيٺي ڏيٺ، سائن جي سردار سين (۴).

محرم موٽي آئيو، آيا تا نه امام،
مديني جا جام، ڏاتر تون ڏيکارئين (۵).

محرم موٽي آئيو، آيا تان نه امير،
مديني جا مير، ڏاتر تون ڏيکارئين (٦).

ماءُ چيو پٽ ڪي، آءٌ نه تنهنجي ماءُ،
جت سياهن سيڙهه وهي، آت وڪ وڌندي ڀاءُ،
آءٌ ڀين گهاءُ، ڀورهيو ڪنديس ڀانهنجو.

گهائي گهوڙو گهوٽ جو، رت ۾ رتائون،
آئي آل رسول جا، رڻ ۾ ڪُٺائون،
مفت مُٺائون، ڀيءِ ڪي ڀيان ۾.

---

(۱) احسان بيت ۳۱، شاهه فصل ٻيو بيت ٦. (۲) شاهه جي رسالي ۾ فصل چهون بيت ۱۵، احسان فقير جو بيت نمبر ۲۲. (۳) شاهه جو بيت نمبر ۴ – فصل ۲. (۴) شاهه فصل چوٿون بيت ٦، احسان فقير جو بيت نمبر ۵۱ (۵) احسان فقير بيت نمبر ۵. (٦) احسان فقير بيت نمبر ۷.

خالي گهوڙو گهوٽ جو، هليو ڏالهن حرمن،
جهنڊا جهُلي ائيا، مٿي مَرِ مردن،
شاهه ويرين ويڙهو، پالا ٿا پڙڪن،
ڪُٽنا ٿا ڪُهن، عملو مير حسين جو.

اولاد عليءِ شير جو، ڪوفين ڪ نابو،
دشا رکي دل ۾، ٿي رڻ ۾ رلايو،
جهيڙو جهونجهارن تي، اوچتو آيو،
ڏيئي دين دنيا هو، وِلهن وڃايو،
ڪُٽن ڪُهايو، عَملو مير حسين جو.

ڪاهيئون ڪربلا ڏي، گهيڙيا منجهه گهمسان،
آيا اوهيرا ڪري، ٿهري وٺا ڪان،
گوڙيون گرزن ڪيون، نينهن ڪوڙيا نيشان،
ڏاڍو امر الله جو، ڪنهن جي چلي ڪان،
اتي سامهان ٿيا سلطان، سر ڏنائون صدقو.

ڪاهيئون ڪربلا ڏي، گهڙيا مانجهي گهوٽ،
اڇي ويريمن ويڙهيا، ڪوفين ٻڌا ڪوٽ،
پالن پڙڪارا ڪيا، چڙهيا ليزن چوٽ،
هنا امت جي اوٽ، شير شهادت رسنا.

ويڙهيا وڳرنا واهريا، اٺل اٿيارا،
اڇي ابتارن تي، ويرين ڪيا وارا،
تيلانهه ويا نڪري، جيلانهه هنا پيارا،
رضا جا رحمان جي، سا قضا ڪيارا،
الهيءِ پر اوتارا، ڪيا ٻر ڏيهين ٻڙ ۾.

وڙهيا وڳريا واهريا، جهيڙي جهوڪ ڏٺي،
امر سان الله جي، اونچي ڪيائون اٿي،
رضا جا رحمان جي، سا واحد ڪي ٻه وٺي،
ڪاهوڙي ڪٽي، ويا گذاري ڏينهڙا.

ٻيبي ٻيان ۾، آيي ٻاڪاري،
گهوٽ گهڙيا گهمسان ۾، سي ڏاتر ڏيڪاري،
لڳي جنگ 'يتيم' چوي، هيائون هاڪاري،
سر ٻه سينگاري، مانجهي گهڙيا مچ ۾. (۱)

مانجهي گهڙيا مچ ۾، سي ڪوڏيا موتن ڪيئن،
ڏسيو اڄ اولاد جي، جهجهن راتو ڏينهن،
سي قول پچن ڪيئن، ڪاهي آيا ڪربلا ۾.

آئي ڪربلا ۾، خيما ڪوڙيائون،
ڏسي رضا رب جي، منهن نه موڙيائون،
لال لنهي لائون، ٿيا مسافر ميدان ۾.

ٿيا مسافر ميدان ۾، واڪو وهي ووهه،
نه تخت سب تاراج ٿيو، ٻاٻا ٻهي روهه،
تهان پوهه ٿيوهه، ماتم ان جو ملڪ ۾.

## سر سوڌڙو

ڪوڪون ڪربلا جون، ڪي جو ڪن ٻيونِ،
تينئن مرڻ انهيءَ ماڳ تي، ٻلڪل ٻڪَ ٿيونِ،
جيئن جال ٿيونِ، سهٺا گهوٽ شهيد ٿيا.

ڪڙڪو ڪربلا ۾، ٻوڻين ٻهر ٻيو،
سورهه سڄي رات ۾، قتلَ ٻهه ڪيو،
اپري سج ويو، سانوڻن تان شهود جو.

ڪربلا ۾ ڪوڪ ٿي، هٿو ۽ هٿو،
اڇي اڪبر جنگ ۾، ميخين منجهه مرو،
"صادق" ٻڌو سندرو، امر منجهه اڙو،
واڳڙاهه وٺو، سائن جي سردار ڪي.

ڪانڌ ڪڪورمين ڪپرين، ور وناهيو روهه،
پرين ڪنان پوءِ، متان ڏِڪ نه چڙهين گهوٽيا.

سورهيه جاوڻ-ڦر آوڻ، هيهي نه هونديام،
سيسي ٻٽ پونديام، تند نچندي ڪڏهين.

(۱) هي بيت "يتيم" شاعر جو ٿو ڀانئجي.

# (ب) سرائڪي وايون ۽ دوها

## وايون

● سوران نال لاڳيان، ورهه نال واڳيان.
ويکو وي سياليان، تسان ڪنون پاڳيان.
رڻ جهڳ رانجهن واليان، ڪيا چاڙو نياڳيان.
بيلي وچ راتو ڏينهان، جنهن دي ڪارڻ جاڳيان.
نينهن چاڪ پاپاتا، صاحب هي ساڳيان.
"صادق"سهڻي ماهي دلان، اسان ڏي ڳهن جو واڳيان.

● جهنگل پيٽ ڍولڍيا، ماهي تيڏي مٺون،
لوڪ جو سُتا نينداں ڪريندان، مٺون چا جڳايا،
طعنا تنڪا لوڪ جو ڏيندا، ڪنان نال سٽايا.
تن ڪِشتي بار غمان دي، پر پرپور لنگهايا.
"صادق" سڪندا پتيان لکندا، ڪڏهان نه قيرڙا پايا.

● ڪيون ڪر لمائي چلي سهيو وو.
هڪ رانجهي دي راهه ڏهيلي، ڏوجهي سرتيان
دي جهل جهلي.
راتيان ڪپت ڪيڙي دي، ڏينهان امڙ هلي.
هڪ واڳون ول ڏيون، ڏوجهي دريا دي بل بلي.
"صادق"سڪ جهان دي سچي، سا ڪنهن قول نه ولي.

● مرض ماهي دي مٺ لٽيان وو، جيڏيان.
نندیان لهواريان ترن اوپاريان، لهرئين لهرئين
مٺ لتيان، وو.
ويج طبيبان ورچ جو ڳئي، مول نه پهچن پتيان، وو.
رات الذاري پيلا جهونا، پچ پچ رهيان مٺ
کهٽيان، وو.
ڪيڙا پتن سياليان، رانجهن مول نه مٺيان، وو.
"صادق" سائين عشق ڏهيلا، نت پيوڻ زهرديان
وٽيان، وو.

● ڪيون ڪر ڪتينديان وبلي، لوڪو!
ايهن وچڙيا نيهن ميلي، ڍوند رهيان شهر بيلي.
عشق دوستان مٺون لٽ نيتا، جيوين پائي
بوڙيندا ديلي.
آکي "صادق" سڻ مٺڏي سائنيان، تسان گرو
اسان چيلي.

● ڪوئي نه ليدا سيان، رانجهو جها يار.
بيلڙا ڍونديم شهر چا ڳوليم، نديان ترنديان تار.
مهٽان چايم، هلي پايم، عشق تساڏا بار.
"صادق" سجهندا دل وچ وسندا، منجهيان والا يار.

● عشق تيڏا ديوانا، جنهن دا ڳل وچ ڳانا.
سيني اندر سور سڄڻ دا، لوڪ ڏي ويندا طعنا.
درد دا درياه دل دي اندر، چوهڙ وانگي خانا.
لال لمائي ڪيتي ڪلمين، "صادق" اتي بهانا.

## دوها

اِڪ جو ساجن مشين ڪيتا، تسڪا نام اداس،
سر پد نامين دي ڳئي، هلڪ لہ بيٺي پاس.

اي جهان، جائي مسافران دي، خواب وانگر دکي،
اکيان ڏنا سي نظر نه آيا، دل جنهان لاءِ جکي.

سائي پاندي چوڙ ڳئي، چوڙ ڳئي ملڪ دي راجا،
سي پئي چوڙ ڳئي "صادقا"، پير پيغمبر خواجا.

رانجها رانجها ڪر ڪر رهي، رانجهي بجي نه
مٺون،

"صادق" سُڌ هوئے تنهان نون، اها لنؤ لڳي جنهن نون.

صورت رانجهي والي، نت نت ڀرندي وچ ٻيلے،
هير ويچاري ڪيا ڪرے، عشق ننې دل پيلے.

شهر ليـڙے ڪوئي نہ سجهندا، شينهن گجندا وچ ٻيلے،
"صادق" سچيان نہ رهنديان، توڙي نانگ وچڙنون ميلے.

# (ج) سنڌي وايون

## سر ڪلياڻ

● جدا ٿـي تون يار، گهوريو گڏجڻ تنهنجو.
مون تہ تو سين اڳي ئي ٿي ڪيا جدائي جا ٻار.
سي مردود مَرن جي، ڪن تنهنجي پچار.
نہ اسين خلق تنهنجي، نہ تون خلقڻهار.
چڏ تہ چِٽان سپرين، گهوري تو آڌار.
مون ڪان پچن سپرين، ٻرت ڪهڙا ڀار.
مٺا مور نہ ڪن سي، مٿي سِرِ سينگار.
وڃي ٿي وجود ۾ ٻنان تند تنوار.
"صادق" سپرين جي، مون تي ناهہ ميار.

● يارو ڪريو صلاح، ڪڏهين آدم ڪڏهين الله.
ڪڏهين سيڪاني سرڪيءَ لاءِ، ڪڏهين تار تلاءَ.
بدُو بيمان ٻڇڙي، ڪَرَ ڪي مارياسون ڪلا.
"صادق" انهي ڳالهہ جو، ڪي پير ٻروڙن پلا.

● ماهي مورنہ ٿيئي يار، تون ڪري ڏس ويچار.
پرين پالئي مَ ٻاڻ ڪي، هي تان ڳرو ٻار.
سچائي صورت ۾، هي تان ٻولي ٻار.
پري آهين تون، ٻاڪ ڏس، ويجهو پاڻہ مَ وار.
هئي تان ورق وجود جو، هو تان ڏار ئي ڏار.
دعوا رک مَ دوستيءَ جي، متان خنجر هڻيئي خار.

اتي رنگ نہ بي رنگي، جيڏانهن ڀرين ٻار.
ڪست يڳانئين ڪيترا، "صادق" ساريو سار.

● آهين ٻاڻ الک، ٻاڻ وڃائي جي لکين.
هندو تُرڪ تون نہ آهين، نہ آهين سامي سِک.
نہ تون آدم آهئين، نہ تون جن ملک.
مٽي پاڻي تون نہ آهين، نہ آهين جيري رک.
موج ميڙ يئي توکان ٿئي، ڪڏهين مائي ڪڏهين تک.
سڀ تي "صادق" تون وَسين، ٻيرين توٽي پک.

● ڪا جا رمزُ الهي، ڪونہ ڀروڙي پائي.
هندو تُرڪ تون نهين، آهين خاص خدائي.
ڪافر چنجي تنهن ڪي، جيڪو مجي ڪين مڙ پائي.
سجدا ساريان شيطان جا، ڪهڙي ڪئي تو ڪمائي.
"صادق" ٻنا سورن جي، ڪانہ ڏنيسون جائي.

● هنڙي وهي حيراني، جئين تو لانءِ لکو نشاني!
توڙي نُور ظهور ۾، ڪعبي جيئن قُراني،
سڀ تي صاحب تون وسين، "ثما" لامڪاني.
آئيو تنهنجي عشق ۾، ٻسن حال حقالي،
سڙي سٺا انهيءَ سُورَ ۾، تون ثابت ٿئين نہ سبحاني.

هي توکان ٻناءُ ٻنيو، سو تون کهڙو جاني،
"لايُشْرِڪْ بِعِبَادَةِ رَبِّهٖ اَحَدًا" لکو
تو ثاني.
محمّد کي معراج ٿيو، آواز سو الحاني،
"صادق" پسي ڪيئن سگهي، پرين تو پيشاني.

● عجب ۾ عجائب ٿيا، ڀان ڪنهن پيهي.
ڪاتب هن ڪتاب ۾ آهي اکر اهوئي،
لکڻ واري لکيو، پرک نه ڪنهن پيئي.
نکي اورڻ اورهون، نکي پسڻ پَريئي،
سِکن ٿا ساٿهه لئي، ورسيا نه ويهي.
نکي ڪون سگهو، او نسنگ ويا نيهي،
"صادق" سمجهن ڳالهڙيون، ڪي ڏيل جا ڏيهي.

● جو ذکر ۾ نه آيو، جو فکر ۾،
مون تنهن سان چت لايو.
ٻنا نالي سُپرين، ڳائڻ ڪنهن ڳايو.
نبي ولي وِيهُون ٿيا، پار نه ڪنهن پايو.
"صادق" انهيءَ سُور ۾، روئي رت واهيو.

● جو تو ذکر ڪيو سو فاني فکر ٿيو،
هو ڪي آهي پيو!
ڪي معنيٰ ۾ منجهي ويا، ڪن صورت سان سِهو.
عقل سيئي اُجهي ويا، پار نه ڪنهن پئو.
ڪي چون الله اهو، رهن واٽن تي وِهو.
اثبات ڪرڻ الله ڪي، آهي لبيِّن جو نِهو.
"صادق" وسهي سو، جيڪو اتي وئو.

ذات عجائب آهي، صورت پيرواهي.
نکو سوجهرو سج جو، لکا اونداهي.
حُسن تنهنجو هڪڙو، وار نه والدائي.
"صادق" انهيءَ سونهن جي، آهي وڏي وڏائي.

● عجب تکي تار، عجب تکي تار.
ڪي ڪُهايئي ڪاتين، ڪي سوريءَ ڏار.
عاشق اهو اڳيون، ڪُسي وارو وار.
بازيگر بازيءَ ۾ ٿيو، پڌرا ڪري پار.
ماري جياري پنهنجا، توڙي پالڪ پار.
سي تي "صادق" هيڪڙو، 'تون تون' ڪرتنوار.

● منهنجا يار طبيب، اچي ڪر درد جو دارون.
ڏيل اسان جو ڏکيو ٿيو، مرض ڏنيون آهن مارون.
ٻانهي گولي اوهان جي، سِگهيون لهجو سارون.
وڃن ٿيون وجود ۾، ري طبي جي تارون.
"صادق" لڳيون سورن جيون، لُنءَ لُنءَ ۾ لارون.

● ٿئين ويري وڃهين ويرِ، هنيو پالو لڪائين پير.
ڪُهين تو قرب سين، الا ابتي پير.
جي تون اهڙو سپرين، ته تو چوندو ڪير.
اندر ڪوئين ٻاهر ڏوئين، واهڙ ڦيرئين ڦير.
"صادق" سُک ٻه سپرين، ڏک ٻه ڏيرئون ڏير.

## سر سسئي

● هوت نه لينم ساڻ، آءٌ ماري آهيان جيڏيون.
آڻ هونگاري هليا، ڏاگهن ڪيئون ڏاڻ.
سچو کهُرن ڪينکي، وڃيل چون ۾ آڻ.
پرِ تئون پڇن ڪينکي، رُني ڪن نه رهاڻ.
"صادق" سڏيندي سڏ نه ڏين، ڪاجا ٻاتئون ڪاڻ.

● جي مان ٻورهيت ڪن، ٻورهيت ٿي ٻاٽي پريان.
سر ڪريان سيئهي، پيون ڏينئي ٻن.
ساهه ڪريان صدقو، گهوري مٿان تن.
ٿوري نه ٻڙان آن جي، مون ڪي جياريو جن.
اهڙي حال هلن جي، "صادق" سي سڏجن.

● ڳالهيون ڳڻ ڳارين مون مارين،
جانب جت بلوچ جون.

ڀيون جن کي ڀرين ري، ساعتون سي سارين...
وڄهيو مهارون مَيَن کي، ڪرها قطارين...
آئيو آب اکين مان، 'هٿي هٿي' ڪيو هارين...
"صادق" سهنج سيٺن جا، جڏڙو جيي جيارين...

● مون کي مارين آهيني ڳالهڙيون،
هوتن هلندي جي ڪيون.

اسان ڀرين جي وچ ۾، آهن اکڙيون عشق دلالڙيون.
ڪڏهن اسان جي اڱڻ تي ايندا، آءٌ ويٺي ڀايان ڦالڙيون.

آن وٽ هُيَڙيون، مون سان نه ڪيڙيون، آهي
پري هٿي ويا پالڙيون.
ڪيف ڪڪوريون قرب جي قابو، هو جي رات
رتيون رنگ لالڙيون.
"صادق" سورن کهايون کهورن، آهن عشق جون
اهڙيون چالڙيون.

● ڀي نه ڪريو مون وٽ، الا، ڀولي ڀاروچل ري.
ڏسي ڏير جو هليا، ڪا جا مون ۾ کهٽ.
ڏادي ذات جتن جي، ڀير نه لڳڙو ڀٽ.
وڃي واڪا جا ڪندي، سسئي سورن سٽ.
"صادق" الهيءَ سورن کي، سُکن ساڻ نه مٽ.

● سٽي مانَ سکهي ٿيان، ڀاروچي ڀولي.
واڪا ڪندي جا وئي، تَڪر تان ٽولي.
آهيان آري ڄام جي، گولن جي گولي.
روئي پريندس رت سان، ڇُواڪن سان چولي.
"صادق" هن سورن جي، لُنءَ لُنءَ ۾ لولي.

● مٺي کي چوٿا ماريو، منهنجا سائين مون نه وساريو.
رڻ جهڻ اوهان جي روح ۾، ٿان کي توڏ تنواريو.
چوکون ڏيئي چيت ۾، ڏکي کوهه ٿا ڌاريو.
مُٺي جي ماتام تي، واڳ وئي ور واريو.
اڱڻ اسان جي ولڙي، چانگن کي نئي چاريو.
سِکي ساري سپرين، آن کي "صادق" ساريو.

● ڏک ڏکويا جاڳن راتڙيون، اي ماءُ! راتڙيون.
اوسيڙي اٿاريو سي، جاڳيو ڀائن جهاتڙيون.
سنجهي رهن سمهي، تن کن کهڙيون چاتڙيون.
مون کي مون ڀرين جيون، ڪُهن ٽيون کي ڪاتڙيون.
سنجهي وينيون "صديق" چوي، ان کي صبح
ملن ڏاتڙيون.

● ڪندبس آءٌ قربان، مٿان ڀرين جندڙو.
توڙي ڪوئين نه سپرين، جي مون ڏين نه مانَ.
گولي آهيان ان جي، ڪهڙو ڪريان شان.
سيني ساز سَر ڪري، هوند تالن هٿان تان.
"صادق" ڏسن سپرين، منهن ورائي مان.

● مُنيءَ کي ماتام، آهي آريچن جو.
آءٌ پيادي ڀٽ تي، هو ڪَرهن هٺن ڪام.
اونهن آئن ڀاڻ ۾، ڪا جا مُنن مام.
ڏيئي ويا ڏکيءَ کي، جَت ڀياري جام.
"صادق" ويئي سارپان، جاڻي چڏي ويا ڄام.

● اديون ڪا هلندي ـ وو، ڇپر مُنِي جو سڳ ٿيو.
لانئيندبس لڱن کي، مليران مندي،
هجائتا هوتن کي، ڏوراپا ڏيندي.
سهڻ لاءِ "صديق" چئي، رائي ۾ رڙلدي.

● ڏاڏايون ڏيرا، او ادا! ڪيجي مون سان ڪين ڪريو.
آءٌ مُتي هو هليا، ويا وڏي ويرا.

ور تنهنجي واٽن تي، پيري ڪندس پيرا.
ليڪن لٽي مسٽي، ڀٽڻ پڳس ڀيرا.
سهسين "صادق" سڪي مئيون، سريون، جگر
پڄائي جيرا.

● آئين ڪا ڳالهه ڪريو، جيڏيون مون دوستن جي.
ارواح اگارن جيئن، پيرا پٺي ٽي پريو.
اسان اٺ سونهن سان، پرتي پير پريو.
مون واجهائيندي سرتيون، ورتان ڪين وريو.
"صادق" هن مسنيءَ ڪي، ڪو جو سور سريو.

● سور سوڪڙيون ٿي آيا، جيڏيون منهنجي جيءَ جا.
پرديس پنن پيا، گهر گهر گهمن گهايا.
مون گهرّيا تو نه ڏنا، هوتن جي هلايا.
ڀون ڀين وترا، ڏٺي، "صادق" سور سوايا.

● پري پڪا سندان، اديون پڙي جيڏيون.
سڄ شهر پنيور جا، مهٽا ويڻ مدان.
پني لائي هليا، هو جي سيڻ سندان.
لڪين پالهيون پروچ جون، سٺو سين "صادق" پندان.

● اوني اڳاهان وٽرا، ڏونگر چڙهي ڏيرا.
سج لهي سانجهي ٿي، ڏمن آيل! اويرا.
سورن ماريو جندڙو، تازا پسي پيرا.
اچن جونش جتن جا، پتنين پيرا.
"صادق" تن سڄڻ سان، تو لمائي ڪيرا.

● سي مون ڪيچي ڪوهه ڪندا، آيل! مٺي پڄاڻا ملندا.
واٽون ور ري ونگيون، گهوريا گهير سندا.
ڪرن ڪرس ڪريب ڪري، پرين جي پندا.
سرتيون سور پرايا، اڳي هن هندا.
"صادق" سڄ سرتي، مهٽا وڻ مندا.

● هاڙي منجهه هاڪ، ڙي آيل! پٽم هوت بلوچ جي.
اٿو جيڏيون جُود ڪريو، ڏونگر پيچٽا ڏاڪ.
آيل مون آڏيءَ جا، جي چوري ونڙم چاڪ.
"صادق" اوني آيا، مولهيا پنڙن ماڪ.

● مون ڪي مهٽا ڏيندي ماءُ، ورو ساري ڪيئن وِهان.
جيڏيون سڳ پارڻ، ڪيچ هلندي ڪاءِ.
اوڪي ويل اسان سان، پيڻ نه هلي پاءِ.
سو مون سيباٺو سرتيون، ڪيچن لڳي واءُ.
"صادق" ڪي سرير م، اندر آلا گهاءُ.

● ڪَرهل واريان ڪيئن، جيڏيون، واڳ نه
منهنجي وس.
اوني آٺ نه جهلٽا، توڙي پون مينهن.
پرين آڻ نه پڄٽي، لپر ڪنڙس نينهن.
لڳان لڳن ڪوسيون، ڏاڍا تپن ڏينهن.
"صادق" ساعتون سور ٿيون، ڏينهن ڪتبا ڪيئن.

● هَو پڻ ٽٽڙم ڏور، هي پڻ ويڙا لڪري.
ويني وات نهاريان، آيل ايندا آسور.
پٽي چڙهنديس چوٽين، سندي پرين پور.
ماءُ مرندس ڪڏهين، سندي "صادق" سور.

● هاڙهي چپر هلبو، ساٿيا پند پري.
ووڙجان ونڪار ڪي، چپر پير ڏري.
وڏو سفر ساٿين، ويندو ڏک ڏري.
هَل ڪيائون هليا، پني پونءِ ڪري.
"صادق" سائيهه، اهڙو، وڃيو ڪون وري.

● چو ٿو ڏونگر ڏيئن ڏک، اسان اٺ سونهن ڪي.
جان مون پير ڦٽنين، تان مون وڏي وڪ.
جبل جاڏايون تنهنجون، ساريان سيئي سڪ.
هو ڪوسا لڳن ڪڪرا، پي جا لائي لُڪ.
"صادق" سڪي سڄڻين، پي ساري اڄ نه بڪ.

● ڪو ڏوٿيا ڏس ڏئو، مون پراهين پنڌ جو.
آءٌ اڻ سونهين آهيان، سُتسي ساٿ وئو.
پانڌي گهٽا پنڌ سان، مون سان سور سهو.
اجا پُرينديس پنڌڙن، ونئي لينهن نهو.
"صادق" سهان اڳ ۾، مونسان پب پهو.

● پوءِ ڪوهه ڪنديس، سيڻن جو سهاڳ،
جيڏيون جٺري نه مليا.
وسهو مون کي وهه ٿيا، مادر مڙيئي ماڳ.
ڪاهيندي وڃي ڪيچ ڏي، رئندي ڪندي راڳ.
ور وراهو ولهيءَ جو، من ور ورائي واڳ.
"صادق" تن سڄڻن سان، منهنجو عشق آهي اجهاڳ.

● تنهنجي بهانن آءٌ ماري، ڪهڙا ڏوهه ڏولڳر ڪي.
ڳجهو چائين پڌرو آهين، توکي سڌ ساري.
هٿين سڃيو ماڻهين، ڪان لڳائي ڪاري.
اول تون آخر تون، هيٺئر به تو واري.
"صادق" ڪي ڪرين سامهان ڪهڙا ڪرڪاري.

پلو ڏولڳر پلو جبل ٿيڙم ڏير سهر.
هو جي اڳ چيا اوئين، سي مون آيا پر.
هڪ آڏو ڦرين اوئين، ٻما ونگا سنڌئي ور.
آڏامي اوڏهين وڃان، جيڪر هونم پر.
"صادق" سُڪو ڪين سور ۾، سڪي ونڙا سر.

● مر مران تان ڪهوري، انهي سورن ڪان سرتيون.
هنئڙي هور نه لهي، جتي اسان جي جهوري.
پوليون پيون وتريون، پر نهاريان پوري.
واتون ور پچايان، ڪرتڙن جا ٿوري.
"صادق" ڪري سڏڙا، جهٽن چپر ۾ چوري.

● مون وٽ مان اچن، جن لئه آءٌ پئي لڇان.
ڳجهيون ڳالهيون پرين جون، ڪهان ڪيئن ڪڇن.
ڪڙهيون قنديان جيئن، پردي منجهه پچن.
اصل ڪئون آيا، "صادق" سور سچن.

● ڳالهيون ڳهلي لوڪ، ڪيئن پروڙيون پرينءَ جون.
ماڻهن ليکي مٺون، اسان ليکي ٿوڪ.
سورن سالوڻ لائيا، مون من اندر سوڪ.
روح منجهه رهاڻ آهي، جالب سندي جهوڪ.
"صادق" انهيءَ سوز ۾، سڙي ٿيڙو سوڪ.

● هئڙا ساعت گهڙي، آيل هن پنهور ۾.
ڪونه ڏسان جهڙن جڳ ۾، ٻاروچل ري پڙي.
ڪالهه رڱيائون ڪپڙا، ويڙا انگهن منجهه اڙي.
اڻ هولڪاري هليا، وٺڙا چانگن تي چڙهي.
"صادق" سهرين ري، ساعت مون نه سري.

● ڏولڳر پانءِ مَ ڏور، اوني آهن اوڏڙا.
ساٿي ڏينديئي سڏڙا، مُنجهي تي مَ ملور.
"ان مع عسراً يسراً" متان مونئن مور.
دالهون جان ڪيئي درد جون، "صادق" رهه صبور.

● ڪيچي ڪين ڳنيدين، سگ سياڪا، سينڌيون.
آهن اهاڄها اڳهين، نماڻيون نه ليـن.
مون ائين لئي ڪو پالئيو، ته مون کي هئين ٽا ڇڏين.
"صادق" ساهه سان، ورهه وٽج ولڊين.

● اچي ڪر لهيچ، ساڄن، سورن آءٌ ماري.
سورن ماري جي مران، تان مون ڏوهه مَ ڏيچ.
لڳين لائي هٿڙا، دارون دوست ڪريچ.
جي تون پيرو نه ڪيو، ته مون مُئي سٿيچ.
ڪچان واري ڪرهو، "صادق" سار لهيچ.

● تو منهن ۾ ڏک، گهوري جيءُ سؤ گوندرين.
سرهي، هي سپرين سان، سا رهي ٿئي نه رک.
ٻرتي پٽي ٻرين سان، سا لوک نه آچي ليک.
جيڏانهن ٻسي ٻرين کي، تيڏانهن پسري وک.
”صادق“ سدا سور جون، وهن نيون نڪ.

● مان َ ڪڏ جن سيٺي، وو، ڏوتي ڏوراٿي ڏيه جا.
پيچ ڪس ڳنگن جا، اوٺين جا آهيٺي.
مهميزون ميَن جون، سنم سيٺي.
”صادق“ ڳڻ ڳچيءَ ۾ جن جا، تن جي ڳالهه
ڪريان ڪيهي.

● آئين ڪا ڳالهه ڪريو، جيڏيون مون هوتن جي.
اندر اگارن جيئن، پيرا ٻئي تان ٻريو.
مون واجهائيندي ور لاءِ، ور تان ڪين وريو.
”صادق“ سپرين جو، ڪو جو سور سريو.

● اها ساعت ماءِ، ڪو دم ڪيچين سان.
اوري اوري هليا، آيل ٻاروچاءِ.
وتيون ٻون وڏيون، ڪاهي ٻهچندي ڪاءِ.
مسٽي توکي سورن جا، ٻوءِ ماريندا گهاءِ.
اوري آءٌ ته اوريون، ادا ”صادق“ پاءِ.

● آرس اسور جو، تن اکين ڪين ڪيو.
سورن ٻنا سپ ۾، ڏسن ڪمن ٻيو.
سي مرمرن ماسري، جن سٽي سات ويو.
روئن رت ٻرين لاءِ، وڻ وڻ هيٺ وهيو.
غافل ٿيون غفلت ۾، تن ڏکن ڏئون ڏيو.
”صادق“ رهيون سڪندي، تن اهڙو ٻهه ٻيو.

● هاڻ ڪي چونديون، اوڏا اچن سپرين.
عيب لڳو اوٺين، ٻي مادر مون منديون.
متي واٽن ونجهلان، ٻري سالگ منديون.
مون جيئن ماءُ ٻرين لاءِ، ڪي رندن ۾ رلنديون.
”صادق“ وهڻ، وڙهه ٿيو، نڪو سک سنديون.

## سر راڻو

● ساٿي سنبهي ويهه، ڪاڪ ڪهڙندو ڪرهو.
سومل صحي ماٿبي، دود ٿيندي هي ديهه.
لنڊا وڏا هلندا، راڻا رتيءَ ريهه.
آخر اندا ڇنبا، جن هت نه ڏنو هو ڏيهه.
وٿي ڪونه وريو، ان ڇپر سندو ڇيهه.
”صادق“ ڪنهن جو نه هلي، اتي مکر ميهه.

● خاولد خطائون سنبران، ساريان ڪونه ثواب.
نه مون لکڻ لکيو، نه مون پڙهيو ڪو ڪتاب.
ڏچيو مران ڏاءُ ڪان، متان اچي مون عتاب.
هادي هدايت جو، ساقي ڏي شراب.
”صادق“ سهڪي تن ٻر، جي خالق ڪيا خراب.

● ستين ڪهڙي سور، جو تو ٻهه ٻريان جي ويسلو.
توکي خوابن خوش ڪيو، وهمن ڪيٺي وهلور.
ڪتيو هڏهين گهوريو، متان وڃائي سور.
هي نه وطن تنهنجو، ڏکيا! ويندين ڏور.
متي وسائيندي منهن تي، ٻار ٻريان جو ٻور.
متان ”صادق“ سپرين، ڏکي ڪنٺي دور.

● هٿ سان هيرائيو، تو من ڙي زياني.
ٻاڻ نه ٻلين ٻنهنجو، تون ٻين سان ڪيالي.
ڪڏهين ڪرامت ڪرين ٿو، ڪڏهين هٿين ڪالي.
ٽالو ونج ’نام‘ جو، هي جڳ سيو ڦالي.
”صادق“ هيٺون ٿي هلج تون، ڇڏج مان گماني.

● ڏسڻ ٻـ ـتي ڏينهن اي ميان، هي وڻ هتي جا .
رڀلـن ۾ رڻ وهـي، هڪل سـڄـي شينهن .
سدا نہ هولدا ساهہ سان، هي ميلانئي جا ميڻهن.
اٿي اور الله سـان، او! سـتـو آهين ڪيئن .
"صادق" آهين ساعت ڪا، نيٺي لياهج نينهن .

● اٿي ڪات ڪوٽ چورڙا، وڃي وهاٽي رات .
چورسي جـي چوري ڪن، ٻـي چورائي ذات .
اڄهي اڄهي آيـا، ٻـي وانـي ڪـن نـہ وات .
پـُرسن پهريون پاڪويون، وڏ وڏ وانـي وات .
هٿن حرص هـوس ڪـي، ٺهري ڪئي يـو ڪات .
"صادق" صدقي تن سو رهين تان، جن من ماري
ڪيو مات .

## سر ڪانرو

● پڌين نٿي پوڙي، تون تند جي تنوار،
موت جي پچار!
ليٺي لٽيندئـي ڊوڙ ۾، هـو جـي جانب يـار.
ڪُنَ جيڏي قـبـر ۾، ڏيندئي مـلائڪ مـار.
ڪهين تـي ڪـهـرن ۾، تـون پنهنجي اختيار.
"صادق" الهي سچ جـي، آهـي ڪـَل ڪلتار.

● ادا اي مسافر جاني، وٺ تون راهہ رباني.
ڪنهن جو ڪرين آسـرو، عالم اوڙڪ فـانـي.
راهگذر سيڪو، ڪنهن جـي ڪريـن مهمانـي.
پٽـي پـس پـدن جـي، رهـي ڪان نشانـي.
سـري مٽيءَ ڪـڏهـي، چـا سـائڻ چـا پانهي.
ڪئين توڪان چڱا ويـا، "صـادق" تـو ٿالي.

● آهين ڏينهن ٻـ ـتي، پڪينڙا پار ڪو پنڌڙو.
وٺـي وهـي آڏ ريـا، هـتـي ڪـونـہ جـڳـي.
ڏڪيون سڪيون ساعتون، سيڪو ويـنـدو ڪٽي.
سنهو ٿلهو سـُٽ صراف سين، هرڪو ويندو مٽي.
"صادق" سـر سوجهي هليا، خبر پوندي ڪٽي.

● هي نہ ڪنهين سيڻ، جي تو پنهنجا ڀانئيا.
وِهہ ٿيندئي ڪڏهين، جـي تـو ڪـاڏا ڪيڻ.
سي ملاح ٿي مري ويا، جي هٽڙي ٿاني سيڻ.
"صادق" سنڪت نہ هـلـي، نڪو پـانـي پيڻ.

● چيت چيت بيخبر، پوندين منجهہ قبر.
هتان حـاڪـم هـلـي ويـا، هٺا زوراور زبر.
شاهہ 'سڪندر چـل گيا'، ڪهڙا ڪرين تڪبر.
اڇي پڇندا خـبـرون، چـوري چـوري چـپـر.
ڏڙ جـنـي ڊوڙ ۾، "صـادق" ڏس سـهـر.

● پوندين وڃي لـَٽ، پوندين وڃي لٽ،
ڪيئن ميڙين مـَٽ؟
ڪيڏانهن وڻڙيون ماڙيون، ڪيڏانهن وڻڙا پٽ.
هـاٿـي وڃـن هـلـيـا، اڏريـا وڃـن اٺ.
مردن رڳـ رڳيا، وڃـي رهـيـا ڪـوڙا ڪٽ.
"صادق" پـوٺيون اڏريون، آڏريـا سنها سٽ.

## سر رام ڪلي

● جوڳي لنبڙ نہ ڪن، سامي سنبڙ نہ ڪن،
ڪيف ڪڪوريا ڪاپڙي!
جڏي لاڳاپا لوڪ جا، هـو جهنگل ۾ جهٽڪن.
ڪنهن جو ڏڪ ڏسايا، سي ورچي ڪين وهن.
لانگا لينهن نهوڙيا، سي پـنـڌڻ ڪين پڇهن.
ڪا جا جُوهہ ڏني جوڳين، سي جهليا تا نہ رهن.
ورهہ ويراڳين مـَنَ ۾، سي وو وو ڪندا وتن.
هئـيـ هئـيـ وهي جـن جـي حال تـي، سي ڪيئن
سک سمهن.
هـن پهر، هـن پـهـچـري، وڙلاڪـي ڏسجن.
ڪسڻ جن قبوليو، "صادق" سـي سـڏجـن.

● ماويٺي عشق زبر، سورن ڪئي سڀ خبر.
اڳي هئين ڪان ڪاتيون، هاڻي هئي ٽو تبر.
لڳو آهي نـه وسري، ڳـهـاءُ سـنـد و قبر.
اسين ذات ضعيف آهيون، تو ماريا "صادق" سبر.

● ڪر ميان ڪانگا ڪائي لات، سڄڻ ٻولي
ڪهڙي بات.
ڪين وياسون وسري، ڪين ڪي سنيهڙا تو سات.
ڀاڙي اسان ڀاڄيون، ڪر ٻـ اسان سان چـات.
اسين ايندا سون ايڏ هين، ڪُهند ين ڪهڙي ڪات.
صادق" ساري جن ڪي، تن ٻـ اسان جي تات.

● هو ڪي ٻنسريون، سامين سرسهائن سگهڙيون.
ڏاهي ڏاهپ نـه آڇـهـي، متيون سڀ وسريون.
ڪنهن رڳـ ۾ رڳيون، اڪـيـون ڪيسريـون.
"صادق" سناسين ڪي، ٻيون ساعتون ڪيتريون.

● مت نـه جاڻان ڪائي، حال منهنجو سورن ڳاهيو.
ڪُـهـي ڪيترن سـان، لڙ لالڪـوڻن لائـي.
منهنجو سنگـ تن سامين سان، جن ماسي نـه مائي.
اڄ نـه هـئـي ڪـالـهـ، الـسـتـئـون آئـي.
"صادق" انهي سـورن ۾ 'صوفي' خـوش نـه
ٿئڙا ڪائي.

● جا محبوبائي مام، تنهن جو انت نـه ٻڙو عام.
عجب ٿيو آدم ڪي، جنهن ڪي دائي وڏو دام.
منجهہ نـه ٻيو موسيٰ ڪي، جنهن تربل جوڙايو طعام.
عيسيٰ ٻٽ مريم جـو، ري ٻـيءَ جائو ڄـام.
طـفـل هـو تـنـجـڻ ۾، ڪامل سـاڻ ڪـلام.
ٻختن پروڙيو ڪينڪي، ڇا ڄاڻي خـلق خـام.
اڳـيـان ايـو ادب ۾، "صادق" ڪـر سـلام.

## سر مارئي

بند جـا ڏينهن ٿيا ٽـم ٻـاري،
عمر ڪيئن ڪٽيندس ڪوٽ ۾.

هن منهنجي حال جي، ماروءِ ڪي آهہ سڌ ساري.
همير جي هلائون ڪيون، تن مذڪورن آءٌ ماري.
ڇنان سگـ سرتين، جن سان هئم جنم جي ياري.
ٽـڏي جـا ٽـرن جي، واهہ وٽـي مون واري.
ساعتون ساريم "صديق" چئي، جـن جـي هيم
تن ۾ تاري.

● هيڏيون ڪيون تو همير، ميان مارو ئڙن سان.
ڪين جهليندين ڪوئيون، سـچـي وهـي سير.
ٻُـسي ڪـيـئن ٻـيـٽ ۾، ڪـنـدا ڦوت ڪرير.
آوست جـن جـو آجڪو، سٽيون ٻـيـن ڪـمـر.
'صـوفـي شاهہ' نـه مٿيان، تـوٽـي ٻـيـا ٻـيـر.
"صادق" ايندا سڪندين تي، 'فضل' ساڻ فقير.

## سر سارنگ

● سرتيون ڪريو سينگار، جانب آيو جُوءِ ۾*.
هـارِن هـرڪـتڙا ڪـيـا، تـاڙي ڪئي تـنـوار.
وڻ ٽـڻ ولـن چانئيان، لـٿـو ڏيـهـہ ڏڪار.
'چڙ ٻڙ' چڙن لائـي، 'جهڙ ڦڙ' جهڙ جهونڪار.
"صادق" مليو سڄڻين، جي سيـڪـيـون سڀ ڄمار.

## سر سهڻي

● موٽج يار ميهار، ٻيلي، ڀر نـه جهليو.
موڙي ماري آهـيـان، اٻـتـي ان اويـار.
لهرين لوڏي لڙ جي، ڏي تون، دوست ديدار.
سـاهـڙ ڪـيـنڙو سهڻي، "صادق" سـچـو يـار.

*ٻي پڙهڻي: جيڏيون ڪريو جنسار، جانب آيو جوءِ ۾!

● جهاڳي، جهاڳي، پيلا، ويندس پار درياهه جي.
پسي دور درياهه جا، تون نه پڇج پيلا.
مَنَهَن ميهارن جي، آهن محبت جا ميلا.
ساهڙ جي سمن کي، وَرهه ٿيا ويلا.
"صادق" سدائين سڪ ۾، آهن عاشق اڪيلا.

## سر نوري

● من موراهين مهي، رتو ڄام تماچيءَ سين.
مون موراهين مڱيو، توهه تنهنجو ٿي.
سعيون سينا اڳريون، پَليون پاڻيان سي.
پاڻ لڄائين ٻهاڻ کان، مر طعنا ڏين جتي.
توکان ٿي، توکي مڱان، پيو "صادق" ڏيج مَ ڏي.

## سر کيڏارو

● متان موٽي ڪانڌ ڪو، پاهون پير ڏيئي.
جهڙ ۾ جهونجهارن جا، واه واه بيرن رتائين ٻنگ.
هٿي ڪند ٻڙچيون، واه واه لال رتائين لنگ.
ساڃهي مرن ۾ واه واه، ايا گهرن رنگ.

● سدا سدا سانو ۾، واه واه، جهولي جهمن ٻاند.
جيئڻ ٿورڙا ڏينهڙا، واه واه، ڪجن وڏا پالڊ.
'اي، هو' موٽين متان ڪانڌ، ڪو پاهون پير ڏئين.

● ڪانڌ ڪي ڪوڏ منجهان ڪوڏ منجهان.
هلي هار ٻڌائون هيج منجهان، هيج منجهان.
'اي، هو' متان پوئيم رات وڇان، رات وڇان.
اڇي اڇي ڪانڌ ڪڪوريو، ڪوڏ منجهان،
ڪوڏ منجهان.
هلي هار ٻڌائون هيج منجهان، هيج منجهان.

● سُور نه سکڙيون، وو، سدا آليون اکڙيون.
ٻَرَ ۾ ٻيرينءَ ڪي، وو، لوڪان لڪڙيون.
آوسيڙي اوجاڳيون، وو، سڄڻ سيڪڙيون.
ڏيڻ طهورا تڙئان، وو، اوت ڪيو تکڙيون.
تان پڄن نه ان جون، وو، هڏهن هڪڙيون.
"صادق"وهن سورکان، وو، هڏهين نه ڪڙيون.

● پُناجوين ڏينهن، چڏآسانبا، وو، طعنا جهل
مَ تيئن.
هردم ڪاهه ڪلي ڏي، وو، هلي مرج هيئن.
ڪا رُوئي وهي رڻ ۾، وو، جيري جيي جيئن.
مانجهي مِڙيا مَچ تي، وو، ڪانئراچن ڪيئن.
مَرِٽا اڳي مَرِ تون، وو، آيا آڃن ائين.
"صادق" سوريءَ سامهان، وو، چڙهيانيزي نينهن.

● جو تو ڪُنو ڪلهه، وهواه، آءٌ اهوئي آهيان.
مون ڪي ڪُهي ڪاتين، وهواه، منهنجي
لاتيئي ڪل.
مون ڪي چاڙهي سوريءَ سائين، وهواه، سامهان
ڪيئي سَل.
ڪڏهن ڪرم ڪيا ۾، وهواه، ڪڏهن جيري جَل.
وڏئي ڪرت ڪيا ۾، وهواه، ڪره جاٿان
ڪنهن ڪل.
سِر ويائي "صادقين"، وهواه، هوجي مانجهي سَل.
ڳجهه رکائي ان ۾، وهواه، ٻڌري ڪيئي ٻَل.

● مردان ڪيڏو ميدان، سُورما ڪيڏو ميدان.
وِڙهن ۽ وڍين گهٽون، جاڳي جُنبي آت جوان.
ڪاهي پيا قُرب مان، سورما آت سلطان.
ڏاران وڙهڻ ويريءَ جي، ٻي ڪريو ڪانَ.
"صادق" سدائين جنگ ۾، ڪي ڪَهُرا ٻيهن
خان (١).

---

(١) هن وائي کان متي درج ٿيل ڇهه وايون، مخدوم محمد صالح مرحوم جي ڪتاب "کيڏاري" تان ورتل آهن:
ص ٨٥، ٨٦، ٨٧.

# تصحيح ۽ اضافا

صوفي صادق جي 'سوانح حيات' سماهي مهراڻ جي سال ١٩٦٥ع جي ٻهرين ۽ ٽين گڏيل پرچي (ڏهسالہ نمبر-اشاعت خاص: حصو ٻهريون) ۾ شايع ٿي چڪي آهي. آن مقالي ۾ بعض اهم پروف جون غلطيون رهجي ويون آهن، جن کي هيٺئين طرح سڌاري پڙهيو وڃي:

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ٢٤١ | ٧ | ٤-مئي ١٩٦٥ع | ٦-مئي ١٩٦٥ع |
| ٢٦٤ | ١ | صوفي بايزيد جي وفات جو سال | |
| | | ١٢٢٦هہ | ١٢٦٦هہ |
| ٢٦٧ | ٩ | اجيلو ساڌ | اجبو ساڌ |
| ٢٦٧ | ١٠ | فقير اميد علي جروار | فقير اميد علي لغاري |
| ٢٧٣ | ٦-٧ | فقير جي درگاهہ عمرڪوٽ کان ٽيهارو ميل جي فاصلي تي: | فقير صادق جي درگاهہ عمرڪوٽ شهر کان ٻارهن ميلن جي مفاصلي تي، اولهہ طرف آهي. |

اضافا.

مٿين غلطين کان سواءِ صوفي صادق فقير جي ٽئين نمبر فرزند حضرت صوفي نظام‌الدين فقير جي اولاد جي بيان ۾، ص ٢٦٥ تي سٽ سترهين کان هيٺيون خاص ٽڪرو مضمون ۾ شايع ٿيڻ کان رهجي ويو آهي، جنهن کي اسان وري هيٺ ڏيون ٿا: تنهن کي سابق مضمون سان ملايو وڃي:

صوفي نظام‌الدين فقير کي ٽي فرزند هئا: (١) صوفي علي‌بخش فقير رحہ، (٢) صوفي سليمان فقير رحہ، (٣) صوفي حاجي محمد فقير. صوفي علي‌بخش جو اولاد صوفي صادق جو سجاده‌نشين رهندو ٿو اچي. هن وقت صوفي علي‌بخش فقير جو پوٽو حضرت صوفي خدادوست فقير درگاهہ صادق فقير صوفي جو سجاده‌نشين آهي. فقير صاحب کي ٽي فرزند آهن، سندن وليعهد جو نالو صوفي نبي‌بخش آهي. صوفي خدادوست جي فيض کي شل حق تعاليٰ گهڻو وقت قائم ۽ دائم رکي. (آمين) (٢) صوفي نظام‌الدين جو ٻيو فرزند فقير سليمان لاولد وفات ڪري ويو ۽ (٣) صوفي حاجي‌محمد فقير کي ٻہ فرزند هئا: (١) حضرت صوفي قلندربخش شهيد (شهادت: ١٩٣٠ع) ۽ (٢) صوفي روشن‌الدين فقير مرحوم (وفات ١٩٥٠ع). صوفي قلندربخش 'شهيد' وقت جو مشهور 'اهل حق' فقير ۽ علم دوست شخص ٿي گذريو آهي. فقير کي تصنيف ۽ تاليف جو شوق هو: سندن هڪ-ٻہ تاليف بہ آهي. فقير ڪڏهن ڪڏهن شعر بہ چوندو هو.

فقير کي فقط هڪ فرزند صوفي شمس الحق هو، جو هن دنيا ۾ پنهنجي هڪ دختر نيڪ اختر يادگار ڇڏي وفات ڪري ويو. معصومہ حال حيات آهي. فقير قلندر بخش جي سوانح، معمور يوسفائيءَ لکي آهي، جيڪا غيرمطبوع آهي. فقير صاحب جي وڏيڪ احوال لاءِ سہ ماهي مهراڻ ١٩٥٧ع پرچو ٣ ۽ ٤ "سوانح نمبر" ص ٣٢٤ ڏسڻ گهرجي.

صوفي روشن الدين "روشن" بہ پنهنجي پاءُ وانگر گهڻو مشهور ٿي گذريو آهي: فقير شاعر بہ هو تہ اديب ۽ صاحب تصنيف بہ، مقرّر بہ چڱو هو تہ سياح بہ. سندن اڪيلو فرزند صوفي ذوالفقار علي فقير، مجذوبي حالت ۾ اڃا حيات آهي. فقير ذوالفقار عليءَ جي شادي سندن مائٽن ڪرائي آهي، جنهن مان کين ٽي فرزلہ بہ آهن. فقير صاحب جي سڀ کان وڏي فرزند جو نالو روشن الدين فقير آهي. ربّ شل هن خاندان کي اهل اولاد سميت هميشه خوش رکي! فقير روشن الدين "روشن" صوفي صاحب جو وڏيڪ احوال ۽ ڪلام، جيڪڏهن ڪو صاحب پڙهڻ گهري تہ ڪيس جناب حضرت مخدوم محمد زمان صاحب طالب المولي جو ڪتاب 'ياد رفتگان' ۽ عبدالڪريم پلي صاحب جو ڪتاب 'وڻجارن واپون' ڏسڻ گهرجي.



# "مهراڻ" جا موتي

● آسمان ۽ زمين ۾ بيشمار نشانيون آهن: ليڪن بي سمجهه ماڻهو بيخيال ٿي ڪري، لنگهي وڃن ٿا. ان طرف منهن ئي نٿا ڪن. انهن کي دليون ته آهن، پر بصيرت کان ڪم نٿا وٺن. - قرآن شريف

● الله تعاليٰ ڪان اهي ئي ڊڄن ٿا، جن کي آثار فطرت جو علم ٿئي ٿو. - قرآن شريف

● بصيرت وارن لاءِ، رات ۽ ڏينهن جي گردش ۽ بدل سدل ۾ وڏي عبرت لڪل آهي. - قرآن شريف

● هزارين انقلاب آيا، لکين حادثا گذريا - باوجود ان جي ڪائنات جي عناصرن ۾ جو تناسب ۽ موزونيت، حسن ۽ ترتيب آهي - اهو هڪ شاهد عادل آهي ته اهو سڀڪجهه، هڪ ذات پاڪ جي ڪامل قدرت کان سواءِ ناممڪن آهي. اها 'ذات' سڀ کان زياده علم ۽ اختيار واري آهي. - آئزڪ نيوٽن

● ڪائنات ۾ اهڙا اسرار ۽ رموز لڪل آهن، جن تي جيترو به زياده غور ٿو ڪجي، اوترو وڌيڪ 'حيرت' پيدا ٿي ٿئي. يقيني طرح سان هيءَ حقيقت ثابت ٿي چڪي آهي، ته هن ڪائنات جي ساري نظام ۽ ان جي تخليق جي نگرانيءَ ۾ ڪا عظيم، ازلي ۽ ابدي قوت موجود آهي. - هربرٽ اسپنسر

● قادر-مطلق پنهنجي عجيب غريب تخليقي ڪارنامن سان منهنجي اکيان جلوه گر آهي. مان سوچيندي سوچيندي حيرت زده رهجي ٿو وڃان، ته ڪيئن نه هڪ معمولي چيز سندس حڪمت ۽ ايجاد جي اثر سان ڇا مان ڇا بنجي پيئي آهي. - ليني

● طبعيات جو علم، انسان کي رڳو ڪي مادي حقيقتون نٿو ڏيکاري. ان جو اصل مقصد اهو آهي ته انسان پنهنجي عقل ۽ بصيرت جي نگاهه، موجودات جي خالق ڏانهن ڪريون، جو جمال ۽ جلال، پنهي جو ڪامل مظهر آهي. - فولتل

● آءٌ تسليم ٿو ڪريان ته "مان آهيان". جڏهن 'مان آهيان'، تڏهن "هو" به آهي!
- هيوم

● اي خالق ڪائنات، بي مثل ۽ بيمثال ذات! مون تنهنجي متعلق جاني ٻجهي ئي گناهه ڪيا آهن.

–پهريون اهو ته تنهنجي ذات، انسان جي ادراڪ ۽ شعور کان ماورا آهي، عقل ۽ مشاهدي کان بلند آهي. تاهم پنهنجي تسڪين لاءِ، مون توکي صفات سان متصف ۽ موصوف بنايو، ۽ باوجود 'زمان ۽ مڪان' جي اضافي هئڻ جي، توکي هن 'زمان ۽ مڪان' جي حدن ۾ محدود سمجهيم.

–ٻيو ته تنهنجي ذات، زمان ۽ مڪان، مثال ۽ مظاهر کان ماورا آهي. تاهم تنهنجي لاءِ مندر بنايم. ان ۾ ٺاڪر ۽ بت گهڙيم. تنهنجي اڳيان ڪنڌ لمايم، تنهنجي اڳيان پيرن ڪِرم، توکي ستايم ۽ پنهنجو حال سڻايم. حالانڪ تون هرهنڌ آهين، ۽ تنهنجي وجود جو موجود هجڻ منهنجي سمجهه کان ٻاهر آهي.

–ٽيون ته اضافي صفتن کي بنائي، تنهنجي مدح ۽ ثنا ڪيم. تنهنجي تعريف ۾ اصطلاح ۽ محاورا تراشيم. حالانڪ محسوس ٿو ڪريان ته اها مدح تنهنجي بيمثال ذات جي حق ۾ قدح ۽ هجوَ ته ناهي! ڇو ته تنهنجي ذات اسان جي مدح ۽ حمد جي هرقدر ۽ معيار کان گهڻو ماورا آهي. اي الله، مون کي اهي ٽيئي گناهه معاف ڪر! –شنڪر آچاريه

● اگر اوهان طمع ۽ لالچ کان جند ڇڏائڻ گهرو ٿا، ته پوءِ سڀ کان اول ان جي 'ماءُ' يعني 'عيش' جو ڪنڌ پڃڻ گهرجي. –سسرو

● سڀ کان وڌيڪ رحم جي قابل آهي، لالچي ماڻهو. –مزنز

● غم جي شدّت ۽ عذاب وقت، پنهنجي مٿي جي وارن کي پٽڻ حماقت آهي، ڇو ته گنجي بنجڻ سان ته غم لٿو لهي. –باٿن

● زندگيءَ مان اگر غم هليو وڃي ۽ زندگي سرتاپا مسرّت بنجي وڃي–ته پوءِ اها زندگي ته 'دوزخ' بنجي چڪي. –برنارڊ شا

● 'مسرّت' هڪ متواتر ۽ مستقل طرح سان فريب ڏيندڙ چيز آهي. –سوفٽ

● زمين ايتري ته 'مهربان' آهي، جو جڏهن سندس سيني کي اوزارن سان ڪتڪتايون ٿا ڪيون، تڏهن سندس ٻاڪ چپن تي اناج جو تبسم ٿو پکڙي. –ڊگلس

● ماڻهو جيستائين ڪنهن شخص، ڪنهن قوم، ڪنهن مذهب، کان 'نفرت' ڪرڻ لڳا ڪن، تيستائين ڪا خوشي ئي محسوس ڪري ٿا سگهن! الائي ڇو؟ –رسل

● بيوقوف جي جنت، عقل وارن لاءِ 'دوزخ' آهي. –فلر

● شيطان نهايت 'شريف' آهي. هو الهن هنڌن تي وڃي ئي ڪون، جتي نه سندس ساٿي هجن ۽ نه سندس استقبال ڪندڙ هجن. –لنڪن

● تاريخ معمولي ۽ غيراهم واقعات جو اهو دفتر آهي، جنهن کي لکندڙ، ڪڏهن ڏٺوئي ڪينهي! –هربرٽ

● هر شخص تاريخ کي جنم ڏئي سگهي ٿو، پر بيان ڪري نٿو سگهي. —وهائٽ

● اسان تاريخ مان اهو سکيا آهيون، تہ اسان کي تاريخ ڪجهہ بہ نٿي سيکاري.
— هيگل

● تاريخ جو اهو 'متن'، جنهن تي دروغ گوئيءَ، الزام تراشيءَ، اجائي مدح ۽ غلط تسر جي هجوَ جو حاشيو نہ چڙهيل هجي، مون کي تہ نہ سجهي. —رينائول

● تاريخ، انسان جي بدنصيبيءَ جي تصوير آهي. —والٽيئر

● انسان لاءِ، ان احساس ۽ اعتراف کان وڌيڪ ڪا خطرناڪ چيز نہ آهي، تہ هو ڪو هميشه سچ ٿو ڳالهائي. —گرامي

● انسان جي ڪمال جو اهو معيار نہ آهي تہ هن وٽ ڇا آهي؟ پر سچو معيار اهو آهي تہ هُو ڇا آهي؟ —گرامي

● زياده ڪم نہ، پر هڪ ئي ڪم، زياده ڪرڻ گهرجي. —ڪوڪ

● مون اهڙو ڪوبہ ڪم نہ ڪيو آهي جنهن ۾ پنهنجون سڀ صلاحيتون ۽ قوتون صرف نہ ڪيون هجن. —چارلس ڊڪنز

● مان جو ڪم شروع ٿو ڪريان، ان کي ائين جنبي ٿو وڃان، ڄڻ تہ منهنجي لاءِ دنيا ۾ ٻيو ڪوبہ ڪم رهيو ئي ناهي! —چارلس ڪنگسلي

● يڪسوئيءَ ۽ توجهہ سان، ڪمزور ماڻهو بہ ڪونہ ڪو ڪم ڪري ٿو وڃي، پر پريشان ۽ منتشر طبيعت وارو، طاقتور هوندي بہ ڪجهہ ڪري نٿو سگهي. پاڻيءَ جو هڪ قطرو، لاڳيتو اگر پٿر جي چپ تي ڪِرندو رهندو تہ اهو هڪ ڏينهن منجهس ٽنگ ڪري وجهندو، ۽ جلدباز لهرون ٿوري وقت لاءِ تہ شور پيدا ڪن ٿيون، پر اڪيچنپ ۾ گذري وڃن ٿيون.
—ڪارلائل



# سنڌي نثر مان مثالي ٽڪرا

- "مان اوهان کي، پنهنجن ويچارن جي وهڪ جي موج ونائڻ ٿو چاهيان، پنهنجي ويچار ساگر ۾ سئر ڪرائڻ ٿو چاهيان. اوهان کي جدا جدا بندر ۽ مندر ڏيکاريندس، جي اميد آهي ته اوهين ڏسي خوش ٿيندا. منهنجو مطلب آهي ته مان اوهان کي ڏيکاريان ته اسين، "پنهنجي يونيورسٽي" پاڻ ئاهي ٿا سگهون.

ماڻهپو، علم، هنر، پاڻ پلڻ، سادي رهڻي ۽ اوچا ويچار، هرهڪ جا حق آهن. سوال آهي ته انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ سهولتون گهڻن کان گهڻن ماڻهن لاءِ ڪيئن ۽ ورهايون.

اسان مان ڪيئي لکل سنت، سچار، سُورما، سُگهڙ، سگهڙائي، شيوڪ، پنهنجي يونيورسٽيءَ جي وسيلي ڳولي، جاڳائي، پاڻ سڌار لاءِ تيار ڪري ٿا سگهجن.

"پوتر پستڪ آهي - دل جو دفتر. اصل ڪان عارفن کي دل جو ڪتاب ڪافي آهي. هرهڪ انسان کي اندر مان اشارا اچن ٿا. ڪيئن الدرجي ريڊيو کي اهڙو ته اچو ۽ آجرو ڪجي، جو سٽي ڪان سنا ۽ صحيح ڪان صحيح اشارا جهٽي سگهي؛ اهو آهي پيغمبري پستڪ:

"ڏي ٽپي لـهه ٽول، تون عين اندر دا ڪول."

هيءُ سالت ۽ ايڪانت جو اسڪول، دل جي الدر، ماٺ جي مندر جو وديالو ته اسين ڪم ئي لٿا آڻيون. انهن يوگ آشرمن، صوفيانه آستانن کي ته اسين ڪم آڻڻ ۽ سڌارڻ، ڪو سگهيا جو حصو ئي لٿا سمجهون.

عبادت، پرارٿنا، روحاني روشنائي، نفس ملهمئه الهام جي حد تائين روح کي پهچائڻ، اهو آهي انساني ترقيءَ جو وڏو راز. اهو راز به پنهنجيءَ يونيورسٽيءَ جي وسيلي ڳولي ۽ پاڻ سڌاري، ڪم ۾ آڻي سگهون.

"دل را به دل رهيست، در اين گنبد سفيد."

دليون دلين سان، بي تار جي تار سان ڳنڍيون پيون آهن. دل جي دفتر ۽ دل جي دنيا جاچڻ وارن لاءِ، اعليٰ ۾ اعليٰ سکيا جو وسيلو آهن. غيب مان اشارا اچن ٿا، پر جي اهي سانت ۽ ايڪانت ۾، پوترتا ۽ پاڪيزگيءَ جي وسيلي جهٽڻ جي ڪوشش ڪريون.

"سکيا ديس ۽ جواهري بندرن جو سئر ڪرائي، هلو ته مان اوهان کي، پنهنجي پستڪ مندر، ڪتب محل بندر جو سئر ڪرايان. اسڪول ۽ ڪاليج ئي فقط سکيا جا ساڌن نه آهن. وڏا ۽ وسيع ڪتاب ۽ ساڌن، ته آهن ئي پيا - وڏي ۾ وڏو ڪتاب آهي، قدرت جو ڪتاب.

وردسورٿ چيو آهي ته بهاري بوستان جي هڪ لهر، اسان کي ڪيترا پيرا، السالي چڱائيءَ منڊائيءَ جي ايتري سکيا تي ڏيئي سگهي، جيتري سو پن سياڻا نه ڏيئي سگهن. شيڪسپيئر چيو آهي ته، وڻن ۾ پستڪ اٿوَ، وڻن ۾ واڻي، ڪسين ۾ ڪتاب، جي ڏيان ڏيئي جهتيو ته. سعديءَ فرمايو آهي ته:

برگ درختان سبز، در نظر هوشيار،
هر ورق، دفترے ست، معرفتے کردگار.

وڻن جا پن، هوشيارن جي نظر ۾ دفتر آهي جاڻ جو، مطلب ته اصل ڪان عالمن کي قدرت جو ڪتاب ڪافي آهي.

"اصل ڳالهه آهي، رب جي اشاري تي هلڻ جي "يونيورسٽي"، جا آهي سنتن پيغمبرن ۽ خدائي رهبرن جي يونيورسٽي. هن ۾ انسان پنهنجي اِڇا کي ايشوري اِڇا سان هڪ ڪري ٿو ناهي ڇڏي. هن ۾ سچو وقت رب کي ياد ڪو ڪجي، ۽ هروقت ڪائنس حڪمن حاصل ڪرڻ جي ڪوشش تي ڪجي ۽ ان موجب ٿو هلجي.

ان طرح ساهتيه ۽ ادب، علم ۽ سچ، هنر ۽ فهم، ٻاٽ ٻلڻ ۽ لاطمع ٿيڻ، صفائي ۽ صحت، صبر ۽ راضپي، خودشناسيءَ ۽ خداشناسيءَ جون "رباني يونيورسٽيون"، هرهنڌ لهي ۽ سمجهي، سيني کي سکدائي سکيا لاءِ ڪم ۾ آڻي ٿيون سگهجن."

["پنهنجي يونيورسٽي"ـ لکندڙ: پروفيسر شيوارام ايس. ڦيروائي. ڇپيل: ١٩٤١ع، ڇپائيندڙ: ڪوڙومل سنڌي ساهتيه منڊل، حيدرآباد، تان ورتل. چونڊيندڙ: پريو "ناشاد"، حيدرآباد سنڌ.]



# ادبي خط

محترمي ايڊيٽر 'مهراڻ'

السلام عليڪم: 'مهراڻ' رسالي جا ٻه ضخيم پرچا، "ڏهه-ساله نمبر، اشاعت خاص" جي سلسلي ۾ مطالع ڪيا ويا. بيشڪ 'مهراڻ' پنهنجي معيار جي لحاظ سان سنڌي ادب ۾، پر ان سان گڏ علاقائي ادب ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. 'مهراڻ' جي مواد ڪي سهيڙيندي ۽ سموهيندي، اوهان ادب ۽ فڪر جي عالمي قدرن کي اڳيان رکي، جيڪو انتخاب پيش ڪريو ٿا، اهو لاجواب به آهي، ۽ دائمي طرح سان زنده جاودان رهڻ جي لائق به آهي.

اوهان هڪ هنڌ 'رسالي' لفظ جي لغوي ۽ معنوي حيثيت بيان ڪندي لکيو آهي:

"رسالي جي معنيٰ، لغت جي حيثيت سان آهي، پيغام پهچائيندڙ. پر فني خيال کان رسالي جو مطلب ٿيندو، روح، عصر جو پيغام، پنهنجي عوام ۽ اهل علم طبقي ڏانهن-'رسالو' هڪ حيثيت سان ڪتاب به آهي-ڇالاءِ ته ان جي مواد ۾ ظاهري طرح سان، 'ادب ۽ فن' جون مختلف صنفون اچي وڃن ٿيون، جن جي انتخاب ۽ ترتيب وقت مرتب ۽ چونڊيندڙ اڳيان هڪ فڪري ۽ شعوري ربط ۽ نظم رهي ٿو... جنهن سان مواد ۾ روح، عصر جو پيغام لڪل رهي ٿو. 'رسالو'، ٻي حيثيت سان ڪتاب نه به آهي.-ڇالاءِ ته ان ۾ مختلف خيالن وارا، مختلف مذهبن وارا، مختلف مقصدن وارا، ۽ مختلف مڪتب-فڪر وارا ماڻهو: زندگيءَ ۽ معاشري جي مختلف مسئلن جي ڇنڊڇاڻ ۽ تحقيق به ڪن ٿا ته اصلاح لاءِ تنقيد به ڪن ٿا... ان قسم جون لکيتون نثر ۽ نظم ٻنهي ۾ ٿين ٿيون. ان طرح رسالو گويا، منطق ۽ ڪلام جي ٻنهي ترجمان حيثيتن -نثر ۽ نظم-جو سنگم به رهي ٿو ۽ ان سان گڏ زندگيءَ جي اهم مسئلن جي تحقيق ۽ تنقيد تي مختلف مڪتب-فڪر وارن ماڻهن جي مواد تي به مشتمل رهي ٿو."

(غ. م. گ: مهراڻ ڏهه-ساله نمبر ٢-ص ٦٣٤)

ان علمي اقتباس جي روشنيءَ ۾، اگر غور سان ڏسجي ته پوءِ، ان معيار تي فقط 'مهراڻ' ئي فائز نظر اچي ٿو، جو واقعي روح، عصر جو پيغام به آهي ۽ پيغامبر به آهي. جنهن جو تعلق عوام سان گڏ، معاشري جي صاحب-فڪر ماڻهن سان آهي. خاص طرح سان 'مهراڻ' جا هي ٻئي ضخيم پرچا، فڪر ۽ مواد جي حيثيت سان وڏي حيثيت ۽ مقبوليت حاصل ڪري چڪا آهن.

'مهراڻ' ڏهه-ساله نمبر جي پهرئين حصي (١-٢/١٩٦٥ع) ۾، هن پيري هڪ نئين روايت جو بنياد وڌو اٿوَ. اها اِها ته نظم جي حصي کي وڌيڪ افادي ۽ جامع ڪيو ويو آهي. هن ڪان اڳ،

هڪ شاعر جي هڪ صنف ۾ فقط هڪ چيز ڏيندا هئا. وڌ ۾ وڌ ڪنهن مشهور شاعر جي هڪ کان وڌيڪ چيز به ايندي هئي. هن ڀيري، اوهان هرهڪ شاعر جون مختلف چيزون ڏيئي، هڪ طرف شاعر جي فن ۽ فڪر جي نمائنده حيثيت ظاهر ڪئي آهي، ۽ ٻئي طرف پڙهندڙن لاءِ اها سهولت پيدا ڪئي آهي، جيئن هو هرهڪ شاعر جي فن، هيئت، فڪر، پيغام، بيان ۽ انداز بيان، شاعرانه حيثيت، زبان جي صحت، لفظن جي جوڙجڪ، ڪلام جي رنگينيءَ ۽ شيرينيءَ کي هڪ ئي مطالع ۾ پرکي ۽ پروڙي سگهن. ان سلسلي ۾ اوهان سنڌ جي گهٽو ڪري سيني محب وطن، ۽ مشهور شاعرن جو ڪلام پيش ڪيو آهي. منهنجي خيال ۾ اها روايت گهڻو اڳ شروع ٿيڻ کپندي هئي. خير، دير آيد درست آيد جي مصداق، هاڻي به غنيمت آهي.

ان سلسلي ۾ اوهان پورا پاونجاهه شاعر پيش ڪيا آهن. ان اندازکي ڏسي دل خوش ٿي ٿئي ته اسان جي منڙي سنڌڙيءَ ۾ باشعور شاعرن جي ايتري آٿاٺ ڪانهي.

ذرا نم هو تو يه مٽي، بهت زرخيز هے ساقي.

شاعرن جي نالن تي اگر نظر ٿي وجهجي ته پوءِ ظاهر ٿو ٿئي ته اوهان جو انتخاب، عملي ۽ فني حيثيت سان ڪيل آهي. اوهان قديم ۽ جديد جي فرق ۽ امتياز کان بالا رهي، شاعرن کي پيش ڪيو آهي. حتيٰ ڪ، مولوي خيرمحمد نظامانيءَ ۽ مولوي احمد ملاح جو ڪلام به شايع ٿيو آهي. مولوي احمد ملاح جي غزل جو مطلع آهي:

اڄ ته باغن ۾ بهاريون، واه قدرت رب ڪريم،
اڄ به ملڪن ۾ ملهاريون، واه قدرت رب ڪريم!

اهو غزل چوڏهن شعرن تي مشتمل آهي ۽ رب ڪريم جي قدرت جو رنگين ۽ اثر آفرين نقش چٽيل آهي.

ان طرح مولوي خيرمحمد نظامانيءَ جي غزل جو مطلع آهي:

ڪنهن ڪسي ڪنهن جي ياد آهي، آهه تنهنجي تات ۾،
گفتگو تنهنجي ٿي لڪري، هر گهڙيءَ هر بات ۾.

هي غزل به الله تعاليٰ جي حمد و ثنا ۾ آهي ۽ نهايت جاذب نگاهه آهي. هڪ شعر واه جو آهي!

شيشه اوصاف مان ڏسجي، وجود پاڪ پيو،
آهي حيران ۽ پريشان فلسفي جو ذات ۾.

ٻيو شعر آهي:

'تون ئي تون' آواز آهي، آبر جو ۽ باد جو،
تنهنجو جلوو رونما ٿيو، برق ۾ برسات ۾.

ان پهرئين پرچي ۾، جناب مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولیٰ"، جا ايڪٽيهه بيت ڏنا ويا آهن. اهي بيت، فني حيثيت سان شاهڪار آهن، ۽ روايت جي حيثيت سان جدت پسند. انهن بيتن مان ثابت ٿو ٿئي، ته اسان جي ڪلاسيڪي روايت ۾ به اجا ترقيءَ ۽ جدت پذير اضافن جي گنجائش آهي.

جناب مخدوم صاحب جن، قديم روايت جي خلاف، 'پيرن' کي موضوع سخن بنايو آهي. اسان جا فارسي، اردو، سنڌي ۽ هندي شاعر، هميشه چشم و گوش، خدوخال، زلف ۽ آبرو کي بيان ڪندا آيا آهن. ديدار ۽ ملاقات، وصال يار ۽ زيارت جي سلسلي ۾ اسان جا شاعر، اکين کي وڏي حيثيت ڏيئي چڪا آهن. اوهان فارسيءَ ۽ اردوءَ، عربيءَ ۽ هنديءَ، بلڪ جديد شاعري ۽ مغربي شاعريءَ تائين، 'اکين' کي وصال يار جي 'علامت' ڏسندا ايندا. لطيف به 'اکين' لاءِ چيو آهي: ""اکين ۾ ٿي ويهه، ته آئون واري ڏيکيان'، يا چيو اٿس 'اک اشهد چاءِ، ته مشاهدو ماڻئين'، يا '...ڪيڏي ڪالڱن کي ڏيان'، يا 'نيڻين جهڙ نه لهي'" وغيره. ان طرح شاعرن جا هزارين مثال گڏ ڪري سگهجن ٿا. انهن جي مقابلي ۾، ان 'روايت' ۾ جدت پسندانه انداز ۾ اضافو ڪري، مخدوم صاحب جن، 'پيرن' کي بيان ڪيو آهي. وصال يار لاءِ اکيون اوجاڳا ٿيون ڪن، اکيون ننڊ نٿيون ڪن، اکيون برسات وانگر پيون ٿمن، اکيون انتظار ۾ کليل آهن، اکيون در ۾ کُتل آهن، اکيون تارا پيون ڳڻين. اهي مضمون پڙدي پڙدي، ڪَن َ ئي پچي پيا آهن. مخدوم صاحب، ان هيئت ۾ فني اضافو ڪري ٻڌايو آهي ته اهي پير ئي آهن، جي وصال يار لاءِ منزلون ٿا هڻن، سنگلاخ واديون ٿا لتاڙين، ٻَرَ پَٽَ ۽ ڏونگر ٿا جهاڳين، پٿرن ۽ سيڪيءَ مان پار ٿا پون، ڪنڊن ۽ ڏکين پيچرن کي ٿا طئي ڪن، پاڻ کي پٿون ڪريو ڇڏين. ۽ اڄ تائين ڪنهن به شاعر، 'پيرن' جي ان عقوبت ۽ ابتلا کي وزن نه ڏنو آهي. روايت جي اضافي طور ته بيشڪ اها هڪ جديد روايت چئبي، ۽ ان سان گڏ ڏسڻو اهو آهي ته ان روايت کي ڪيتري حد تائين نباهيو ويو آهي.

ان نباهه ۾ ڪيتري شاعري آهي - آيا شاعرانه انداز بيان به باقي رهيو آهي يا نه؟ آيا رقت ۽ سوز، گداز ۽ ساز جي ڪا رمق به آهي يا نه؟ آيا رنگيني ۽ شيريني به آهي يا نه؟ دلاويزي ۽ دلبري به آهي يا نه؟ لفظن جي خوبي ۽ انداز جي خوش اسلوبي به آهي يا نه؟ پيو ته ڪلاسيڪي انداز واري هيئت، سادگي، سچائي، روالي ۽ جادو بياني به قائم رهي آهي يا نه؟ ان سلسلي ۾ به اهائي راءِ قائم ٿي سگهي ٿي ته اهي ايڪٽيهه بيت هر لحاظ سان، مثالي شاهڪار جي حيثيت رکن ٿا. انهن ۾ زبان جي صحت ۽ شائستگي به آهي، انداز بيان جي رنگيني ۽ شيريني به آهي، مضمون ۽ فڪر جي آراستگي به آهي، واقعات ۽ حالات جي نقش گري به آهي، چندوديا موجب صحت ۽ پختگي به آهي.

ان مان ثابت ٿو ٿئي ته جناب مخدوم صاحب جو فن، مجتهدانه اضافن سان سينگارجي ۽ سنوارجي چڪو آهي. ۽ اسان جي قديم هيئت، روايت جي قديم انداز بيان کان وڌي، هڪ

قدرت آميز ۽ جدت پذير رنگ وٺي چڪي آهي. مخدوم صاحب جو اهو اجتهادي انداز-فڪر اسان جي شاعرن لاءِ تقليد ۽ تتبع جي لائق آهي.

مخدوم صاحب جن جو بيت آهي:

دلبر گهڻو دور هو، ات پُڇايو پيرن،
جن رندن سيئي رت ڪيا، تن شابسون هجن،
ويچارن وڙ ڪيا، مون متي ميرن،
مچيا احسان ان جا، چاهه منجهان چشمن،
سي چميو ۽ چمجن، 'طالب مولىٰ' طلب ۾.

'پيرن' جي ڪيفيت بيان ڪندي، جا شاعرانه نڪته سنجي ڪئي ويئي آهي، ان مان حظ ۽ سرور ته فن جا ڄاڻوئي وٺي سگهن ٿا. ٻڌايو ويو آهي ته دلبر تائين پيرن ئي پهچايو آهي، پيرن ان سلسلي ۾ رندن تي رت وهايو آهي، ويچارن وڙ ڪيا، تن کي شابسون هجن. - ان ڪان پوءِ اها قديم روايت ٿي اچي، جنهن ۾ هميشه اکين کي ديدار يار ڪان محظوظ بيان ڪيو آهي. پر ان ۾ اها جدت پيدا ڪئي ويئي آهي جو خود چشمن کان اعتراف ڪرايو ويو آهي ته اهي پير نه هجن ها ته هوند، ديدار يار جي نعمت ملي ئي ڪانه ها! ان ڪشمڪش ۽ اضطراب کي هن طرح اکين جي زبانيءَ ۾ اعتراف طور بيان ڪيو ويو آهي:

"مچيا احسان ان جا، چاهه منجهان چشمن".

ٻئي هنڌ، ان ڪشمڪش جو موازنو هن طرح ڪيو ويو آهي:

اکيون ٻه آهن اکيون، پر پيرن سان نه پڄن،
هو رئن ٿيون رت ڦڙا، هي ڦتجيو ٿا ڦٽڪن،
هو پيوس آهن برهه ۾، هي هيجئون اٿيو هلن،
هو نهارين الجيب کي، هي تِرُ نتا ترسن،
هو اپائڪيون عجيب لئي، هي رندن منجهه رلن،
احسان ڪيا اکين تي، پرت منجهان پيرن،
'طالب مولىٰ' طلب ۾، چميو، چميو چمجن،
جهلئي نٿا جهلجن، هلندي پنهنجي حبيب ڏي.

ڇا رنگيني ۽ لذت آهي! ڇا شيريني ۽ خوش بياني آهي! "جهلئي نٿا جهلجن" چئي، 'پيرن' جي ڪشمڪش کي شاعريءَ جي بلند مرتبه روايت بنايو ويو آهي.

اکيون اعتراف ڪندي، هڪ هنڌ ورائين ٿيون:

رويو رويو، اکيون، اچو پيرن متي هون،
چميو تن کي چاهه مان، ڏوڙ سندن ٿيون ڏون،

اينهين اشارن ۾، چريون، گونگيون چون،
تہ هي سلامت هون، اسان سندا آسرا.

آخر ۾ آءٌ جناب مخدوم صاحب جن جي خدمت ۾ ان مجتهدانہ روايت جي خالق جي حيثيت ۾ مبارڪون عرض رکڻ کان رهي نٿو سگهان.

اياز جي ڪلام جو انتخاب بہ نهايت لذيذ آهي. غزلن ۾ 'هيءَ سينَ نہ ڏينديءَ چئين'، پنهنجي انفرادي انداز سان، تاثر جي هڪ والهانہ ڪيفيت پيدا ڪئي آهي.

جنهن وقت اسان جي تند ٽٽي، ۽ ساز ٽٽي، آواز جهڙي،
تنهن وقت پلي ڪو ڪنڌ ڪٺي، جو آيو، ڳايو آ پيارا!

اياز 'ذرا عمر رفتہ کو آواز دينا' يا 'صبح هوتا هے شام هوتي هے' جي روايت کي جدّت ۽ پراثر قالب ۾ پلٽيو آهي، ان جو مثال مشڪل ملندو. اياز عمر رفتہ کي اجهو هيئن ٿو بيان ڪري:

ڪنهن ڪاريءَ ڇڳ تي رات ڪٽي، ڪنهن ڳاڙهي ڳَلَ تي باک ڦٽي،
اينءَ وقت ڪٽيو، اينءَ عمر لٽي، سڀ سانگ سجايو آ پيارا!

زندگيءَ جي مهراڻ مٿئل جي دهشت ۽ دڙڪن ۾ انسان جي ڪهڙي حيثيت آهي؟ اهو شاعرانو ۽ صوفيانو مضمون آهي. اياز ان ۾ جدت آميز اضافو ڪيو آهي، ڇي:

آ ڇوڏاري مهراڻ مٿو، جنهن جو نہ پٿي، جنهن جو نہ پتو،
هي روح جزيرو حيرت جو، جنهن منجهہ سمايو آ پيارا.

'مهراڻ' جي لامنتها ۽ وسيع، پرخطر ۽ دهشت انگيز ڪائنات، جنهن جو نہ پٿي نہ پتو آهي! ان ۾ انسان، يعني زندگي، جنهن کي 'اياز' 'روح' جي استعاري ۾ بدلايو آهي، چوي ٿو تہ ان 'مهراڻ' ۾ 'روح' ويچارو 'حيرت' جو جزيرو آهي! روح کي حيرت جو جزيرو چئي، ڪائنات ۽ انسان جي ربط ۽ تعلق کي، فلسفيانہ توڙي حقيقت پسندانہ انداز ۾ آسمان تي پهچايو ويو آهي. دلچسپ امر اهو آهي تہ ان خيال کي شاعرانو لباس پهرائي، هڪ عجيب ۽ غريب ڪيفيت پيدا ڪئي وئي آهي.

زندگيءَ جي شور ۽ شر، اشتعال ۽ فتني، اختلاف ۽ انحراف جي خلاف هر شاعر احتجاج ڪيو آهي، افهام ۽ تفهيم لاءِ دليل ڏنا آهن. عالمن منصور ۽ سرمد جي زبانيءَ، ڪيئي دفاعي دليل پيدا ڪيا آهن. اياز چيو آهي:

هيرا تہ ڏسو، ڪنڪر نہ ھٿو، ايندو نہ وري هي وڻجارو،
ڪجهہ ڏاتِ ڏسو، ڪو بات ڪريو، هي شور اجايو آ پيارا!

ان شعر ۾، ابتلا ۽ مصائب جي صاحب کي ونجارو ڇئي، هڪ نئون ڪردار پيدا ڪيو ويو آهي، جو پنهنجي افاديت پسند وکر کي 'هيرا' ڇئي ٿو آچي ۽ سنگباري ڪندڙن کي ڪنهن 'ڏات' کي ڏسڻ لاءِ وينتي ٿو ڪري. اتي هيرن جي اَچ ۽ پٿرن جي موٽ، عجيب شاعرانہ تلازمو پيدا ڪيو آهي، جو لاشعوري طرح بيان ٿيو آهي. ان سان گڏ يقين ۽ اطمينان سان چوڻ تہ "پو بات ڪريو" منطقي استدلال جو روح آهي. آخر ۾ "هي شور اجايو آ پيارا" شعر ۾ جان پيدا ڪئي آهي. ان شعر ۾ دعوا، دليل، نتيجو، خبر، تسڪين ۽ بيباڪي موجود آهي.

اياز جو هڪ مطلع آهي: 'وري عشق بازي، اڙي دل اڙي دل!' ۽ ٻيو مطلع آهي: "اکيون آرزوئون، اکيون التجائون"، ٽيون آهي: 'پري جام پنهنجا پياڪو، اچو' - اهو انداز بيان غزل جي انداز ۽ روايتي حيثيت ۾ فني اضافو آهي. انداز بيان جي جدت سان گڏ، مواد ۽ خيالات جي ندرت، اياز جي فن کي بيشڪ ممتاز مقام عطا ڪيو آهي.

تنوير عباسيءَ جي 'فن' پنهنجي سادگيءَ ۽ حقيقت پسندانہ حيثيت سان واه جا ترقي ڪئي آهي. سندس ذوق جمال تہ ڏسو:

ڪنهن جيءَ جنجهوڙي جاڳايو، جو روح بہ پاسو اٿلايو،
ڪنهن سيرانديءَ ڪان آهہ سڏيو، ڪنهن پيار مان پهہ پهہ پوليو آ.

ڪشمڪش ۽ يافت جي تصوير چٽيندي چيو اٿس:

ڏس واريءَ تي تي باک ڦٽي، ڏس اوپر کي ٿي لاک لڳي،
ڏس مارڳ تي تي ماک وسي، هي صبح تہ "تو-مون"ڳوليو آ.

هن شعر ۾، "مون-ڳوليو" چوي ها تہ پوءِ اهو شعر، خيال ۽ حقيقت جي حيثيت سان فقط 'انفرادي تاثر' رهجي وڃي ها: پر ان ۾ 'مون' سان گڏ 'تو' آئي، ان ۾ تعميمي افاديت پيدا ڪئي ويئي آهي، جا تحسين جي لائق آهي. ان طرح سندس وائي ۽ گيت بہ سهڻا آهن. ذرتي، ڪاغذ جو گل، سان، خاموشي، ماڻهو ۽ تارا، پڙاڏو ۽ سڏ، هر لحاظ سان معياري چيزون چئي سگهجن ٿيون.

نظم جي حصي ۾، امداد حسينيءَ جي ڪلام جي چونڊ، پڻ هرلحاظ سان مٿي پيئي آهي. 'امداد' جو فن پنهنجي ٿوريءَ حياتيءَ جي حيثيت سان تجربي ۽ مشاهدي جي چوٽيءَ تي پهتو آهي. ڏسندي ڏسندي، هي لوجوان شاعر پنهنجي جوڙ جيس دوستن کان ڪسر ڪٿي چڪو آهي. 'امداد' جي فن ۾ جا وسعت آهي، ان جو اندازو تمام ٿورا ماڻهو ڪري سگهيا آهن. آزاد نظم، اگرچ فني حيثيت سان اسان وٽ اڃا تجربي ۽ نومشقي جي دَور ۾ آهي، پر ڏسجي ٿو تہ 'امداد' سيني يارن کان اڳ ۾ ان فن کي ڪاميابيءَ جي منزل تي رسائيندو ۽ بازي کٽي ويندو. 'امداد' جو نظم 'حملو' نهايت جذبات انگيز ۽ تاثراتي نقشگري آهي،

جنهن ۾ صداقت جي پرستار، محبت جي وفادار، بلڪ محبت جي گنهگار جي انجام کي چٽيو ويو آهي. ان نظم ۾ زور بيان، لفظن جي چونڊ، ماحول جي ترجماني، افسانوي جوڙجڪ، ڊرامائي سيٽا، خود بياني، لشتر زني، بيباڪي، منطقي موشگافي هر چيز داد جي قابل آهي. مثال طور:

کو نہ هن شهر جو همدرد ۽ همدم هوندو،
کو نہ هن شهر جو همراز ۽ سائي هوندو،
کو نہ هن شهر جو معشوق ۽ جاني هوندو،
کا نہ هن شهر جي دلبر جي جواني هوندي،
کا نہ هن شهر جي عاشق جي نشاني هوندي،
کو نہ هن شهر جي ٻوليءَ جو ترنم هوندو،
سرد ۽ تيز هوائن تي ڪڙا ڪڙڪايا،
نہ کو انسان بہ ٿئي، شهر جي ماتم ۾ شريڪ!

'امداد' وٽ ڪردارنگاريءَ جي سلسلي ۾ بيشمار علامتون آهن، جي زندگيءَ جي خفيف کان خفيف، نازڪ ۾ نازڪ، مخفيءَ کان مخفي، باريڪ کان باريڪ، حقيقت تان رسائي حاصل ڪن ٿيون. 'امداد' پوريءَ زندگيءَ جون روشن توڙي ڪثيف حقيقتون، هڪ ئي نظم ۾ بيان ڪرڻ تي جا قدرت رکي ٿو، تنهن سندس مقام ۾ انفرادي امتياز پيدا ڪيو آهي. البت ڪٿي ڪٿي سندس زبان ۽ انداز بيان ۾ جو تشدد ۽ طنزيہ رنگ ٿو پيدا ٿئي، ان ۾ احتياط ۽ اعتدال جي روش قائم ڪرڻ جڳائي.

'مهراڻ' ۾ گهر جي ياد، ماريا، نئون شعر، تاريخ، نهايت ڪامياب چيزون آهن.

'نئون شعر' جي عنوان سان، سندس غزل نما نظم، يا نظم نما غزل ڇپيو آهي، ان جي بيپناهہ رواني‌ءَ جو کو حساب ڪونهي! نهايت سليس ۽ شيرين انداز ۾ چا چا نہ چئي ويو آهي!

'امداد' جو قلم يا دماغ هڪ قالب بنجي ويو آهي، ۽ سندس شعر سڪ* بند، مثالن وانگر ٺلتيا ٿا اچن. ٻولي سليس ۽ انداز ڪلاسيڪي، پر ذوق جمال جديد، ۽ پيشڪش لذيذ. چوي ٿو:

رات جي پوئين پهر، چند جيان، منهنجي جهوليءَ ۾ جهڪلي پيو آهين.
مون تي ڪنهن بند ٽيل در وانگي، پاڻ ئي پاڻ کلي پيو آهين.
ٽوٽ ڏرتيءَ جي ڪلل سيني تي، چوليہن وانگي چڪلي پيو آهين.
صبح جي ويرِ ٿڌيءَ هير جيان، منهنجي هستيءَ تي گهلي پيو آهين.
مون تي امرت جا پيالا اوتي، منهنجي سڀ زهر کي پي ويو آهين.

ان ۾، جهڪلي پيو آهين، کلي... ، چلي... ، گهلي... ، پي، ويو آهين، ۾ عجيب رواني ۽ لطافت آهي. معاف ڪجو، 'امداد' جي ان چيز کي اگر الٽو اڏ ڪجي ۽ سندس پويان بند گڏي پڙهجن تہ پوءِ مخمس جو هڪ بند بنجي ٿو پوي. پر جي، اهي شعر، مصرع ثانيءَ وارا، مصرع اول بنائجن تہ هوند آزاد نظم بنجي پوي. مثال طور:

پاڻ ئي پاڻ ڪُلي پيو آهين، مون تي ڪنهن بند ٿيل در وانگي.
منهنجي سڀ زهر ڪي پي ويو آهين، مون تي امرت جا پيالا اوتي.

آخر تائين ان رعايت سان، ايترو عرض ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان، ته اڄڪلهه آزاد نظم ۾ رڪنن جي گهٽ وڌائيءَ ڪري، بعض وقتن تي جا شڪستگي ۽ ڪرختگي تي پيدا ٿئي، ان کي ختم ڪرڻ لاءِ، جيڪڏهن 'بحر ۽ وزن' جي پابندي ڪئي وڃي، سا به رڳو 'بحر' تائين (قافيه ۽ رديف جي تلازم کان سواءِ) ته پوءِ منهنجي خيال ۾ آزاد نظم جو حسن دوبالا ٿي وڃي. افسوس ته اهو آهي ته اسان جي يارن، آزاد نظم، نظم معريٰ، بلينڪ ورس، غير مقفيٰ، ۽ غير مردّف، ناموزون ۽ پابند شاعريءَ توڙي نثر مرصع جي لطيف ۽ فني فرق ۽ امتياز کي به اڃا نه سڃاتو آهي.

ان سلسلي ۾ نارائڻ شيام جو فن اسان جي ادبي ماحول ۾ ڪافي شهرت حاصل ڪري چڪو آهي. مهراڻ ۾ آيل ٻه وايون نهايت سهڻيون آهن. انهن ۾ فن جي پختگي به آهي ۽ خيال جي گهرائي به آهي، ترنم ۽ رواني به آهي، اثر آفريني ۽ جذب به آهي.

منهنجي ناچيز خيال ۾ وائي سينڌي شاعرائين صنفن ۾ سڀني کان وڌيڪ اثرائتي پر روان دوان صنف آهي. هڪ ته ان جو وراڻو، نهايت چيدڙ ۽ اثر انگيز ٿو ٿئي. ڳالهه اها آهي ته وراڻو ته هر حال ۾ قائم دائم رهي ٿو، پر ان جو پيو سانئي اهڙو ته تز ۽ صاف، سليس ۽ ساده و هٺ گهرجي، جو ڏسڻ سان تير وانگر هنئين ۾ کپي وڃي. ان جي سمجهڻ لاءِ نه دماغ تي زور ڏيڻو پوي ۽ نه شاعرانه فن جو دفتر اٿلائڻو پوي ته هي ڇا چيو ويو آهي؟

شيام جي ٻنهي وائيءَ جا پهريان ٽي بند واه جا آهن، ۽ "ڪيئن نه ڇمي رابيل ڪي" سهڻي ٻڌڻي آهي. ڏسو:

ڏسندي ئي هرڪيو هينئون، نيڻن جو ويساهه... ڪيئن نه ڇمي رابيل ڪي!
هلڪيءَ جنبش سان هوا، واسيندي وٺراهه...

باقي بند سندس زور طبع جي پيداوار آهن.

ان طرح هري دلگير، هميشه وانگر هن ڀيري به ڀاڻ موڪيو آهي. سندس ڇهئي چيزون سندس فني پختگيءَ جو دليل آهن. سندس وايون ۽ بيت، نهايت رنگين مثال ڇٽي سگهجن ٿا، جن ۾ نرمي ۽ رواني به آهي، حال ۽ خيال به آهي، ۽ ٻوليءَ جو ٻڻ عمدو مثال آهي. "ڪير نه آهي!" ۾ ڏسو:

ڪير اڪيلائيءَ ۾ مون سان پيو ڳالهائي — ڪير نه آهي!
دور افق سان ويٺو ڪير ليڪا پائي — ڪير نه آهي!
ڪير ڪويءَ کان گيت نوان ٿو روز ڇوائي — ڪير نه آهي!

ان طرح ٻي وائي ڏسو:

"مان ته چوان ٿي اهُه سڄڻ تون اهُه ـــ مگر تون آنهه ڪٿي؟"

ساري وائي سهڻن خيالن سان سينگاريل آهي.

هي آهن اهي شاعر، جن جي شاعريءَ جي شهرت آهي. في الحال، شعر ۽ شاعريءَ تي نگاهه وارو حصو هتي ختم ٿو ڪريان. انهن نه سمجهڻ گهرجي ته باقي شعرن جو فن ۽ ڪلام ڪو اهڙو غيراهم آهي. ٻين شاعرن ۾ شمشيرالحيدري، گووردن محبوباڻي، گدائي، نياز همايوني، بردو سنڌي، محسن عباسي، ذوالفقار راشدي، قمر شهباز، شاد، وفا، آثم، راز ناٿن شاهي، محسن ڪڪڙائي، استاد بخاري، ڊاڪٽر خادم سدارنگاڻي، موتي پرڪاش، نشتر ۽ سليم ڳاڙهوي سام جشنگاڻي، قيوم طراز، تاج بلوچ، پروالو ڏيي، فتاح ملڪ ۽ ٻيا صاحب، قدر جي لائق آهن. انهن جو منتخب ڪلام، هرخيال کان تعريف جوڳو آهي. ٻئي ڀيري انهن جي فن تي به عرض ڪندس.

ان طرح مهراڻ ١-٢-١٩٦٥ع ۾ هن ڀيري "غيرملڪي ٻولين جي شاعريءَ" جي سلسلي ۾ ميدان جنگ ۽ خليل جبران جا ست گيت سنڌيءَ ۾ ڏنل آهن.

"ميدان جنگ"، سنڌي ادب جي مشهور ليکڪ رسول بخش پليجي جو انگريزيءَ تان ترجمو ڪيل آهي. شاعر، ڪرسٽاف ٽيج، (١٧٥٤-١٨٤١ع) ستن سالن واري جنگ جي هيبتناڪ تصوير چٽي آهي. مسٽر پليجي، ترجمي ۾ اصليت ۽ حقيقت وارو روح پيدا ڪيو آهي ۽ ترجمي جي فن کي هرلحاظ سان نباهيو آهي.

ان نظم ۾ جنگ جي وحشتناڪ نقشگري ڪري، انسان کي پنهنجي جنگ جو ۽ خون آشام روش کان نفرت ڏياري ويئي آهي. ميدان جنگ ۾ ڇا هوندو! تڙپندڙ لاشا، ڦٿڪندڙ ۽ زخمي زندگي، مرٿينگن جون آهون ۽ دانهون، وڍيل عضون جا ڍير، هزارين اکيون ۽ ٻانهون، لکين ڪوپريون ۽ منڍيون! لاتعداد ڏڙ! جنگ، موت جو وحشت پسند مظاهرو آهي. جنگ امن، ايمان ۽ انسان جي دشمن آهي. جنگ، انتقام جي آگ آهي، جا سُڪن ڪڏ آلن کي به جلائي ٿي. جنگ هزارين جهڳا جلائي ٿي، لکين رنون زالون، ڪروڙين يتيم ٻار، مانيءَ جي ڳرهه لاءِ تاحيات تڙپندي ڇڏارن ٿا.

هن نظم ۾ ان جنگ تي ۽ جنگ جي امن سوز ۽ انسان دشمن پهلوءَ تي نفرت آفرين رنگ ۾ نشترزني ڪندي، هن طرح جذبات انگيز نموني ۾ اختتام ڪيو ويو آهي.

دنيا کي تهه وبالا ڪندڙ، اڄ هيچ آهي، فريڊرڪ اعظم سوڙهي تابوت ۾ پيو آهي.
سڪندر اعظم هينئر ڌوڙ جو ڍڪ آهي.
ڪکرن جي گجگوڙ وانگر، سڀڪجهه ختم ٿي ويو:......
انساني خوشي، فاتحن ۽ سورمن جي نالي ۽ ناموس کان بالاتر آهي.
اي قوم جا رهبر، هتي ـــ هنن سڪل هڏن مٿان هٿ رکي، قسم کڻ:
ته پنهنجي عوام جو صالح پسند اڳوان ٿيندس!

ان نظم جي مطالع ڪرڻ کان پوءِ، ڪوبہ انسان جنگ کي پسند نہ ڪندو، جو آهي انسانيت جو عظيم مقصد.

باقي سڀ ڪالم، روايتي حيثيت سان تعريف جي لائق آهن. افسانا ۽ ناٽڪ وغيره.

مقالن ۾ "جديد دور ۾ بين الاقوامي تعاون جو مسئلو"، عالمي نظريات جي چند ڇاڻ تي مشتمل آهي. بروهي صاحب جي هن فڪر انگيز تقرير کي مطالع ڪرڻ، هر صاحب فڪر تي فرض آهي. اها تقرير ڪنهن بہ تعارف ۽ حاشيہ آرائيءَ جي محتاج نہ آهي. جويي صاحب ۽ سومار عليءَ جنهن انداز سان ترجمو ڪيو آهي، سو انداز اصليت جون سڪون ٿو لاهي. "سامي زبانون" لسانيات جي عميق مطالع جو شاهڪار آهي، پروفيسر واءِ. ايس. طاهر علي، مبارڪ جو مستحق آهي. باقي سڀ ڪالم – مهراڻ جا موتي، ۽ تبصرا وغيره، مهراڻ جي روايت کي قائم رکيو ٿا اچن.

هن پيري اوهان گذارش ۾ فقط ٻہ مسئلا پيش ڪيا آهن. هڪ جشن ڏهہ سالہ جي التوا جو مسئلو؛ ۽ ٻيو مهراڻ جي علمي ۽ ادبي ترتيب ۾ اصلاح جو مسئلو، جنهن موجب آئينده حصہ نظم ۽ افسانا نہ شايع ٿيندا. جشن مهراڻ لاءِ اوهان لکيو آهي تہ

"اميد آهي تہ مهراڻ جي ڏهہ سالہ جشن جي التوا ۽ ان جي باقي سڀ تقريبات جو نعم البدل، 'مهراڻ' جا هي ٻہ ضخيم نمبر ٿيندا، جي پنهنجي علمي ۽ فني معيار جي لحاظ سان اڳتي هلي، سنڌي ادب جي تاريخ ۾ هڪ نمايان حيثيت حاصل ڪندا."

بيشڪ، مجيوسون – مهراڻ جا ٻہ ضخيم نمبر، ڏهہ سالہ جشن جو نعم البدل ٿيا. پر سوال اهو آهي تہ، سنڌي ادب ۾ شعر و شاعريءَ ۽ ڊراما نگاريءَ جو مستقبل ڇا رهندو؟ هن فڪرانگيز دؤر ۾، سنڌي شاعري، پنهنجي علاقائي حيثيت سان گهڻو بلند ٿي چڪي آهي. اوهان ڏهن سالن کان سنڌي شاعرن جي تخليقات کي معاوضي ڏاران شايع ڪندا آيا آهيو. 'مهراڻ' جي تربيت ۽ حوصلافزائيءَ سان، ڪيترا ناليرا ۽ قابل فخر شاعر پيدا ٿيا آهن. آخر انهن جي جذبات ۽ خيالات جو قدر ڪير ڪندو؟ اسان وٽ باقي ٿي رسالا وڃي رهيا آهن: نئين زندگي، روح رهاڻ ۽ بادل! تہ ڇا، اهي ٽي رسالا، سنڌي شاعريءَ کي پيش ڪري سگهندا، جي لکي ضخيم آهن، ۽ نکو منجهن ايتري گنجائش آهي.

ان سلسلي ۾ مان سنڌي ادبي بورڊ جي چيئرمن جناب مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولیٰ" جي خدمت ۾ پُرخلوص التماس ٿو ڪريان تہ جڏهن تہ پاڻ چوٽيءَ جا سخن سنج ۽ شاعر آهن، 'مهراڻ' ۾ دوباره حصہ نظم ۽ افسانن واري باب کي کولائين. اهو مٿن شاعرن جو حق آهي. ان ڪالم ۾ اصلاح ڪرڻ بهتر آهي، بمقابلي بند ڪرڻ جي. ان طرح بورڊ جا لائق ۽ فائق ميمبر بہ توجهہ فرمائيندا.

ان کان پوءِ، جشن مهراڻ جي سلسلي جو ٻيو ضخيم نمبر آهي. اهو نمبر ڏهن سالن، ١٩٥٥ع – ١٩٦٥ع تائين، جي مواد جو انتخاب آهي. ان ساري ضخيم نمبر کي مطالع ڪرڻ کان پوءِ اهو واضح ٿو ٿئي تہ ان نمبر کي، "سنڌي زبان نمبر" چئجي، يا لسانيات نمبر ڪوئجي.

سڀ کان اول اوهان گذارش ۾ "سنڌي ادبي بورڊ"، جي تشڪيل ۽ تعمير جي سلسلي ۾ تفصيل سان گفتگو ڪئي آهي، ۽ بورڊ جي علمي ۽ ادبي خدمتن جو ذڪر ڪيو آهي. بيشڪ 'بورڊ' علائقائي ادبي ادارن کان هرحال ۾ ممتاز به آهي ۽ قابل ستائش به آهي. سندس علمي ڪارگذارين کان ڪو به انڪار ڪري نٿو سگهي. ان گذارش پڙهڻ کان پوءِ، بورڊ متعلق ڪنهن به غلطفهميءَ جي گنجائش نه رهي آهي. اسان کي ۽ سنڌي ادب کي ته بورڊ تي فخر ڪرڻ سونهي ٿو.

مواد جي سلسلي ۾ اوهان سنڌي ٻوليءَ جي تاريخي ۽ ڪلاسيڪي ادب کان وٺي لساني ۽ فني پهلوءَ تائين، وڏن وڏن عالمن جا مقالا ڏنا آهن، جن ۾ علامه دائود پوٽي، علامه آءِ. آءِ. قاضي، مولانا وفائي، ڊاڪٽر بلوچ، عثمان علي انصاري، علامه ڪربلائي، پيرومل مهرچند، جا نالا قابل ذڪر آهن. ان طرح خالص لساني فن تي، "ٻوليون ۽ سندن سٽاءَ ۽ اُهڃاءَ"، مسٽر محمد ابراهيم جويي جو مقالو آهي، جو ان موضوع تي هڪڙي ڏنو اٿو، اهو پنهنجي جاءِ تي معلومات افزا فني مسئلو آهي. 'تعليمي زبان' جي عنوان هيٺ، سنڌي ٻوليءَ جي عظمت ۽ حفاظت، اشاعت ۽ خدمت جي سلسلي ۾ وقت بوقت ٿيل ڪارگذارين کي ورجايو ويو آهي، جيئن ايندڙ نسل، پنهنجي ٻوليءَ جي حفاظت ۽ ارتقا لاءِ ڪجهه ڪري سگهي.

'ٻوليءَ جي اصلاح' جي عنوان هيٺ، پڻ تعريف جوڳا مضمون آيل آهن. ان طرح ادب، ڪلاسيڪي شاعري ۽ جديد شاعريءَ تي پڻ مستند عالمن جا مقالا ڏنل آهن. ساڳيءَ طرح 'مهراڻ جا موتي' ۽ 'علمي فڪري اقتباس' به نهايت فڪرانگيز پهلوءَ تي مشتمل آهن.

سڀ کان وڌيڪ علمي ۽ فڪري پهلو اهو آهي ته ١٩٥٥ع - ١٩٦٥ع تائين 'گذارشون' ڏنيون ويون آهن، جن ۾ زبان، ادب، فن، تاريخ، تنقيد ۽ سوانح تي نهايت معياري بحث ڪيل آهي. اهو پنهنجي جاءِ تي هڪ مستقل ڪتاب ٿي سگهي ٿو، جو جيڪر بورڊ ڇپائي ته بهتر. ان طرح 'انڊيڪس' (Index) به هڪ علمي آئينو آهي.

ٻيو عرض آهي ته چونڊ مهراڻ جي حصه نظم، افسانن ۽ مقالن جي چونڊ به ڪئي وڃي ۽ اهي ڪتاب ڇپايا وڃن؟ — راڄ محمد ٻاڪي



# پڙهندڙن جا پيغام

— ... پرچو – ’جهڙو پنهون پاڻ، تهڙي سسئا ساٿ جي‘ – جو مصداق آهي. بورڊ جي روايت – حسنِ طباعت ۽ صحتمند مواد جي چونڊ – هن پيري به قائم رهي آهي. اوهان جي گذارش ۾ ’بورڊ‘ جي ڪارڪردگيءَ متعلق تفصيل پڙهي، خوشيءَ گاڏڙ عجب لڳو ته ايترو ڪم، ايتري قليل عرصي ۾ ڪيئن ۽ ڪهڙيءَ ريت ٿيو! ماڻهوءَ جي وسَ کان ڪا ڳالهه ٻاهر ته ڪانهي، پر بورڊ جي ڪم ڏانهن ڏسي پانهنجي ٿو ته بورڊ جا ڪارڪن ڪي ’جِنَ‘ نه، ته ’جن صفت‘ ضرور آهن. ڪم جي سچي لڳن، مقصد لاءِ تڙپ، ۽ خلوص جي شدت، وڏي شئي ٿئي ٿي؛ ۽ بحمدالله اوهان همه تن موصوف آهيو. اگر انهيءَ هوندي به ڪوئي نه مڃي ته شابس هجيس!

١٩٥٥ع کان ١٩٦٤ع تائين پرچن ۾ آيل مواد جي مڪمل وچور وڏي ڪشالي جو ڪم هو، ۽ انِ وچور جي افاديت پنهنجي جاءِ تي مسلم رهندي. بهرحال، منهنجي خيال ۾ هيءُ پرچو پنهنجي افاديت جي لحاظ کان هڪ ”عظيم تحفو“ آهي، ۽ عظيم تحفا ساهه ۾ سانڍيا ويندا آهن ...

– سيد اياز علي شاهه ”محسن“، ڪڪڙائي،

خيرپور ناٿنشاهه، (دادو).

— ... ”مهراڻ“، هن دفعي اهو درياهُ آهي، جنهن جو ڪنڌي ڪناروئي نظر ڪونه ٿو اچي. (راهه موڪلڻ لاءِ ته ان جو گهرو مطالعو ئي ضروري آهي. سطحي مطالعي سان راهه لڪڻ، ڪيتريقدر ڪارگر ثابت ٿيندي، اهو مان ئي ڄاڻان ٿو، ۽ گهري مطالعي لاءِ ڪافي وقت گهرجي. شايد ان وقت تائين راهه موڪلڻ جي ضرورت نه رهي.) تنهنڪري درياهُ جي هن پَرَ تي بيهي ٻيءَ پَرَ تائين فقط نظر ئي اڇلائي وڏي اٿم ـــ سندس پيٽ ۾ هيٺيان ڏيک ڏسڻ ۾ پيا اچن: مانجهي، سڙهه سنوان ڪري، ڪناري طرف وڌي رهيا آهن ـــ ماهيگيرن جا ڪڙڪا، چولين جون گوڙ ٻُوڻ، سيرُن جا سوسات، ٻڌڻ ۾ پيا اچن: پر مانجهي ويران وير وَڏ آهن! ٻيڙيون لڏنديون ڏسڻ ۾ پيون اچن: پر ٻُڏنديون، سو دل نٿي مڃي. ’سچ‘ جيون ٻيڙيون به ٻيلا ڪڏهن ٻُڏيون آهن؟ ’سهڻيون‘ سر جو سانگو لاهي، سيرُن ۾ ڪاهي پيون آهن، ميهار ڪُنڌيون ڪڙايو ڪنارن تي بيٺا آهن. هوڏانهن ’سهڻين‘ جي سيرن ڪي ڪو جوکو ڏسڻ ۾ آيو؛ هيڏانهن ڪنڌيون، ميهارن جي اک جو اشارو ڀَسي، ڪين تاري ڪناري پهچائڻ لاءِ

آتيون پيون ڏسجن. اهو وقت گذري چڪو جڏهن ’سهڻي‘ سير ۾ ٻڏندي رهي ۽ ’ميهر‘ ڪناري تي خاموش بيٺو ڏسندو رهيو ـــ هينئر ڪاٻه ’سهڻي‘ ٻڏڻ نه ڏني ويندي!

”مهراڻ“ جا موضوع ۽ مضمون، ايندڙ ادب ۾ حوالن جو ڪم ڏيڻ وارا آهن. مستقبل جي محقق ۽ مورخ کي ’مهراڻ‘ ۾، ڏهن سالن جي اندر ڇپيل مواد کي ڳولڻ نهايت ڪٺن ڪم هو. اوهان منجهانئس خاص خاص مضمون ۽ شعر چونڊي، هڪ هنڌ (ٻن حصن: ۱-۲/ ۱۹۶۵ع ۽ ۳-۴/۱۹۶۵ع ۾) گڏ ڪري، انهيءَ مشڪل کي آسان بنائي ڇڏيو آهي. بهرحال منهنجي نظرن ۾ جيڪو ادب جو اٿاهه سمنڊ آهي، اهو اوهان هڪ پيالي ۾ اٿلائي وڌو آهي...

–”آنم“ ناٿنشاهي، خيرپور ناٿنشاهه (دادو).

–...جهڙيءَ طرح مٺو مٺو ’مهراڻ‘ پنهنجي هر موج سان وادي سنڌوءَ جي چپي چپي جي آباديءَ کي اوج تي آڻيندو رهي ٿو، اهڙيءَ طرح رسالو ’مهراڻ‘ به سنڌ جي علم و ادب جي سرزمين کي سرسبز ۽ شاداب ڪندو رهي ٿو. هونءَ ته سنڌس هر پرچو ناياب نمبر جي نموني ۾ نڪري ٽروار ٿيندو آهي، پر جو به خاص نمبر ڪڍيو ٿا، اهو افاديت ۽ اهميت جي لحاظ سان، ’تاريخي دستاويز‘ بنجي وڃي ٿو. هن ’خاص اشاعت‘ به سنڌي ادب ۾ وڏو مقام حاصل ڪيو آهي. بيشڪ سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ تي هي مستند مواد، امر رهڻو آهي.

سرورق جي ٻنهي پاسن تي گذريل سالن جي سڀني پرچن جا سرورق سمو هي سهيڙي، هڪ هنڌ محفوظ ڪيا ويا آهن. نقش و نگار جو هيءُ حسين امتزاج آهي، جنهن ۾ ’مهراڻ‘ جي تاريخ سمايل آهي.

گذارش ۾ ’سنڌي ادبي بورڊ‘ جو مڪمل تعارف ڏنو ويو آهي. اهو مضمون، جيڪڏهن ”اسان جو سنڌي ادبي بورڊ“ جي عنوان سان الڳ ڇاپرائي تقسيم ڪيو وڃي ته هوند، مخالف توڙي موافق احباب، بورڊ جي ڪارگذاريءَ کان واقف ٿي مطمئن ٿي وڃن. باقي مواد جو ان طرح ’انتخاب‘ ۽ ان جو هر عنوان قدر جي لائق آهي.

’مهراڻ‘ بيشڪ سنڌي ادب ۽ بورڊ جي حسن ۽ ڪارڪردگيءَ جو روشن مثال آهي.

–احمد خان ”آصف“ ڪڪڙ (دادو).



# علمي، ادبي ۽ ثقافتي سرگرميون

## جشن لطيف

(ٽنڊو محمد خان: ٨- اپريل ١٩٦٦ع)

"بزم ادب" ٽنڊو محمد خان جي زيرسايہ، ٨- اپريل ١٩٦٦ع تي ٽالپر ٽيڪسٽائيل ملس جي حاطي اندر ڪشادي ميدان تي، شاندار طريقي سان "جشن لطيف" ملهايو ويو، جنهن جي صدارت پروفيسر الحاج سيد غلام مصطفيٰ شاهہ، ڊائريڪٽر آف ايڊيوڪيشن، حيدرآباد ريجن، ڪئي. جلسي ۾ هر طبقي جي مقامي باشندن، آفيسرن، وڪيلن، شاگردن، صحافين، معزز شهرين، ٻاهرين اديبن ۽ ڀٽائي بادشاهہ جي شيدائين، اٽڪل چئن هزارن جي تعداد ۾ شرڪت ڪئي. "بزم ادب" جي صدر ۽ ٽنڊي محمد خان جي ادب ذوق اسسٽنٽ ڪمشنر، مسٽر يوسف جمال سي. ايس. پي، جي سرجوشيءَ سان، "جشن لطيف" جو انتظام ڏاڍو سهڻو رکيل هو.

ٻاهران آيل سيني اديبن، شاعرن، فنڪارن ڪي ماني کارائڻ کان پوءِ، رات جو نوين بجي جشن جي ڪارروائي شروع ٿي. پروگرام موجب شاهہ صاحب مسند صدارت والاري. قادربخش زيب پٽي، رسول بخش پليجي، پروفيسر خواجا غلام علي الانا، لاڪيٽي لطيف تي مقالا پڙهيا ۽ تقريرون ڪيون. آخر ۾ مولانا غلام محمد گرامي، لطيف جي فلسفءِ حيات ۽ فن تي ولولہ انگيز ۽ وجد آور انداز ۾ تقرير ڪئي، جا نهايت پسند ڪئي وئي. مولانا گرامي صاحب، علم جي صحيح حيثيت، ۽ تعليم جي صحتمند طريقن تي زور ڏنو ۽ ٻڌايو تہ "صالحن جي صحبت، غور ۽ مراقبي، مطالع جي وسعت، ذڪر و فڪر، ڪردار جي پاڪيزگيءَ سان انسان جي شخصيت بنجي ٿي. لطيف جو ڪلام ۽ فن، انسان جي سيرت سازيءَ جي باب ۾ هڪ مثالي چيز آهي. لطيف ۽ ان جي فن تي اسان کي پورو فخر حاصل آهي. سندس بين الاقوامي پيغام، مساوات ۽ اخوت، ڀيرادري ۽ برابريءَ تي مشتمل آهي. لطيف، امن ۽ ايمان جو پيغامبر آهي. سندس ڪلام جي افادي ۽ صحتمند پهلوءَ کي هر خيال کان ترجيح ڏيڻ گهرجي."

صدارتي تقرير کان پوءِ "محفل مشاعره" شروع ٿي. هن يادگار مشاعري ۾ مقامي توڙي ٻاهرين، چوٽيءَ جي ۽ چونڊ شاعرن شعر پڙهيا. چند نالا هي آهن: عبدالڪريم گدائي، شمشيرالحيدري، 'خواب' حيدرآبادي، علي محمد 'مجروح'، 'اردو' سنڌي، امداد حسيني، حافظ حسيني، محمد خان مجيدي، شبير 'هاتف'، 'راز' نائڻشاهي، 'راز' ٻلڙائي، 'محسن' عباسي، 'انيس' مهيري، 'استاد' بخاري، تاج بلوچ، ابراهيم منشي، 'سروپچ' سجاولي، برڪت علي

'آزاد'، قلندر لکياري، 'الطاف' عباسي، 'سوز' ٽکڙائي، 'انور' عباسي، مقبول پٺي 'دانش'، 'انور' هالائي، پروانو ڀٽي، 'فدا' سرهيو، 'شوق' سنڌي، دائود تاج، 'مسکين' ملاڪاتياري، 'ڪيف' ميرانپوري، نذير قاضي، پيربخش 'پياسي'.

مشاعري جي محفل انتهائي ڪامياب رهي، ۽ سامعين ڏاڍي صبر ۽ سڪون سان ٻڌو. ان بعد راڳ جي محفل شروع ٿي، جنهن ۾ مقامي فنڪارن کان سواءِ، ريڊيو آرٽسٽن، جشن ۾ اهڙي تہ رونق پيدا ڪئي، جو جلسو رات جو ٽين بجي تائين ڄميو رهيو. زرينہ بلوچ، فقير عبدالغفور، محمد جمن، محمد يوسف، فقير يارعلي، يوسف الغوزي وارو، اقبال جوڳي، مٺاخان بلوچ سامعين کي مسرور ڪيو. "جشن لطيف" جي ڪاميابيءَ ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر مسٽر يوسف جمال کان سواءِ، مير پيربخش ٽالپر، حافظ شاهہ حسيني ۽ پرواني ڀٽيءَ جون دلچسپيون شامل رهيون. جشن جي ڪاروائي، ريڊيو پاڪستان طرفان ٽيپ ڪئي ويئي، جنهن جي رپورٽ هفتي کن کان پوءِ، حيدرآباد اسٽيشن تان نشر ٿي.

## جشن روح رهاڻ

(بسنت هال، حيدرآباد، سنڌ: ۱۰-اپريل ۱۹۶۶ع)

حيدرآباد کي تاريخي، ثقافتي، علمي، ادبي ۽ تمدني حيثيت سان مرڪزي اهميت حاصل آهي، اهڙيءَ طرح هن شهر جي 'بسنت هال' سان بہ سالن کان وٺي علمي، ادبي، ثقافتي ۽ تهذيبي يادگيريون وابستہ آهن، جن جا جلسا، ميڙ، محفلون، مشاعرا، گذريل اڌ-صديءَ کان منعقد ٿيندا رهيا آهن.

حيدرآباد مان گذريل پنجن سالن کان مسلسل شايع ٿيندڙ، "زندگي پبليڪيشن" جي ماهوار رسالي "روح رهاڻ" جي پنجين سالگرهہ جي مسرت ڀرئي موقعي تي، "جشن روح رهاڻ" وڏي اهتمام ۽ جوش و خروش سان، اڳين سال جيان، ۱۰-اپريل ۱۹۶۶ع تي بسنت هال ۾ ملهايو ويو. هڪ ڏينهن جي جشن جي مختلف نشستن ۾ سڄيءَ سنڌ مان آيل اديبن، عالمن، شاعرن، فنڪارن، افسانہ نگارن، تعليمي ماهرن، پروفيسرن، شاگردن، صحافين، معزز شهرين شرڪت ڪئي. جشن جي سلسلي ۾ بسنت هال کي خوب سينگاريو ويو هو ۽ شايان شان انتظام رکيو ويو هو. پروگرام مطابق صبح جو نوين بجي، سامعين اچڻ شروع ٿيا.

## افتتاح

هن عظيم الشان ادبي اجتماع جو افتتاح صبح جو ڏهين بجي، سنڌ جي مشهور افسانہ نگار، محترم جمال ابڙي، پنهنجي مختصر لفظن سان ڪيو.

## نمائش

پروگرام مطابق، "زندگي پبليڪيشن" جي طرفان، هال جي پرواري ڪمري ۾ منعقد ڪيل نمائش هئي، جنهن ۾ اداري جي ڇاپيل ڪتابن کان سواءِ "روح رهاڻ" جا پراڻا پرچا، جشن جي موقعي لاءِ ڇپيل "روح رهاڻ" جو خاص نمبر، ۽ ڪئلينڊر رکيل هئا. محترم جمال ابڙي، رسالو خريد ڪري نمائش جو افتتاح ڪيو. ڪلاڪ کن سڀني نمائش ڏٺي ۽ ساراهي.

## افسانن جي نشست

افسانن جي نشست جي صدارت، سنڌيءَ جي مشهور اديب، محترم محمدابراهيم جوئي ڪئي، جنهن ۾ محمد عثمان ڏيپلائي، نظير شيخ، عبدالقادر جوڻيجي، غلام نبي ڀرائي ۽ شوڪت راهي افسانا پڙهيا. جوئي صاحب پنهنجي تقرير ۾ ڪيئي مفيد مشورا ڏنا. چيائين ته "افسانو زندگيءَ جي ڀرپور ترجماني ڪندڙ صنف آهي. ان جو ٿني پس منظر، حقيقت تي بنياد ٿو رکي. افساني جي زبان ۽ ادائگيءَ جو طريقو، وڻندڙ ۽ دلنشين هئڻ گهرجي، ۽ ان ۾ مبالغي ۽ غلط خارجي اثرن کان بچي ڪري، حقيقت کي حقيقت جي حد اندر بيان ڪرڻ گهرجي."

## مذاڪرو

پروگرام موجب شام جو پنجين بجي، محترم خانصاحب عبدالله چنا جي صدارت هيٺ مذاڪري جي نشست شروع ٿي. رٿيل عنوان — "روح رهاڻ ۽ جديد لاڙا" تي مقررين هئا، مولانا غلام محمد گرامي، پروفيسر خواجا غلام علي الانا، رسول بخش پليجو، تنوير عباسي، شمشيرالحيدري، پروانو ڀٽي ۽ محمد عثمان ڏيپلائي. مذاڪري ۾ ڳالهائيندڙ صاحبن، موضوع جي مناسبت سان، سامعين کي گهڻو ڪجهه مواد ڏنو. آخر ۾ گرامي صاحب جي تقرير، وقت جي فني مسئلن ۽ انهن جي تنقيدي جائزي تي مشتمل هئي. مولانا گرامي صاحب چيو ته "هن قسم جون ثقافتي ۽ تهذيبي محفلون، اسان جي ادب لاءِ مقدس روايت جي حيثيت رکن ٿيون. اسان جي تهذيب، روايت، ادب ۽ فن جي روشن مستقبل جو دارومدار، نوجوانن جي صالح ۽ صحتمند شخصيت ۽ سندن مخلصاڻي جدوجهد تي آهي. اهو غلط آهي ته اسان جي زاويہ نگاهہ ۾ رجعت آهي، يا اسان جديد فڪر جي غيرصالح قدرن ۾ مبتلا ٿي چڪا آهيون. اسان جو نقطهءِنظر 'اسلام' جو اهو انقلابي نظام آهي، جو اخلاق ۽ ڪردار جي معراج تي پهچائي ٿو. اسان ۾ ڪي ملحد ۽ دهريا آهن، ۽ ڪي لادينيت جا مبلغ آهن. اسان وٽ ڪابہ اهڙي نظرياتي تنظيم ڪانہ آهي. هرڪو اديب انفرادي طرح سان خدمت ڪندو رهي ٿو."

آخر ۾ چنا صاحب پنهنجا تاثرات بيان ڪيا ۽ پوءِ مهمانن ۽ حاضرين، "زندگي پبليڪيشن" جي چانهه پيتي.

## انعامن جي ورهاست

سنڌي جديد ادب جي تخليق کي همٿائڻ لاءِ، گذريل سال انهيءَ جشن جي موقعي تي، خالصاحب عبدالله چنا، افسانہ نگارن ۽ شاعرن کي "اياز ادبي انعام" (اديبن لاءِ)، ۽ "مارئي انعام" (اديبائن لاءِ)، هر هڪ سؤ رپين جو، ڏيڻ جو اعلان ڪيو هو. سال ١٩٦٥ع جي "روح رهاڻ" ۾ ڇپيل افسانن ۽ نظمن کي انعامي ٺهرائڻ لاءِ ڪاميٽيون مقرر ڪيل هيون. 'اياز ادبي انعام' لاءِ جج صاحبان هئا: محترم غلام محمد گرامي، محترم محمد ابراهيم جويو، ۽ محترم تنوير عباسي. 'مارئي انعام' لاءِ جج هئا: محترمہ بيگم زينت عبدالله چنا، محترم جمال ابڙو ۽ محترم فتاح ملڪ. جن جي فيصلي موجب انعام کٽندڙ اديبن ۾، محترمہ بيگم چنا، انعام تقسيم ڪيا. ورهاست هن ريت هئي.

### اياز ادبي انعام

| | | |
|---|---|---|
| افسانا | پهريون انعام | — سراج ("موکي ۽ متارا") |
| | ٻيو انعام | — امر جليل ("اروڙ جو مست") |
| | ٽيون انعام | — نسيم کرل ("گٽس") |
| شعر | پهريون انعام | — امداد حسيني (نظم: "ماحول") |
| | ٻيو انعام | — شمشيرالحيدري (ڪافي: "پري ٻيي جام محبت وارو!") |
| | ٽيون انعام | — فتاح ملڪ (نظم: "مون کي آهہ سڄاڻ") |

### مارئي انعام

| | | |
|---|---|---|
| افسانا | پهريون انعام | — مس اقبال پروين سومرو ("حادثي کان اڳ") |
| | ٻيو انعام | — نسيم ڪوثر ("شيما") |
| | ٽيون انعام | — مس ايس. تبسم ("معصوم ڏوهاري") |
| شعر | | — زرينہ بلوچ (گيت: "من مندر ۾ توکي وهاريان!") |

## مشاعرو

رات جو نوين بجي، سنڌي مشاعرو شروع ٿيو، جنهن ۾ شرڪت لاءِ جيڪب آباد کان سجاول تائين، سڄيءَ سنڌ مان ڀهتل شاعر حاضر هئا. پروگرام موجب، محترم تنوير عباسي صدارتي ڪرسي سنڀالي، تقرير سان مشاعري جي شروعات ڪئي. (اها تقرير، "روح رهاڻ" جي مئي ١٩٦٦ع واري پرچي ۾ شايع ٿيل آهي). مشاعري ۾ سنڌي شاعريءَ ۾ مروج سڀني صنفن کي پيش ڪيو ويو. شعراءِ ڪرام هئا: شيخ 'اياز'، 'تنوير' عباسي، عبدالڪريم 'گدائي'، شمشيرالحيدري، 'امداد' حسيني، 'تاج' بلوچ، فتاح ملڪ، الطاف عباسي، 'راز' نانڪشاهي، 'محسن'

عباسي، نذير قاضي، 'سيف' ٻنوي، 'محسن' ککڙائي، پريو 'ناشاد'، 'آثم' ناٿنشاهي، 'وفا' ناٿنشاهي، 'پروانو' ڀٽي، مقبول ڀٽي، عبدالحکيم 'ارشد'، رجب علي ميمڻ 'ضيا'، عبدالغفار ابڙو، غلام حسين رنگريز، محمد هوت 'مجرم'، محمد حنيف 'ملازم'، اقبال احمد شيخ، علي احمد عباسي، عبدالفتاح 'عبد'، محمد مراد بلوچ ۽ 'رهبر' ڀٽي وغيره.

## راڳ رهاڻ

جشن جي سلسلي ۾ آخري پروگرام هو — راڳ رهاڻ، جنهن جي صدارت محترم غلام محمد گرامي صاحب ڪئي. راڳ جي محفل ۾ ڪلاسيڪي شاعرن جي ڪلام سان گڏ جديد شاعرن جو ڪلام پڻ ڳايو ويو. آخر ۾ 'هو جمالو' سان جشن جو اختتام ٿيو.

## سنڌي ادبي ڪانفرنس

(جهول، ضلعو سانگهڙ: ١٦-اپريل ١٩٦٦ع)

١٦-اپريل ١٩٦٦ع تي جهول شهر ۾، اتي جي "سنڌي ادبي سنگت" جي اهتمام سان وڏي پيماني تي، 'سنڌي ادبي ڪانفرنس' ٿي گذري، جنهن جي صدارت مخدوم محمد زمان "طالب المولا"، تمغهء پاڪستان، (چيئرمين "سنڌي ادبي بورڊ"؛ ميمبر، قومي اسيمبلي پاڪستان؛ سجاده نشين، درگاهه حضرت مخدوم نوح سرور رحه هالا نوان) جن ڪرڻ فرمائي. ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ حيدرآباد، ڪراچي، نوابشاهه، ٽنڊي، هالا، سانگهڙ، شهدادپور ۽ ميرپورساڪري مان شاعر ۽ اديب پهتل هئا. ڪارروائي رات جو نوين بجي شروع ٿي. اول، مخدوم صاحب جي خدمت ۾ سپاسنامو پيش ڪيو ويو. مخدوم صاحب جن، سپاسنامي جو جواب ڏيندي، پنهنجي طرفان هر ممڪن تعاون جو يقين ڏياريو. مشاعري جي محفل ۾: شمشيرالحيدري، 'پروانو' ڀٽي، عارف المولا، تاج بلوچ، 'انور' هالائي، سروپچندر 'شاد'، پريو 'ناشاد' 'سيف' ٻنوي، ميوو خان 'موج'، حسين بخش 'خادم'، مصري 'مائل' سروري، محمد عمر چنڊ، 'شهنشاهه' هالائي، نبي بخش 'همدرد'، الهورايو 'اداسي'، معصوم قاضي، عبدالغفار 'عابد'، عبدالستار 'انصار'، ڪرم علي 'وفا'، گل محمد 'خوشتر' ۽ ٻين مقامي شاعرن حصو ورتو. آخر ۾ مخدوم صاحب جن پنهنجي ڪلام سان سامعين کي محظوظ فرمايو. ان بعد راڳ جي محفل شروع ٿي، جنهن ۾ مقامي فنڪارن ڪان سواءِ، حسين بخش خادم ۽ مصري فقير، مخدوم صاحب جو ڪلام ڳايو ۽ ساري محفل ۾ سرور پيدا ڪيو.

## سنڌي مشاعرو

(شهدادپور آرٽس ڪاليج، شهدادپور: ١٧-اپريل ١٩٦٦ع)

١٧-اپريل ١٩٦٦ع تي، شهدادپور آرٽس ڪاليج جي 'بزم لطيف' جي اهتمام سان، ڪاليج جي حاطي اندر، محترم شمشيرالحيدريءَ جي صدارت هيٺ سنڌي مشاعرو ٿيو. سامعين ۾

شهر جا ڪافي معزز، استاد، شاگرد ۽ ادب ذوق حاضر هئا. شروع ۾ مسٽر گل محمد گلاٽي (سنڌي ليڪچرار ۽ صدر 'بزم لطيف')، ڪاليج جي بزم لطيف جو تعارف ڪرايو ۽ ادبي محفلن جي اهميت تي روشني وڌي. ان بعد مسٽر شمشيرالحيدري ۽ جي صدارتي تقرير ڪان پوءِ مشاعرو شروع ٿيو، جنهن ۾ شمشيرالحيدري، 'پرواني' ڀٽي، 'نور' عباسي، پريو 'ناشاد'، 'نظر' سنڌي، گل محمد گلاٽي، 'سيف' ٻنوي، نبي بخش 'همدرد'، ميوي خان 'موج'، الهورائي 'اداسي'، سليم لغاري، ڪرم علي 'وفا'، ڏٺي بخش 'خاموش'، عبدالستار 'انصار' ۽ ٻين شعر پڙهيا.

## سنڌي مشاعرو

(سروري اسلاميه ڪاليج هالا نوان: ١٧-اپريل ١٩٦٦ع)

گذريل اپريل ١٩٦٦ع ۾، سروري اسلاميه ڪاليج هالا نوان، جي ساليانه تقريبن جي سه روزه پروگرام ۾، ١٧-اپريل ١٩٦٦ع تي هڪ سنڌي مشاعرو، زير صدارت جناب مخدوم محمد زمان 'طالب المولى' تمغه پاڪستان (چئرمن "سنڌي ادبي بورڊ"، ۽ ميمبر قومي اسيمبلي پاڪستان) جن جي منعقد ٿيو. جنهن ۾ مخدوم زاده محمدامين "فهيم" ڪان سواءِ، شهر جي معززن، استادن، شاگردن، صحافين ۽ ادب ذوق دوستن ججهي انداز ۾ شرڪت ڪئي. ڪاليج جي ڪشادي ميدان تي شاندار اسٽيج جو انتظام ڪيل هو ۽ مقامي شاعرن ڪان سواءِ، ٻاهريان شاعر به مدعو ڪيل هئا. مشاعري ۾ هيٺيان شاعر پيش ٿيا: شمشيرالحيدري، امداد حسيني، 'بردو' سنڌي، 'نور' عباسي، 'پروانو' ڀٽي، 'سليم' هالائي، 'انور' هالائي، 'نظر' سنڌي، پريو 'ناشاد'، 'سيف' ٻنوي، 'محبوب' سروري، 'خواب' حيدرآبادي، عبداللطيف 'قمر'، محمد عمر 'چنڊ'، 'شهنشاهه' هالائي، حسين بخش 'خادم'، مصري 'مائل'. آخر ۾ جناب مخدوم صاحب جن پنهنجي ڪلام سان سامعين کي محظوظ ڪيو. مشاعري ڪان پوءِ، خادم ۽ مائل، مخدوم صاحب ۽ مخدوم زاده فهيم صاحب جو ڪلام ڳايو. شاگردن جي فيچرن ۽ آصف لطيف جي چنگ سان رات جو هڪ بجي محفل جو اختتام ٿيو.

## لطيف جي ورسي

(سنڌ يونيورسٽي نيوڪئمپس، ڄامشورو: ١٨-مئي ١٩٦٦ع)

١٨-مئي ١٩٦٦ع تي، سنڌ يونيورسٽي نيوڪئمپس ڄامشورو ۾، اتي جي هاسٽلن ۾ رهندڙ سنڌي شاگردن، "لطيف جي ورسي" ملهائي، جنهن جي صدارت پروفيسر ڊاڪٽر قاضي نبي بخش ڪئي. جلسي ۾ سنڌ يونيورسٽي، لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۽ ٻين ڪاليجن جا پروفيسر ۽ ليڪچرر، شاگرد، صحافي، ۽ اهل علم ڪافي تعداد ۾ موجود هئا. سنڌي، اردو ۽ انگريزي ۾ لطيف تي تقريرون ٿيون، جن ۾ مولانا غلام محمد گرامي (اها عالمانه ۽ فاضلانه تقرير، روزانه "عبرت" جي چوٿين، پنجين ۽ ڇهين جون ١٩٦٦ع جي اشاعتن ۾، "هلڻ پايو سچ ...!" عنوان سان

چيبل آهي )، پروفيسر خواجا غلام علي الانا، پروفيسر آمنه خميساڻي، ڊاڪٽر قاضي نبي بخش ۽ شاگردن ڳالهايو.

مولانا گرامي تقرير ۾ چيو ته "زندگي بيمقصد نه آهي. علم ۽ تعليم جو مقصد آهي 'مقصد حيات' کي ڳولڻ، ۽ ان تي غور و فڪر ڪرڻ. تصوف، انسان جي باطني بصيرت کي تيز ۽ روشن ڪري ٿو، انسان ۾ اخلاقي نصب‌العين سان وابستگي پيدا ڪري ٿو، انسان جي زندگيءَ کي هڪ روشن ۽ تابناڪ مقصد سان وابسته ڪري ٿو. علم ۽ تعليم محض ذريعا آهن، جي انسان جي 'مقصد حيات' کي سمجهڻ ۽ عمل ۾ آڻڻ تائين رهنمائي ڪن ٿا. لطيف، 'مقصد حيات' کي پروڙڻ ۽ عملي نصب‌العين پيدا ڪرڻ جي دعوت ٿو ڏئي."

پروفيسر خواجا غلام علي آلانا، شاهه جي لساني پهلوءَ تي تقرير ڪندي، رسالي ۾ آيل ڪيترن لفظن جو نئون مفهوم پيش ڪيو ۽ ان تي زور ڏنائين ته شاهه جي زبان کي درست سمجهڻ جي سلسلي ۾ سنڌي ٻوليءَ جا مختلف لهجا ۽ معنائون سمجهڻ گهرجن.

پروفيسر آمنه خميساڻي صاحبه، شاهه جي حب‌الوطنيءَ کي 'سُر مارئيءَ' جي روشنيءَ ۾ بيان ڪيو. ان سلسلي ۾ ڪيترن مثالن سان، مارئيءَ جي پاڪيزه خيال ۽ عمل کي پيش ڪندي، مارئيءَ جي آدرش تي هلڻ لاءِ زور ڏنائين.

هڪ مقرر، انگريزيءَ ۾ تقرير ڪندي، مولانا گراميءَ جي خيالات جي تائيد ۽ تعريف ڪندي، ٻڌايو ته "بيشڪ رڳو ظاهري علم جي تحصيل سان ڪو مقصد حيات حاصل نٿو ٿئي."

آخر ۾ صدر، پروفيسر ڊاڪٽر قاضي نبي بخش، شاهه جي پيغام تي ڳالهائيندي چيو ته "شاهه جو پيغام انسانيت ۽ اخوت جو پيغام آهي. شاهه جو ڪلام رقت‌انگيز آهي، هو انسان جي جذبات ۾ رقت‌انگيز اثر پيدا ڪري ٿو. اسان کي گهرجي ته شاهه جي ڪلام کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون ۽ سندس ڏَسيل راهه تي عملي طرح هلڻ سان پنهنجي زندگيءَ کي ڪامياب بڻايون."

ان بعد مشاعري ۾ شمشيرالحيدري، پروالي پٽي ۽ ٻين شاگردن ڀرو ورتو. راڳ جي محفل ۾ ريڊيو فنڪارن، لطيف جو ڪلام پيش ڪري، روحاني رنگ پيدا ڪيو.

## يوم لطيف

(حيدرآباد سنڌ لا-ڪاليج، حيدرآباد: ٢٩-مئي ١٩٦٦ع)

٢٩-مئي ١٩٦٦ع تي، حيدرآباد سنڌ لا-ڪاليج جي شاگردن جي يونين جي "لطيف مجلس" طرفان، گورنمينٽ هاءِ اسڪول جي ڪشادي ميدان تي، وڏي پيماني تي "يوم لطيف" ملهايو ويو، جنهن جي صدارت، پاڪستان جي سابق مرڪزي وزير، ۽ مشهور قانوندان محترم اي. ڪي. بروهي صاحب ڪئي. جلسي ۾ ڪافي معزز شهري، قانوندان، شاگرد، پروفيسر ۽ اديب موجود هئا.

شروع ۾ ”لطيف مجلس“ جي سيڪريٽريءَ، ممتاز ميمڻ جي مرحبائي تقرير ڪان پوءِ، ڪاليج جي پرنسپال، محترم آخوند الهچايي، معزز مهمانن جي آجيان ڪئي. تقريرن جي سلسلي ۾، مولانا غلام محمد گرامي، رسول بخش پليجي، پروفيسر شفيق پراچ (اردوءَ ۾) ۽ سيد علي اڪبر شاهه لطيف جي سوانح ۽ فن تي تقريرون ڪيون.

مولانا گرامي صاحب ٻڌايو ته ”تصوف ۽ ان جي تعليم ۾ فراريت ڪانهِ آهي. صوفي ته هر دؤر ۾ ’انقلاب‘ جو پيغامبر ٿي رهيو آهي. صوفيءَ ڪڏهن به استبداد ۽ جبر اڳيان ڪنڌ نه جهڪايو آهي. صوفي، ايمان ۽ امن جو داعي، ڪردار ۽ اخلاق جو مبلغ رهيو آهي، ۽ صوفيءَ محبت ۽ اخوت جو پيغام پهچايو آهي. صوفيءَ جي تاريخ ڏسو... ڪيس سوريءَ تي چاڙهيو ويو، جلادن ڪان مارايو ويو، مٿس ’ڪفر‘ جي فتوائن سان وار ڪيا ويا، ۽ مٿس الزام ڌريا ويا... پر صوفي پنهنجي منصب ۽ دعوا تان ڪڏهن به نه هٽيو. اڄڪلهه جي رسم پرست پيرن ۽ انهن جي خليفن کي تصوف جي تاريخ ۽ عمل ۾ شمار ڪرڻ نه کپرجي.“

رسول بخش پليجي نهايت لذيذ ۽ دلنشين پيرايي ۾، لطيف جي فن ۽ شاعريءَ تي تقرير ڪئي.

سيد علي اڪبر شاهه، لطيف جي ڪلام ۾ مذهبي ۽ روحاني پهلوءَ تي ڳالهايو، ۽ مثالن سان ٻڌايو ته لطيف، ’اسلام‘ جو فلسفو پيش ڪيو آهي.

آخر ۾ محترم بروهي صاحب چيو ته ”شاهه، الله ۽ رسول جي تعليم جو ترجمان آهي. سندس روحاني پيغام، هن مادي زندگيءَ لاءِ بهترين نصب العين پيدا ٿو ڪري.“

ان بعد مشاعري جي محفل ۾ شمشيرالحيدري، امداد حسيني، پرواني ڀٽي ۽ عبداللطيف ’قمر‘ بهرو ورتو، ۽ راڳ جي محفل ۾ ريڊيو پاڪستان جي فنڪارن سامعين کي مسرور ڪيو. ’يوم لطيف‘ جي انعقاد ۽ ڪاميابيءَ ۾ ڪاليج جي شاگرد يونين جي نائب صدر مسٽر مظهرالدين ميمڻ ۽ جنرل سيڪريٽري مسٽر عبدالواحد بروهيءَ جون خصوصي دلچسپيون رهيون.

## سنڌي مشاعرو

(سانگهڙ: ٣٠-مئي ١٩٦٦ع)

٣٠-مئي ١٩٦٦ع تي، ”جشن سانگهڙ“ جي هفتيوار پروگرامن ۽ نمائش (زيراهتمام بنيادي جمهوريت ۽ ضلع ڪائونسل) جي سلسلي ۾، نمائش پنڊال ۾، سنڌي مشاعري جي نشست رکي وئي، جنهن جي صدارت ڊپٽي ڪمشنر سانگهڙ، مسٽر صلاح الدين قريشي سي. ايس. پي ڪئي. وقت جي تنگي ۽ شاعرن جي محدود تعداد سبب، شمشيرالحيدري، ’امداد‘ حسيني، ’پرواني‘ ڀٽي، بريو ’ناشاد‘، ميوي خان ’موج‘ ۽ الهورائي ’اداسي‘ بهرو ورتو. بنيادي جمهوريت

جي ترقياتي آفيسر مسٽر آغا شهاب الدين جي دلچسپي ۽ ڪوشش سان مشاعري جي نئين روايت جو بنياد پيو. توقع آهي ته اڳتي هلي، ان کي مضبوط بنايو ويندو.

## ثقافتي ڪانفرنس ٺٽو

(ٺٽو: ٢٣-جون ١٩٦٦ع)

سنڌي تهذيب، تمدن، ثقافت ۽ ادب جي خدمت ۽ اشاعت جي نيڪ مقصدن سان، سيد عالي شاهه شيرازي عليه الرحمت جي عرس ۽ ميلي جي موقعي تي، ٢٣-جون ١٩٦٦ع تي، ٺٽي ۾ اعليٰ پيماني تي ثقافتي ڪانفرنس ٿي گذري. ڪانفرنس ۾ سنڌ جا مشهور محقق، عالم، اديب، شاعر ۽ فنڪار شريڪ ٿيا، جن مان جي. ايم. سيد، پير حسام الدين راشدي، الحاج محمد هاشم گذدر، قاضي فيض محمد، مولانا غلام محمد گرامي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، محمد ابراهيم جويو، غلام رباني، پروفيسر خواجا غلام علي الانا، محمد عثمان ڏيپلائي ۽ شمشير الحيدريءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.

هن عرس شريف ۾ پير عالي شاهه شيرازي جي معتقدن ۽ مريدن جو پڻ ڪافي تعداد موجود هو. ڪانفرنس ۾ تقريرون، مشاعرو ۽ راڳ، ٽي مکيه نشستون هيون. هن ڪانفرنس جو افتتاح محترم جي. ايم. سيد ڪيو ۽ صدارت سيد علي اصغر شاهه شيرازي ڪئي.

تلاوت ڪلام پاڪ ۽ نعت شريف کان پوءِ، محترم جي. ايم. سيد افتتاح ڪيو.

تقريرن جي سلسلي ۾، مشهور محقق ۽ تاريخدان، محترم پير حسام الدين راشدي "ستارهٔ امتياز" ۽ "نشان سپاس"، پنهنجي تقرير ۾ ٺٽي شهر ۽ ان تي سندس تحقيق جي طويل وابستگيءَ جي سلسلي ۾ فخر جو اظهار ڪندي فرمايو ته: "منهنجا والدين ۽ وڏا لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آرامي آهن، تاهم اگر مون کي 'مڪليءَ' جي مٽي نصيب ٿيندي ته اها منهنجي روح لاءِ باعث تسڪين بڻبي." پير صاحب، تاڙين جي گوڄ ۾ ٺٽي جي مختلف دورن ۽ ان جي بدڄڻ ۽ آباد ٿيڻ متعلق فرمايو ته "اڄين نه آهي ته ڪو ديبل جي قتل ڪندرن تي ٺٽو آڏيو ويو. ٺٽو ان وقت هر لحاظ کان پوري اوج تي هو. ان جي شاهدي امير خسروءَ جي شعر مان ملي ٿي." ٺٽي سان عقيدت جو اظهار ڪندي پير صاحب فرمايو: "ٺٽو، اسان جي لاءِ متبرڪ ۽ اکين جو نُور آهي، ۽ ٺٽو اسان جي قديم ثقافت جو روح آهي. تهذيب ۽ تمدن جي تاريخ، ٺٽي جي هنن ويران ڪندرن ۾ مدفون آهي، ۽ جنهن وقت سنڌ جو نالو زبان تي اچي ٿو-ان وقت ٺٽو به ياد اچي ٿو." هن مسرت پرئي انڪشاف تي پوري محفل ۾ زندگيءَ جي لهر ڊوڙي ويئي- پير صاحب فرمايو: "شهنشاهه اڪبر جي عمرڪوٽ ۾ تولد ٿيڻ بعد، جيڪو ڪوڙو مشڪ وڌو ويو، اهو سيد عالي شيرازيءَ جي چولي جو ٽڪرو هو."

ان کان سواءِ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ محمد عثمان ڏيپلائي پنهنجي عالمانہ فاضلانہ تقريرن سان سامعين کي محظوظ ڪيو.

ان بعد مشاعري ۾ شمشيرالحيدري، 'پرواني' ڀٽي، 'تاج' بلوچ، پريو 'ناشاد'، 'سيف' ٻنوي، 'خادم' سروري، رجب علي 'ضيا'، 'محسن' عباسي، 'خاموش' عباسي، 'راغب' ٿٽوي، محبوب شاه، عبدالله 'شرر'، 'ناز' ڀٽي، محمد جمن 'هالي' شعر پڙهيا، آخر ۾ جي. ايم. سيد ۽ پير صاحب ۽ ٻين معززين جي بيحد اصرار تي مولانا گرامي صاحب پنهنجي نظم "جاودان منهنجو وطن" سان سامعين کي محظوظ ڪيو. آخر ۾ راڳ جي محفل شروع ٿي. فقير عبدالغفور، حسين بخش خادم، ۽ منا خان پاڻ ملهايو، ۽ ان کان سواءِ مقامي فنڪار بہ پيش ٿيا. ٿٽي جي ادب ذوق ۽ باهمت نوجوانن جي سرجوشيءَ سان ڪانفرنس ڪامياب رهي. -(پريو "لاشاد")



# آديسي اُٿي ويا، مڙهيون مون مارين!

(غ. م. گ)

## پروفيسر احسان بدوي

سنڌ جي لوجوان، اديب ۽ شاعر، پروفيسر احسان بدويءَ هڪ ناگهاني حادثي جو شڪار ٿيندي، ڪراچيءَ ۾ ٢٢- نومبر ١٩٦٥ع تي وفات ڪئي.

مرحوم احسان، سنڌ جي مشهور اديب ۽ اهل قلم پروفيسر لطف الله بدويءَ جو فرزند هو. سندس علمي ۽ ادبي خدمت جو سلسلو، پنهنجي والد ماجد جي سرپرستيءَ ۽ تربيت ۾ شروع ٿيو. افسوس جو هي نوشگفته گل، جواني ديوانيءَ ۾ ئي ڪومائجي ويو.

احسان، مارچ ١٩٢٦ع ۾، شڪارپور ۾ ڄائو. ابتدائي ۽ سيڪنڊري تعليم شڪارپور ۾ حاصل ڪيائين. ١٩٤٤ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪيائين ۽ ١٩٤٥ع ۾ سي. ايس. گورنمينٽ ڪاليج ۾ داخل ٿيو.

١٩٤٦ع ۾، جڏهن اڃا انٽر آرٽس ۾ هو، تڏهن سنڌ يونيورسٽي وجود ۾ آئي. جيئن ته مٿين ڪاليج جو بمبئي يونيورسٽيءَ سان الحاق هو، ان ڪري سنڌ گورنمنٽ، پنهنجي اسڪالرشپ حاصل ڪرڻ وارن شاگردن تي زور آندو ته هو ڪراچيءَ جي ڪاليجن ۾ تعليم حاصل ڪن. ان ڪري احسان ڪراچيءَ ويو، ۽ اتي ايس. ايم. ڪاليج ۾ داخلا ورتائين، جتي وڏي محنت سان بي. اي. آنرس پرشن ۾ سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين.

تعليم جي دؤر ۾، شمس العلماء علامه دائود پوٽو ۽ آغا محمد يعقوب سندس مدد ڪندا رهيا. بي. اي. پاس ڪرڻ کان پوءِ، برسر روزگار ٿيو ۽ سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس ۾ ڪلارڪ ٿيو، ۽ اڳتي هلي سينئر ڪلارڪ بڻيو. علم ۽ ادب سان چاهه هئڻ جي ڪري روينيو ڊپارٽمينٽ ۾ جلدي دل برداشته ٿي پيو.

هن درميالي عرصي ۾ اردوءَ ۾ ايم. اي. پاس ڪئي. ان سلسلي ۾ هي پهريون سنڌي شاگرد هو، جنهن اردوءَ ۾ ايم. اي. پاس ڪئي. ان کان پوءِ سنڌيءَ ۾ ايم. اي. پڻ ڪيائين.

آخرڪار، پنهنجي شفيق استاد، پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهه صاحب (اڳوڻي پرنسپال، ايس. ايم. ڪاليج ڪراچيءَ، هاڻي ڊائريڪٽر آف ايجوڪيشن، حيدرآباد ريجن) جي مشوري

سان روينيو ڊپارٽمينٽ کي خيرباد چئي، ايس. ايم. ڪاليج ڪراچيءَ ۾ استاد جي حيثيت سان داخل ٿيو. اتي هڪ صالح ۽ باالخلاق استاد جي حيثيت سان پندرهن سال خدمت ڪيائين.

علمي ۽ ادبي خدمت جي سلسلي ۾، مهراڻ رسالي، ۽ نئين زندگيءَ ۾ خاص طرح سان سندس مضمون شايع ٿي چڪا آهن. نثر سان گڏ شعر جو پاڪيزه ورثو به ڪيس پنهنجي والد وٽان وديعت ٿيل هو. سندس ڪلام جو وڏو حصو، رسالن ۾ شايع ٿيل آهي.

سنڌي ادب جي خدمت ڪندي، هو هميشه "سنڌي ادبي سنگت" سان وابسته رهيو ۽ باقاعدي ادبي مجلسن ۽ ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪندو آيو.

تاليف ۽ تصنيف جي سلسلي ۾ سندس هيٺيان ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. ١- تنقيد ۽ تنقيد نگاري ٢- ڊان ويسٽ ٣- انقلاب جو فلسفو ٤- منتخب ڪلام سانگي ٥- ڪرامازوف ۽ سندس پائر.

سندس انداز بيان، سليس، سادو، عمدو ۽ اثرائتو آهي. سندس ٻولي سلاست آميز ۽ لذيذ آهي.

سندس مقالات جو مجموعو سندس والد جناب لطف الله بدوي جمع ڪري رهيو آهي.
دعا آهي ته رب ڪريم شال سندس مغفرت فرمائي ۽ سندس عزيزن باالخصوص والدين ۽ سندس اولاد ۽ عيال کي صبر جي توفيق عطا فرمائي: - انا لله وانا اليه راجعون.

## پروفيسر جهامنداس پاڌيا

سنڌي ادب جي ٻرک ليکڪ ۽ صوفي اهل قلم پروفيسر جهامنداس پاڌيا، شڪارپور ۾ ٣٠- ڊسمبر ١٩٦٥ع تي پرلوڪ پڌاريو.

پاڻ شڪارپور ۾ ١٨٩٨ع ۾، هڪ مشهور شاهاڻي خاندان ۾ جنم ورتائين. اجا اُن ورهين جي چمار جو هو ته سندس والده وفات ڪئي. والده جي وفات ڪان پوءِ، سندس زندگيءَ ۾ عجيب ڦيرو آيو. سندس خيال ويدانتي ۽ صوفيانا هئا. ننڍي عمر کان وٺي، صوفين، درويشن، سامين ۽ جوڳين جي سنگت ۾ رهي، پاڻ ۾ روحاني رنگ پيدا ڪيائين. صوفين ۽ درويشن جي صحبت جي اثر ڪري اجائي ٺٺ ٺانگر ۽ شان شوڪت کان هميشه بيزار رهيو. شاهوڪارشاهيءَ کان نفرت هوندي هيس، ۽ طبيعت سادگيءَ ۽ فقيريءَ ڏانهن مائل هيس.

١٩١٣ع ۾، شڪارپور ايڪيڊميءَ مان بمبئيءَ جي ميٽرڪ پاس ڪيائين، ۽ ١٩١٩ع ۾ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾، بمبئي يونيورسٽيءَ جي بي. اي. پاس ڪيائين. ان کان پوءِ سيٺ، برهمچريه هاءِ اسڪول شڪارپور ۾ هيڊ ماستر ٿي ڪم شروع ڪيائين. اتي ٻه سال سانده رهيو. ان کان پوءِ قومي اسڪول ۾ پيا ٻه سال ڪم ڪيائين. پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ هاءِ اسڪول ڪنڌيارو جو وائيس پرنسپال مقرر ٿيو.

سندس علمي ۽ ادبي زندگيءَ جو آغاز رسالي ”سندوءَ“ کان ٿيو. پاڻ ’سندوءَ‘ جي شروعاتي ڇهن مهينن تائين، ١٩٣٠ع ۾، ايڊيٽر ٿي رهيو.

ان کان پوءِ روهڙيءَ مان هڪ ماهوار اخبار ”روشني ولڊيڪ روشني“ ڪڍيائين. ان جو ٻه ڇهه مهينا ڪن ايڊيٽر ٿي رهيو.

سندس لکڻين جو ٻيو دؤر ’مهراڻ‘ جي قديم دؤر ١٩٤٦ع کان شروع ٿيو. ١٩٤٧ع ۾ سندس هڪ ڪتاب ”سائين قطب شاهه جهانيه پوتر“ شايع ٿيو. اهو ڪتاب سنڌي ادب ۾ هڪ سنگ ميل جي حيثيت رکي ٿو. ان ۾ تصوف ۽ ويدانت جي اپٽار نهايت سليس ۽ وجد آور انداز ۾ ڪيل آهي. سندس قلم جي جولاني، ۽ خيال جي رواني درياءَ جي اٿل وانگر آهي.

ان بعد ورهاڱي کان پوءِ، جڏهن ١٩٥٥ع ۾ ’مهراڻ‘ رسالي جو ٻيو دؤر شروع ٿيو، تڏهن پاڻ مستقل طور سان ’ادب لطيف‘ جي عنوان هيٺ بهترين علمي مضمون لکندو رهيو. ’ادب لطيف‘ ۾ زندگيءَ جي گوناگون مسئلن کي ٽئگور ۽ خليل جبران جي اسلوب ۽ انداز ۾ بيان ڪندو رهيو. سندن انهن ’ادب لطيف‘ وارن شهپارن جو جرمني زبان ۾ ترجمو ٿيو، ۽ اتي جي ريڊيو اسٽيشن تان وقت بوقت نشر ڪيو ويو. ساڳيءَ طرح سندس اهي مضمون آمريڪا ۽ جرمنيءَ ۾ انگريزي ۽ جرمن زبانن ۾ پڻ شايع ڪيا ويا.

ان طرح سندس مضمون مشهور رسالن-شاعر حيدرآباد، مارئي حيدرآباد، فردوس هالا، نئين زندگي ڪراچي، اديون ڪراچي، روح رهاڻ حيدرآباد، کان سواءِ، روزانه ’عبرت‘ ۾ شايع ٿيندا رهيا. سندس مقالن جي گڏ ڪرڻ جو ڪم، سندس فرزند پروفيسر لڇپت ڪري رهيو آهي.

١٩٦٤ع ۾ سندس ٻيو ڪتاب، ”ايسر آڪاٽي“ شايع ٿيو. جنهن تي ’پاڪستان رائٽرس گلڊ‘ پاران ٻه-سؤ رپيا انعام مليو. اهو ڪتاب پنهنجي مواد توڙي پيشڪش جي لحاظ سان شاهڪار آهي. سندس اندازبيان جي جدت ۽ ندرت، تتبع ۽ تقليد کان بالا آهي.

ان سلسلي ۾، آخري وقت تائين، ’ساميءَ‘ جي شخصيت ۽ شلوڪن تي ڪم ڪندو رهيو. اٽڪل چار هزار کن سلوڪ گڏ ڪيائين. انهن جي صحت ۽ سمجهاڻيءَ لاءِ سالن جا سال محنت ڪندو رهيو. افسوس جو اهو شاهڪار مڪمل نه ٿيو آهي. پنهنجي پويان لائق فرزند پروفيسر لڇپت گانڌي ۽ پوٽو لريندر ڇڏيو اٿس.

پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ جي بورڊ آف اسٽڊيز فار رليجن جو ميمبر به ٿي رهيو ۽ ١٩٦٤ع ۾ فلاسافيڪل ڪانگريس حيدرآباد ۾ مستقل ڊيليگيٽ جي حيثيت ۾ شريڪ ٿي، فلاسافيءَ تي علمي مقالو پيش ڪيو هئائين، جنهن کي ڏاڍو پسند ڪيو ويو.

٣-ڊسمبر ١٩٦٥ع تي، تمام ٿوري علالت کان پوءِ هن فاني دنيا کي ڇڏي وڃي سرڳواس ٿيا.

# ساڌو واسواڻي

سنڌ جو مشهور عالم، فيلسوف ۽ آدرشي مهاپرش، ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي ١٦- جنوري ١٩٦٦ع تي پوني (ڀارت) ۾ گذاري ويو.

ساڌو واسواڻي جي عالمانه شخصيت، بين الاقوامي شهرت حاصل ڪري چڪي هئي. سندس نام ۽ پيغام کان مشرق ۽ مغرب جا سڀئي علمي ۽ فڪري ادارا واقف هئا.

١٩٤٠ع ۾ هڪ آمريڪي عالم ۽ سياح، پنهنجي سفرنامي ۾ لکيو آهي ته ڀارت جون ٽي جايون قابل ديد آهن—تاج محل، جامع مسجد ۽ اجنتا. ان طرح ٽن ماڻهن کي ڏسڻ ڀاڳ جي نشاني آهي، رابيندرناٿ ٽيگور، گانڌي ۽ ساڌو واسواڻي. اها سنڌين لاءِ فخر جي ڳالهه آهي.

ساڌو واسواڻي، ٢٥- نومبر ١٨٧٩ع تي، حيدرآباد سنڌ ۾ پيدا ٿيو. سندس اعليٰ شخصيت ننڍي ڄمار ۾ ئي علم ۽ فڪر جي عالم ۾ مستغرق رهندي آئي. مذهب جي سلسلي ۾ سڀني مذهبن جو مطالعو ڪري انهن جي صالح ۽ تعميري خيالات کي قبول ڪيائين. سندس اسلام ۽ پيغمبر اسلام، قرآن ۽ خلفائي راشدين لاءِ ڏنل تقريرون ۽ رايا، علمي دنيا ۾ سند جو درجو رکن ٿا.

سندس اوائلي زندگي، تعليم ۽ اخلاقي اصلاح سان شروع ٿي. تعليم جي سلسلي ۾ پاڻ وڪٽوريا ڪاليج ڪوچ بهار، مهيندرا ڪاليج پٽيالا، ديالسنگ ڪاليج لاهور جو پرنسپال ٿي رهيو آهي. ڪلڪتي ۽ ڪراچيءَ جي ڪاليجن ۾ فلاسافيءَ جو پڻ پروفيسر ٿي رهيو آهي.

ٽيهن ورهين جي ڄمار ۾ سندس شهرت ۽ عزت، يورپ تائين پهچي چڪي هئي. ان زماني ۾ پاڻ، بين الاقوامي مذهبي ڪانفرنس برلن جي دعوت تي يورپ ويو، اتي ماديات ۽ لامذهبيت جي خلاف اخلاق ۽ روحانيت، پاڪيزگيءَ ۽ صلح پسنديءَ تي، پراثر ۽ رقت انگيز تقريرون ڪيائين. ان وقت پاڻ ڪراچيءَ ۾ فلاسافيءَ جو پروفيسر هو.

١٩٠٩ع ۾ يورپ جي مختلف علمي ادارن ۽ عالمي سوسائٽين پاران، مليل دعوت تي مختلف ملڪن ۾ تقريرون ڪيائين. سندس تقرير ۾ ويدانت ۽ تصوف جو عجيب سنگم هوندو هو. هو پرڀريگٽ هو، تنهنڪري سندس ڪلام ۾ بجليءَ جهڙو تاثير هو. سندس اصلاحي تقريرن، يورپ جي وڏن وڏن عالمن کي روحانيت ڏانهن قريب آندو.

١٩٢٠ع کان ملڪ جي آزاديءَ جي تحريڪن، ڪانگريس ۽ خلافت ۾ ڀرو وٺڻ لڳو. خلافت جي پاران، انگريزن سان 'قطع تعلقات' جي جڏهن تحريڪ شروع ٿي، تڏهن پاڻ ڏيارام جيٺمل ڪاليج ۾ پروفيسر هو. ان سلسلي ۾ جا وڏي ڪانفرنس ڪراچيءَ ۾ ٿي، تنهن جو پريزيڊنٽ ساڌو واسواڻي هو. ان ڪانفرنس ۾ ملڪ جي سڀني ليڊرن— گانڌي، محمد علي، موتي لال نهرو، شوڪت علي، مولانا آزاد، شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ تقريرون ڪيون.

اڳتي هلي، 'ينگ انڊيا'، ۽ 'هريجن' اخبارن ۾، جي گانڌيءَ جي ادارت ۾ شايع ٿينديون هيون، تن جي ڀرين پيجن تي ساڌو واسواڻيءَ جا مضمون ڇپبا رهيا.

ان سلسلي ۾ 'الوحيد' ڪراچيءَ ۾ سندس ڪافي مضمون ڇپيا، جن ۾ قرآن ۽ حديث ۽ تاريخ جي دليلن سان ثابت ڪري ڏيکاريائين ته هن سرڪار جي خلاف قطع تعلقات تحريڪ کي زور وٺائڻ مسلمانن جو مذهبي فرض آهي.

١٩٣٢ع ۾ استعفا ڏيئي 'ميران' جي ناليءَ ۾ اصلاحي ۽ تعليمي تحريڪ شروع ڪيائين. سندس خيال ۽ عقيدا، امن ۽ صلح، عبادت ۽ پريم پڳتيءَ وارا هئا. هو تصوف ۽ ويدانت جو وڏو ڄاڻو هو، ان هوندي به هو مذهبي خارج رسمن ۽ خيالن کي چنبڙي پوڻ جي خلاف هو. هن پنهنجي عمل ۽ ڪردار لاءِ، 'ميران' بانيءَ کي مثالي ۽ آدرشي آئينو بنائي ڪم شروع ڪيو. سندس اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ به روحانيت ۽ پاڪيزگي، انسانذات جي محبت ۽ خدمت، مساوات ۽ اخوت تي هڪ روحاني رنگ ۾ رتل نصاب ۽ نظام هلايو ويو. ان سلسلي ۾ حيدرآباد جو 'ميران' اسڪول هڪ آدرشي اسڪول شمار ڪيو ويو آهي، جو ساڌو واسواڻي، ورهاڱي تائين هلائيندو رهيو.

١٩٤٩ع ۾ ساڌو واسواڻيءَ پوني ۾، سنڌ وانگر 'ميران' آدرشي اسڪول کوليا. ان سلسلي ۾ ميران بالمندر، ميران هاءِ اسڪول، ميران ڪاليج، ميران ناري شالا، ميران اسپتال، تعريف جي لائق آهن.

ساڌو واسواڻي، علم ۽ خيال، فڪر ۽ فلاسافي، پريم ۽ سيوا جو سچو مثال هو، تنهنڪري سندس ادارن ڪڏهن به مالي مشڪلات ڪانه ڏٺي.

سندس ادارن لاءِ، سندس جنم ڏن ٢٥-نومبر تي هر سال ڳوٿري پيش ٿيندي هئي. پهرئين پيري، پنجويهن هزارن جي ضرورت محسوس ڪئي ويئي، پر ڪين سليا ٿيااليهه هزار: ٻئي سال پنجهٺ هزار، ۽ ٽئين سال هڪ لک کان به مٿي، چوٿين سال اڍائي لکن کان مٿي. اهي رقمون، يورپ، جپان ۽ آمريڪا مان گڏ ٿيون. سنڌين ۽ پارٽي هندن پاران امداد ون الڳ مليون.

سندس ڪيترا ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. جهڙوڪ "Awake Young India" "India in Chains"، جي سندس يورپ مان واپسيءَ تي مدراس جي مشهور Ganesh & Co ڇپايا.

ساڌو واسواڻي، ڇهاسي ورهين جي ڄمار ۾، ١٦-جنوري ١٩٦٦ع تي سرڳواسي ٿي ويو. شال سندس علم ۽ خيال جي دنيا مان انسانذات، سونهن ۽ سوڀيا، پيار ۽ پريم، امن ۽ صلح جو رنگ حاصل ڪري.

سندس خيالن، مضمونن، تقريرن ۽ ٻولن جي اشاعت جي سلسلي ۾ ننڍڙو رسالو 'سنت مالا' اڄ تائين هلندو ٿو اچي. ان ۾ سندس ڪلام، "نوري" ۽ "نمائي"، تخلص سان شايع ٿيندو رهيو آهي. بيشڪ ساڌو واسواڻي هڪ آدرشي مهاپرش هو، جنهن پنهنجي ساري حياتي، خلق جي خدمت ۾ گذاري اعليٰ مثال قائم ڪيو آهي.

## يار محمد ڏانوري

سنڌ جو پراڻو اديب، شاعر، قومي ورڪر ۽ صحافي، جناب يارمحمد ڏانوري، جمعي جي ڏينهن ۲۰-مئي ۱۹۶۶ع تي، دل ٽٽڻ جي ڪري، ڪراچيءَ ۾ وفات ڪري ويو. انا لله وانا اليه راجعون.

مرحوم مغفور هڪ علم دوست ۽ اهل قلم بزرگ هو. سنڌ جي پراڻن آثارن مان هڪ شاندار مثال هو. سندس شعر و شاعريءَ جي تربيت، سنڌ جي مشهور عالم ۽ اديب، جناب حڪيم فتح محمد سيوهاڻي مرحوم ڪئي.

سندس ڪلام سنڌ جي جهونن رسالن توڙي اخبارن ـ اسلامي دنيا، اسلامي زندگي، الوحيد ۽ اصلاح ـ ڪراچيءَ ۾ ڪافي شايع ٿيل آهي.

پاڻ ڪجهه عرصو، روزاني الوحيد ۾ به ڪم ڪيائين.

وطن جي آزاديءَ جي سلسلي ۾، خلافت تحريڪ ۾ هڪ سرويچ سپاهيءَ جي حيثيت سان شامل رهيو، ۽ وڏين وڏين ڪانفرنسن جي انتظامي ڪمن ۾، سندس جانفشاني ۽ جدوجهد تعريف جي لائق آهي.

ان طرح مسلم ليگ تحريڪ ۾ به سڀ کان اڳرو رهيو. آخري وقت تائين وطن جي محبت ۾ سرشار رهيو.

ادبي مجلسن ۾، جمعيت‌الشعراء سنڌ، بزم طالب‌المولا سنڌ، کان سواءِ، بزم نظامي، بزم سرشار ۽ بزم حڪيم کي هلائيندو آيو.

سندس جنازي نماز ۾ مسٽر جي. ايم. سيد، رئيس غلام مصطفيٰ پرڳڙي ۽ ڪيترن مقامي اديبن، عالمن ۽ شاعرن شرڪت ڪئي. دعا آهي ته رب ڪريم شال ڪيس سرهي، ۽ سندس اولاد ۽ عيال کي صبر جميل جي توفيق عنايت فرمائي.

## علامه نياز فتحپوري

اردو ادب ۽ زبان جي نامور اديب، ممتاز عالم ۽ محقق، صحافي ۽ نقاد، ماهنامه نگار جي مديراعليٰ نياز فتحپوريءَ، ۲۴-مئي ۱۹۶۶ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي. وفات وقت سندس ايڪاسي سال عمر هئي. مرحوم نياز گذريل اٺن ـ نون مهينن کان نڙيءَ جي سرطان ۾ مبتلا هو. گذريل سال نومبر تي سندس آپريشن ٿيو، ۽ سندس صحت ڪجهه سڌرڻ شروع ٿي، پر اها صحتيابي عارضي ثابت ٿي. آخر ۲۴-مئي تي وفات ڪيائين.

سندس جنازي سان، سندس عزيزن سان گڏ، ادبي جماعتن، وزيرن، اسيمبلي جي ميمبرن، جماعتن جي سربراهن، آفيسرن، پروفيسرن، استادن، شاگردن ۽ ايڊيٽرن شرڪت ڪئي. سندس پويان هڪ بيوه، ٻه فرزند ۽ ٻه نياڻيون آهن.

علامه نياز، ۱۸۸۴ع ۾، سني گهاٽ، ضلع باره بنڪي ۾ پيدا ٿيو. ان دور جي نامور عالمن کان علم جي تحصيل ڪري، ۱۹۱۰ع کان علمي زندگيءَ جو آغاز ڪيائين.

سڀ کان اول ۱۹۱۱ع ۾ 'زميندار' اخبار سان وابسته رهيو. ۱۹۱۱ع ۾ هفتوار 'توحيد' جو معاون مدير ٿيو. ۱۹۱۲ع ۽ ۱۹۱۳ع ۾ هفتوار "خطيب" جو قلمي معاون ٿيو. ۱۹۱۹ع ۾ روزانه 'رعيت' جو چيف ايڊيٽر ٿيو. آخر ۾ فبروري ۱۹۲۲ع ۾ پنهنجو رسالو "نگار" ماهنامو جاري ڪيائين، جو اڄ تائين هلي رهيو آهي.

اڌ صديءَ ۾ پنجٽيهه علمي ۽ ادبي ڪتاب لکيائين، ۽ 'نگار' جا ڏهه معرڪه آرا ضخيم نمبر شايع ڪيائين، ۽ پورا چوئيتاليهه سال 'نگار' کي باقاعدي شايع ڪندو آيو. سندس علمي ۽ ادبي، تحقيقي ۽ تنقيدي مقالا هزارن کان مٿي آهن.

'نياز' اردو، فارسي، عربي، ترڪي، هندي ۽ انگريزي زبانن جو عالم هو. مختلف علوم ۽ فنون ۾ تفسير، حديث، فقه، تصوف، نجوم، نفسيات، علم ڪلام، فلسفه، منطق، لغت، موسيقي، شاعري، تاريخ، تجويد، انشاء جو وڏو ماهر هو. هڪ اديب ۽ نقاد، محقق ۽ مبصر جي حيثيت سان، برصغير هند-پاڪ ۾ به 'نياز' کي پنهنجو انفرادي مقام حاصل هو. سندس معيار ۽ مقام جا تمام ٿورا عالم پيدا ٿيا.

سندس آزاد خيالي ۽ محققانه طرز تحرير تي مذهبي حلقن پاران نهايت سختگير ردعمل پيدا ٿيو. ان جي پاداش ۾ 'نياز' ٽيهن سالن تائين هڪ ڪمري ۾ محبوس رهيو، پر آڻ نه مڃيائين. سندس خيالات ۾ ڪو به فرق نه آيو. ديني مسائل جي پيش ڪندي ڪيترا اهڙا اختلافي مسئلا پيدا ڪيائين، جن جي ڪري مٿس ڪفر ۽ الحاد جون فتوائون به آيون. سندس مقابلي ۾ علامه سيد سليمان ندوي، مولانا عبدالماجد دريا آبادي، مولانا عرشي امرتسري، ڊاڪٽر تاثير، اقبال سليماني، مولانا سعيد احمد اڪبرآبادي، مولانا منظور نعماني، مولانا اسحاق سنديلوي جهڙا محقق ۽ عالم رهيا. آخرڪار وحي ۽ نبوت جي ڪيترن اختلافي مسئلن ۾ رجوع ڪيائين.

سندس ڪتابن ۾: من و يزدان ۲ جلد، استفسارات ۲ جلد، نگارستان، شهاب کي سرگذشت، مذهب کي تاريخ، مذاڪرات نياز، فراست اليد، ماله وماعليه، نقاب کے بعد، نقشهاي رنگ رنگ، انتقاديات ۲ جلد، شاعر کا انجام، جذبات پاشا، جمالستان، مکتوبات نياز، حسن کي عياريان، مشهور ڪتاب آهن. ان طرح چوئيتاليهن سالن جي "نگار" ۾، مومن نمبر، پاڪستان نمبر، افسانه نمبر، مشرق وسطيٰ نمبر، حسرت موهاني نمبر، فرمانروايان اسلام نمبر، علوم اسلامي نمبر، خدا نمبر، معلومات نمبر، مصحفي نمبر، اصناف سخن نمبر، انشائي لطيف نمبر، غالب نمبر، اقبال نمبر، نياز نمبر، اسلام نمبر ۽ نگار جبلي نمبر، وغيره نهايت معياري ۽ معلومات افزا آهن.

سندس علمي خدمت جي سلسلي ۾ ڀارت سرڪار پنهنجي ملڪ جو وڏو علمي اعزاز 'پدما ڀوشن' کيس ۱۹۶۲ع ۾ عطا ڪيو.

آخر ۾ پاڪستان ۾ لڏي آيو ۽ اچي ڪراچيءَ ۾ رهيو. اتي 'نگار' سان گڏ، 'اردو ادبي بورڊ' جي لغت لاءِ ڪم ڪندو رهيو. ان طرح قومي عجائب-گهر ڪراچي جي لاءِ، هزارها

مخطوطات سان گڏ ڪيترن قلمي ڪتابن ۽ علمي دستاويزن جي ببليوگرافي تيار ڪيائين، ان جو پهريون جلد تيار ٿي چڪو آهي. نياز پڇاڙيءَ تائين، ڏهه ـ ٻارهن ڪلاڪ ڪم ڪندو رهيو. بسترِ مرگ تي به ليٽي ۽ وهاڻن تي ٽيڪ ڏيئي، مقالا لکندو رهيو. سندس سارو علمي ڪم، هڪ مستقل ايڪيڊميءَ جي ڪم کان گهڻو بلند آهي. نياز اهو شخص هو جنهن علم لاءِ زندگي وقف ڪري ڇڏي هئي. دعا آهي ته الله ڪيس مرهي ۽ سندس خطائن تي عفو فرمائي.

## عطا حسين شاهه موسوي

سنڌ جي مشهور تعليمي ماهر ۽ اديب، جناب سيد عطا حسين شاهه موسويءَ، روهڙيءَ ۾ ٨-جون ١٩٦٦ع تي وفات فرمائي. انالله و انااليه راجعون.

مرحوم و مغفور، سنڌ جي هڪ بلند پايه سادات خاندان جو چشم و چراغ هو، ان سان گڏ، هڪ وضعدار ۽ دوست نواز، انشاپرداز اهل قلم هو. سندس انداز بيان نهايت شسته ۽ شائسته، رنگين ۽ شيرين آهي.

پاڻ ساري عمر، تعليم جي خدمت ۾ گذاري، تعليم کاتي جي هڪ وڏي عهدي تان رٽائرڊ ڪري چڪا هئا.

سندن زندگي، پنهنجي ننڍي ڀاءُ، عبدالحسين شاهه موسويءَ سان گڏ، نهايت خاموشيءَ سان گذري. پاڻ شهرت تي گمناميءَ کي ترجيح ڏيندا رهيا، ۽ ڪل خوشيءَ ۾ سڪنهن سان ناتو نباهيندا رهيا. هنگامه خيز ۽ جذبات انگيز مسئلن کان هميشه پري رهي، عملي طرح سان علمي توڙي ادبي، تعليمي توڙي اصلاحي خدمت ڪندا آيا.

سندن مقالات جو سلسلو، سنڌي ادب جي سيني علمي ۽ ادبي رسالن ۽ اخبارن تائين وسيع رهندو آيو آهي.

تاليفات جي سلسلي ۾ سگهنڌ ـ سرهاڻ ۽ ڪچ ڪوڏيون ـ سنڌي ادب ۾ اسلوب ۽ پيشڪش، مواد ۽ تنوع، جي حيثيت سان شاهڪار جي حيثيت رکن ٿا.

پاڻ وڏا علم دوست ۽ مهمان نواز هئا. سندن علمي ڪتبخاني جا دروازا علم جي پياسن لاءِ هميشه کليل رهيا. اسان سندن وفات حسرت آيات تي، سندن ننڍي ڀاءُ عبدالحسين شاهه صاحب موسوي ۽ سندن فرزند سيد شفقت حسين شاهه موسوي (سابق صوبائي ميمبر) ۽ سندن پسماندن سان غم ۾ شريڪ آهيون. رب ڪريم شال کين جنت ۾ جاءِ ڏئي ۽ سندن پسماندن کي صبر جميل عطا فرمائي.

## "گل" نصرپوري

اي موت! مَنَ ڪو موت پرَوَنيِ! شل سري وڃين!

سنڌي ادب ۾، گل نصرپوري، پنهنجي پياري شخصيت ۽ من موهڻي مورت جي سگهنڌ ۽ سرهاڻ کي ورچي ورهائي، ٢٩- سيپٽمبر ١٩٦٥ع تي الوداع ڪري ويو! گل واقعي اسم

با مسمي گل هو. هڪ شريف ۽ ساده دل، با اخلاق ۽ صالح، صوم و صلوات جو پابند، هزار خوبين جو مالڪ هو!

اجا شاخ حيات تي هئو "او شگفته گل" وانگر مڪڙيءَ جي صورت ۾ ئي هو، تہ خزان جي اُمنداُئتي ۽ بيمهلا ئتي جهوٽي، ڪيس هميشہ لاءِ ڪومائي، سڪائي، سروٽي ۽ نهوڙي رکيو!

ابتدائي تعليم، نصرپور ۽ ٽنڊي الهيار ۾ ورتائين. جدوجهد ۽ محنت ڪري، سنڌيءَ ۾ ايم. اي. پاس ڪيائين. آخري زماني ۾ ٽريننگ ڪاليج فارمين ۾ استاد ٿيو ۽ استاد تي موڪلائي ڪيائين.

ادب ۽ شعر و شاعريءَ جي سلسلي ۾ سڀ کان اول، مون سان سندس تعلقات پيدا ٿيا. سندس تحريرن ۽ شعر و شاعري جي اصلاح، ٽن سالن تائين جاري رهي. آخري وقت ۾ جناب مخدوم محمدزمان صاحب "طالب المولیٰ" سان سندس نيازمندانہ تعلقات رهيا، ۽ بزم طالب المولیٰ جي محفلن ۾ دل کولي حصو ورتائين ۽ انهن کان اصلاح ورتائين.

جگر جي خرابيءَ جي سلسلي ۾ وڏي اسپتال ۾ ٽي ڀيرا داخل ٿيو ۽ اتي ٽئين ڀيرا موت سان مقابل ٿيو. ٽئي ڀيرا کيس، آڪسيجن ٽينٽ ۾ بند ڪيو ويو. طبع پرسي ۽ نگهداشت جي سلسلي ۾، حضرت مخدوم محمدزمان طالب المولیٰ ۽ مخدوم محمدامين صاحب 'فهيم' ۽ مان، هر ڀيري اسپتال ۾ ويندا رهياسون. ڊاڪٽرن کي تاڪيد ڪندا رهياسون. دوا دارون جي سلسلي ۾ ڪابہ فروگذاشت نہ ڪئي ويئي. سندس غريب مائٽن، اگر تہ گل جي پوپان ڪُل ڪيو. پر۔ چار مهينا صحتياب ٿيو. علم و ادب ۾ سرهاڻ پکيڙيندو رهيو، مجلسن ۾ ايندو رهيو، مشاعرن ۾ شعر پڙهندو رهيو، سنڌيونيورسٽيءَ جي استادن کان تعليم ۽ تربيت حاصل ڪندو رهيو.

هڪ ڏينهن اوچتو سندس طبيعت وري خراب ٿي، کيس آمريڪن اسپتال لطيف آباد ۾ داخل ڪيو ويو. هوشيار ڊاڪٽرن جي علاج ۽ تيمارداريءَ سان چوٿون ڀيرو موت جي چنبي مان بچي نڪتو. هلندو رهيو وقت گذاريندو رهيو.

رسالي 'مهراڻ' لاءِ مرحوم ڪهاڻيءَ جون تقريرون ترجمو ڪيائين، جي 'مهراڻ' ۾ شايع ڪيون ويون.

اجا ٽين تقرير هٿ ۾ هئس تہ بيماريءَ جي اوچتي حملي جهوري ڪيرائي بستري داخل ڪري وڌس.

علاج جاري رهيو، موسمين جي رس سندس غذا رهي! ہر گل کي تہ معطر نشونما ۽ عطربيز چمن واري ماحول جي ضرورت هئي!— گهر جي تنگ ۽ تاريڪ ڪوٺيءَ ۾ سندس پساهہ تي بار پيو. مون ڏانهن خط لکندو رهيو، تاثرات بيان ڪندو رهيو، واردات ۽ ڪيفيات

جو رنگين وجدانگيز عالم، لفظن جي لباس ۾ مون ڏانهن موڪليندو رهيو. منهنجي تسلي بر صواب نه ٿي.

۲۹-سپٽمبر ۱۹٦٥ع تي منهنجي ٻوڙهي ٻيءُ، غمزده ماءُ، ام نصيب ڀينرن، دلبند ڀائرن کان آخري موڪلائي ڪيائين!— ۽ سيني کي ڳِرِ لڳي موڪلايائين.

اسان وياسين، ڳوڙها ڳاڙي آياسين! سندس غم نصيب والده جون عرش رسا آهون ۽ دانهون اڄ به عرش عظيم جي دروازن سان ٽڪرائجي رهيون آهن.

لوشگفته گل ائين مڪڙيءَ جي صورت ۾ ئي الله ڏانهن روانو ٿيو. ڪجهه به نه ڏٺائين، اڃا شادي به ڪانه ڪئي هئائين، سندس مڱڻو ٿيل هو، شاديءَ ۾ اڃا به مهينا دير هئي.

اسان وٽ سندس ڪتاب "درياءَ جي ڪپ تي"، سندس شعر ۽ ڪلام جو بياض، مهراڻ رسالي ۽ ٽئين زندگيءَ ۾ ڇپيل ٻه-چار مقالا، سندس اڻ ڇپيل مقالو ۽ سندس اهي خط، جي مون ڏانهن لکندو رهيو، علمي يادگار طور باقي رهجي ويا آهن. رهي نام الله ڪا!

دعا آهي ته الله کيس مرهي، ۽ سندس والدين، ڀينرن ۽ ڀائرن کي صبر جميل عطا ڪري!

ڪَچي ڪا چوتي، نانگن ٻڌي نينهن جي،
جهڙا آيا جڳ ۾، تهڙا ويا موٽي،
تنهين جي چوٽي، پورب ٿيندي پڌري. (لطيف)

انا لله و انا اليه راجعون. 'گل' تو تي الله جي رحمت هجي!



سنڌي ادبي بورڊ جي بڪ اسٽال، ٣- سول لائينز، حيدرآباد (سنڌ) وٽان هيٺيان ڪتاب ملي سگهن ٿا. ڪتب فروش ۽ ايجنٽن کي ٢٥ في صدي ڪميشن ڏني ٿي وڃي.

| | |
|---|---|
| ١- آفتاب ادب | ٢-٢٥ |
| ٢- حيات النبي | ٣-٥٠ |
| ٣- سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ | ٤-٠٠ |
| ٤- قديم سنڌ | ٥-٥٠ |
| ٥- غازي صلاح الدين | ٢-٢٥ |
| ٦- گلشڪر | ٣-٠٠ |
| ٧- گل | ١-٢٥ |
| ٨- هدايت الانشاء | ٥-٠٠ |
| ٩- ديوان قليچ | ٧-٠٠ |
| ١٠- چندن هار | ٩-٠٠ |
| ١١- دلارام | ١-٠٠ |
| ١٢- زينت | ٢-٥٠ |
| ١٣- گلن جي ٽوڪري | ٢-٢٥ |
| ١٤- ٽي گهر | ٣-٥٠ |
| ١٥- سچي محبت | ٢-٥٠ |
| ١٦- نيڪي ۽ بدي | ١-٥٠ |
| ١٧- شاهه ايليا | ٢-٠٠ |
| ١٨- فيروز دل افروز | ١-٥٠ |
| ١٩- گليور جو سير ۽ سفر | ١-٥٠ |
| ٢٠- تحفة النسوان | ٢-٠٠ |
| ٢١- مقالات الحڪمت | ٢-٥٠ |
| ٢٢- خوديا وري | ٣-٥٠ |
| ٢٣- دلپسند قصا | ٤-٠٠ |
| ٢٤- باغ ۽ باغباني | ٥-٠٠ |
| ٢٥- شيطان جي ناني | ٠-٥٠ |
| ٢٦- ٽي ديو يا راڪاس | ٠-٣٧ |
| ٢٧- وامق عذرا | ٠-٣٧ |
| ٢٨- سائو ٻن يا ڪارو ٻنو | ٥-٠٠ |
| ٢٩- انڪواري آفيسر | ١-٠٠ |
| ٣٠- حسنا دلدار | ١-٥٠ |
| ٣١- سنڌي گرامر (ڀاڱو ١) | ١-٢٥ |
| ٣٢- سنڌي گرامر (ڀاڱو ٢) | ١-٧٥ |
| ٣٣- سنڌي گرامر (ڀاڱو ٣) | ٢-٢٥ |
| ٣٤- سنڌي گرامر (ڀاڱو ٤) | ٢-٠٠ |
| ٣٥- غلاميءَ مان ستي ڇاڙهو | ٤-٠٠ |
| ٣٦- شهزادو بهرام | ٢-٥٠ |
| ٣٧- عجيب ڳالهيون | ٢-٢٥ |
| ٣٨- ايرڪ | ٤-٥٠ |
| ٣٩- جولئن هوم | ٤-٠٠ |
| ٤٠- سائين سنواريا مصيبت ماريا | ٢-٠٠ |
| ٤١- حاجي بابا اصفهاني | ٤-٢٥ |
| ٤٢- عجيب طلسم | ٠-٣٧ |
| ٤٣- نيلو پکي | ٠-٥٠ |
| ٤٤- لبا خان درزي ۽ خليفو کهنگ | ٠-٥٠ |
| ٤٥- ٻه جاڙا ڀائر | ٠-٤٤ |
| ٤٦- شهزادي محبوب جي آکاڻي | ٠-٦٢ |
| ٤٧- رستم | ٠-٧٥ |
| ٤٨- پٽيل ۽ پوربل اکيون | ٠-٣٧ |
| ٤٩- قدم برگ شهزادي | ٠-٥٠ |
| ٥٠- ٻائي وائي ۽ ٻائي وزو | ٠-٦٢ |
| ٥١- اخلاق حميده | ١-٠٠ |
| ٥٢- رسالو سچل سرمست (سنڌي) | ٦-٠٠ |
| ٥٣- رسالو سچل سرمست (سرائڪي) | ٦-٥٠ |
| ٥٤- سيف الملوڪ | ٢-٥٠ |
| ٥٥- مين شاهه عنات جو ڪلام | ١٢-٥٠ |
| ٥٦- ڪليات حمل | ٥-٠٠ |
| ٥٧- سنڌي لغت (ڀاڱو ١) | ١٠-٠٠ |
| ٥٨- گيچ | ١٠-٠٠ |
| ٥٩- ٻروليون، ڏٺون ۽ معما | ٤-٥٠ |
| ٦٠- سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ڀاڱو ١) | ٦-٥٠ |
| ٦١- سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٢) | ٤-٠٠ |
| ٦٢- سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٣) | ٤-٥٠ |
| ٦٣- سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٤) | ٤-٠٠ |
| ٦٤- سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٥) | ٥-٥٠ |

| | | |
|---|---|---|
| ٦٥- | سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٦) | ۴-٥٠ |
| ٦٦- | سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٧) | ۴-٠٠ |
| ٦٧- | مداحون ۽ مناجاتون | ٦-٥٠ |
| ٦٨- | معجزا | ٣-٥٠ |
| ٦٩- | مناقبا | ٥-٠٠ |
| ٧٠- | ٽيھ اکريون (ڀاڱو ١) | ٦-٠٠ |
| ٧١- | ٽيھ اکريون (ڀاڱو ٢) | ٦-٠٠ |
| ٧٢- | مناظرا | ٧-٥٠ |
| ٧٣- | مولود | ٥-٥٠ |
| ٧۴- | هفتا، ڏينهن ۽ راتيون | ٥-٠٠ |
| ٧٥- | واقعاتي بيت | ٦-٥٠ |
| ٧٦- | سنڌ جا عشقيه داستان-٢ | ٥-٠٠ |
| ٧٧- | سنڌي ٻاهريان قصا (ڀاڱو ٧) | ١٠-٠٠ |
| ٧٨- | لوڪ گيت | ٥-٥٠ |
| ٧٩- | خليفي نبي بخش جو رسالو | ١٢-٥٠ |
| ٨٠- | ديوان بيدل | ۴-٠٠ |
| ٨١- | ديوان بيڪس | ٢-٥٠ |
| ٨٢- | ڪنڌڙي وارن جو ڪلام | ٣-٠٠ |
| ٨٣- | ڪليات خادم | ٣-٥٠ |
| ٨۴- | چار درويش | ٢-٥٠ |
| ٨٥- | ڪلام حسن بخش | ١-٠٠ |
| ٨٦- | سنڌ جو سينگار | ٢-٥٠ |
| ٨٧- | ايسپ جون آکاڻيون | ٢-٥٠ |
| ٨٨- | سيا جو سينگار | ٢-٠٠ |
| ٨٩- | ٻلو ڪوڪر | ٣-٠٠ |
| ٩٠- | رهاڻ | ۴-٠٠ |
| ٩١- | ڪشمير جو مسئلو | ٣-٥٠ |
| ٩٢- | پاڪستان جي پرڏيهي پاليسي | ٢-٥٠ |
| ٩٣- | سون ورليون دليون | ٢-٧٥ |
| ٩۴- | وٺيتي ڪوش | ١-٥٠ |
| ٩٥- | راسيلاس | ٢-٧٥ |
| ٩٦- | تاريخ ريگستان | ٥-٠٠ |
| ٩٧- | گل ڦل (٢ حصا گڏ) | ۴-٠٠ |
| ٩٨- | خوش خصلت خاتون | ١-٥٠ |
| ٩٩- | ڪيمياءِ سعادت | ٢-٠٠ |
| ١٠٠- | ڪاميابي | ٢-٠٠ |
| ١٠١- | چوٽڪارو | ١-٢٥ |
| ١٠٢- | پکين جي پارليامينٽ | ٢-٥٠ |
| ١٠٣- | سلامان ۽ ابسال | ١-٥٠ |
| ١٠۴- | تذڪره اميرخاني | ١٠-٠٠ |
| ١٠٥- | چچنامو | ٦-٠٠ |
| ١٠٦- | تحفةالڪرام | ٩-٠٠ |
| ١٠٧- | تاريخ معصومي | ٥-٠٠ |
| ١٠٨- | جنةالسنڌ | ١٠-٠٠ |
| ١٠٩- | سنڌ جي درٻار | ٣-٠٠ |
| ١١٠- | آهي ڏينهن، آهي شينهن | ٨-٠٠ |
| ١١١- | تاريخ سنڌ (ڪلهوڙا) جلد ٦ (حصو پهريون) سنڌي | ١٠-٠٠ |
| ١١٢- | تاريخ سنڌ (ڪلهوڙا) جلد ٦ (حصو ٻيو) سنڌي | ٨-٠٠ |
| ١١٣- | سنڌ جي اقتصادي تاريخ | ۴-٠٠ |
| ١١۴- | چونڊ امريڪي مختصر افسانا | ۴-٠٠ |
| ١١٥- | امريڪي لوڪ ڪهاڻيون | ٣-٢٥ |
| ١١٦- | آمريڪا جو سياسي سرشتو | ٢-٠٠ |
| ١١٧- | سنڌ جو سفر | ١-٠٠ |
| ١١٨- | اقتصادي انصاف | ٣-٠٠ |
| ١١٩- | سير ۽ سفر | ٢-٧٥ |
| ١٢٠- | ليٽ ڇا ڪجي | ۴-٥٠ |
| ١٢١- | جادو ۽ سائنس (ڀاڱو ١) | ٨-٠٠ |
| ١٢٢- | جادو ۽ سائنس (ڀاڱو ٢) | ٦-٠٠ |
| ١٢٣- | جادو ۽ سائنس (ڀاڱو ٣) | ١٠-٠٠ |
| ١٢۴- | اقتصادي ترقي جا رستا | ٢-٠٠ |
| ١٢٥- | فرهنگ جعفري (ڀاڱو ١) | ٦-٠٠ |
| ١٢٦- | فرهنگ جعفري (ڀاڱو ٢) | ٦-٠٠ |
| ١٢٧- | فرهنگ جعفري (ڀاڱو ٣) | ٦-٠٠ |
| ١٢٨- | تن ۽ تندرستي | ٣-٠٠ |
| ١٢٩- | تذڪره شعراء تڪڙ | ٣-٥٠ |
| ١٣٠- | جهان آرا | ١-٧٥ |
| ١٣١- | گرم جون آکاڻيون | ٣-٠٠ |
| ١٣٢- | سير ڪوهستان | ١-٥٠ |

| | |
|---|---|
| ١٣٣- ڪنوار جو آئينو | ٢-٥٠ |
| ١٣٤- دنيا دورنگي | ١-٧٥ |
| ١٣٥- ڪلام محمود فقير ڪتياڻ | ٢-٠٠ |
| ١٣٦- ڪليات گدا | ٥-٠٠ |
| ١٣٧- شڪنتلا | ٢-٠٠ |
| ١٣٨- نل دمينتي | ٣-٠٠ |
| ١٣٩- گلشن بهار | ٢-٥٠ |
| ١٤٠- شاهه جو رسالو (پڪو جلد) | ١٥-٠٠ |
| " (ڪچو جلد) | ١٢-٥٠ |
| ١٤١- دنيا جا عظيم افسانا | ٣-٥٠ |
| ١٤٢- جنرل سائنس | ٢-٥٠ |
| ١٤٣- مهراڻ سوانح نمبر | ٧-٠٠ |
| ١٤٤- مهراڻ (ڏهه سالہ نمبر) | ٧-٠٠ |

## رسالا

| | |
|---|---|
| ١٤٥- مهراڻ (سماهي) (في ڪاپي) | ٢-٥٠ |
| " (ساليانو چندو) | ١٠-٠٠ |
| ١٤٦- گل ڦل (ٻه ماهي) (في ڪاپي) | ٠-٥٠ |
| ٻارن لاءِ (ساليانو چندو) | ٣-٠٠ |

## اردو

| | |
|---|---|
| ١٤٧- تاريخ سنڌ (ڪلهوڙا) (حصو پهريون) | ١٠-٠٠ |
| ١٤٨- " (حصو ٻيو) | ١٠-٠٠ |
| ١٤٩- تاريخ معصومي | ١٠-٥٠ |
| ١٥٠- تحفة الڪرام | ١٥-٠٠ |
| ١٥١- چچنامو | ١٢-٠٠ |
| ١٥٢- برهانپور ڪي سندهي اولياء | ٦-٠٠ |

## فارسي

| | |
|---|---|
| ١٥٣- ديوان غلام | ٢-٥٠ |
| ١٥٤- لب تاريخ سنڌ | ٨-٠٠ |
| ١٥٥- تاريخ طاهري | ٨-٠٠ |
| ١٥٦- ديوان عطا | ٨-٥٠ |
| ١٥٧- مقالات الشعراء | ٢٠-٠٠ |
| ١٥٨- تڪمله مقالات الشعراء | ١٥-٠٠ |
| ١٥٩- مثنوي چنيسر نامہ | ٣-٥٠ |
| ١٦٠- مثنوي مظهرالاثار | ٣-٥٠ |
| ١٦١- مثنوي قصائد قانع | ٥-٠٠ |
| ١٦٢- تاريخ مظهر شاهجهاني | ١٠-٠٠ |
| ١٦٣- ترخان نامہ | ٦-٠٠ |
| ١٦٤- منشور الوصيت | ٥-٠٠ |
| ١٦٥- هشت بهشت | ٦-٠٠ |
| ١٦٦- ديوان عظيم | ٦-٠٠ |
| ١٦٧- تحفة الطاهرين | ٣-٥٠ |
| ١٦٨- مجموعه مثنويات هير و رانجها | ٥-٠٠ |
| ١٦٩- تاريخ تازه نواي معارڪ | ٢-٠٠ |
| ١٧٠- ڪليات مائل | ١٢-٠٠ |
| ١٧١- ديوان محسن تتوي | ١٥-٠٠ |

## عربي

| | |
|---|---|
| ١٧٢- دراسات اللبيب | ١٢-٠٠ |
| ١٧٣- ذب الذبات الدراسات (حصہ اول) | ١٥-٠٠ |
| ١٧٤- " (حصہ ثاني) | ١٥-٠٠ |
| ١٧٥- ديوان ابي عطا | ٣-٠٠ |
| ١٧٦- المتانة في مرامة الخزانة | ١٢-٠٠ |

## انگريزي

| | |
|---|---|
| 177- Persian Poets of Sind | 15/00 |
| 178- A Physical & Economic Geography of Sind | 20/00 |
| 179- A General Introduction to History of Sind | 20/00 |
| 180- Shah Abdul Latif an Introduction to his Art | 2/50 |
| 181- Risalo Shah Abdul Latif (Selection) | 10/00 |

● هندستان ۾ ميسرس رائٽرس ايمپوريم، پيلس بلڊنگ، سر فيروزشاهه مهتا روڊ، بمبئي وٽان، رسالو مهراڻ ۽ بورڊ جا سڀ ڪتاب ملي سگهن ٿا.